بسم الله الرحمن الرحيم

لاڙ جي ادبي ۽ ديني شخصن جي عمارت

## سوانح حيات

# قاضي علي اڪبر درازيؒ

[١٣١٥ھ = ١٨٩٥ع / ١٤٠٢ھ = ١٩٨١ع]

مرتب

## قاضي علي مردان



تحقيق ۽ مقدمو

## ڊاڪٽر عبدالخالق ”راز“ سومرو

ڪتاب ———— سوانح حيات قاضي علي اڪبر درازي

ڪاپيون ———— هڪ هزار

ڇاپو ———— پهريون

سال ———— ١٩٨٥ع

ٽائيٽل ڊزائين ———— قاضي اشفاق رتوديرو

لي آئوٽ ۽ خطاطي ———— نثار هاليپوٽو

شمس جاهت آڪر ———— محمد علي معتبر

ڇپائيندڙ ———— قاضي علي مردان

ڇپيندڙ ———— غلام رسول ميمڻ

ڪمپوزنگ ———— ماڊرن ڪمپوزنگ پريس شڪارپور
امداد علي قريشي ۽ مشتاق علي قريشي

بائينڊنگ ———— وحيد احمد قريشي
نعيم احمد ميمڻ

مشين مين ———— عبدالفتاح قريشي

ملهه ———— چاليهه رپيا

# فهرست



## ( ڀاڱو پهريون )

### ( باب پهريون )



### ( باب ٻيون )



### ( باب ٽيون )

## ( باب ستون )



## ( ڀاڱو ٻيون )

### تعزيات وفات حسرت آيات

### جن ڏنو جيئن

# ( ڀاڱو پنجون )

## اخباري تعزيت نامہ ۽ تاثرات



قاضي علي اڪبر دُرازي ١٩٣٣ع ۾
جڏهن لائڊ بيراج سکر ۾ اوورسيئر هئا.

"رهيا اڃا رات، صبوح ونهه صابري
لڏ لڏ سمجھ لطيف چئي، ڪر ٿيون جسي تات
سنڌي جو ڳولان ذات، ٻئي پيري پاڳ مڙئي."

هن فقير درازيءَ جي سوانح حيات ۾ موجوده مادي دور ۾ هڪ ڪليل اخلاقي ۽ روحاني درس آهي، جنهنکي پڙهڻ سان ضرور ڪجهه نه ڪجهه سالڪن جي رهنمائي ۾ ٿي سگهي ٿي.

اهڙي سنڌن منشي هئي ته ڪال سنڌن ذات سان، عملن سمجهان ۽ تحرير سمجهان انسان کي فائدو رسي، ان لاءِ هن بزرگ پاڻ ۾ سموري حياتي ڪوشان رهيو ۽ هزارن تورڙي وڙئون انسانيت جي ڀلي لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو.

سنڌس خيال کي آڏو رکي اڳ هن علم جي شمع، جيڪا هن ٻاري هئي، وسائڻ نه ڏنو سمجهان. الله تعالي مونکي به توفيق عطا فرمائي ته جيئن اها علمي خدمت ڪندو رهان ۽ انجي طفيل والد بزرگوار جي روح کي به ايصال ثواب ملندو رهي. (آمين)

هت ولهه ڏک ۽ ظاهر ڪرڻ تمام ضروري آهي. اهي حالت ۾ اها منافقت ٿيندي ته انهجي سچ ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومري ۽ پروفيسر سيد لعل شاه بخاري جنهن پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي ڪتاب تي نظر ثاني ڪئي ۽ ڪيترائي پنهنجا لائق ۽ قابل مشورا وقت بوقت سون ناقص عقل کي ڏنا. جنهن لاءِ آءُ سندس تهدل سان شڪر گذار آهيان ۽ سندس نيڪ احسان، قرب ۽ لائق جسي آءُ ڪڏهن به وساري نه سگهندس. ان خدمت ۽ نيڪيءَ جو اجر خالق اڪبر پنهنجي ئي پاران رحمتن سمجهان کين بخشيندو. (آمين)

آءُ سڀني اديبن، عالمن، شاعرن ۽ سڄڻن جو نهايت صدق دل سان شڪريو ادا ڪريان ٿو، جن صاحبن پنهنجا زرين رايا، تاثرات، شعر، قطع

# پيش لفظ

بسم الله الرحمن الرحيم

نحمده ونصلي على رسوله الكريم

اما بعد، دنيا جي ابتدائي آفرينش کان اڄ تائين انسان هن ترقيءَ تي پهچڻ جي حياتي گذاريندو آيو آهي. زماني جي هر هڪ دور جو انسان رهڻي ڪهڻي، تهذيب ۽ تمدن، علم ۽ هنر، صنعت ۽ حرفت، ادب ۽ ثقافت جي جدا جدا طرز اطوار، نوع نزاڪت، فهم فراست ۽ فڪر ۽ تخيل سان روشناس رهيو آهي.

جيئن ته هيءَ دنيا بذاتِ خود هڪ ڪتاب آهي، جنهن جو هر هڪ ڏينهن هڪ ورق وانگر الٽندو رهي ٿو، ۽ روزاني زندگي جو ڪارج ان ۾ داخل ٿيندو رهي ٿو، اهڙيءَ طرح جيئڻ کان مرڻ تائين زندگي جي ”اعمالن“ جو ڪتاب فرشتن جي قلم سان مرتب ٿيل ٿئي ٿو، جنهن کي اسان ڪتابن ۾ فڪر کان سواءِ نظر انداز ڪندا آيا آهيون، حقيقت ۾ هيءَ سڄي سوانح آهي، جيڪا ملائڪ ئي رهڻيءَ سان مرتب ڪري ٿو، جنهن کي هر هڪ انسان اينديءَ حياتيءَ ۾ پڙهي سگهندو، جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ به آيل آهي.

ظاهري طور دنيا جون مهذب قومون ”سوانح“ جهڙي موضوع کي اوليت ڏينديون آيون آهن. هن ڏس ۾ عالمن، اديبن، عارفن، مفڪرن، دانشورن، محققن، فلسفين، حڪيمن، سياستدانن، سماجي ڪارڪنن، مؤرخن، مدرسن، معلمن، حاڪمن ۽ حڪمرانن کان سندن حياتيءَ ۾ ”سوانح“ لکائينديون رهن ٿيون.

جيڪو شخص پنهنجي ”سوانح“ پنهنجي قلم سان لکي ٿو، ان کان وڌيڪ ٻيو ساٿي زندگي جي گهراين تائين پهچي ٿو سگهي؟

چاهڪلان ته ڀلان ٿي ڀلان لکڻ وارو پنهنجي يادداشت کي جنهن نظر ۽ نظريه سان پيش ڪندو، ان کان زياده صحيح ۽ اڄ حقيقتن ڪسي ٻيو ڪوبه ترواز ڪري نه سگهندو، اهو شخص پنهنجي زندگي جي عملي تجربات ۽ مشاهدات کي ديني شهادتن سان پيش ڪري ٿو.

”سوانح“ جو دارومدار حق، انصاف، ديانتداري، حق رستي ۽ ايمان تي ٻڌل هوندو آهي. چاهڪلان ته زندگي گوناگون مسئلن سان اڀامگاه آهي، تنهن ڪري سوانح نگار لاءِ هيءُ اهم مسئلو آهي ته هو پنهنجي سوانح لکڻ ۾ خواه ٻين جي زندگيءَ کي قلمبند ڪرڻ ۾ حق گوئي، حق رستي ۽ انصاف کان ڪم وٺي.

”سوانح“ هڪ انفرادي تاريخ آهي، جنهن ۾ عملي تجربات، مشاهدات، واقعات، ۽ ڪردار جهڙوڪ مجموعن هوندو پيش ڪيو ويندو آهي، جنهن سان قوم کي راه روي جو درس ملي ٿو.

ادب جي هن موضوع تي جيترو ڪم ٿيو آهي، سو نه هئڻ جهڙو برابر آهي، تنهن هوندي به هن موضوع جي شروعات ادب جي تاريخ ۾ هڪ نئين باب جو اضافو آهي. هيءُ عظيم قومي مرحلو آهي، جنهنجي حفاظت هرهڪ قومي فرد تي واجب آهي. هيءُ اهو لاثاني ادبي خزانو آهي، جنهن قومن جي پنهنجي خواه سندن اهڙا نسلن جي ذهن جي آبياري ڪئي آهي. ترقي يافته قومن جي فڪر ۽ تخيل ۽ ادبي تخليقات ۾ ”سوانح“ جي موضوع جي وقتنا اهميت کي ڏسي موجوده دور جي پڻ ماڻهو خواه ترقي پذير قومن انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪيو آهي ۽ احساس محرومي جي تلافيءَ ۽ عملي طرح ڪردار نگاري تي قلم کنيو آهي.

سنڌ جي سرزمين هر دور ۾ جليل القدر جامع الصفات انسان پيدا ٿي ڪيا آهن، جن سان عالم، اديب، شاعر، مفڪر، مصلح، فلسفي، حڪيم، تقلي، دانشور، مؤرخ، اولياء ڪرام ۽ صوفياء ڪرام وغيره...

قابل ذڪر آهن. سنڌ کي بزرگن ۽ اوليائن جي نگري هجڻ جو لقب حاصل رهيو آهي ته ساڻن سڪڻ ۾ آهي. جن ۾ ٺٽي مڪتب. انهن مان ڪروڙين طالب العلمن کي فيض بخش ڪري آڳئين نسل جو ڪمال رهبر بڻائي ڇڏيو. انهن بابرڪت انسانن مان قاضي علي اڪبر درازي ۾ هڪ هو، جنهن پنهنجي علمي استعداد ۽ اعليٰ ذهانت سان علمي ۽ ادبي حلقن کي منظر عام تي آندو.

هي بزرگ مٺوڻڪ روهڙي شريف جو رهواسي هو جو پنهنجي نالي پٺيان "درازي" سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو ڇاڪاڻ ته درازن جي مشهور صوفي بزرگ حضرت سچل سرمست رح جي درگاه سان کيس عقيدت، ارادت ۽ محبت هئي ۽ هن درگاه جي هڪ بزرگ حضرت ميان ابول محمد (ثاني) (المتوفي ١٠٩٣هه) جو دست بيعت تي هو. پاڻ بکر جي مشهور قاضين جي خاندان سان تعلق رکندو هو. هيءُ خاندان قديم زماني کان هت آباد هو. ڇاڪاڻ ته بکر جي "قاضي القضات" جو منصب هن خاندان کي عطا ٿيل هو. هن خاندان جي ڪجهه ڪاتبن ۽ سنڌ کي شاهه بيگ ارغون روهڙي ۾ جاگيرون ڏنيون، شهر جي آباد ڪرڻ لاءِ رهائي ڇڏيو، جتي اڄ تائين آباد آهن.

هن خاندان جو مورث اعليٰ شيخ قاضي عبداللطيف بڪري آهي، جنهن جو زمانو هڪ اندازي جي مطابق اٺين صدي هجري جي پوئين ٽه جو ڳڻيو وڃي ٿو. سندس پوٽو حضرت قاضي خيرالدين بن قاضي محمد بکر جي منڍ تي "قاضي القضاة" (موجوده چيف جسٽس جي عهدي جي برابر هو) جي اعليٰ منصب تي فائز هو. سندس نالي تي "پروانو" (سند) هندستان جي مغل تاجدار محمد شاهه جي مهر سان جاري ٿيل موجود آهي. جنهن جو نقل (فوٽو) السرين صفحن ۾ ڏنو ويو آهي.

هن بزرگ جي وفات کان پوءِ سندس نالي پٺيان هڪ سند "پروانو" مياڻ غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جي حاڪم طرفان سندس مهر سان جاري ٿيل

ٺهيل آهي، جنهن ۾ ٽه رپيا ماهوار وظيفي جو حڪم صادر ٿيل آهي. هن سند جي تاريخ ٣- جمادي الثاني ١٢٦٩ھ مطابق ٢٦ فيبروري ١٨٥٣ع ڏنل آهي ۽ بادشاه جي مهر تي "خادم الفقراء غلام شاه خان عباسي" لکيل آهي. هن سند جو نقل آخرين صفحن ۾ ڏنو ويو آهي.

قاضي خيرالدين اول جي وفات بعد سندس فرزند قاضي حامد، "قاضي القضاة" جي مسند تي ويٺو. هن بزرگ جي زماني ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. سرچارلس نيپئر پهريون انگريز گورنر هو، جنهن برٽش حڪومت طرفان قاضي حامد جي "قاضي القضاة" جي منصب کي بحال ۽ برقرار رکيو. انهيءَ سند آخرين صفحن ۾ ڏنل آهي.

قاضي علي اڪبر درازي جو نالو پنهنجي مورث اعليٰ شيخ الشيوخ قاضي عبداللطيف بکري جي ڏهين پشت ۾ اچي ٿو. هن بزرگ تاريخ ٣٠- آڪٽوبر ١٩٨١ع تي وفات ڪئي، سندس عمر ٨٦ سال، ٣ مهينا ۽ ٣ ڏينهن هئي. علمي ۽ ادبي خدمات ۾ هن پورس بزرگ بيشڪ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي، انهيءَ حد تائين جو هن پوڙهي ادب جولان ڏهن کي به شڪست ڏئي ڇڏي آهي.

راقم الحروف، قاضي علي اڪبر درازي کي سندن زندگيءَ ۾ ڏٺو هو. انهيءَ پيرسني جي زماني ۾ به سندس ادراڪ جي قوت قوي هئي، عقل ۽ سمجهه جا سانا بالڪل صحيح هئا. فڪر ۽ تخيل ۾ پرواز جي طاقت موجود هئي، گفتگو جو انداز عالمانه هو. فلسفي تي ڳالهائڻ ۾ سندس ذهانت جوان هئي، تصوف جي نڪتن تي شرح ڏيڻ ۾ سندس حافظو اجا تيز هو. پاڻ حضرت سچل سرمست رح جي عقيدت، ارادت ۽ محبت جي انتهائي منزل ۽ مقام تي پهتل هو.

مرحوم قاضي صاحب پنهنجي مرشد جي ڪلام، فڪر ۽ فلسفي کي جنهن انداز سان پيش ڪيو آهي، اهو فڪر ۽ تخيل سڀ ڪنهن وٽ هئڻ ناممڪن آهي. هو هڪ بزرگ حضرت سچل سرمست رح جو عاشق صادق هو. سندس محبت ۽ عقيدت جي ڪا حد ڪانه هئي. جو هن بزرگ

الهي ڪاوش انهي دنيا ۾ اهم جاءِ والاري ٿي. هن صاحب جي لکڻ جو انداز نج پنهنجو آهي، عوامي زبان جي عام اچارن، روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن جي اڻانگي، ڳوڙهي ۽ گهرو ماحول جي ڪشش پيش ڪئي وئي آهي، گويا هڪ ڳوڙهو، خالص ۽ سچ سنڌي محاورن جا موتي ونڊيو ڇڏيا. هن جيڪو ڪم ڪيو آهي سو پنهنجي والد بزرگ جي عقيدت ۽ محبت جي جذبي سان حق ادا ڪيو آهي.

هن ڪتاب جي اشاعت ۽ مقدمي جي متعلق واقع ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ته محترم قاضي علي مردان صاحب ڪنهن سنهنجي دوستن ذريعي مون لاءِ اشارو ڪيو هو، انهيءَ مشوره جي آڌار تي مون وٽ تشريف فرما ٿيو. پنهنجو تعارف ڪرائڻ بعد مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي سوانح جو مسودو اڳيان رکيائين. جنهن ورق ورڻيندي، اصلاح ڪندو رهيس ۽ پنهنجي خيال موجب مشورو به ڏيندو رهيس. قاضي صاحب پنهنجي انهيءَ صورتحال جي صورت ساڻو مون ڏي رهيو هو. هن صاحب مذڪور ڪتاب جي اصلاح ۽ "مقدمه" لاءِ بيحد اصرار ڪيو، پر آئون ان کان انڪار ڪري ڇڏيو، پر پوءِ هڪ علمي ۽ ادبي ڪتاب جي لکڻ ۽ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي جهڙي عمول مرشد جي تعلقات جو خيال ڪري ڪئي هٿو حامي.

هن ڪم ۾ مون کي هڪ ڊگهي عرصي جي ضرورت هئي ته جئين پاڻ تحقيق جي تڪليفن سان سهڻو ڏيان هو. هن سلسلي ۾ مون وٽ وقت جي قلت هئي، جڏهن ته ڏينهن جو سرڪاري نوڪريءَ ۾ ڏه ڪلاڪ به صرف ٿي ويندا هئا. هڪ ادبي اداره جي منتظم جي حيثيت ۾ اهم ذميداريون سنڀاليل هيون، انهن حالتن جي باوجود هن علمي ۽ ادبي ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ رات جو اوير تائين ويهندو رهيس. "مقدمه" جي لکڻ خاطر تيار ڪرڻ ۾ ڪجهه مهينا گذري ويا.

پهرين مسوده جي حرف به حرف پڙهڻ سان ضروري اصلاح

تجنيس ۽ صنعتن جو استعمال صنائع ۽ بدايع جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيل آهن. جيئن هڪ مثال "صنعت مرصع" جو آهي: هن صنف ۾ سنڌي ڪافي حضرت مولوي عبدالغفور "مفتون" همايوني جي چيل آهي، جنهن جو مطلع هي آهي:

"تنهنجي زلف جي بند ڪمند وانگي،
زندان هجرانن سان نه رکو،
تنهنجي قامت سرو خوبان مثل
مهان هجرانن سان نه رکو."

هن ڪافي جي تتبع ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي. جن مان حضرت مير علي نواز علوي شڪارپوري، حضرت سيد صالح محمد شاه راڻي پوري، جناب لطف الله بدوي شڪارپوري، جناب شاه محمد "ڏاڏا" سنگي شڪارپوري ۽ اسان جي قاضي علي اڪبر "غلام اڪبر" درازي طبع آزمائي ڪئي آهي. هن صنف ۾ لفظن جو تڪرار آهي، الفاظ سان ڏنل آهي، جيئن ڪي موتي هڪ ڌاڳي ۾ پوئل هجن. مون وٽ مذڪور چئني شاعرن جو ڪلام موجود آهي، تبرڪ طور "صنعت مرصع" جي مثال ۾ انهن جو ڪلام ڏنو ويو آهي.

ج- تخيل جو پرواز: هن اهم پهلوءَ تي شاعر جي فڪر و تخيل جو معيار جانچيو ويندو آهي. هن سلسلي ۾ قاضي صاحب جي شاعري عروج جو پاڻ ثبوت آهي.

د- اديب ۽ محقق: مرحوم قاضي صاحب جي ادبي ۽ علمي معيار جو تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي.

٦- انهي خاطر اسان تنقيد جو دائرو نهايت وسيع ڪئي آهي، جنهن سبب گوناگون ڪتابن جي حد مقرر ڪري نه سگهيا. مختصر طور هنن تصنيفات ۽ تاليفات ۽ شعر و شاعري تي ادبي تجزيو ڏنو ويو آهي ته جيئن هر هڪ ادب دوست مرحوم قاضي صاحب جي ادبي شاهڪارن مان فيض وٺي سگهي.

گورنمينٽ هاءِ اسڪول خانپور
ضلع شڪارپور سنڌ
تاريخ ٢١- رمضان المبارڪ ١٤٠٥هه
مطابق ١١- جون ١٩٨٥ع

نياز مند
ڊاڪٽر عبدالخالق "راز"
سومرو
ايم- ايڊ، بي- اي- پي ايڇ- ڊي

حضرت سفيان بن عيينه (١٩٨هه) حضرت يحيٰ بن سعيد القطان (١٩٨هه) حضرت معروف ڪرخي (٢٠٠هه) وغيره... قابل ذڪر آهن. هن دور جي بزرگن سادگيءَ جي زندگي اختيار ڪري "فقر" جي تعليم ۽ تربيت ڏني، دنيا جي عادتن زندگيءَ کي ترڪ ڪري نفس ڪشي جو مظاهرو ڪيو.

ٽين صدي هجري جي وچ ڌاري ۾ "علم احسان" جو نالو "تصوف" جي نالي سان مشهور ٿيو. هن زماني ۾ صوفي بزرگن تصوف جي نڪتن ۽ ان جي وضاحت ڪئي، سندن علمي استعداد ۽ اعليٰ صلاحيت جو اهو ڪمال هو جو انهن هن نازڪ موضوع تي ضخيم ڪتاب تصنيف ڪيا، جيڪي مطالعن لاءِ سند جي حيثيت رکندا آهن. ڪن بزرگن معنوي نڪتن ۽ رازدارين کي پرده پوش رکڻ بجاءِ انهن کي نهايت بهادري ۽ بي باڪيءَ سان ظاهر ڪيو.

هن دور جي صوفياءِ ڪرام جو "نظريو" "وحدت الوجود" جنهن اثر هيٺ تبليغي ڪردار ادا ڪندو رهيو "وحدت الوجود" جي تائيد ۽ تبليغ جو هيءُ پهريون دور هو، وقت جا اڪابر ۽ ٻيا معاصر صوفي ان تي پنهنجا ساٿين درس ڏيندا رهيا، گويا هڪڙي ئي مدرسي جا استاد ۽ شاگرد هئا ۽ هيءُ تبليغي ڪردار ٽئين صدي هجري تائين هڪڙي ئي فڪر ۽ تخيل سان ادا ٿيندو رهيو.

"وحدت الوجود"

"وحدت الوجود" جي معنيٰ "سڀ ڪجهه اهو [الله تعاليٰ] پاڻ آهي" هيءَ سموري ڪائنات هڪ ئي وجود رکي ٿي، اهو وجود "الله تعاليٰ جي ذات پاڪ" جو آهي، باقي ٻيون موجودات ۽ مخلوقات انهيءَ ذات ۾ اُن پيوسته ٿيل آهن. جيئن هڪڙي وڻ جون ٽاريون گلن ۽ پنن سميت گڏيل آهن يا اُن جي ٽاري ته ٽاري ۾ گڏيون ٿيل آهن، انهي گڏيون ظاهري صور جدا جدا شڪل ۾ اچن ٿيون پر انهيءَ ٽاري کان سواءِ گڏيل جي ڪا حيثيت نه آهي.

انسان جي تخليق کي ”اشرف المخلوقات“ جي لقب سان نوازيو ويو، انهيءَ سبب آهي جو انسان ٻين مخلوقات کان بلاشبه ممتاز درجي تي پهچي ويو، جنهن جو تعلق سڌيءَ طرح ذات ”واحد“ سان آهي، جنهن کي ”روح“ سڏيو ويو آهي، ”جسم“ ۽ ”روح“ جي وچ ۾ جيڪا نسبت آهي، اها ”مطلق“ ۽ ”مقيد“ جي آهي، يعني ”روح“ مقيد آهي ۽ ”جسم“ ان جو ”مطلق“ آهي، قرآن حڪيم: ”الا له الخلق والامر“ ۾ ٻه عالم آهن، پهريون جهڙو ”عالم خلق“ ۽ ٻيو جهڙو ”عالم امر“ آهي، ”عالم خلق“ سان مراد ”جسم“ آهي ۽ ”عالم امر“ جي معنيٰ ”روح“ آهي، يعني ”عالم خلق“ [جسم] کي ”عالم امر“ [روح] جي تابع ڪيو ويو، جسم جي بناوٽ ۾ انهيءَ مقصد لاءِ ڪئي وئي ته جيئن ”روح“ جي فرمانبرداري ۾ رهي.

روح جو مرتبو ته انساني عقل، فڪر، شعور ۽ فراست کان گهڻو مٿي آهي،

جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته ”ونفخت فيه من روحي فقعوا له ساجدين“ مطلب ته الله تعاليٰ سڀني مخلوقات کي حڪم ڏنو ته ”جنهن مهل آدم جي جسم ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان، تڏهن اوهان سڀئي ان جي اڳيان سجدي ۾ جهڪي وڃو“ ان جو مطلب اهو آهي ته ملائڪن جو سجدو انهيءَ وقت واجب قرار ڏنو ويو، جنهن آدم جي جسم ۾ ”روح“ داخل ٿيو، ان حڪم رباني سان ظاهر ٿيو ته انسان جو ”روح“ ۽ ان جو مرتبو ملائڪن جي ”روح“ ۽ مرتبي کان زياده عزت وارو تسليم ڪيو ويو، جنهن ڪري آدم کي وڏي عزت ۽ شان وارو سڏيو ويو، جيئن قرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته ”لقد ڪرمنا بني آدم“ يعني اسان آدم جي اولاد کي معزز ۽ مڪرم بڻايو آهي. ملائڪن کي آدم جهڙي مرتبي جي خبر ڪانه هئي، آدم ولي کي ”مسجود“ ٿيڻ فرشتن جي انتهائي درجي کان به گهڻو مٿي علو وارو هو، سڀني مخلوق انهيءَ ”وجود واحد“ جي صفت جا مختلف روپ

۽ وحدانيت جو اقرار ڪري ٿي. خالق ۽ مخلوق جي وچ جيڪا نسبت ۽ تعلق آهي، اهو ڪنهن به عقل ۽ قياس کان گهڻو مٿي آهي، اهي ء ڪري "انسان" حيوان کان فقط انهيءَ ڪري جدا حيثيت رکي ٿو ته هن ۾ الله تعاليٰ جي "نور" جو جزو موجود آهي، جيڪو پنهنجي اصليت کي سڃاڻي ٿو. جيئن ته حديث پاڪ ۾ آيو آهي ته "ان الله خلق آدم علیٰ صورته" (يعني تحقيق الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو.) اهوئي سبب آهي جنهن "انسان" ۽ "الله تعاليٰ" جي وچ فطرتي لاڳاپو موجود آهي. انهيءَ لاڳاپي ۽ پيچيدگي سان انهن مخفي رازدارين جي تهه تائين پهچڻ لاءِ سالڪ کي عبادت، رياضت ۽ نفس ڪشي جي مهم سان اڳتي اچڻو پوي ٿو.

سلوڪ جي راهه ۾ سالڪ کي پهريائين "نفس" کي سڃاڻڻ جي ضرورت پوي ٿي ان کان پوءِ کيس ذات الاهي جو مشاهدو نصيب ٿئي ٿو. هن منزل تي پهچڻ لاءِ نفس خواهشات کي ترڪ ڪري "روح" جي ترقي لاءِ زهد، تقويٰ، پارسائي ۽ پرهيزگاري جهڙين صفتن تي عمل ڪرڻو پوي ٿو. سالڪ انهن تڪليفن کي صبر ۽ استقامت سان برداشت ڪري ٿو، جنهن ڪري کيس الاهي انعامات حاصل ٿين ٿا. جيئن قرآن شريف ۾ ارشاد الاهي آهي ته "الذين جاهدوا فينا لنهدينهم سبلنا" (يعني جيڪي اسان لاءِ تڪليفون برداشت ڪن ٿا ۽ مجاهدا ڪن ٿا ته اسان انهن کي پنهنجي راهن تي وٺي ٿا وڃون) هن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سالڪ لاءِ پهريائين نفس جي حقيقت کي معلوم ڪرڻو پوي ٿو.

نفس جي حقيقت جي متعلق حضرت ابو حفص "رح" جو ارشاد آهي ته "نفس" اونداهي آهي، ان جو "چراغ" ان جو "اخلاص" آهي، انهيءَ اخلاص واري چراغ جو نور توفيق الاهي آهي جنهن جي باطن (ڳجهه) کي توفيق الاهي حاصل نه ٿيو ته هو اونداهو ئي رهندو.

حضرت ابو عثمان جو ارشاد آهي ته "جنهن شخص کي پنهنجي

٦- اهل قبله ۾ ڪنهن جي ڪفر ۽ نفاق تي قطعي شهادت ڏيڻ کان پاسو ڪرڻ.

٧- ظاهري خواهه باطني گناهه ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ، ۽ پنهنجن عضون کي گناهه کان روڪڻ.

٨- پنهنجو بار ٻين تي نه رکڻ (ڀلي بار ڳورو هجي خواهه هلڪو) ۽ ٻين جو بار پاڻ کڻڻ.

٩- سالڪن ۾ ۽ انهن جي ساٿ سنگت ۾ ڪابه اميد نه رکڻ يعني دنيا جي رغبت کان پرهيز ڪري الله تعاليٰ تي ڀروسو رکڻ.

١٠- تواضع جي خصلت سان هلڻ، يعني تواضع الله تعاليٰ کان ڊڄڻ جو دروازو آهي، تواضع الله تعاليٰ جي رحمت جو دروازو آهي.

"وحدت الشهود" تصوف جو ٻيو نظريو، ٻارهين صدي هجري ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني "رح" پيش ڪيو. هن بزرگ "وحدت الوجود" جي نظريه جي رد ۾ "وحدت الشهود" [يعني سڀ ڪجهه ان (الله تعاليٰ) کان آهي]- جي نظريه تبليغ ڪئي، جنهن نه ماڻهوءَ جو پاڇو ظاهري طور هڪ جدا شيءِ آهي پر ان کي پنهنجو وجود ڪونهي ۽ اصل ۾ اهوئي آدمي آهي، اهڙي طرح الله تعاليٰ جي ذات مقدس موجود آهي ۽ ٻيون سموريون شيون سندس پاڇا آهن.

تصوف جي ٻنهي نظرين جا صوفياءِ ڪرام پنهنجي پنهنجي خيالن جي وضاحت ۽ تشريح ڪندا آيا آهن، انهن اڪثر صوفي بزرگن مان ڪن خاص صوفياءِ ڪرام جي رائن ۽ قولن کي بيان ڪجي ٿو، جنهن مان تصوف ۽ صوفي جي اصل حقيقت معلوم ٿي سگهندي.

"تصوف" تصوف لفظ "صوف" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "اُن جو لباس" ڇاڪاڻ ته انهيءَ زماني ۾ صوفي بزرگ "اُن جو لباس" پهريندا هئا.

ڪن محققن جو چوڻ آهي ته "صوفي" لفظ "اصحاب صفه" جي

ڪري ڪسي ورتي آهي ته: جيئن توهان اسان وٽ رهون، ڇا توهان "غير" وٽ رهڻ پسند ڪريو ٿا؟"

هڪ رات جو پنهنجي هڪ مريد سان هلندو پئي آيو ته رستي ۾ ڪتي جي ڀونڪڻ ٻڌي چيائين "لبيڪ، لبيڪ" مريد پڇا ڪئي ته ڪهڙي ماجرا آهي؟ جواب ڏنائين ته "ڪتي جو زور سان ڀونڪڻ الله تعاليٰ جي قهر ۽ قدرت جي علامت آهي، پر ڪتو وچ ۾ ڪونه ڏٺم، تنهن ڪري چيم، لبيڪ."

تصوف ۽ صوفي جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو ته "تصوف" اهو آهي، جو ڳالهه ڪن قلبي ۽ حق سان ڳالهي ڪجي."

"جيڪو شخص شاهدي کان سواءِ "الله" سڏائي، اهو ڪذاب آهي."

"علم" حاصل ٿيڻ وقت "وجود" جي معرفت کان جهل آهي. پڇيائونس ته "ڇاهو ڏٺائو" جواب ڏنائين ته "عارف" ۽ "معروف" اهو ئي آهي.

"جيستائين توهان "خدا" ۽ "بندو" چوندا، تيستائين "شرڪ" ۾ آهيو، پر "عارف" ۽ "معروف" هڪڙو ئي آهي." (۱)

(۲) حضرت بايزيد بسطامي "رح" (۲۰۱ھ) هڪ بزرگ حضرت ابو علي سنڌي جو شاگرد هو، جنهن وٽان سلوڪ جو سبق ورتائين. تصوف ۽ صوفي جي وصف بيان ڪندي فرمائي ٿو ته:

"ليڪن سان الله تعاليٰ جي ذڪر ڪرڻ لاءِ وات کي صفا ڪندو رهيس ته منهن مڪاني ادبي ٿيو، جيستائين ڪو اڳيو اهو خيال ڪري ٿو ته مخلوق ۾ ڪاڻس ٻيو ڪو ظاهر وڏيڪ بزرگ آهي ته اهو متڪبر

---

(۱) تذڪره لطفي جلد ۲ ص ۲۰۸ - ماهوار نئين زندگي آگسٽ ۱۹۵۶ع ص ۵۵.

ڪيو ويندو." حضرت بسطامي پنهنجي بي التفاتي ۽ بهادري جو آواز بلند ڪندي فرمايو تہ "ليس في جبتي سوي الله" (يعني "منهنجي جبي ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي") "سبحاني ما اعظم شاني" (يعني "پاڪائي ڄاڻائي مون کي ۽ ڪيڏو نہ آهي شان منهنجو") "لا الہ الا انا فاعبدون" (يعني "ڪوبہ ناهي الله ڪوئي سواءِ منهنجي، تنهنڪري منهنجي عبادت ڪريو ۽ مون کي سڃاڻو.") (١)

(٤) حضرت ابو علي سنڌي: هيءُ بزرگ حضرت بايزيد بسطامي جو تصوف جي تعليم جو استاد هو. سندس تصنيفات ۾ تصوف جهڙي موضوع تي ٻہ ڪتاب آهن (٢)

(٥) حضرت حسين بن منصور حلاج "رح" (٣٠٩هہ) هن بزرگ جو اصل نالو "حسين بن منصور حلاج" هو مگر دنيا ۾ "منصور" جي نالي سان مشهور ٿيو. هيءُ عمر بن عثمان جو مريد هو. صوفين جي ڪجهہ حوالن گهڻو ظاهر ڪندو رهيو، جنهن ڪري بغداد مان ڪيس نيڪالي ڏني ويئي. ڪجهہ عرصي گذرڻ کان پوءِ جڏهن بغداد ۾ موٽي آيو، تہ جڏهن "انا الحق" جو نعرو بلند ڪيائين. ان وقت هن جي خلاف ڪيس عراق آهن ۾ بعض اختيار ڪري سندس قتل جي فتوا جاري ڪئي.

حضرت علامہ جلال الدين سيوطي پنهنجي عربي تاريخ خلفا ۾ لکيو آهي تہ "سال ٣٠١هہ ۾ حسين ابن منصور حلاج ان تي ڦاهي بغداد ۾ آيو، جنهن "انا الحق" جو نعرو هڻي بغداد ۾ ڪرڙهي ڏنو هو

(١) رسالو سچل سرمست: عثمان علي انصاري (مقدمه) مطبوع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ١٩٥٨ع- تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢٠٨

(٢) نئين زندگي ماهہ آگسٽ ١٩٨٠ع ص ٥٦- تحفة الڪرام ص ٢١٥ ۽ حوالہ تذڪرہ مشاهير سنڌ ص ١٢-٢٢، مطبوع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ١٩٥٨ع.

دانق ملندا هئا، جنهن تي سندس گذران هوندو هو. (١)

(٨) حضرت ابو نصر سراج طوسي نيشاپوري: (٣٧٨هه) هڪ وڏو اسرار صوفي بزرگ هو، هن تصوف جي موضوع تي ڪتاب "اللمع" عربي زبان ۾ تحرير ڪيو. تصوف ۽ صوفي جي تشريح ڪندي لکيو آهي ته "وڏائي ۽ تڪبر کان پاسو ڪرڻ، اعليٰ خواه ادنيٰ سان پيار ۽ نوڙت سان ملڻ، تونگري کي ترڪ ڪري مسڪيني کي اختيار ڪرڻ، فنا کان بقا کي پسند ڪرڻ صوفي جون خصلتون آهن." (٢)

(٩) حضرت علي بن عثمان هجويري (داتا گنج بخش لاهوري) (٤٦٥هه) هڪ بزرگ تصوف جي موضوع تي چار ڪتاب "ڪشف المحجوب" "ڪشف الاسرار" "منهاج الدين" ۽ "البيان لاهل العيان" قابل ذڪر آهن، هي هڪ اڪابر صوفي بزرگ هو. ڪشف المحجوب ۾ تصوف ۽ صوفي جي تشريح ۾ فرمائي ٿو ته "صوفي اهو آهي جنهن جي دل صفا هجي، ڪدورت ۽ گندگي کان پاڪ هجي، ۽ ڪل ماسوا ۽ حق سان باقي هجي." (٣)

(١٠) امام ابوالقاسم قشيري (٤٦٥هه) هڪ بزرگ تصوف جو اڪابر عالم ۽ صوفي بزرگ هو. سندس قول آهي ته "سچو صوفي اهو آهي، جو شريعت جي تعظيم ڪري، قرآن، حديث ۽ سنت جي پيروي ڪري، حرام ۽ غفلت کان پاسو ڪري هميشه الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندو رهي، دنيا جي انسان جي صحبت کي زهر قاتل سمجهي." (٤)

(١١) حضرت احمد بن سنڌي: (٥٠٩هه) هڪ عظيم صوفي، زاهد ۽ ابدال هو. حضرت علامه حافظ ابو سعيد السمعاني پنهنجي ڪتاب "ڪتاب الانساب" جي صفحه ٣١٨ تي بيان ڪيو آهي هڪ بزرگ

---

(١) طبقات الشافعية الڪبريٰ، علامه سبڪي

(٢) تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢١٥

(٣) تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢١٠ (٤) ايضاً ص ٢١٨

حافظ ابونعيم اصفهاني جو امداد هو، هن پنهنجي ڪتاب ”حلية الاولياء“ (عربي) ۾ ۱۰ روايتون نقل ڪيون آهن جيڪي اصحابن ۽ تابعين کان مروي آهن ته حضرت علي المرتضيٰ ”رضه“ کان روايت آهي ته اسلام جو مدار چئن شين تي آهي (۱) صبر (۲) يقين (۳) جهاد (۴) عدل. (۱)

(۱۰) حضرت محمود شبستري، هي به اڪابر صوفي بزرگ ”وحدت الوجود“ جي نظريه جو وڏو مبلغ هو. حضرت منصور حلاج جي ”نعره انا الحق“ جي تائيد ۾ فرمائي ٿو:

روا باشد ”انا الله“ از درختي
چرا نه بود روا ”انا الحق“ از نيڪ بختي

يعني (جيڪڏهن ڪنهن ڪو ورڻ يا وڻ الله الله ڪري ته اهو روا آهي ته جيڪڏهن ڪو نيڪ بخت انسان ”انا الحق“ چوي ته اهو چوڻ روا آهي“) (۲)

(۱۲) حضرت امام غزالي (ابو حامد محمد حجة الاسلام) (۴۵۰هه - ۵۰۵هه) اڪابر صوفي بزرگ هو. جنهن تصوف کي علمي حيثيت سان روشناس ڪرايو. هن مسلم معاشره جي مفلوج ذهن جي آبياري ڪري سچائي نئون روح ڦوڪيو. تصوف کي خالص اسلامي رنگ سان دنيا جي مسلمانن اڳيان پيش ڪري عظيم ڪارنامو انجام ڏنائين. تصوف جي موضوع تي ”احياء العلوم“ ”منهاج العابدين الي الجنة“ قابل ذڪر آهن. احياء العلوم ۾ سندس بيان آهي ته ”تصوف ٽن شين جو مرڪب آهي. ۱- علم ۲- عمل. شريعت ۾ ”علم“ کان پوءِ

---

(۱) حلية الاولياء جلد ۱ ص ۱۰؛ حافظ ابو نعيم اصفهاني (تذڪره بزرگان ايران (فارسي) ص ۲۰۸، صفوة الصفوه علامه ابن جوزي.

(۲) نئين زندگي آگسٽ ۱۹۵۰ع ص ۵۵

"عمل پيدا ٿئي ٿو ۽ تصوف ۾ "عمل" کان پوءِ علم پيدا ٿئي ٿو." سالڪ لاءِ ڪي هدايتون ۽ ڏنيون آهن. "سڪر ۽ صحو" "شطح" "فنا ۽ بقا" "محو ۽ اثبات" "مڪاشفه" وغيره... جهڙا صوفي لاءِ لفظ وصفون ۽ صفتون آهن. (١)

(١٤) سيدنا حضرت عبدالقادر جيلاني "رح" (٤٧١هـ - ٥٦١هـ) تصوف جو عظيم ۽ اڪابر صوفي بزرگ ۽ عالم هو. سندس تصنيفات ۾ "فتوح الغيب" تصوف جي موضوع تي جامع ڪتاب آهي. تصوف ۽ صوفي جي وصف تي سندس ڪيترائي اقوال ۽ رايا موجود آهن.

"الله تعاليٰ سان صدق ۽ ان جي ٻانهن سان سٺي اخلاق سان پيش اچڻ "تصوف" آهي."

صوفي لفظ جي معنيٰ بيان ڪندي فرمائي ٿو ته "صوفي لفظ "مصافات" جو مشتق آهي، جنهن جي معنيٰ آهي قلب جي صفائي، يعني جنهن کي الله تعاليٰ صاف دل عنايت ڪئي هجي."

"صوفي اهو آهي، جنهن جي دل تقويٰ جي آڌار ۽ انهن جي برائن کان صاف هجي ۽ الله تعاليٰ جي نيڪ رستي تي هلڻ لاءِ هجي."

"سچو صوفي اهو آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي حڪمن جي تعميل ڪري ۽ سنت نبوي جي پيروي ڪري."

"خدا تعاليٰ جي توحيد جو اقرار ڪري ۽ رضا الاهي تي راضي رهي." (٢)

---

(١) قوت القلوب باب ١٠ ص ١٩٩ - لطف الله خان "ارمغان" سرهندي مطبوع ١٩٩١ع

(٢) غنية الطالبين، سيد عبدالقادر جيلاني (اردو ترجمه شمس بريلوي ص ٧٣٩)

"بدعت کان پاسو ڪري ۽ اطاعت کان پاسو نه وجهي"

"خدا جي خوف ۽ فرمانبرداري کي اختيار ڪري"

"ظاهري شريعت جي پيروي ڪري"

"پنهنجي نفسي خواهشن کان محفوظ رهي"

"سخا جي صفت پيدا ڪري هميشه عطا جو هٿ کشادو رکي"

"هميشه خوش خلقي سان رهي، ايذاءَ ڏيڻ کان پاسو ڪري ۽ خلق جو آزار برداشت ڪري."

"هميشه درويشن جي ادب ۾ رهي"

تصوف جو بنياد اٺن خصلتن تي آهي.

١- حضرت ابراهيم عليه السلام جي "سخا" تي ٢- حضرت اسحاق عليه السلام جي "رضا" تي.

٣- حضرت ايوب عليه السلام جي "صبر" تي ٤- حضرت زڪريا عليه السلام جي "مناجات" تي.

٥- حضرت يحيٰ عليه السلام جي "غربت" تي ٦- حضرت موسيٰ عليه السلام جي "پشمي لباس" تي.

٧- حضرت عيسيٰ عليه السلام جي "سياحت" تي ٨- حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي "فقر" تي. (١)

سچي صوفي جي سڃاڻپ جون ڇهه نشانيون آهن.

١- توڪل ٢- حسن اخلاق ٣- شڪر ٤- صبر ٥- رضا ٦- صدق.

١- توڪل: سيدنا عبدالقادر جيلاني "رح" توڪل جا ٽي درجا ڄاڻا آهن. (١) توڪل: يعني سمورا ڪم الله تعاليٰ جي حوالي

(١) غنية الطالبين: (اردو ترجمو شمس بريلوي) ص ٤١

ڪري، پڇي لفظ ٻڌائي تسليم ڪئي وڃي ته تڪليف ۽ جيڪو ڪجهه لڳل آهي ان ۾ ڪابه تبديلي اچي نٿي سگهي. ڇاڪاڻ ته ان جي دل ۾ سڪون اچي وڃي ٿو.

(٣) تسليم، توڪل جو پهريون درجو آهي (٤) توڪل جو ٻيو ۽ آخري مرحلو "تفويض" آهي.

حضرت جنيد بغداديؒ جو ارشاد آهي ته: "پنهنجي تدبير کي خدا تعاليٰ جي راهه ۾ فنا ڪريو ۽ الله تعاليٰ اوهان جو مددگار آهي"

٢- **حسن اخلاق**: حضرت امي ان عائشه رضه کان روايت آهي ته هن نبي ڪريم صه جن کان پڇا ڪئي ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم "ڪهڙي مومن جو ايمان افضل آهي؟" نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "جنهن شخص جو اخلاق سڀني کان سٺو آهي"

حضرت ذوالنون مصري "رح" جو ارشاد آهي ته "سڀني کان الڳوهلڪ حالت انهيءَ جي آهي، جيڪو بداخلاق آهي."

حضرت حسن بصري "رح" جو قول آهي ته "جسم جي صحت ۽ تندرستي ظاهري نعمت آهي ته باطني نعمت اخلاق جي پاڪائي آهي"
"وثيابك فطهر" (پنهنجن ڪپڙن کي پاڪ رکو) جي تفسير بيان ڪندي فرمائي ٿو ته "پنهنجن اخلاقن کي پاڪ ۽ صاف رکو."

حضرت لقمان عليه السلام پنهنجي پٽ کي وصيت ڪندي فرمايو ته "ٽن قسمن جا ماڻهو ٽن موقعن تي پرکيا وڃن ٿا. (١) حليم ۽ بردبار ماڻهو "غضب" جي وقت. (٢) بهادر ماڻهو "جنگ" جي وقت (٣) دوست، "حاجت" ۽ "ضرورت" جي وقت.

اڪابر صوفياءَ ڪرام جو قول آهي ته "حسن اخلاق اهو آهي جو، تنهنجي ڪري مخلوق جو ظلم ٿيندو رهي ته تون ان کي برداشت ڪر ۽ انهن جو حق تنگدستيءَ کان سواءِ ادا ڪندو رهه."

٣- صبر: حضرت جنيد بغدادي "رح" جو ارشاد آهي ته "دنيا کان آخرت جي طرف وڃڻ مومن لاءِ آسان آهي، پر خدا جي راهه ۾ مخلوق کي ڇڏڻ ڏکيو آهي، "نفس" کي ڇڏي الله تعالى جي طرف رجوع ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ "صبر" اهڙو مشڪل آهي." اهڙي طرح ڪوڙي شيءِ منهن گهنجائڻ کان سواءِ هڪ هڪ ڍڪ ڪري پيئڻ "صبر" آهي.

حضرت علي المرتضيٰ رضه جو قول آهي ته "صبر ايمان سان اهڙي طرح ڳنڍيل آهي، جيئن سر بدن سان ڳنڍيل آهي."

حضرت ذوالنون مصري جو ارشاد آهي ته "الله تعالى جي نافرمانيءَ کان دور رهڻ، مصيبت جي غم جو ڍڪ ڍڪ پيئڻ ۽ روزگار جي تنگيءَ جي باوجود بي نيازيءَ جو اظهار ڪرڻ جو نالو صبر آهي." (١)

٤- شڪر: حضرت ابوبڪر وراق جو ارشاد آهي ته "الله تعالى جي حقن جي حفاظت رکڻ ۽ احسان الاهي جو مشاهدو ڪرڻ شڪر جي نعمت آهي."

٥- رضا: حضرت ابن عباس رضه کان روايت آهي ته حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "انهيءَ شخص ايمان جو مزو چکي ورتو، جيڪو اهڙي رب جي ربوبيت کان راضي ٿيو." طريقت جي عالمن جو چوڻ آهي ته "رضا" حال آهي، ڪن بزرگن "مقام" تسليم ڪيو آهي. عراق جي بزرگن هن کي "حال" قبول ڪيو آهي پر خراسان جي بزرگن هن حالت کي هڪ "مقام" قبول ڪيو آهي، جيڪو توڪل جي آخري حد تائين پهچي ٿو.

صاحب رضا اهوئي شخص آهي، جيڪو خدا تعالى جي تقدير تي ڪوبه اعتراض نه ڪري."

---

(١) غنية الطالبين- ص ٦٥٦

٩ ـ صدق: حضرت جنيد بغداديءَ "رح" جو ارشاد آهي تہ "صادق ڏينهن ۾ چاليهہ دفعا بدلجي ٿو ۽ هر دفعي سچ ڳالهائي ٿو مگر رياڪار چاليهن سالن تائين ساڳي حالت (رياڪاري) ۾ رهي ٿو."

حضرت ذوالنون مصري "رح" جو قول آهي تہ "صداقت ۽ سچائي خدا تعاليٰ جي تلوار آهي، جنهن سان وار ڪيو وڃي ٿو ۽ اها رسي ڪي ۾ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي ٿي."

حضرت ابوسعيد قريشي "رح" جو ارشاد آهي تہ "صادق موت لاءِ تيار رهي ٿو ۽ پنهنجي اندر وارين حالتن جي ظاهر ٿيڻ کان ڪنهن ۾ ڪو جهجڪي." (١)

(١٥) حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي "رح" (٥٣٩هه-٦٣٢هه) هي بزرگ حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جو مريد هيو ۽ تصوف جو امام ٿي گذريو آهي. پاڻ سهروردي طريقي جو باني هو. هن پنهنجي ڪتاب "عوارف المعارف" ۾ صوفي جي تشريح ڪندي فرمايو آهي تہ "سچو صوفي اهو آهي، جيڪو سنت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي پيروي ڪري، پنهنجي قلب کي صاف رکي، نفس جي خواهشن کان پنهنجي سردار جي پناهہ وٺي ٿو." (٢)

(١٦) حضرت خواجہ فريدالدين محمد عطار طوسي نيشاپوري (٥٢٥هه-٦٠٠هه) تصوف جو عظيم شارح ۽ وحدت الوجود جي نظريہ جو وڏو مبلغ هو. حضرت خواجہ منصور حلاج جي فڪر وتخيل جو ترجمان هو. سندس تصنيفات ۾ ڪيترائي ڪتاب موجود آهن جن سان "منطق طير" تصوف جي موضوع تي وڏي اهميت رکي ٿو. تصوف ۽ صوفي جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو تہ.

---

(١) غنية الطالبين (اردو ترجمہ شمس بريلوي ص ٥٤٦)

(٢) غوث اعظم ص ٩٢ امان الله خان "ارمان" سرحدي مطبوع ١٩٥١ع ـ تحفة الڪرام جلد ٣ ص ٢٩٠

"خاڪساري ۽ نماڻائي صوفي جون نشانيون آهن"

تصوف جي معنيٰ ۽ مقصد کي بيان ڪندي لکي ٿو ته.

تو از دريـــا جدائي و عجب بين
ز تـو يک لحظه اين دريـــا جدا نيست.

خيال ڪج مکن اينجا و بشناس
که هر که در خدا گم شد خدا نيست.

(يعني حيرت جون اکيون کول ۽ ڏس! ته تون وحدت جي درياهه کان پاڻ کي جدا نه سمجهه حالانڪ نه هيءُ درياءُ تو کان هڪ پل به جدا نه آهي. (اي سالڪ) تون انهيءَ (انحراف) مقام تي اهڙا خيال نه ڪر ۽ حقيقت کي سڃاڻ، ته هر هڪ شيءِ ۾ الله تعاليٰ جو جلوو موجود آهي ۽ خدا تعاليٰ انهن کان جدا نه آهي.)

ٻئي هنڌ هن خيال کي هن ريت بيان ڪري ٿو ته.

"قم باذني وقم باذن الله — هر دو يک نغمه آمد از لب يار"
"هر که از وي نزد انا الحق سر — او بود از جماعت ڪفار."

يعني ("قم باذني ۽ قم باذن الله" ٻئي محبوب جي واتان نڪتا آهن، جنهن "انا الحق" جو نعرو نه هنيو، سو ڪافرن جي جماعت مان آهي.)

حضرت خواجه عطار حلول ۽ تناسخ جي نظريي جي تائيد ۾ تبليغي ڪردار ادا ڪيو، منصور حلاج جهڙي بزرگ‌ءَ ۾ نهايت ٻهادري ۽ بي باڪي جو ثبوت ڏنو. (١)

(١٥) حضرت محي الدين ابن عربي (٦٣٨هه) هتيءَ مشهور صوفي "وحدت الوجود" جي نظريي جو قائل ۽ وڏو مبلغ هو. هيءُ اعتدال

---

(١) ماهوار نئين زندگي مئي ١٩٥٦ع — سچل سرمست ايڊيشن جولاءِ ١٩٨٢ع ص ٦ — مطبوعه محڪمه اطلاعات نشريات ڪراچي.

پهند صوفي هو، هيءَ تصوف جي علمبردار بزرگن حضرت خواجه منصور حلاج ۽ حضرت خواجه فريدالدين محمد عطار وانگر بي باڪ نه هو، هن اڪثر ڪري اشارن ۽ رمزن ۾ ڳالهايو آهي، تنهن هوندي به هن تصوف جي علمي تحريڪ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي جنهن ڪري کيس "شيخ اڪبر" جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي. سندس تصنيفات ۾ "فصوص الحڪم" تصوف جي موضوع تي اعليٰ درجي جو ڪتاب موجود آهي، هن جو ارشاد آهي ته:-

"فيحمدني واحمده ويعبدني واعبده"

يعني (اهو مون کي ساراهي ٿو ۽ آءٌ ان کي ساراهيان ٿو، هو مون کي پوڄي (سڃاڻي) ٿو ۽ آءٌ ان کي پوڄيان (سڃاڻان ٿو) (١)

(١٨) حضرت شيخ عبدالرحمان سلمي (٤١٢هه) هيءَ بزرگ حضرت امام ابونصر سراج طوسي نيشاپوري جو شاگرد هو، سندس تصنيفات مان "طبقات" جو ڪتاب تصوف جي موضوع تي وڏي اهميت رکي ٿو، تصوف ۽ صوفي جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو ته "زهد، توڪل، فقر، رياضت، عبادت ۽ قناعت، اختيار ڪرڻ صوفي جون علامتون آهن، وڏائي ۽ تڪبر انسان کان ڪالهه، وڏي خواهه ننڍي، اعليٰ خواهه ادنيٰ سان نهٺائي ۽ محبت سان هلڻ، تونگري کي ترڪ ڪري مسڪيني اختيار ڪرڻ، هنا ڳالهه بيڪسي پهند ڪرڻ صوفي جون خصلتون آهن." (٢)

(١٩) حضرت شيخ ابو سعيد ابوالخير، هيءَ بزرگ حضرت امام قشيري جو شاگرد هو، هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته "مان حضرت

---

(١) رسالو سچل سرمست "رح" عثمان علي انصاري مطبوع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد (مقدمه) ١٩٥٨ع

(٢) مهراڻ زندگي آگسٽ ١٩٨٠ع ص ٤٧- تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢٠٨

کي اوني ڪپڙي سان ڍڪي .)

تصوف جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو ته:

"هيچ راهـــي از تصوف بيش نيست
چار حرف اندر تصوف بيش نيست
تـــوبـــه وصفات، صـــدق افتقار
آخـــرش تسليم وتـــرک ـ اختيار
تا تـــو در بند خـــودي، مشکل رهي
جان فدا کن تـــا بدين منزل رســـي" (ڪنزالرموز)

يعني (تصوف کان وڌيڪ ٻيو ڪو به رستو ڪونهي، تصوف ۾ چئن حرفن کان زياده ڪجهه به نه آهي.

توبه، سچائي، نماڻائي، ۽ رضا يعني رضا الاهي تـــي راضي رهڻ ۽ خواهش کي ترڪ ڪرڻ. جيستائين تون خودي ۽ وڏائي جي هٿ ۾ آهين، تيستائين تـــون انهيءَ واٽ کي نه پهچندين. جنهن راه ۾ سر ڏيندين ته منزل تي پهچندين.) (١)

(٢٣) حضرت خواجه نظام الدين اولياءُ (٧٢٥هه) چشتي سلسلي جو صوفي بزرگ هو. سندس تصنيفات مان ڪتاب "فوائد الفواد" تصوف جي موضوع تي موجود آهي، تصوف جي وصف بيان ڪندي فرمائي ٿو ته

"تصوف فقط وجد ۽ حال جو نالو نه آهي بر ظاهر ۽ باطن جي سينگارڻ جو نالو آهي." (٢)

---

(١) ڪنزالرموز ـ حضرت غوث بهاءُالدين زڪريا ملتاني ـ تذڪره ملتاني جلد ٢ ص ٢٠٤ ۽ ٢٠٥

(٢) غنية الطالبين ـ سيد عبدالقادر جيلاني (اردو ترجمو شمس بريلوي ص ٩٢٦)

جو ذڪر عوام جي اڳيان ڪندھن بہ نہ ڪندو ھو، منصور حلاج جي متعلق چوندو ھو تہ ”منصور حلاج ڪم ظرف ھو، جو ھن اسرار جي ڳالھہ ڇڏي ڏني، ورنہ صوفين جي حلقي ۾ ڪيئي اھڙا ۽ شخص آھن، جيڪي حقيقت جا سمنڊ پي ويٺا آھن، تڏھن بہ خاموش رھن ٿا ۽ ڪوبہ جسوڻ ڇڏيو ظاھر ٿا ڪن. (سڪينة الاولياء ص ٩٩)

ھيءُ بزرگ سچي رات ھڪڙي دم ۾ گذاري ڇڏيندو ھو. (سڪينة الاولياء ص ٢٢-٢٣) تصوف ۽ صوفي جي شرح ڪندي فرمائي ٿو تہ: ”سلوڪ جو پھريون مرتبو ”شريعت“ جي واٽ آھي، ان جي برڪت سان سالڪ جي دل جي آئيني ۾ ”طريقت“ جو مرتبو ظاھر ٿئي ٿو، جڏھن طريقت جي منزل مستحڪم ٿئي ٿي تہ ان جي دل تان بشريت جو حجاب ھٽايو وڃي ٿو ۽ ”حقيقت“ ظاھر ٿئي ٿي، حقيقت جي معني (جنھن جو تعلق روح سان آھي) ان ڳالھ جي ظاھر ٿئي ٿي يعني ”ظلمات وجود کي مٽائي ۽ دل کي الله تعاليٰ ڪالمستولي علي العرش ڪان خالي ڪرڻ جو بيو نالو آھي ”قرب“ يعني ”عينيت“ جي درجي تائين پھچڻ ڪان اڳ ان تائين پھچ نہ ڪئي“.

انسان جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو تہ ”انسان ٽن شين جو نالو آھي، ”نفس“ ”دل“ ۽ ”روح“ انھن جو سڌارو ۽ اصلاح بہ ٽن شين سان ٿئي ٿو، ”نفس“ جو اصلاح ”شريعت“ سان، ”دل“ جو اصلاح ”طريقت“ سان ۽ ”روح“ جو اصلاح حقيقت جي حفاظت ڪرڻ سان ٿئي ٿو. (سڪينة الاولياء ص ٨٣) (١)

(٥٨) حضرت شاہ عبدالڪريم بلڙي وارو (١٠٣٢ھ) ھيءُ مقتدر صوفي بزرگ ھو، پر ”وجودي“ نظريہ جو قائل ھو. سندس ڪلام ”وحدت الوجود“ جي فڪر و تخيل سان پرور آھي، جيئن ھڪ ھنڌ

---

(١) سڪينة الاولياء (فارسي) دارا شڪوہ، تذڪرہ مشاھير سنڌ ص ٢٨-٣٤

صوفي بزرگ هو. تصوف ۽ صوفي جي مفهوم کي ظاهر ڪندي فرمائي ٿو ته-

"صورت معنيٰ وچ ۾، ڪوڙهي وچ ڪمال،
"هو" نه جلي "هن" رتيءَ "هي" مور نه موجود،
ڪٿي جو "هو" ڪوڙهي، ڪٿي عرض آه،
حقيقت هيڪڙائي، پسر لائق متو ٿيا ڪو" (١)

(٣٢) حضرت شاهه عنايت شهيد صوفي القادري (١١٣٠هه) هڪ بزرگ جهوڪ (ميران پور) جو رهاڪو هو، حضرت سيد عبدالملڪ شاهه جيلاني قادري (١١١١هه) حيدرآباد دکن (بيجاپور) واري جو مريد هو. هو اڪابر صوفي بزرگ "وحدت الوجود" جو مبلغ هو، ڪيس عاشقن جو امام چيو ويندو آهي. "انا الحق" جي نعري ۾ منصور حلاج وانگر سر ڏنائين، شهادت وقت فرمايائين ته:

"سر در قدمه يار فدا شد چه بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چه بجا شد"

(٣٣) علامه مخدوم محمد معين ٺٽوي (١١٦١هه) ٺٽي جي جيد عالمن مان استادالعلماءُ هو. سلوڪ جي رنگ ۾ "وحدت الوجود" جو قائل ۽ مبلغ هو. حضرت شاهه ولي الله محدث دهلوي جو شاگرد هو، شاهه ولي الله محدث دهلوي سندس علمي استعداد تي خراج تحسين ڏيندي فرمايو ته "لقد ركبت عشقا" (يعني بيشڪ تون عشق تي سوار آهين) هي ۽ حضرت ابن عربي جو شيدائي هو ۽ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جو گهاٽو دوست هو. صوفين جي ڪشف کي شرعي حجت وانگر هڪ شرعي دليل سمجهندو هو. تصوف جي موضوع تي سندس تصنيفات مان "انوارالمجد" "الطوائف للتصوف" "وحدت الوجود والموجود" وغيره قابل ذڪر آهن.

---

(١) نئين زندگي آگسٽ ١٩٨٠ع ص ١٣٤

"که گفت هاتف وقتی درس اینما امروز
که مشکل سجده پیش هو جبین ما شده بود
بزوم میکده را ز ازل عیان دیدیم
که چشم ساقی ما دور بین ما شده بود
بسر شهور عشق ز شوق بسربط و طنبور
سجود کوی خرابات دین ما شده بود"

(٢٣) حضرت سچل سرمست رح [١١٥٢ھ – ١٢٤٢ھ] هڪ اڪابر صوفي بزرگ درازا شريف جو رهندڙ هو. "وحدت الوجود" جي نظريه جو قائل ۽ مبلغ هو. هي بي ٻلڪ ۽ بهادر صوفي هو، جنهن حضرت منصور حلاج ۽ حضرت خواجه عطار جي روحاني مريدي ۽ بيعت قبول ڪري پنهنجي سر مستيءَ ۽ صوفين جي آڏو، جون گهڻيون ظاهر ڪندڙ رهيو. هو هفت زبان شاعر هو. سندس ڪلام وجداني ڪيف وحال جو سر چشمو آهي. هن "اناالحق" جي نعره کي سنڌ ساڻ پيش ڪري وحدت الوجود جي نظريه جي تبليغ ڪئي.

"پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهه سچل
الله الله چئو چوين، پاڻ ٿيئي الله چئي
تون ٿي هنڌل، تون ٿي ڪنڌر شاهد آ قرآن
ساڻي شڪ گمان "سچو" سائين هيڪڙو"

هي هڪ حق ۽ اثبات جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته:

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن اي ذات سڃاڻان،
منصوريءَ جيئي موج ۾، تو اناالحق الايان،
اعلي اعظم شان جي، نوبت لنهن وڄائان،
ظاهر پيا اٿن هيڪڙو، آئا ٿئا ڪن هلايان،
"سچو" سارو سچ ٿيو، ڪثرت ڪين هلايان"

حضرت سچل سرمست تصوف جي موضوع تي ڪيترائي ڪتاب

# تصوف جي علمي تحريڪ

## تصوف جو پس منظر

تاريخي اعتبار سان هيءَ حقيقت ظاهر ٿئي ٿي ته سنڌ ۾ تصوف جي شروعات اسلامي دور جي ابتدائي زماني کان ٿي آهي. عالمن جي راءِ آهي ته ايران وٽ تصوف مسلمانن جي اچڻ کان گهڻو اڳ اصحابن سڳورن جي زماني کان پهتو آهي. جيئن ته هندستان ۾ عربن جي آمد حضرت عمر فاروق رضه جي زماني کان شروع ٿي آهي، جيڪي بعد ڏانهن سنڌ جي رهڻ وارن جي سڀڪي ايندا رهيا. انهيءَ دور سن ٩٣هه ڪلهو رهي ٿو.

عربن جي سنگ وصحبت جي اثر سان سنڌ جا ڪيترا ئي سنڌي خاندان، عرب ملڪن ڏانهن هليا ويا، جن اسلام قبول ڪري ديني خدمات سر انجام ڏنيون، انهيءَ بعد ڪيترن هم اهي ولايت ۾ سنڌي اولاد علمي استعداد سان وقت جا امام سڏجن ۾ آيا انهن وارن عوارين عرب عالمن علم ۽ فيض حاصل ڪيو، انهن مان پهريون مثال امام اوزاعي رحه جو آهي، جنهن جي ولادت سن ٨٨هه ۾ دمشق جي گرد و نواح ۾ هڪ ڳوٺ "ديهه اوزاعي" ۾ ٿي هئي. شيخ الاسلام عبدالرحمان جنهن والد جو نالو عمرو ۽ سنڌي ڏاڏي جو نالو محمد ابو محمد الاوزاعي هو، جنهن سنڌ مان هجرت ڪري دمشق ۾ سڪونت اختيار ڪئي، هن بزرگ ١٥٦هه ۾ وفات ڪئي.

حضرت امام عبدالرحمان اوزاعي جي شاگردن مان حضرت امام مالڪ (٩٣هه-١٧٩هه) حضرت سفيان ثوري (١٦٠هه) حضرت يحيٰ بن سعد قطان (١٩٨هه) وغيره. قابل ذڪر آهن. هي بزرگ حضرت امام اعظم جو همعصر هو. (١)

---

(١) ريحانة الادب جلد ١ ص ١٢٩ بحواله دائره معارف اسلاميه جلد ٣ ص ٥٢٥

کي "علم احسان" جي نالي سان سڏيو ويندو هو (١) جنهن ۾ خالص قرآن مجيد ۽ حديث جي علم جي روشنيءَ ۾ "توحيد" ۽ "رسالت" تي اوڏي پوري پابندي سان عمل ڪيو ويندو هو. مذڪوره بن صدين جو زمانو جن ۾ ٣٠هه تائين خلافت راشده، سن ١٣٢هه تائين بنو اميه جو دور ۽ سن ١٣٢هه کان ٢١٨هه، (٨١٣ع–٨٣٣ع) تائين خليفي مامون عباسي تائين هليو. هن دور ۾ پهريون بزرگ "ابو هاشم" هو، جنهن جي نالي پٺيان "الصوفي" جو لفظ لڳايو ويو. هي بزرگ ١٥٠هه ۾ وفات ڪيائين. (٢)

"علم احسان" جي هن پهرين گروهه ۾ جيڪي مشهور عالم ۽ صوفياءِ ڪرام موجود هئا انهن جا مختصر: ابوهاشم "الصوفي" (١٥٠هه) حضرت امام حسن بصري (٢١هه–١١٠هه) ابو حازم الشعبي (١٠٥هه) حضرت سفيان ثوري (١٦١هه) حضرت ابراهيم ادهم (١٦٢هه) حضرت امام عبدالرحمان اوزاعي (١٥٦هه) حضرت ابو بشر صالح السعدي مدني (١٥٠هه) حضرت دائود طائي (١٦٥هه) حضرت نعمان بن ثابت (٨٠هه–١٥٠هه) حضرت امام ابوحنيفه، حضرت امام مالڪ (٩٣هه–١٧٩هه) حضرت فضيل بن عياض (١٨٧هه) حضرت سفيان بن عيينه (١٩٨هه) حضرت يحيٰ بن سعد القطان (١٩٨هه) ۽ حضرت شيخ معروف ڪرخي (٢٠٠هه) جا نالا قابل ذڪر آهن.

علم احسان (تصوف) جا هي پهريان علمبردار هئا، جن تبع قرآن ۽ حديث جي پيروي تي عمل ڪيو. دنيا جي مادي زندگيءَ جي خواهشن کي ترڪ ڪري نفس ڪشي جو مظاهرو ڪيو ۽ پنهنجي نفس کي سڌارڻ لاءِ رياضت ڪئي. انهن کان پوءِ زياده فقيهن کي دولت کان، اخلاص، کي ترجيح ڏني علم اسلام کي تقويت

---

(١) تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢٠٥

(٢) ايضاً ص ٢٥٦

عقيدن کان الڳ ڪري خالص ”اسلامي تصوف“ جهڙي حيثيت قائم رکي ڇڏي.

هن زماني ۾ سنڌ ۾ اڪابر صوفي بزرگ، محدث، فقيه، مفسر ۽ جيد عالم هجرت ڪري ايندا رهيا. انهيءَ زماني ۾ ٻکر، سيوهڻ، اُچ ۽ ملتان ۾ وڏا علمي مرڪز هئا، ته ساڳي وقت هندستان ۾ احمد آباد، برهانپور، رام پور، دکن، اجمير ۽ دهلي وغيره اسلامي علوم جا مشهور مرڪز ٿيا ويندا هئا.

تاريخي تحقيقات مان معلوم ٿئي ٿو ته مسلمانن جي اچڻ واري ابتدائي زماني کان ڪيترائي مسلمان صوفياءِ ڪرام هتي رهندا آيا آهن ۽ سنڌ ۾ خاندان غلام سلطانن جي عهد حڪومت تائين موجود هئا. ٻئي طرف بغداد جي عباسي خليفن جي پوئين زماني ۾ خليفي المسترشد بالله ٥١٢هه (١١١٨ع) کان آخري خليفي مستعصم بالله (٦٥٦هه - ١٢٥٨ع) تائين ڇهين صدي جي اوائل کان ستين صدي جي اختتام جي زماني ۾ صوفياءِ ڪرام جو هڪ وڏو گروهه نظر اچي ٿو. هن گروهه جو علمبردار حضرت خواجه فريدالدين محمد عطار طوسي نيشاپوري (٥١٣هه - ٦٢٧هه) هو (١) تصوف جو اڪابر صوفي بزرگ هو. سندس تصنيفات ۾ اسرار نامه، الاهي نامه، هيبت نامه، جواهرالذات، وصيت نامه، مختيار نامه، منطق الطير، بلبل نامه، حيدر نامه، پند نامه، اشتر نامه، تذڪره ارباب العلوم، غزلن ۽ رباعيات جو ديوان (جنهن ۾ هڪ لک کان وڌيڪ اشعار آهن) خواجه عطار جي سنڌ ۾ تنهن وقت معاصرن تصوف جي نڪتن کي دل کولي بيان ڪيو آهي. انهن مان شيخ نجم الدين ڪبري (٥٤٠هه - ٦١٨هه) (٢) هڪ بزرگ حضرت خواجه

---

[١] ماهوار نئين زندگي مئي ١٩٥٦ع

[٢] محڪمه اطلاعات ونشريات سنڌ ڪراچي، (سچل سرمست ايڊيشن، جولاءِ ١٩٨٢ع ص ٦)

فريد عطار جو وڏو همعصر ۽ صحبتي هـــو، جنهن حضرت عطار کي سلوڪ جو سبق ڏنو هو. هي بزرگ سيد عبدالقادر جيلاني جي ڀاڻيجي سيد قطب الدين مدني جو مرشد هو. (١)

حضرت شيخ شهاب الدين عمر سهروردي (٥٣٩هه – ٦٣٢هه) اڪابر صوفي بزرگ هو. هن حضرت ابو محمد بن عبدالله بصري ۽ حضرت ابو مومن مغربي کان خلافت جو خرقو حاصل ڪيو (٢) تصوف جي موضوع تي ڪتاب ”عوارف المعارف“ تصنيفات ۾ قابل ذڪر آهي. سنڌس مرتبو شيخ الشيوخ هو ۽ هو سهروردي طريقي جو باني هو. (٣) حافظ ابو سعيد عبدالڪريم بن محمد بن منصور السمعاني (٥٠٦هه – ٥٦٢هه) اڪابر صوفي بزرگ هـــو. سنڌس تصنيفات ۾ چهل حديث، ۽ ڪتاب الانساب مشهور آهن. ”ڪتاب الانساب“ سن ١٩١٢ع ۾ گبت ميموريل سيريز طرفان ”عڪسي“ ڇاپو شايع ٿيو آهي. جنهن ۾ ڪيترن صدي هجري تائين جي عالمن، محدثن، فقيهن، صوفين ۽ باڪمال شخصيتن جـو ذڪر موجود آهــي. (٤) حضرت ابوالحسن مخلص بن عبدالله الهندي الصوفي (٤٢٦هه) (٥) امام الفرج عبدالرحمان المعروف به ابن جوزي (٥٠٨هه – ٥٩٧هه) (٦) حضرت عثمان هيري (٧) حضرت امام فخرالدين ابوبڪر محمد بن عمر رازي

---

(١) مختصر الملفوظات والشروات سنڌ ڪراچي، (سچل سرمست ايڊيشن، جولاءِ ١٩٨٦ع ص ٩)

(٢) غوث اعظم ص ٩٢ احسان الله عباسي ”ارمغان“ سرحدي مطبوع ١٩٤١ع

(٣) تحفة الڪرام جلد ٣ ص ٥٩٠

(٤) غوث اعظم ص ١٦٠

(٥) روئداد، اداره معارف اسلامي لاهور ص ١٤٨-١٤٩

(٦) غوث اعظم ص ١٩٢ مطبوع ١٩٤١ع

(٧) تذڪره لطفي جلد ٢ ص ٢٠٩

جي تائيد ۽ تبليغ ۾ تصوف جي علمي تحريڪ کي وڌيڪ زماني جي معاصرن خواه متاخرين لاءِ علمي راه هموار ڪئي، مثلاً مدرسي مان فارغ التحصيل صوفياءِ ڪرام تصوف جهڙي اصولن ۽ نڪتن کي وضاحت سان پيش ڪري "وحدت الوجود" جي "نظريه" جي مستقل پيڙهي ڪئي.

اِن سمجهڻ جو قوي دليل موجود آهي ته حضرت خواجه منصور حلاج جي شهادت (٣٠٩هه) کان پوءِ سندس روح حضرت امام ابو نصر سراج طوسي نيشاپوري جي جسم ۾ حلول ڪري چڪو هو ۽ ان صدين گذرڻ کان پوءِ سندس مقدس روح حضرت خواجه فريدالدين محمد عطار طوسي نيشاپوري (٥٤٠-٦٢٧هه) جهڙي جسم مبارڪ ۾ حلول ٿيا واسو ڪري چڪو هو.

تصوف جي علمي حمايت ۾ خواجه عطار رح جو هيءُ "چوڻون وجودي مدرسو" هو جنهن فلسفي جي پيروي ۾ متاخرين جهڙي راه روي جو سبب بڻيو، هن بزرگ منصور حلاج جهڙي پيروي ۾ اهميت بي باڪي ۽ بهادري جو ثبوت ڏنو آهي.

حضرت خواجه عطار سن (٦٢٧هه) ۾ رحلت ڪئي، هيءُ دور ستين صدي هجري جي پهرين چوٿائي جو هو، هن صديءَ ۾ تصوف ۾ اسلامي خصوصيتون داخل اندازي ٿينديون ويون، يعني تصوف کي عبادت ۽ رياضت جو ترڪيو بڻايو ويو، زهد، تقويٰ ۽ پرهيزگاري جهڙي اصولن تي سختيءَ سان عمل ڪيو ويو. ستين صدي هجري جي اختتام تائين صوفياءِ ڪرام جو هڪ وڏو گروه نظر اچي ٿو، هن گروه جو محرڪ اڳواڻ حضرت محي الدين ابن عربي (شيخ اڪبر) هو، (٥٦٠-٦٣٨هه) هيءُ بزرگ حضرت خواجه فريد عطار جي نظريه جو قائل هو، سندس تصنيفات ۾ "فصوص الحڪم" تصوف جي موضوع تي مستند حيثيت رکي ٿو، هيءُ بزرگ خواجه فريد عطار کان ٻارهن سال وڏو فوت ٿيو، خواجه عطار جي پيروي ۾ سندس ڪتاب "فصوص الحڪم" ڪسي

"لب الالباب" سندس مشهور تصنيف آهي. ۽ حضرت شاهه شمس الدين "شمس" تبريزي" ۽ حضرت سيد بدرالدين بڪري (٥٩٠هه) ۽ حضرت شيخ موسيٰ لعداني؛ هي ٻه صوفي بزرگ حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتاني جا همعصر هوا ۽ حضرت قاضي فخرالدين ڪرماني ۽ وغيره... قابل ذڪر آهن.

ستين صدي هجري جي اختتام تائين تصوف کي عبادت ۽ رياضت جو ذريعو بنايو ويو، جنهن ۾ زهد، تقويٰ ۽ پرهيزگاري جا عمل سڀئي هئا. نفس ڪشي جو درس ڏنو ويو، صوفياءِ ڪرام علمي تجربي جي ذريعي انقلابي ڪردار ادا ڪيو. انهن انقلابي ڪوشش ۾ حضرت احمد تقي الدين ابن تيميه جو نالو سرفهرست آهي، جنهن چنگيزي دور تائين پنهنجي بهادري ۽ بي باڪي جو ثبوت ڏنو، هن اڪابر صوفي بزرگ تصوف ۽ اسلام جي دائره عمل جي وضاحت ڪئي ۽ تصوف کي خالص اسلامي حيثيت ڏني. قرآن، حديث ۽ صحابه ڪرام جي قولن جي بنياد تي تصنيفات ۽ تاليفات کي سطر عام تي آڻي سڄي معاشره جي اصلاح ۽ عظيم ڪارنامه انجام ڏنا هن بزرگ مادي زندگي جي عيش عشرت جي خلاف روحاني برتري جي تعليم ڏني. هن فقر واري زندگيءَ کي حقيقي زندگي جو درجو ڏنو. هن زماني ۾ حضرت خواجه عطار کان پوءِ "وحدت الوجود" جي نظريه تي حضرت محي الدين ابن عربي (٦٣٨هه) جو روشن ڪردار نظر اچي ٿو، هي ٻه

(٨) جنت السنڌ ص ٦٦١

(٩) "حالات خواجه معين الدين چشتي" سيد محمد معصوم قادري نوري ڪتاب خانه لاهور ١٩٦٣ع

(١٠) تذڪره مشاهير سنڌ، مولانا دين محمد وفائي ص ٢٨ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٤ع

(١١) تذڪره مشاهير سنڌ ص ٢٨

(١٢) تاريخ فرشته جلد نولڪشور

محمد معين ٺٽوي (١١٦١هه) هڪ ٻيو بزرگ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي
جو استاد هو، مياں ابوالقاسم نقشبندي کان تصوف ۾ بيعت ورتائين،
تصوف ۽ ٻين علمن جي تحصيل لاءِ حضرت شاه ولي الله محدث
دهلوي جو شاگرد ٿيو.

علامه صاحب حضرت ابن عربي جي عقيدي جو پيروڪار هو،
علامه صاحب ٩ ڪتابن جو مصنف هو، تصوف جي موضوع تي ٣
ڪتاب، فلسفه جي موضوع تي ٣ ڪتاب، منطق جي موضوع تي ٤
ڪتاب ۽ ٻين موضوعن تي ٣ ڪتاب آهن. هڪ ٻيو بزرگ حضرت شاه
عبداللطيف ڀٽائي رح جو همعصر ۽ گهاٽو دوست هو. ١- حضرت سيد
نجم الدين عرف زنگ رضوي بکري (١١٦٠هه) هڪ ٻيو بزرگ مخدوم
محمد معين ٺٽوي رح جو شاگرد ۽ مرشد پڻ هو. ٢- مخدوم
روح الله بکري (١١٦٠هه) ٣- حضرت شاه محمد فاخر الهه آبادي
(١١٦٤هه) ٤- حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح (١١٦٥هه) پنهنجي
دور جو اڪابر صوفي بزرگ، تارڪ، عارف ڪامل بزرگ هو،
وحدت الوجود جي نظريه جو علمبردار هو، ٻارهين صدي جي پوئين
اڌ وارن صوفي بزرگن جو محرڪ اڳوان ثابت ڪيو وڃي ٿو، پنهنجي
دور جو بهادر ۽ بي باڪ صوفي بزرگ هو، پنهنجي معاصرن عالم
متقدمين لاءِ مڪتب، انهن جو ڪامل استاد هو. ٥- مخدوم ابوالحسن
ٺٽوي (١١٦٥هه) ٦- سيد مير جان الله شاه رضوي (١١٨٠هه) هڪ
بزرگ روهڙي شريف جو رهاڪو هو، حضرت شاه عنايت الله شهيد

---

[١] تذڪره مشاهير سنڌ ص ١٥٨
[٢] تحفة الڪرام ص ٢٩٦
[٣] جنت السنڌ ص ٨٥
[٤] ايضاً ص ٥٦٦
[٥] ايضاً ص ٥٩٥
[٦] تذڪره مشاهير سنڌ ص ١٦٣

مجذوب خدا رسيده عارف ڪامل عورت حضرت بيبي رابع بصري جي توجهه سان عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿيو. انهيءَ حال ۾ حضرت عبدالله گيلاني قادري کيس "وحدت الوجود" جو سبق پڙهايو ۽ کيس معرفت الاهي سان روشناس ڪرايو. (١)

ٻارهين صدي هجري جي پهرين چوٿائي ۾ وحدت الوجود جهڙي تعليم، تربيت ۽ تبليغ ۾ معرڪه اڳواڻ حضرت شاه عنايت الله شهيد صوفي (١١٣٠هه) ميرانپوري هو. جنهن پنهنجي وجودي گروه جهڙي صوفياءِ ڪرام جي رهنمائي ۽ اڳواڻي ۾ منصور حلاج وانگر پنهنجي سر جي قرباني پيش ڪئي. ٻارهين صدي جي پوئين اڌ ۾ وحدت الوجود جي حلقه جي اڳواڻي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح ڪئي، جنهن سلوڪ جي واٽ کي راه روي جو ذريعو بنايو. حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح صوفي مسلڪ جو عظيم شارح هو، جنهن فرسودي اتحاد ۽ ملڪي آزادي جي بقاءَ لاءِ انساني برابري، اتحاد ۽ همدردي، امن ۽ سلامتي، ايثار ۽ قرباني جهڙو آواز بلند ڪيو. صوفي مسلڪ امن ۽ سلامتي جي قدرن ۾ مالامال آهي، حق ۽ سچ جي دعوي ۾ هر دور جي صوفياءِ ڪرام پنهنجو آواز بلند ڪيو آهي. هن دور ۾ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح ظلم ۽ تشدد، استحصال ۽ حق تلفي جي خلاف جهاد جي هدايت ڪئي. حضرت شاه صاحب وجودي مڪتب . فڪر جو رهنما هو، جنهن ڪل صوفي بزرگن سان هن بزرگ استقامت ۽ بهادري سان "وحدت الوجود" جي نظريه جي تبليغ ڪئي.

ٻارهين صدي جهڙي دور ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي رح وحدت الشهود جو نظريه پيش ڪيو هو. هن نظريه تي ڪن ٿورن صوفي بزرگن جو اعتقاد نظر اچي ٿو. اڪثر صوفي وحدت الوجود جي نظريه جا قائل هئا، جنهن ڪري شهودي نظريه جي ڪا اهميت ڪونه رهي. هن دور ۾ شهودي صوفياءِ ڪرام

---

[١] ديوان درازي ص ٥ - قاضي علي اڪبر درازي مطبوعه ١٩٠٥ع.

مسان، حضرت شاه فقيرالله علوي رح شڪارپوري (١١٩٥هه) ١- حاجي فقرالدين شڪارپوري (١٤٠١هه) ٥- مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (١١٧٤هه) ٣- حضرت شيخ محمد حيات سنڌي (١١٦٣هه) ۽ ٻيا وغيره... صوفياءِ ڪرام موجود هئا، جن وحدت الوجود جي رد ۾ پنهنجون تحريرون ۽ رايا پيش ڪيا.

هن دور ۾ تصوف جهڙي علمي تحريڪ ۾ "وحدت الوجود" ۽ "وحدت الشهود" جي نظريي سان تعلق رکندڙ صوفياءِ ڪرام تصوف جي موضوع تي تصنيفات ۽ تاليفات ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. "تصوف" عبادت ۽ رياضت سان گڏ علمي تحريڪ جو ذريعو بڻجي ويو، جنهن ۾ وقت جي اڪابر صوفي بزرگن پنهنجي پنهنجي فهم ۽ فراست سان تشريحون ۽ تحريرون پيش ڪيون.

تاريخي لحاظ سان هي دور ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي ٿو، پهريون حصو ٤٠٠هه–١٢٦٢هه مطابق ١٠٠٩ع کان ١٨٤٣ع تائين ميرن ٽالپرن جي حڪومت سان تعلق رکي ٿو، ٻيو حصو ١٢٦٢هه (١٨٤٣ع) کان ١٣٠٠هه (١٨٨٢ع) تائين انگريزي حڪومت سان واسطو رکي ٿو. ٻنهي صدين هجري ۾ "تصوف جهڙي علمي تحريڪ" ٻارهين صدي هجري جي صوفياءِ ڪرام جهڙي نقش قدم جو پورو پورو ساٿ ڏنو.

---

[١] پي ايڇ ڊي ٿيسز (قلمي) مير خدانواز علوي شڪارپوري ۽ سنڌي ڪلاسڪ از: ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو.

[٢] مقالو "شڪارپور جا شاعر ۽ سنڌي مترجم" از ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو مطبوع ماهوار پيغام ڪراچي ١١ اپريل ١٩٨٣ع

[٣] جنت السنڌ ص ٥٦٥

[٤] جنت السنڌ ص ٥٦٩

(٦٩٢ا‌ه) ١- غلام نبي آغا صوفي (١٣٣٨ه) ٢- حضرت مولانا عبيدالله سنڌي (١٣٦٣ه) ٣- شيخ الهند حضرت مولانا محمود الحسن رح ديوبند ٤- حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي ٥- حضرت مولانا احمد علي لاهوري رح ٦- فقير غلام علي مسرور بدوي شڪارپوري (١٣٤٢ه) ٧- سردار محمد بخش "ڪوجهي" (١٣٤٩ه) ٨- حضرت سيد انور علي شاه "انور" بخاري جهانپوري ٩- سيد عبدالعزيز شاه عرف جيئل شاه فتح پور (ناري وارو) ١٠-

(١) تذڪره درازي ص ٨٢ قاضي علي اڪبر درازي مطبوع ١٩٨٠ع
(٢) هاءِ اسڪول شڪارپور سوونير ١٩٤٣ع ص ٥٨
(٣) الفين زندگي آگسٽ ١٩٨٠ع ص ٢٥٥
(٤) الفين زندگي آگسٽ ١٩٨٠ع ص ١٥٠
(٥) رسالہ خدام الدين اپريل ١٩٤٦ع
(٦) رسالہ خدام الدين اپريل ١٩٥٠ع
(٧) هاءِ اسڪول شڪارپور سوونير ١٩٤٣ع ص ٥٨
(٨) هاءِ اسڪول شڪارپور سوونير ١٩٤٣ع ص ٩٨
(٩) هيءُ بزرگ اُچ شريف جي بزرگ مخدوم جهانيان جهان گشت بن سيد احمد ڪبير بن سيد جلال سرخ بخاري رح جي خاندان سان تعلق رکي ٿو، بخاري سادات جي هيءُ شاخ ڳوٺ جهانپور تعلقي گهوٽڪي ۾ مقيم آهي، سيد انور شاه حال ۾ فقال جو بزرگ هو.
(١٠) هيءُ بزرگ حضرت سيد زڪيل شاه صوفي القادري جو صالح فرزند هو، جنهن ڪي جهوڪ (ميران پور) جي درگاه تان حضرت شاه فضل الله قلندر جهوڪ (ميران پور) جو ابطن سيل هو، (هن راقم الحروف (ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو) به هن بزرگ جي زيارت ڪئي آهي، جنهن آءٌ سال ١٩٦٥ع ۾ تعلقہ اوڊ محمد تي اسڪول جي مان اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس جي عهدي تي هيس، انهيءَ زماني ۾ درگاه فيضل فقير تي ساليانو عرس جي موقعي تي سائين جيئل شاه پنهنجي جماعت سان تشريف فرمائي هئي، ان وقت زيارت جو شرف حاصل ٿيو.

حضرت سخي قبول محمد (ٽيون) فاروقي درازي (١٣٤١هه) ١- حضرت خواجه عبدالحق (ٻيو) فاروقي درازي (١٣٩٨هه) ٢- حضرت سخي قبول محمد (چوٿون) فاروقي درازي ٣- حضرت شاهه عبدالستار ٽالپر جهوڪ (ميران پور) (١٣٨١هه) ٤- حضرت شاهه محمد وارث جهوڪ (١٣٩٠هه) ٥- حضرت شاهه غوث محمد جهوڪ ٦- حضرت مخدوم زاده علي اڪبر شاهه جهوڪ ٧- شاهه عطاالله جهوڪ ٨- حضرت قاضي علي اڪبر درازي (١٩٨٠ع) ٩- حافظ اسلربخش سومرو (١٣٨٨هه) سيد ولايت شاهه انڙ وارو وغيره..... صوفياءِ ڪرام قابل ذڪر آهن. انهن سان گڏ هندو صوفي فقيرن مان صوفي گوبند رام

---

[١] ڏوٿهه درازي ص ١٥٥
[٢] ڏوٿهه درازي ص ١٥٥
[٣] ڏوٿهه درازي ص ١٤٤
[٤] نئين زندگي ڊسمبر ١٩٨٠ع ص ٤١
[٥] ايضاً ص ٤١
[٦] ايضاً ص ٤١
[٧] ايضاً ص ٤١
[٨] ايضاً ص ٤١
[٩] قاضي علي اڪبر درازي روهڙي شريف جو رهواسي هو. حضرت سچل سرمست رح جي گاديءَ سان حضرت سخي قبول محمد دوم جي طريقت جو مريد هو. پڪو عالم، اديب ۽ شاعر هئو. سچل سرمست رح جي ڪلام تي ۽ سندس فلسفي تي گهڻو ڪم ڪري چڪو آهي. سندس تصنيفات ۾ ٤٨ ڪتاب موجود آهن جن مان ٣ ڪتاب سچل سرمست رح جي "ديوان آشڪار" جو اردو ترجمو ٻن جلدن ۾ سنڌ اوقاف کاتي طرفان شايع ٿيو آهي ۽ "ديوان آشڪار" جو سنڌي ترجمو به سنڌ اوقاف کاتي وارن طرفان شايع ٿي رهيو آهي. مذڪور بهاي ڪتاب مرحوم قاضي علي اڪبر درازي مرتب ڪيا هئا.

گنگوهي (١٩٠٨ع)، پنڊت ڪنور رام (١٩٣٩ع)، لاڪچند امر ڏنو مل ڄيٺمل (١٩٥٤ع) وغيره ... قابل ذڪر آهن.

هر دور جي صوفياءِ ڪرام اخوت، ڀائيچاري، محبت، اتحاد ۽ انساني همدردي ۽ خدمت خلق جهڙي تعليم ۽ تربيت ڏني آهي. انهن صوفي بزرگن صوفي سلسلي جي اصولن ۽ عقيدي جهڙي پوري پوري طرح پيش ڪئي آهي ۽ انهن زهد، تقويٰ ۽ پرهيزگاري جو درس ڏنو آهي. جنهن قومي برادريءَ ۾ اخلاص، همدردي ۽ اتحاد پيدا ڪرڻ جو اصلاحي، اخلاقي ۽ مذهبي سبق آهي. جنهن تي موجوده پندرهين صدي هجري يعني اڄ ١٩٨٠ع تائين عمل جاري آهي.

★

# ادب جو اجمالي پس منظر

هن ڌرتيءَ تي رهندڙ انسان ڪائنات جي مصوري-مخلوق ۾ باشعور تخليق آهي، جنهن پنهنجي خدا داد لياقت ۽ قابليت سان پنهنجي ڏک ۽ سک جي جذبن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان ظاهر ڪري ٿو، اها صلاحيت ۽ ذهانت فقط انسان ۾ ئي آهي، جيڪو پنهنجي دل جي تاثرات کي هڪ خاص مقصد جي بنياد انفرادي ڪيفيت سان ڪاڙهي اجتماعي اثرن ۾ سگهي ٿو، اهو دل جو مقصد زبان جي آلاپ سان دنيا جي ڪنهن ڪنڊ تائين پهچائي ٿو.

جڏهن دنيا جا انسان ان جي ڏک خواه سک جي لفظن کي ڪنهن ورتائڻ جملن ۾ پڙهن ٿا، تڏهن ان جي جذبن ۽ احساس تي همدردي جو خراج ڏين ٿا اهي الفاظ ڪنهن "تڪ بندي" يا موزون جملن جي قالب ۾ بند هوندا آهن، جنهن کي عام زبان ۾ "شاعري" چيو وڃي ٿو.

دنيا جي هر قوم ۽ هر ملڪ ۾ اهڙا عظيم شاعر پيدا ٿيا آهن، جن حقيقت نگاري ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري قومي خراج حاصل ڪيو آهي، قوميت، حب الوطني، عشق ۽ محبت جي جذبن ۽ امنگن جو اپڻ ۽ اسرڻ، وڌڻ ۽ ويجهڻ هڪ فطرتي امر آهي، جيڪو انسان جي فطرت ۾ هڪ عنصر جي صورت ۾ هميشه زنده رهي ٿو.

هيءَ به هڪ فطرتي لازمو آهي، جو هر هڪ انسان پنهنجي امنگن، ڪيفيتن ۽ جذبن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان بيان ڪري ٿو، جيڪو ڪنهن به تقليد کان پاڪ ۽ صاف هوندو آهي. اها پوئين ۽ زبان ان جي قومي ۽ شخصي زبان آهي، جنهن ۾ هو پنهنجي تاثرات کي بنا اٽڪ بيان ڪري ٿو، جنهن کي اسان "آزاد شاعري" جهڙي نالي سان سڏيون ٿا.

عبدالرئوف ڀٽي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، مولوي محمد زمان لنواري، روحل فقير ۽ مراد فقير وغيره... قابل ذڪر آهن.

هن دور جي شاعرن قومي شاعريءَ مان ڪٿ زندگيءَ جي وطني ڪيفيت، فلسفيات، رومانوي داستانن کي قلمبند ڪيو، سنڌ جي ڪلام مان واقع نگاري ۽ فطرت نگاري جهڙيون خوبيون ظاهر ٿينديون رهيون. بيت جي داخلي توڙي خارجي ڪردار کي وسعت ڏني وئي، جنهن مان عشق ومحبت، سوز ۽ فراق، هجر ۽ وصال جي ڪيفيتن کي دل کولي بيان ڪيو ويو. قومي آزادي ۽ جهاد جهڙي تبليغ ۽ اصلاحي ۽ انساني وحدت جو سبق ڏنو ويو ته ٻئي طرف تصوف جي بارڪ نڪتن جي وضاحت ڪئي وئي. بيت جي مضمون ۽ نج سنڌي ٻولي جا اصطلاح ۽ محاورا استعمال ڪيا ويا آهن.

هن دور جي نئين صنف "وائي" آهي جنهن جو موجد اڪيلو حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي آهي. "وائي" لفظ، سنسڪرت زبان جي "وارتا" لفظ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "سخن" (ڳالهه) هيءَ صنف شاعري، "هندي وائي" جي شڪل تي ورجائي وئي.

مولود – هن دور ۾ "مولود" جي صنف جنم ورتو. هن صنف جو موجد مخدوم عبدالرئوف ڀٽي هو، جنهن فارسي عروج جهڙي اصولن ۽ وزن تي "مولود" چيا آهن. هن صنف شاعريءَ ۾ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ولادت، تعظيم، تڪريم، ذات با صفات جي مدح، خوبين ۽ خصلتن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي.

غزل – هيءَ صنف شاعري عرب جي سرزمين جي پيداوار آهي، جتان ايران ۾ پهتي. ايراني شاعرن سڀ کان پهرين مقدم ڪيو. ايران جي مشهور عالم غزل جي وصف بيان ڪندي لکيو آهي ته

"غزل در اصل، لغت حديث، زنان وصفت، عشق جانان است"

ايراني ادب جي تاريخ مان هن حقيقت جو انڪشاف ٿئي ٿو ته

هن وقت تائين "تصوف" علمي تجربي جي نسبت سان مقلديءَ تي مبني هو. انهن صوفياءِ ڪرام پنهنجي ڪلام ۾ "تصوف" جي حقيقت کي ڪشاده دليءَ سان بيان ڪيو آهي تہ ٻئي طرف اخلاقي شاعريءَ ۽ رومانوي داستانن کي ترجيح ڏنو ۽ خشڪ شاعريءَ جي پهلوءَ تي بہ طبع آزمائي ڪئي ويئي. هن دور ۾ سنڌي ۾ فارسي شاعري روايت پرستيءَ سان هڪ نئين ڍنگ ترقي ڪندي آئي. بيت گو شاعرن ۾ حافظ تيوڻي، سامي صاحب، خليفو گل، ڪريم الله "ڪرم" شڪارپوري، محمد ظريف "ضعيف" روحل فقير، مراد فقير، الله بخش "بيدل" پير علي گوهر شاهه "اصغر" راشدي، حمل فقير، وغيره... قابل ذڪر آهن.

"وحدت جي وجود آهي جاڳيو تن جو ڪولاڏو،
سي ڪنهن کي ڪڙ مجود، جي "مراد" ڏان مڪو ٿيا"

هن دور ۾ "ڪافي" جي صنف ادب جي ميدان تي نمودار ٿي، جنهن کي فن موسيقي ۾ وڏي اهميت حاصل آهي.

ڪافي:- ڪافي هڪ راڳ جو نالو آهي، جيڪا "بيت، ويساڪ" ۽ "بيت" جي ميلاپ ۾ ڳائي ويندي آهي. محققن جي راءِ آهي تہ عربي لفظ قافيہ (قافي) يا ڪلمه (ڪلام) مان ورتل لفظ "قافي" يا "ڪافي" (ڪلام) آهي.

ڪافي جي هيئت ۽ ساخت جو بنياد لغو سان آهي جيئن ٽڪڙن يا ٻن مصراعن وارو بيت آهي، جنهن جي آخر ۾ "قافيہ" لاڳاپيل ٿئي ٿو، ان جي پٺيان ڪي وڌيڪ هڪ مسلسل ۽ موزون نظم لکيو ويو، جنهن پٺيان هر هڪ بيت جي ٻي مصرع، پهرين بيت (مطلع) جي پهرين ۽ ٻي مصرع جي قافيہ سان هم قافيہ ٿئي ٿو.

ڪافي جي هيئت ۽ ساڳي قيد ليڪ بہ نہ ۽ اڳائي ٿي سان منظر عام تي آئي. هن دور جي ڪافي نواز شاعرن جهڙا علمبردار حضرت

سچل سرمست رح ۽ سيد مصري شاهه نصرپوري رح آهن، سندن حلقي جي شاعرن وٽان معاصرن سان قادر بخش "بيدل" روحل فقير، مراد فقير، ثابت علي شاهه، ڪرم الله "ڪرم" شڪارپوري وغيره قابل ذڪر آهن.

سنڌ جي حڪومت جو دور ١٨٤٣ع تائين ختم ٿيو ۽ سنڌ تي انگريزن جو تسلط قائم ٿيو. انگريزي دور ١٨٤٣ع کان ١٩٤٧ع تائين هڪ سئو چار سال ۽ پنج مهينا هليو. هن دور ۾ فارسي زبان جي جاءِ تي انگريزي بولي تعليمي ۽ دفتري بولي قائم ٿي، سنڌي ادب تي انگريزي بولي جو اثر پوندو رهيو.

## ادبي ماحول:-

انگريزن جي زماني ۾ سنڌي ادب جي ماحول تي وڏو اثر پيو. انگريزن جي ابتدائي دور ۾ سرڪاري ڪاروبار خواهه تعليمي زبان فارسي هئي. انگريزن سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ فارسي زبان کي ختم ڪري انگريزي زبان کي رائج ڪيو، جنهن ڪري فارسي ادب کي وڏو صدمو پهتو. هن دور جي شروعات ۾ اڪثر سنڌي شاعر هئا، انهن جي تعليمي زبان عربي ۽ فارسي هئي، جنهن ڪري کين فارسي ۽ سنڌي شاعري ۾ اعليٰ درجو حاصل هو.

هن مرحلي ۾ انگريزن سنڌي صورتخطي (الفابيٽ) مڪمل ڪرائي، ڇپائي جو انتظام ڪيو. اخبارون ۽ رسالا جاري ڪيا ويا، سنڌي ادب جي ترقي ۽ لاءِ تبليغي ڪردار ادا ڪندو رهيو، انهن مان سنڌ سڌار، معاون الاسلام، مجمع محمدي ۽ معين الاسلام قابل ذڪر آهن. مذڪور اخبارن ۽ رسالن جي اشاعت سان سنڌي ادب جي ترقي ۽ لاءِ ڪوششون جاري رهيون. رسالن جي هڪ اشاعت ۾ "مصرع طرح" ڏني ويندي هئي ۽ ان جي ڪارروائي ٻي اشاعت ۾ شايع ڪئي ويندي هئي.

انگريزن سنڌي زبان کي ڏيهي ٻولي (علائقائي زبان) جي حيثيت ۽ صوبائي تعليمي زبان جو درجو ڏنو، سنڌي شاعري جي واڌاري لاءِ

شمشاد‌سوري، سيد صاحبڏنو شاه بلاڙي وارو وغيره ... جهڙا نالا قابل ذڪر آهن.

سال ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان جي آزادي کان پوءِ شعر و شاعريءَ ۾ به انقلابي تبديليون رونما ٿيون، جاڪاڻ ته قومي ۽ ملڪي آزادي جي تڪين موڙ تي سنڌي شعر و شاعريءَ ۾ نوان لاڙا، نيون ترڪيبون استعمال ٿيڻ لڳيون، قومي شاعريءَ جو رجحان وڌي ويو. ڪيترن شاعرن قومي ۽ ملڪي آزاديءَ جي موضوع تي طبع آزمائي ڪئي. هن ڏس ۾ حضرت مولوي الهه بخش ”ابوجهو“ قومي شاعري جي موضوع تي ”مسدس“ لکيو، مولانا الهه بخش ”ابوجهو“ پهريون قومي شاعر هو، جنهن ”مولانا حالي“ جي پيرويءَ ۾ مسلمانن کي بيدار ڪيو.

هن دور جون ٻيون شخصيتون به قومي شاعريءَ سان گڏ اخلاقي، مذهبي، رومانوي، عشقي، رزميه، رجزيه ۽ صوفيانه شاعريءَ ۾ طبع آزمائي ڪندڙ رهيون. قومي ۽ ملڪي آزاديءَ سان گڏ فڪر و تخيل جي آزادي موجود هئي. هن دور جي شاعرن جي اسلوب بيان تي عربي ۽ فارسي زبان جو اثر موجود هو، جاڪاڻ ته سنڌي ادب ۾ اهي ئي عالم ۽ شاعر هئا، جن جي سموري تعليم ۽ تربيت عربي ۽ فارسي زبان ۾ هئي، تنهن هوندي به سنڌي محاوره، اصطلاح ۽ تشبيه ۾ سنڌي زبان ۽ سنڌي ماحول کي وسارڻو نه ويو. آزاديءَ جو پهريون دور ١٩٤٧ع کان ١٩٥٨ع تائين قديم فلسفه جي پيرويءَ ۾ تبليغي ڪردار جي حيثيت سان ترقي ڪندو رهيو. هن دور جي شاعرن جو گروهه ادب جي آسمان تي ستارن وانگر چمڪندا رهيا، انهن مان حاجي محمود ”خادم“ (١٨٩٥ع-١٩٦٠ع) جو نالو سر فهرست آهي، جنهن شمس‌العلماءِ علامه ڊاڪٽر دائود پوٽه جي صدارت هيٺ سال ١٩٤٦ع ۾ ”جمعية الشعراءِ سنڌ“ جو بنياد وڌو. هن علمي ۽ ادبي تنظيم ۾ سنڌ جا اديب ۽ شاعر برابر حصو وٺندا آيا. جن مان نوازعلي خان

سنڌي محاورہ ۽ ورجسيون استعمال ٿيل ٿيون، سنڌي شاعري جي قديم اصناف سخن سان گڏ ٻيون صنفون ورتيون ويون، جن مان مسدس، مخمس، مربع، قصائد، مثنوي، غزل، رباعي، قطع، مستزاد، ترجيع بند ۽ ترڪيب بند وغيره... قابل ذڪر آهن.

ٻئي طرف عـلم نظم شاعري جديد رنگ ۽ منظر عام تـي آئي، قديم اصناف جي طرز تـي جديد صنفون وجود ۾ آيون ۽ انهن جـو استعمال نئين رنگ ۾ پيش ٿيندو رهيو آهي، انهن مـان ڪافي، وائي، بيت، ڏوهيڙو، مولود، مناجات، "هنر ۽ سنگيت" ٽيھ اکريون، مرثيه، سلام، لولي، ڳچ، سورٺ، پنج، ٿوڻ، ٽيڙو، سهرو، گيت، منقبت جهانو ۽ ڪافي وغيره... آهن ۾ آيا، جنهن ڪري شعر ۾ جديد عروضي شاعري جون صنفون ترقي ڪنديون آيون ته ٻئي شعر ۾ لوڪ شاعري جون صنفون وڌنديون، ويجهنديون ۽ ترقي ڪنديون آيون.

شاعري قدرتي ڏات آهي، شاعر پنهنجي فڪر ۽ تخيل سان جذبن، امنگن ۽ احساسن جي ترجماني ڪري ٿـو، نفسياتي طور ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان مزاج ۽ طبيعت جي لاڙن کي منظر عام تي آڻي ٿو، هيءَ حقيقت آهي ته شاعر پنهنجن جذبن، احساسن ۽ لاڙن کـي جنهن فڪر سان بيان ڪري ٿو، اهو سندس پيغام آهي، جنهن سان عام ذهن جي ترجماني ٿئي ٿي، لهذا موضوع جدا جدا پهلوئن تـي مبني آهـن، انهن جـو مثال ائين ڏئي سگهجي ٿو ته شاعر قومـي ۽ ملڪي حب الوطني کي موضوع بڻائي ٿو ته ان سان واسطو رکندڙ محسوسات حقيقتون منظوم ڪري قومي همدردي، يڪجهتي، مساوات ۽ اخلاقي اتحاد جو جذبو جاڳائي ٿـو ته ڪنهن شاعر جي فڪر جـو مرڪز عشقيه شاعري آهـي ته سندس موضوع سان سوز، فراق، درد، هجر ۽ وصل جـون واردات بيان ڪري ٿو، شاعري عشق جـو روح آهي، ان ڪري جذبي سان آئي شاعري جي تعمير ٿئي ٿي ۽ زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي اجاگر ڪري ٿي.

انفرادي حيثيت رکي ٿي، ڪلام جو معيار قدماء جي صوفي بزرگن جي پيروي ۽ تبليغي ڪردار جي حيثيت رکي ٿو، فني لحاظ سان مثنوي ٻيت جي هيئت ۽ نئا جديد شاعري جي قالب ۽ سانچا آهن.

حضرت سچل سرمست "روح" جي فڪر و تخيل جهڙي پيروي ۽ واضع صاحب صوفيانه معيار کي جنهن انداز سان بيان ڪيو آهي، ان جو مثال وٺڻ لاءِ ڪافي صوفي بزرگن جي ڪلام ۽ فڪر و تخيل جي ترجماني آهي، جيئن هڪ هنڌ فرمائي ٿو:-

"هڪ سڄڻ وٽ ويهي، دل ۽ ساهه سان لائي،
"وفي انفسڪم افلا تبصرون" معلوم سان ٿئي،
"فذڪروا ڪثيرا" قير جيسو، الهي لاهه ويسو،
مرشد قرب ڪيو، جيسو معلوم لقا سان ٿي"

ڪافي:- سچل صاحب جي ڪلام ۾ "ڪافي" جهڙي صنف شاعري اعليٰ مقام رکي ٿي، موسيقي جهڙي لحاظ سان سندس ڪافي ۾ اهي سڀئي فني خصوصيتون موجود آهن، جيڪي گائڻ ۽ وڄائڻ ۽ سنگيت جي قالب ۽ سانچا آهن، ڪافي جي موضوع ۾ سالڪو تصوف جو عنصر موجود آهي، روح ۽ نفس جون واردات، انسان جي فطرت ۽ اصليت جو لکي، فنا ۽ بقا جون ڪيفيتون بيان ڪيون ويون آهن، جيئن هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

"آدم صورت الله، سر انهيءَ کي سمجهه سڀاڻا
"ونفخت فيه" روز ازل جي، آڪي ٿي آڳاهه...
سڀئي ملائڪن سجدو ڪيو، اتي صدق ويساهه...
"الانسان سري وانا سره" آهي قرآن گواهه...
"ونحن اقرب" وارو اشارو ڪر صحي دلاهه...
"وفي انفسڪم" قول رباني، آهي روشن سمجهه...

مثال:-

"چهرو گــل گلاب جهان، "لب" تن جــا لعل،
"اکيون" ڪنجلون ڪاريون، آهن عاشق لئي ڪال،
"ڏند" موتــي جــي مثل، خــاصا خط ۽ خـــال"

هن شعر ۾ "چهرو" يعني منهن يا رخ کي گلاب جي "گل" سان ۽ "لب" يعني چپ کي "لال" ڳاڙهي رنگ جي جواهر "لعل" سان "تشبيهه" ڏني وئي آهي، جنهن لطافت ۽ نزاڪت ۾ وڏي رونق رکي آهي.

ٻي مصرع ۾ "اک" کي ڪنجلي ۽ ڪاري جنس شعر ۾ ڪتبو ويو آهي، جيڪا سفيد رنگ واري انسان کي قدرت جي طرفان عطا ٿيل هجي، انهيءَ اک جي نزاڪت، عاشق جي قتل لاءِ گويا ڪافي آهي. انهن جي چنچل جي ادا، عاشق لاءِ "ڪال" ثابت ٿئي ٿي.

ٽين مصرع ۾ "ڏندن" کي "موتي" (هيرن) سان تشبيهه ڏني وئي آهي. "هيرو" هڪ سفيد موتي آهي، جنهن جي چمڪ لاثاني ۽ سهڻي وانگر چمڪندڙ هوندي آهي. "خط" ۽ "خال" جي حسن ۽ نزاڪت سان تشبيهه ڏني وئي آهي. فطرت جــي مختلف شين جي تشبيهه شعر ۾ حقيقي روح ۽ جاذبيت پيدا ڪري ٿي. اهڙا ڪيترائي مثال سندس ڪلام ۾ موجود آهن.

استعارو

مثال:- "تو سوا اونده اندارو، آهي سڀ لئي چوطرف
آءُ هاڻي مهتاب منور، اجالو ڪر ڏي"

هتي طرف ڪارا اونداهيءَ ۽ اونداهي جو منظر ڏسي شاعر پنهنجي دوست کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته اي "مهتاب منور" تنهن جي اچڻ سان روشني پکڙجي ويندي. هن شعر ۾ "مهتاب منور" "روشن چنڊ" استعاري طور ورتو ويو آهي. جنهن کي شاعر پنهنجي دوست ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جيڪو سندس اونداهيءَ کي روشن ڪري ٿو. قدرتي طور "ماهتاب" (چنڊ) روشني ڏيندو آهي، مجازي طور شاعر

مثال:- مير علينواز "علوي" شڪارپوري:-

تنهنجي حسن سچ حيران ڪيا، انسان هزارين سال رکيو،

١- تنهنجي شان برابر شاه نه ڪو، تنهنجي سوانهن ملڪوت سان نه ڪو،
تنهنجي خيال کان عالي سان نه ڪو، خواهان هزارين سال ته رکيو...

٢- قرآن سراسر شان تنهنجي، آهي واصف محمود رحمان تنهنجي،
ٻيو ڪيئن ڪري ڪو بيان تنهنجي، حيران هزارين سال ته رکيو...

٣- پنا ملي جن، ڪلام تنهنجا، ڪن مهسين سڪ سان سلام تنهنجا،
ٿيا حلقه بگوش غلام تنهنجا، سلطان هزارين سال ته رکيو...

٤- تنهنجا معراج ميڪائيل جهڙا، تنهنجي عاشق اسرافيل جهڙا،
تنهنجي در تي جبرائيل جهڙا، دربان هزارين سال ته رکيو...

٥- توکان وسان فدا ڪن شاه و گدا، رکيو نقشي پائڻ، وصول پتا،
ٿيا خادم تنهنجي خلق سدا، خاقان هزارين سال ته رکيو...

٦- ناهي "علوي" جهڙو "مفتون" تنهنجي، آهي عالم سڀ ممنون تنهنجي،
ٿيو حشر جڳ مرهون تنهنجي، قربان هزارين سال ته رکيو... (١)

لطف الله بدوي مرحوم (١٩٠٣ع-١٩٦٨ع)

مثال:-

"تنهنجي حسن جهان افروز مٿي، حيران هزارين سال ته رکيو،
تنهنجي نقش قدم تي سجده تڪرار، قربان هزارين سال ته رکيو،"

---

(١) مير علي نواز "علوي" شڪارپوري ولد مير فخرالدين بن مير حفاظ الله بن شاه نصرالله علوي رح ولادت ١٨٥٥ع مطابق ١٢٧٠هه وفات ١٩٠٢ع مطابق ١٣٢٠هه سنڌي، اردو، سرائڪي هندي ۽ فارسي جو قادرالڪلام شاعر هو، اديب، عالم ۽ محقق هو، فصيح اللسان مقرر، نقاد ۽ مبصر به هو، سياسي ڪارڪن، جاگيردار ۽ سخي انسان هو، وقت جو اعزازي جج به هو، شهر جو معتبر ۽ عظيم انسان هو. (ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو)

ٻهريون جلد "الف کان ميم" رديف تائين ٥٠٨ صفحن تي مشتمل آهي. ٻيو جلد "ميم کان ي" رديف تائين ٤٩٢ صفحن تي مشتمل آهي. مذڪوره ٻنهي جلدن جو مترجم قاضي علي اڪبر درازي آهي. ڊاڪٽر حاجي عبدالرحمان چيف ائڊمنسٽريٽر محڪمه اوقاف سنڌ حيدرآباد آهي. طباعت جو سال ڊسمبر ١٩٨٩ع ڄاڻايل آهي.

ٻنهي جلدن جي ٻهرين صفحي تي سنڌ جي سابق فوجي گورنر ايس. ايم. عباسي جو پيغام ۽ ٻئي صفحي تي سنڌ جي چيف سيڪريٽري ايم. مسعود زمان جو پيغام ۽ ٽين صفحي تي حاجي عبدالرحمان چيف ائڊمنسٽريٽر اوقاف سنڌ حيدرآباد طرفان پيش لفظ آهن. هي ٻئي جلد سال ١٩٨٩ع ۾ منظر عام تي آيا آهن. هن کان اڳ ۽ ڪتاب اردو زبان ۾، ١ ڪتاب سرائڪي ٻولي ۾، ٣ ڪتاب انگريزي زبان ۾ ۽ ٣٤ ڪتاب سنڌي زبان ۾ ۽ ڪل جملي ٥٣ ڪتاب حضرت سچل سرمست رح جي موضوع فلسفي، ڪلام ۽ شرح تي لکيل آهن. باقي ١٢ ڪتاب جدا جدا موضوعن تي تصنيف ٿيل آهن، جن مان "درد جو داستان" سنڌس عشق و محبت جي احوال مان ورتل آهي. هي ڪتاب ٻهريون دفعو سن ١٩٠٣ع ۾ حيدرآباد مان دي پرنٽنگ پريس مشتاقي "صوفي ڪلام" رسالو حيدرآباد" ڇپايو هو ۽ ٻيو دفعو سن ١٩٤٩ع ۾ هندو پريس سکر مان ڇپايو ويو آهي.

قاضي صاحب جي ذاتي شعر و شاعري جو مجموعو "ديوان غلام اڪبر" آهي. جنهن جو انتخاب "عشق عجب اسرار" نالي سان سيد لعل شاه ليڪچرار سنڌي شعبو گورنمينٽ اسلاميه ڪاليج سکر طرفان مرتب ڪيو ويو آهي. هي جلد "سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻه" طرفان حيدري پرنٽنگ پريس لجپت روڊ حيدرآباد مان نومبر ١٩٤٣ع ۾ ڇپايو ويو آهي. هي انتخاب ٩٠ صفحن تي مشتمل آهي.

# CERTIFICATE

This is to certify that Kazi Ali Muhammad S/o Khairuddin Bakhro, Chairman Co-operative Society Rohri, has been taking a keen interest in the affairs of the Society and rendering a valuable Service in the cause of Co-operation. The Society owes its origin to his exertions and is making a remarkable progress under him. He is capable and energetic man and has been sincerely trying to popularise the movement amongst the people. The undersigned is confident that the society will prove highly successful under him. He is an honest, assiduous and willing worker and deserves to be encouraged.

SUKKUR
14th February 1957

-Sd-
(*KARIM BAKHSH*)
Auditor
Co-operative Societies
Sukkur District.

# CERTIFICATE

Kazi Ali Muhammad S/o Khairuddin Bakhru, desires me to give him certificate of what I think of him.

He certainly belongs to an ancient and respectable family of Bakhru Kazies of Taluka Rohri, is an elected municipal councillor, member of Taluka Local Board, Collector's Darbari & Chairman Co-operative Societies that owes its present progress to his exertions.

He is the well known member of muslim community of Rohri Town, a useful & loyal Zamindar.

-Sd-
( *Sardar Muhammad* )
Deputy Collector,
ROHRI.

ROHRI
Dt: 18th Feb: 1926

Seal of Colonel
Sir Charles Neipier
Conqueror of Sind.

To,
The Honourable Kazi Hamid S/o
Kazi Khairuddin

As you have come to greet me thus you have increased your honour and dignity. The British Govt. have been pleased to bestow upon your claims over your jagirs etc. which you have enjoyed already before 18th instant of 1843 and no one will oppose you to enjoy the same.

-Sd-
*Sir Charles Neipier*

اهيءَ وقت جي معاشري ۽ موجوده عالمن جي ڪردار ۾ جيڪو فرق نظر اچي ٿو سو آهي صرف عمل جو. حضرت سچل سرمست ڪ هنڌ فرمايو آهي ته:

”مبادا دل آن فرومايه شاد
ڪه از بهر دنيا دهد دين بباد“

(آشڪار)

معنيٰ: ان ڪميڻي ماڻهوءَ جي دل خوش نه ٿي جيڪو دنيا لاءِ دين گنوائي ڇڏي ٿو.

حضرت علي عليه وسلام بابت هڪ روايت آهي ته ”پاڻ جڏهن پل صراط تان لنگهندو ته چادر جنهن ڍڪي ويندو ۽ فرمائيندو ته پنهنجي ڪچهري مون کي ته ڏنو سو ملان تنهنجي راهه ۾ ڏيئي ڇڏيو.“

روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪريءَ جو سلسلو هلندو رهيو. انگريزن جي دور حڪومت ۾ سن ١٩٣٢ع ۾ اسلاجو قاضي صاحب ڊسٽرڪٽ پراڻس ڪنٽرول انسپيڪٽر سکر مقرر ٿيو. هڪ ڏينهن هو سرڪاري ڪم سان شڪارپور وڃي رهيو هو. رڪ اسٽيشن جيڪا ان وقت جنڪشن هوندي هئي. اونهاري جا ڏينهن هئا. ڪنهن سخت اڃ لڳي. سو پاڻي پيئڻ لاءِ پهتي جي تلاش ڪري لڳو. ته سامهون اپ لائين تي سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ ٻه صوبيدار صاحب ويٺل هئا جن جي اڳيان بوتلن جو ڪوڙ ڪيل هو ۽ شراب جو دور هلي رهيو هو. هي صوبيدار صاحب سندس واقف هئا. هن کين سڏ ڪري صلاح ڪئي. مگر جڏهن ته قاضي صاحب نشي جي بالڪل خلاف هو تنهن ڪري هن انڪار ڪري صرف صوبيدار صاحبن کي اتر ڏنائين ته ”اوهان جي پگهار ٥٠ روپيا آهي منهنجي پگهار ١٢٠ روپيه آهي مون کي اها طاقت نه آهي جو بوتل خريد ڪري سگهان ۽ پاڻيءَ جي تلاش ۾ پهتيءَ پويان ڦري رهيو آهيان ۽ توهان وٽ ڪوڪا ڪليا پيا آهن.“ هو هن کي

آهي القلاءَ ڇڏي هليو ويو . مگر انساني فطرت موجب هن جي دل ۾ ڪجهه حسرت ۽ ملال پيدا ٿيو، ته ”مون کان گهٽ پگهار وارا به عيش ڪري رهيا آهن. ڪاش! مون کي رشوت وٺڻ جي بندش نه هجي ها ته آءٌ جيڪر هنن کان ٻيڻو عيش ڪري سگهان ها.“ ياد رکڻ گهرجي ته سائين سخي بادشاهه جن جا جيڪي به سرڪاري ملازم مريد هئا، انهن کي پاڻ رشوت وٺڻ کان منع ڪندا هئا.

ٿوري ئي هن خام خيال انهن جي ڪري، انهيءَ رات هن پنهنجي مرشد ملي جي خواب ۾ زيارت ڪئي ۽ ڏٺو ته ڪين هٿ مبارڪ ۾ پليٽ سڄي رومال سان ڍڪيل آهي ۽ انهن شرط هن کان دريافت ڪيائون، ته: ”چو ابا!! ٻڪ اڱي اٿو ڇا؟“ هن جواب ڏنو، ته ”ها سائين.“ ملان هڪدم رومال مٿي ڪئي، انهيءَ پليٽ منجهان هڪ ٻوٽي پڪل گوشت جي هنڪي کائڻ لاءِ ڪڍي ڏنائون، جنهن هو کائڻ لڳو ته هن کان پڇيائون، ته: ”ابا! انهيءَ ۾ مزو آهي، ڇگو پڪل آهي؟“ هن جواب ڏنو، ته: ”قبلا سائين ڏاڍو مزو اٿس.“ جنهن تي پاڻ سخي سرتاج فرمايو، ته: ”ابا مگر اٿئي مثل گڏهه جو گوشت جيڪڏهن اهو کائين ته هي ساري پليٽ تنهنجي حوالي آهي.“ هن اها ٻوٽي وات منجهان ٿوڪاري ڪڍي ڇڏي، ۽ عرض ڪيو ته انهيءَ حرام کائڻ کان ڀُک بهتر آهي، هن کي هڪدم خواب منجهان بيداري ٿي.... تنهن واري هڪڙي بيجا خيال جو شريعت مطابق سدا حيات اڪمل وليءَ ترت فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ هو آئنده لاءِ صرف اهڙي خيال ڪرڻ لاءِ به توبهه تائب ٿيو. آقائي نامدار حضور صلي الله عليه وسلم جن جي حديث شريف آهي ته ”الدنيا جيفة وطالبها ڪلاب“ (يعني هي دنيا ڍونڍ آهي، ان جي طلب ڪندڙ ڪتا آهن.) هن کي سرتاج الشعراء حضرت سچل سرمست جو شعر ياد آيو:

”دم بدم موجود باش. اِنڪ در هر ڪارها“

معنيٰ: هو مون سان دم به دم هر ڪم ۾ شامل آهي، جنهن ڪري

هن ڪان پوءِ باقي عمر اطمينان صبر ۽ شڪر سان گذاري، سو پنهنجي ڪلام ۾ چوءِ اٿئن ته:

"فائق فقيري جو ڪيو، افضل اعليٰ شان؛
مٽ نہ تنهنجي ٿيندو، تخت سليمان؛
"الفقرافخر" فرمايو ۾، سدا رهه شادان؛
آهي راضي سدا رحمان، مٺي مسڪين جي"

"مٺي مسڪين جي، راضي سدا رحمان،
الفقرفخري والفقرمني، آهي نبيءَ جو فرمان؛
"الفقرافخر" فرمايو ۾ نہ ٿئي پريشان؛
پوءِ چوٿئين حيران هن دنيا سندي دور کان"

جيئن زماني ۾ امتحان رکيل آهن. تيئن الله پاڪ جي راهہ ۾ بہ فقر جا امتحان رکيل آهن، قرآن شريف ۾ فرمايل آهي تہ انهن کي رزق جي تنگي ڏيئي سان. بيماري ڏيئي سان ۽ ڪشلين ڏيئي سان ضرور آزمايو ويندو. ان مٿي واقع جي ٿي جڏهن مهيش اندر قاضي صاحب سکر جي مشهور واپاري آڏومل کي بليڪ مارڪيٽ جي ڪيس ۾ پڪڙيو. جو ڪپهہ سيڪڙن جي شيشي ڇهن روپين جي بجاءِ سٺ روپيہ بليڪ مارڪيٽ ۾ وڪڻندو هو، جڏهن ڪري قاضي صاحب هن کي ڊسٽرڪٽ پرائيس ڪنٽرولر انسپيڪٽر جي حمايت ۾ ڪوڙي گراهڪ کي پنهنجا سٺ روپيہ ڏيئي بہ شاهد سان ڏيئي بوتل خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو، واپاريءَ جڏهن گراهڪ کي بوتل ڏيئي سٺ روپيہ ورتا تہ انسپيڪٽر صاحب بہ اچي مٿان چاپو هنيو ۽ هن کي سڳ سوڌو سوگهو ڪيو، تنهن کان پوءِ واپاري پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ ماڻا جو سهارو ڏيڻ شروع ڪيو، رشوت جي آڇ ڇهن هزارن کان شروع ٿي ۽ ڏهن هزارن روپين تائين پهتي، مگر هن فقير جو انهن کي اهو جواب هو، تہ: "آءٌ هڪ مسلمان آهيان. مسلمان جو ايمان قيمتي شيءِ آهي، ڪنهن بہ قيمت تي خريد ڪري نٿو سگهجي!" ان زماني جا ڏهہ هزار

روپيه اڳوڪي ڏنڊ ۾ ڀري لکن روپين جي برابر ٿي سگهن ٿا. انسپيڪٽر ڪان نااميد ٿي هن مٿو مٿون ڪليڪٽر صاحب سان رابطو قائم ڪيو، ۽ سونڊ پنڌرهن هزارن روپين تائين ڇڏي ڏنو. جوابدار ڪيس ڊپٽي ڪمشنر صاحب ڪيس منجهان آزاد ڪيو، مگر ست روپيه سيٺ ڪان وصول ڪري انسپيڪٽر کي ڏنا ويو جو ڊپٽي ڪمشنر صاحب کي يقين هو ته ڪيس بلڪل سچو آهي، ۽ انسپيڪٽر جي ڏنل رقم (مجرا) ڪيس ملڻ کپي. جا کيس واپس ملي. قاضي صاحب پنهنجي بيان ۾ فرمايو آهي ته:

فاني جهان سارو - ڪنهن نه تيلڻي مارو،

١- ڪل نفس ذائقة الموت، آهي الاهي فرمودو،
هر چيز ٿيندي فاني، ڪوڙو هي سڀ پسارو،

٢- ڇوڙو سڙين ٿون سايا، لالحق وڃائين توتون ڪايا،
جڏ خيال هي اجايا، ڪر قارون ڪان ڪنارو،

٣- ون وات نماز توڙت، ڪر پيرن فقيرن جي خدمت؛
ڪاڏ ٿون دوئي ۽ ڪلفت، نه جڳ ۾ گهڻن سويارو،

٤- "غلام اڪبر" ڇڏ ٿون غفلت، ڪوڙي آ دنيا جي الفت؛
مولي جي رک ٿون محبت، سڀ ڪان رهه ٿون نيارو،

حضرت اسد الله الغالب مظهر العجائب علي عليه والسلام جو زرين قول آهي ته "دين ۽ دنيا" پاڻ ۾ سڳيون ڀينر آهن. شريعت محمدي موجب هڪ ئي وقت، هڪ مڙهوءَ جي نڪاح ۾ اچي ٿيون سگهن، يعني ٻنهي سان جوڪا هن ڪري، وڌيڪ مهلي لڳي ان ڪي پاڻ وٽ رکي، تنهن ڪري دنيا ۽ دين ٻئي پاڻ وٽ رکي ٿا سگهجن. فقير ڪسي حق ڪلتسولع ڪنهن ۽ شيءِ سان مزو ۽ آرام نٿو اچي ۽ هو دنيا کي ترڪ ڪري ٿو. ترڪ دنيا جو اهو مطلب نه آهي ته پاڻ کي اگهاڙو ڪري، لانگوٽو ٻڌي ويهي رهي، مگر ترڪ دنيا جو مطلب اهو آهي ته ڪبڙا

نہ ہائي، ڪاٽو نہ ڪائي. ۽ جوڪا حلال شيءِ ڪمس ملي اها واپرائي پر ان جي گڏ ڪرڻ جو لاڙو نہ رکي ۽ دل انهيءَ سان نہ لڳائي. سچل سرمست جو قول آهي:

”ڪوڙا چو تو ميڙين مال، رک يار جو خيال.
طالب تڏهين ڪونجين، ڇڏين سڀ جنجال“

وڏيڪ قاضي صاحب پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي تہ:

حق کي جي نہ سڃاتوءِ، قاضي ٿئين تہ ڇا ٿيو!
دل جو ڪفر نہ ويڙهءِ، مومن ٿئين تہ ڇا ٿيو!

١- روزو نماز پيلارو. مقصد مکر نہ سارو،
تني يار جو نظارو. ڪوڙا کهين تہ ڇا ٿيو!

٢- ڪيڙيءِ ڪتا ڪتابا. توڙي تون بي حسابا،
ڪري عمل نہ تو چاتا، خالي پڙهين تہ ڇا ٿيو!

٣- ميتا لاءِ مرين تون، ناموس لاءِ ڪڙهين تون،
جي نفس نا جهتين تون، حاڪم سڏين تہ ڇا ٿيو!

٤- ڇڏ هوڏ. هٺ پيائي، مرشد جي وٺ پناهي،
اتي عشق نا الاهي، زاهد ٿئين تہ ڇا ٿيو!

٥- ”غلام اڪبر“ عمر اجائي، ري عشق آهي اجائي،
حق سان نہ ڪئي رسائي، جڳ ۾ جئين تہ ڇا ٿيو!“

حضرت سچل سرمست جو قول آهي، تہ: ”هي“ وڃي تہ پوءِ ”هو“ ملي. ”پوءِ ڳالهہ ٿئي ساري پڌر.“ يعني پهريون ٻنڪن وارو پئسو الله جي راهہ ۾ ڏيئي ڇڏ ۽ ان جو جنجال کان آزاد ٿيءُ تہ پوءِ توکي الله ملي ۽ اڳيان رستو صفا ٿي ويندو. ان ۾ ڪابہ رڪاوٽ نہ ايندي.

هيءَ بزرگ، اهل قلم، صاحب فضيلت ۽ فقير تن شخص پنهنجي نوڪريءَ جو سمورو دور، نهايت سچائي، جفاڪشي، ايمانداري صبر ۽ استقامت سان زماني جي تڪليفن کي برداشت ڪندي ٢٧ جولاءِ سنہ ١٩٥٠ع ۾ حضور مختيارڪار (Treasury Officer) ٽريزري آفيسر جي عهدي تان پينشن تي آيو. رشوت جي چنبي کان هميشه آزاد رهيو. دنيوي ڏنڌن سان ٻہ منهن ڏيندو رهيو تہ روحانيت سان ٻہ سندس لنو لڳل رهي. سو پنهنجي ڪلام ۾ چئي ٿو تہ:

محبت ريءَ جڳ ۾، ڀيو ٿـــي ڪوڙو ڪچ،
چـــڏي ڍونگ دنيا جو، راھ انهيءَ ۾ رچ،
"غلام اڪبر" غريب ٿو، تو ڪـــي سڻائي سچ،
محبت ٻارج مچ، تہ ســـچڻ ٿيئي سامهون!

## شخصيت ۽ ڪردار:

سنڌ جـــي سعادت مند، فرشتہ صفت فقير ۽ سائين سچل سرمست جي ازلي عاشق، مرشد جي محبت ۾ سدائين مست و مگن، مستغرق ۽ مشغول محترم الحاج قاضي علي اڪبر درازي صاحب جـــي ذات بابرڪات گرامي گونا گون خوبين ۽ خاصيتن جو هڪ خاص عنوان ۽ مجموعو آهي. سندن زندگيءَ جون چند خوبيون جي هر انسان جي روز مره جي زندگيءَ جو معمول آهن، تن مان ڪجهہ هت پيش ڪجن ٿيون. الحاج عبدالمالڪ قريشيءَ صاحب جـــي ڏينهن جو گهڻو حصو سندن صحبت ۾ گذرنـدو هو، سي پنهنجي قلم مان هـــن طرح تحرير ڪرڻ فرمائين ٿا:

(١) خيروخيرات: عام طرح سان ائين ڏٺو ويو آهـــي تہ پنهنجن کي خرچي روزانو چار- اٺ آنا ڏنا ويندا آهن ۽ الله جي نالي تي فقير کي پنج يا ڏهہ پئسا ڏنا ويندا آهن. ڪڏهن فقير کـــي نہ ٻہ ڏبو آهي ۽ ائين چئي تہ "معاف ڪر" روانو ڪري ڇڏبو آهي. جي فقير وڏيڪ

تنگ ڪيو ته چڙب ڏبي آهي ته سر تو ڪاٽين، اوهان جو پيٽ خدا
پري وغيره وغيره.

مگر اسانجي بزرگوار قاضي صاحب جن ۾ اها عادت ڪانه هئي،
ته فقير اچان پنج ڇهه گز پري سئين هئندو ۽ فقير جي صدا جو آواز
قاضي صاحب جي ڪن تي پهچندو ته يڪدم طبيعت ۾ تغيرو اچي ويندو
۽ بي چيني ٿيندي. ڪهڙي به مجلس ۾ يا ڪم ۾ رڌل هوندو ته انهي ۽
مجلس ۽ ڪم ۾ دل نه لڳندس ۽ ڪم ته وٺندي جيستائين فقير ڪي
خيرات ڏيئي راضي نه ڪبو، تيستائين دل انهن ڦٽڪندي جيئن مڇي
پاڻي ۽ ڪان ٻاهر! اڪثر ڪري پيسا مٿائي ڪيسي ۾ رکندا هيا، اتفاقن
جي ڪيسي ۾ ڪليل پئسا نه هوندا ته بي آرامي ۽ سخت پريشاني هوندي
هئن. فقير کي اوترو ڏبو جيترو پنهنجي اولاد کي ڏيو آهي. يعني!
چار يا اٺ آنه پاڻ فرمائيندا ها ته ڇا اسان وٽ الله جو اهو قدر آهي
جو الله جي نالي تي پنج يا ڏهه پئسا ڏيون ۽ پنهنجن ٻارن کي چار يا
اٺ آنه ڏيون. الله جنهن سڀ ڪجهه ڏنو، انجو قدر پنهنجن ٻارن جيترو
به نه آهي! افسوس سان ڏاڍو ڏڍو ساه پريندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته ڇا
الله پاڪ به اسان کي چوندو آهي ته معاف ڪيو جو اسان الله جي
نالي تي ڏيڻ تي چئون ٿا ته معاف ڪر. الله جل جلاله قيامت ڏينهن
بندي کان پڇندو، ته: ”اي بندا!! مان تو وٽ آيس ۽ تون مونکي
موٽائي ڇڏيو ۽ ڪجهه به نه ڏنو؟“ بندو تعجب مان چوندو، ته: ”اي
منهنجا مولا! تنهنجي ذات پاڪ آهي توهان ڪيئن مون وٽ سوالي
ٿي آيا؟“ رب العزت فرمائيندو، ته: ”منهنجا ٻانها فقير تنهنجي در تي
منهنجو نالو کڻي آيا هيا مگر تون موٽائي ڇڏيو.“ پوءِ بنده اتي ڏاڍو
پشيمان ۽ شرمندو ٿيندو. قاضي صاحب وڌيڪ چوندو هو ته ڏنو به
الله پاڪ تي ۽ ڏئي به ان جي نالي تي. ۽ فقير نه موٽايو. حضور پر نور
جي حديث شريف آهي ته مهمان، فقير يا ٻيو ڪوبه سوالي اچي ته
هن کي ٻيو ڪجهه به نه ٿي سگهي ته گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڪارڪ يا پاڻي جو

ڏک پياري پوءِ روانو ڪيو، مگر اڻين نہ ڇڏيو، اهاخوبي هن مرد مجاهد ۾ هئي.

جنهن ڏينهن وڏيڪ فقير ايندا هئا، تنهن ڏينهن وڏيڪ خوش ٿيندا هئا. سندن روزانہ خير الڪل ٽيهہ يا پنجتيهہ روپيہ هوندو هو. تنهن سان گڏ اوڙي پاڙي وارا پار پڻ وٽن ايندا هئا، جن لاءِ لڪيون ۽ بسڪوٽ وٽي رکندو هو ۽ هرهڪ پار ڪسي خواهش مطابق ڏيندو ويندو هو.

(۲) تہ اڄوڪي وقت ۾ جڏهن هٿ ۽ وات جو جهڳڙو لڳو پيو آهي ۽ سفيد پوش ماڻهوءَ جو گذر سفر تمام ڏکيو ٿي پيوآهي، اهڙيءَ حالت ۾ پنهنجي طاقت آهر غريبن ۽ مسڪينن ڪي گهر ويٺي پنهنجي پينشن وٺڻ سان سان سان ڏيئي ايندو هو. هن جي ان خير جي خبر ڪان سندس گهر وارا بہ بي خبر ۽ اڻ واقف آهن.

(۳) تہ قاضي صاحب پنهنجي هادي حقيقي جي نالي بلند ڪرڻ خاطر جيڪا خدمت ڪئي آهي سا ڪنهن ڪان بہ ڳجهي ڪانہ آهي. حضرت سچل سرمست ۽ سائين سخي قبول محمد دوم جا مريد تہ تمام گهڻا آهن ۽ وڏا وڏا مالدار آهن، مگر مان نٿو سمجهان تہ هن ڪان وڌيڪ ٻئي ڪنهن خدمت ڪئي هوندي ۽ هي هن حال ۾ بہ هروقت هر گهڙي ڪندو ٿي آيو.

(۴) خدمت خلق خدا: هي پيرسن ۸۵ ورهين جي عمر جو صرف هڏن جو پڃرو جو خدا جي سهاري پيو هلي، جنهن جا سڀ عضوا ڪمزور، اکين پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏيو، ڇرڻ پرڻ ڪان محتاج، اهڙي حالت هوندي، ڪنهن بہ سواليءَ ڪي نہ موٽائيو ۽ نہ ناراض ڪيو. ان سان حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ تائين وڃيو. گهٽي لرڻڪ جي آمد و رفت جي ڪري گهمڻ ڦرڻ مشڪل و محال، ان جي ڪم لاءِ هرهڪ آفيسر وٽ وڃيو، ڪم خاطر ستائيو، اها بہ هڪ قسم جي

قرباني آهي. وقتن تي ائين به ٿيو آهي، ته جنهن سان ڳڌجي ويا، انجو ڪم ٿيو، ان ماڻهوءَ هن کي اتـي ئي اڪيلو ڇڏي ڏنو. جيئن ڪو نڌڪو ڊور واڙ منجهان ڪڍي ڇڏجي. وڏيون تڪليفون ۽ مشڪلاتون ڪاٽيندي ڪاٽيندي اچي گهر پهچندا هئا. نه فقط ايترو سگر خرچ به پنهنجو ڪيو، ڪاٿيو به ته پئبو به پنهنجو، ان ماڻهوءَ کي هڪ اڪـر شڪايت جو به نه چئبو، اها هڪ عظيم قرباني آهي.

(٥) بدلو وٺڻ يا وير وٺڻ جي عادت ته هـن ۾ اصل ڪانه هئي. هن مجاهد سان ڪو بـرو هليو، يا ڀلو هليو، سڀ سـان هڪ جهڙو، سڀ جا دعاگو، ڀلي سـان ته هرڪو ڀيو ڀلو هلي، مگر مزو ۽ لطف انهيءَ ۾ آهي تـه بري سان يا دشمن سان ڀلو ڪري چار قدم اڳتي وڌي هلبا. اها خوبي به هن ٻيڙي مرد مجاهد ۾ ڏسڻ ۾ آئي.

(٦) نفس سان جهڳڙو: نفس خاطـر ڪابه شيءِ نه طلبي، جيڪو مليو سو جيءَ بسم الله ڪري کاڌو. جي نه مليو ته به شڪر الحمد الله ۽ پنهنجي نفس کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪابه شيءِ نه گهربي ۽ نه وٺبي. چوندا هئا ته رب پاڪ جا شيءِ کارائي، اها بسم الله ڪري کائو، ان جو قيامت ۾ حساب ڪتاب نه ٿيندو. جيڪي نفس کـي راضي ڪرڻ لاءِ طلب ڪري کاڌو ويو تنهنجو حساب ڪتاب روزي محشر ۾ ڏيڻو آهي. حضرت سچل سرمست جو شعر آهي ته:

"ڏکن منجهان سک، مون تان لڌا جيڏيون؛
ڏوريندي کـي ڏک، سونهان ٿيـڙا سڄڻان.
هن سهانگا سک، جـي ساري عالم آيـا؛
ڏور مهانگـا ڏک، جـي ورتا وره ورائين."

(سچل سرمست)

# (باب ٻيون)

## مذهب ۽ عقيدو:-

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا،
شيخي پيري، بزرگي، بيحد ڀلايا،
آڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق جي"
(سچل سرمست)

صوفي منش، فقير طبيعت، درويش قاضي علي اڪبر درازي اهڙين ئي ڳاڻ ڳڻين هستين مان هڪ هو، جنهن جهڙا نرگسي گل هزارها سالن کانپوءِ زندگيءَ جي چمن ۾ ايندا ۽ بهاري واري خوشبوءِ سان ملڪ کي معطر ڪري هليا ويندا آهن. سو اسان جو قاضي صاحب سني ۽ قادري طريقي سان بلڪل تعلق رکندو هو، تنهن سان گڏو گڏ پنج تن پاڪ جو پيالسو ۽ پورو پورو عاشق ۽ ثنا خوان هو. پاڻ صوفي مسلڪ اختيار ڪيائين. حضرت سچل سرمست رح جو هي فارسي شعر ان جي صحيح معنيٰ ۾ عڪاسي ڪري ٿو ۽ وڌيڪ ڪنهن قسم جي وضاحت جي ضرورت نه رهندي:

١- اي دل دربار گاه مصطفيٰ، هوشيار باش،
گر تو عاشق صادقي، از غير او بيزار باش.

٢- هم ز ابوبڪر و عمر و عثمان، نداري احولي،
گوش ڪش حلقه غلامي، چاڪر ڪرار باش.

٣- تو تيائي چشم خود ڪن، خاڪ پائي مصطفيٰ،
از غم شاه شهيدان، سال و مه بيمار باش.

٤- باخبر شو طالبا بگذر، ز قيد و جسم و جان،
بيخبر شو زين جهان، چون جعفر تيار باش.

٥- چند درگـوشہ نشيني از نہا شـو آشكـار،
خويش را بيرون بكش، در عالم سيار بـاش.

معنيٰ: اي دل تون بارگاه حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جي حضور ۾ هوشيار ٿيءُ، جڏهن تون عاشق صادق آهين تہ هن ذات پاڪ کان سواءِ ٻئي سڀ کان بيزار ٿيءُ.

٢- حضرت ابوبڪر، حضرت عمر و حضرت عثمان کـان ٽيڏو نہ ٿيءُ- الهن ٽنهي جي غلاميءَ جو رسو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهہ ۽ حضرت حيدر ڪرار جو نوڪر ٿيءُ.

٣- حضرت علي المرتضيٰ جي پيرن جي خاڪ پنهنجي اکين جو سرمو ڪر- ڪربلا جي شهيدن جي سردار (حضرت امام حسين) جي غم ۾ مهينا ۽ سال بيمار رهہ.

٤- اي طالب تون خبردار ٿيءُ، پاڻ کي هن جسم ۽ جان جـي قيد کان آزاد ڪر ۽ حضرت جعفر تيار وانگر هن دنيا کان بيخبر ٿيءُ.

٥- اي آشكار تون ڪيترو وقت لڪو رهندين- هينئر ظاهر ٿيءُ پاڻ کي ٻاهر ڪڍ ۽ دنيا جو سير ڪر.

موهيندڙ مرڪ ۽ محبوبائي مهانديءَ وارو سڄاڃهو صوفي قاضي علي اڪبر درازي، پنهنجي ڪـلام انـدر سـراج السالڪين، امـام العاشقيـن، مظهر العجائب حضرت علي شير خـدا ڪرم الله وجهہ ۽ آل جي شان ۾ پنهنجي عقيدت جو اظهار هن طرح سان عيان ڪري ٿو:

ٿلهہ:- رس اچي موليٰ علي، مشڪل ڪشا شير خدا،
ماڙ ڪر مسڪين تي، سائل جي سڀ هي التجا.

---

"صفت ڪريان سرور جـي - آل اطهر جي،
قرة العين الرسـول، شبير و شبـر جــي.

واڳ شفاعت جــن ملي، روز محشر جــي،
سي غلام اڪبر جي، ڪندا مدارت محشر ۾"

سڪ ۽ سچائي جي پرپل پندار پير مرد قاضي صاحب اڳتي وڌندي محبوب سبحانــي غوث صمدانــي سيدنا شيــخ عبدالقــادر محي الديــن جيلاني رح جي خدمت ۾ التجا ڪندي فرمائي ٿو ته:

"يا دستگير عالــم، دستگيري منهنجي به ڪر،
گلشن اميد هيءَ، ڪر سگهو تــون سبــز سر،
"غلام اڪبر" غريب تي، مهرن جو نون دست ڌر،
ڪر ولهيءَ جي وهلو ور، جا سام پئي تو سرورا"

مالڪ حقيقي ڏانهن مولڻ جي خيال قاضي صاحب کي ڪڏهن به ڪوڙيءَ دنيا جي دلبي ۽ جاه و جلال جــي ڪوڙڪي ۾ قــابو ٿيڻ نه ڏنو ۽ پنهنجي هادي و رهبر سخي قبول محمد ثاني رح جي معرفت، سچي سائين جي فيض جــي چشمي مان چسڪي چکڻ کانپوءِ پنهنجي شعر ۾ فرمائي ٿو ته:

"وهم وجودي ڪر ڦٽا، ائي الڪ سان اور،
محبت رکي مــن ۾، ويهي چرخــو چــور،
فاذ ڪروني اذڪرڪم، اهـــو سڳو ســور،
"غلام اڪبر" غير کي، قلب منجهان ٿون ڪور،
ويهي ورکي ووڙ، متان وڃــي ويل گذري"

من جي موج ۽ محبت جي ميدان ۾ ڪامل مرشد جي ڏسيل پنڌ و پيچري تـــي ثابت قدم رهندي، سندس ٿي سڪ ۾ اکيون ڀوري، سڌ ڀــڌ پلائــي، سورن جــي سوجهري ۾، سلوڪ جــو پيچيدو پيچرو لتاڙيندي قاضي علي اڪبر پنهنجي شعر اندر لکي ٿو ته:

ٿلهه:- آيــو عشق حضرت، سرتيون سر تــي ڪاهي،
ڪنيو مون خوشي سان، سو چشمن تي چاهــي.

١- منهنجو دين ايمان، آهي عشق حضرت،
سو ٿي امام منهنجو، سوئي ايمان آهي.
٢- "غلام اڪبر" احقر، ڪري عجز آزي،
مونسان عشق هردم، ناٿو شال نباهي.

فقير قاضي علي اڪبر درازي جو ننڍپڻ ڪان وٺي رحجان فقيري طرف مائل رهندو آيو. جنهن ڪري اڪثر اڪيلائي ۾ گذاريندو هو. تن تنها قبرستان ۾ گهمندو ڦرندو هو ۽ هميشه بلڪل ماٺ، صبر وفڪر جي حالت ۾ رهندو هو، جنهن جو اظهار هن ريت ڪري ٿو.

"دلبر ڪسيو دل ڪي، وجهي قرب ڪڙي،
ساهه منهنجو سوگهو ٿيو، دردن لاٿي دري،
"غلام اڪبر" غريب ڪي، اڪڙين وڏي اڙي،
وئي جان جڙي، قرب ۾ ڪوهيار جي"

## ٣- دست بيعت ۽ روحاني فيض:

" ڪمي نه وٺس قرب جي، اهڙو منهنجو رب،
بچڙن ۽ بدڪارن ڪان، پڇي ڪين سبب،
"لاتقنطو" جو ڏيئي دلاسو، ڪمال منڊس قرب،
اهڙو منهنجو منو محب، پوءِ ڇو غم غلام اڪبر ڪرين"

تصوف ۽ شعر سان قاضي علي اڪبر کي ننڍپڻ کان وٺي شوق هوندو هو. ان وقت واديءَ سنڌ ۾ شمس العارفين، سرتاج الشعرا، منصور آخر زمان، شاعر هفت زبان، حافظ عبدالوهاب فاروقي عرف سچل سرمست رح جن جي ڇهين پشت ۾ سلطان العاشقين، سرتاج السالڪين حضرت سخي قبول محمد (دوم) عشق کي نئين سراچي زنده ڪيو هو. جنهن جي فيض بي پايان کان هزارين ماڻهو بهره ور ٿيا هئا. سو هي سدا سلڇڻو نيڪر سخي بادشاه جمي ساراه پڙدي ١٥ مارچ ١٩١٥ع بروز آچر پنهنجي هڪ قريشيءَ دوست سان گڏجي، انهيءَ

منور مهتاب جي زيارت، فيض بشارت لاءِ روهڙيءَ کان روانا ٿيا. مگر جڏهن راڌڻپور اسٽيشن جي قريب ٿيا ته هنن کي ٽرين اندر مسافرن کان معلوم ٿيو ته رياست سرڪار جو آرڊر آهي ته روهڙيءَ طرف کان مسافرن کي ڊاڪٽرن جي زير نظر لانڍين ۾ رهايو وڃي، ڇاڪاڻ ته ان وقت روهڙيءَ شهر پليگ جي مرض جي اثر هيٺ هيو. هن اوچتي خبر ٻڌڻ شرط هنن ويچارن جون وايون ولڙيون ٿي ويون. ڀيو ڪو حيلو وسيلو نه ڏسي سائين سخي بادشاهه کي سڪ منجها سڏڻ لڳا تــه جيڪڏهن صاحب ڪرامت آهين ته ڀهرپائين ته اسان کي هن اوچتي آفت کان نجات بخش. خير ڏڪندا ڏرڪندا اچي دروازي وٽ پهتا. ٽڪيٽ ڪليڪٽر هنن کـان پڇيو ته اوهـان ڪيڏانهن وينداَ؟ هنن جواب ڏنو ته اسان درازا شريف سخي بادشاهه جي زيارت لاءِ وينداسون. ٽڪيٽ ڪليڪٽر وڏي سنجيدگيءَ سان هنن ڏانهن گهور ڪري نهارڻ بعد چيو ته چڱو اوهان وڃو. سو هو ٽڪڙا ٽڪڙا ٻاهر هليا آيا. مگر هنن ڏٺو ته هنن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه مسافر ڪونه آهــي. ۽ نڪو ڪو ٽانگو آهي. جيئن جو هي ٻئي نيگر رستي کان غير واقف هئا تنهنڪري نراس ۽ اداس ٿي ويهي رهيا. وري ساڳي طرح ان ڪامل مرد کــي سڏڻ لڳا ته ڪو ٽانگو ڀيج ته چڙهي اچي قدمبوسي ڪريون. ڪجهه دير ڪانپوءِ هنن ڏٺو ته هڪ ٽانگي وارو فل اسپيڊ ۾ ٽانگو هڪليندو ٿي آيو. ۽ پرڀائين وڏي آواز سان چوندو ٿي آيو ته آهي ڪو درازن جو. آهي ڪو درازن" الله پاڪ جا شڪرانـا بجا آڻيندي ٻئي ٽپ ڏيئي ٽانگي ۾ چڙهي ويٺا. ٿوريءَ دير ۾ ٽانگي واري اچي ڪين لوڙهي جي ٻاهران لاٿو ۽ خود روانو ٿي ويو ڇو جو اڳئي ٽانگي وارا مسافر ڪٿي لوڙهي اندر داخل ڪونه ٿيندا هئا. مگر وڃڻ کان اڳ انهن کي ڏس ڏيئي ويو ته سامهون هليا وڃو. اتي خليفه رسول بخش ويٺو اٿو. تنهن سان ملو ته هو اوهانکي سائين بادشاهه وٽ پيش ڪندو. هـو ٻئي ڏنل ڏس موجب خليفه صاحب سان مليا. هو هنن کان احوال وٺڻ بعد سخي

سائين وٽ ڪين وٺي ويو. هو جڏهن دروازي جي قريب پهتا تہ پريان هنن کي هڪ نوراني صورت- من موهڻي مورت مشڪندي ۽ مرڪندي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺي. سو قاضي صاحب سمجهيو تہ جنهن جي ديدار لاءِ ڪهي آيا آهيون. سو مرد خدا جو اهو ئي آهي. جنهن ڪري هنن ادب سان وڌي وڃي قدم بوسي ڪئي. پاڻ سڪ سان هن کي سيني سان لڳائي مشڪندي فرمايائون تہ ”ابا بڪي تہ پهتي؟ هنن جواب ڏنو تہ ها قبلا سائين! پاڻ وري خليفي صاحب سان مخاطب ٿي فرمايائون تہ ”خليفا صاحب!! هي محبوبڙا پريان ئي اسانجو امتحان وٺندا ٿي آيا. ۽ اسان بہ چيو تہ هنن محبوبڙن سان ضرور رهائبو. ” سبحان الله!! پاڻ پوءِ يڪدم حويلي ڏانهن واپس وريا ۽ خليفي صاحب کي فرمائيندا ويا تہ هنن کي باغ واري دروازي ڪچهريءَ واري بنگلي ڏانهن وٺي اچو. پاڻ حويليءَ واري اندرين دروازي کان ڪچهريءَ واري بنگلي ۾ تشريف ڪٺي آيا. بادشاہ ۾ خلق محمدي ڪمال درجي جو هو. جنهن ڪري خلوص دل سان ٽي چار دفعا خير عافيت بعد دستور مطابق قاضي صاحب کان پڇيو ”ابا تنهنجو نالو ڇا آهي؟ حالانڪ هو هڪ الهڙ ڇوڪر هو. هن کي تنهن وقت اوچتو دل ۾ خيال آيو تہ جنهن کي منهنجي نالي جي خبر پنجي نہ ٿي سگهي سو پرپٽ منهنجي ڪهڙي دست ياري ڪري سگهندو. انهيءَ سوداءَ ۾ هي ڪوبہ جواب ڏيئي نہ سگهيو. پاڻ قرب ڪري دوباره فرمايو تہ ”ابا!! تنهنجو نالو ڇا آهي؟ مگر هو بت بڻجي ويٺو رهيو. سندن قرب ڪمال جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. جو باوجود هن نالائقي جي هن پنهنجو لائق سجائي مشڪندي هن چيو تہ ابا تنهنجو فلاڻو نالو آهي. تون فلاڻي جو پٽ آهين؟ مطلب تہ تعارف وقت جيڪي بہ حقيقتون پڇيون ويندڙيون آهن. سي هن قرب واري ڪامل اولياءَ پاڻ چئي ٻڌايون. سلڇڻو نينگر قاضي صاحب سندن انهن قربن ۽ ڪرامات کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ سائين بادشاہ جن کين وڏيءَ خوشيءَ سان مريد ڪيو



مارچ ۱۹۱۵ع قاضي علي اڪبر درازي مرحوم
جڏهن سخي قبول محمد دوئم جن جا مريد ٿيا.



قاضي علي اڪبر درازي
اسلاميه ڪاليج سکر جي هڪ فنڪشن ۾.

۽ ايو ڇوڪر محروم ٿــي موٽيو. مريــد ٿيڻ بعد هنن رخصت گهري. مگر پاڻ فرمايائون ته رات رهي سڀاڻي صبوح واريءَ گاڏيءَ ۾ واپس وڃجو. ۽ اسان اوهان لاءِ بندوبست ڪنداسين. رات ٿي ته سائين بادشاه جن خليفي صاحب واري ڪمري ۾ آيا ۽ پنهنجي نئين مريد ڪي قلبي ذڪر ڏسيو. ذڪر ملڻ بعد قاضي صاحب عرض ڪيو تــه قبلا!! سائين جن ڪي بخوبي معلوم آهي ته قاضين ۽ فقيرن جي پاڻ ۾ اصل ڪان پيل نه آهي. ۽ مان به قاضڪو ٻار آهيان. جيستائين ڏسندس نه تيستائين نه مڃيندس. پاڻ مشڪي فرمايائون ته ابا اهڙو ڏيکاريندا سون جو توهان پاڻ مڃيندين. بيشڪ انهيءَ ڪامل اڪمل ولي پنهنجي واعدي مطابق هن کي سڀ ڪجهه ڏيکاريو.

"سچ تنهنجا لکين ٿورا ـ مان سرڪين ڪي سٿائيندس
عمر ساري جيسين جيئندس ـ تنهنجا گڻ ٻار ڳائيندس
هيس لائق نه مان اهڙي ـ پرين تو قرب ڪيو پنهنجو
تنهنجي شفقت عنايت جــا ـ وڏا احسان پائيندس"

(علي اڪبر)

انهيءَ گفتگو درميان سردار بهادر محمد بخش جو ان وقت بمبئي ۾ ايل ـ ايل ـ بي جي آخري سال ۾ پڙهندو هو. سو به اچي وارد ٿيو. سائين بادشاه جن هن ڪــي فرمايو ته اسان هن ڪــي تنهنجي لاءِ ترسايو آهي. تون هنن ســان گڏجي صبوح واريءَ گاڏيءَ ۾ وڃجانءِ ڇاڪاڻ ته هي هِتي رستي جــا اڻ واقف آهن. سائين بادشاه جي وڃڻ ڪــان پوءِ ســردار بهادر چيو، ته: "هتان رات جو ١١ بجي نڪري هلنداسين ۽ رات هلــي اسٽيشن تــي رهنداسون ۽ صبوح واريءَ گــاڏيءَ ۾ گوٺ هلنداسين." ســو پروگرام موجب درگاه ڪان روانا ٿيا. قادر جي قدرت اگرچ سردار بهادر رستي جو واقف هيو تاهم رستو ڀلجي پيا ۽ ســاري رات جهنگل ۾ ڦرنــدا رهيا. صبوح جو اٽڪل ٦ بجــي ڌاري اوچتو

استيشن جي سنگل تي نظر پئجي وين. پوءِ استيشن تي خبر سان پهچي ويا ۽ اپتري ۾ ٽرين بہ اچي نڪتي ۽ سوار ٿي روهڙيءَ پهتا.

پٺي آچر تي جڏهن قاضي صاحب درگاه شريف تـي آيو تہ سائين بادشاه جن اڳين سفر جو احوال هـن کان دريافت ڪيو. هن ورندي ڏني تہ سائين جن کان موڪلائي خير سان وڃـي روهڙي پهتاسون. ۽ هيئنر حڪم موجب اچي حاضر ٿيو آهيان. تنهن تي سخي سائين جن مشڪندي فرمايو تہ ابا!! منڊ کان وٺي احوال ڏي تہ درگاه کان روانہ ٿيو تہ پوءِ ڇا ٿيو؟ پوءِ هن کـي اڳين هفتي جو وسريل قصو ياد اچي ويو. سو سائين جن کـي عرض ڪيائين تـہ قبلا سائين!! سائيجن اهڙو ماڻهو سائي ڪري ڏنو جـو پاڻ تہ رلي خراب ٿيو مگر اسان کـي بہ رولي ماريائين. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ ابـا اهو قصور سائيءَ جو نہ آهي. مگر اهو قصور تنهنجو آهي. تون اڻ واقف ڇوڪر آهين. توکي عشق جي رستي جي خبر ڪانہ هئي. تنهن ڪري جيڪي عشق جي رستي ۾ تڪليفون آهن. سـي تنهنجي هـن پنڌ ۾ ڪالـي ڇڏيوسين. تنهن کان پوءِ فرمايائون تہ ابا - "علي اڪبر" نالو وڏي عزت ۽ احترام وارو آهي. تنهن ڪري اسان تنهنجو نالو غلام اڪبر رکون ٿا. ڪيئن ابا اهـو نالو ٺيڪ آهـــي نہ؟ قاضي صاحب جواب ڏنـــو قبلہ بلڪل ٺيڪ آهي. تنهن کانپوءِ قاضي صاحب جيڪو بہ ڪلام ٺاهيو ۽ ڳايو آهي سو غلام اڪبر جي تخلص سان آهي.

"مهابي علي اڪبر شاه جي، ٿي مرسل مهربان؛
نالـــي جـو ننگ ڪـڻ، نـہ ڪر پريشـان،
اڳيون سمجهي اڻـانگو، محشر جـــو ميدان،
غلام اڪبر غريب کي، ڪيو هيبت هن حيران،
تہ بہ اٿم اهو ايمان، سائي ٿيندين سرور تـون"

ڪم و بيش سخي بادشاه جي سمورن طالبن کـي شاعريءَ جـي ڏات بہ ملندي رهي آهـي. اها بخشش جي عنايت قاضي صاحب تـي

مريد ٿيڻ ڪانپوءِ يڪدم ٿي. سو هن پنهنجي مٺي مرشد جي عاليءِ مراتب ۽ حسن وُ جمال جي تعريف ۽ توصيف پنهنجي ڪلام ۾ ڪرڻ شروع ڪئي. هڪ ڏينهن جو واقعو آهي، تہ هن وٽ ڪافي دوست اچي گڏ ٿيا، ۽ هڪ هندو دوست هن جي ڪلاس جو ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن بعد سندس دوست قاضي صاحب ڪان سوال ڪيو تہ تو پنهنجي مرشد جي حسن جي ايتري تعريف ڪئي آهي. بيشڪ تنهن جي نظر ۾ سندس حسن بي مثال هوندو. مگر بظاهر تنهنجي مرشد جو حسن اهو آهي جو ميز تي رکيل تصوير مان معلوم ٿي سگهي ٿو. هو ويچارو انهيءَ دوست ڪي سوال جو جواب خاطرخواهہ نموني ۾ ڏيئي ڪونہ سگهيو. جنهن ڪري هن صبر اختيار ڪيو. رات جو سندس مرشد مٺي پنهنجو قرب ڪري خواب ۾ پنهنجي زيارت سان هن ڪي مشرف ڪرڻ فرمايو ۽ مشڪي فرمايو تہ ابا!! تون پنهنجي دوست ڪي اسانجي حسن بابت پڇيل سوال جو جواب ڏيئي نہ سگهين؟ ڀلا هاڻي تون اسانجو حسن ڏسندين؟ هن وڏي خوشيءَ سان جواب ڏنو تہ "هائو سائين" پاڻ وري جلال سان فرمائون "پر پوءِ تون انهيءَ حسن جو تاب جهلي سگهندين؟" هن ويچاري جي خوشي غم ۽ مايوسيءَ ۾ متجي ويئي ۽ نهايت عاجزيءَ سان عرض ڪيو، تہ: "قبلا انهيءَ حسن جو تاب تہ حضرت موسيٰ ڪليم الله پيغمبر جهڙو مرد بہ جهلي نہ سگهيو سو هي بندو ڪهڙي چيز آهي؟ تاب جهلڻ جي طاقت بہ اوهان ئي عطا فرمائيندا." پاڻ فرمايائون چڱو ڀلا ڏس! پوءِ ڇا ٿيو؟ انهيءَ بيان عيان ڪرڻ جي قلم ڪي طاقت نہ آهي. صرف ايترو اظهار ڪري سگهجي ٿو تہ يڪدم اچو شعاع ٿي ويو جنهن ۾ ڳاڙهو شعلو باهہ جو چڙهي آيو جنهن ڪري هو ڇرڪ ڀري ننڊ مان اٿي ويٺو. سندس بدن ۾ سخت لرزش پيدا ٿي ۽ پسيني ۾ سڄو شل ٿي ويو ۽ ڪيس غشي وٺي ويئي ۽ انهيءَ غشي ۾ ڪيس ننڊ اچي ويئي وري جڏهن ڀيهر سجاڳ ٿيو تہ هن پاڻ ڪي بلڪل ٺيڪ ڀانيو.

عشق ڪــي نئين سر زنده ڪرڻ لاءِ هن محي العشق پنهنجي طالبن جو ٽولو تيار ڪيو، جنهن تي نالو ”حسيني ٽولو“ رکيو ويو. امير ۽ فقير جي پوشاڪ جـي امتياز مٽائڻ لاءِ کين اهـو حڪم هوندو هو ته سڀ طالب: غريب ۽ غني الفيون پائي سربرهنه ٿي اچي ڪچهريءَ ۾ حاضر ٿين. انهيءَ ٽولي ۾ جهڪو داخل ڪيو ويندو هو. ان کي گيڙو رنگ جـي الفي سخي بادشاه جـن پاڻ پنهنجي هٿن سان پارائيندا هيا. قاضي صاحب کي به پـڻ اهڙي سعادت نصيب ٿيل هئي ۽ ان زماني ۾ صرف الله پاڪ ۽ سندس محبوب مدني جو ورد ۽ وظيفو هوندو هو.

”ڏس نه ڏنگايون منهنجيون - تو نستر ڪر ستار
ڏي تــــون پانڌ پناه جــو - ٻوليا ڍڪڻ هــار
”غلام اڪبر“ غريب جـــــي - لڄ رکج لڄدار
عفو ڪر غفــار - مڙيئــي مدايــون منهنجون“

(علي اڪبر)

## (٣) گهريلو زندگيءَ ۾ مرشد جي مدد

قاضي صاحب والدين جي زور بار پرڻ تي دوباره پڙهڻ شروع ڪيو مگر هڪ ڏينهن سخي بادشاه جــن کيس فرمايــو ته ”ابا! مئترڪ پاس ڪري ڇا ڪندين؟ مٿي پڙهي ڇا ڪندين؟ وڏو آفيسر ٿي ڇا ڪندين؟ فقيرن کي ڍڳرين ۽ نوڪرين جـــي ڪهڙي ضرورت! الله پاڪ تو کي ڪنهنجو محتاج نــه ڪندو ۽ مڇي مانيءَ جـــــي تڪليف نه ڏيندو.“ معرفت جي مئي جـي اهڙي چڪي چڪي هٿائين جـو ظاهري تعليم تان سندس دل ڪچي ويئي هئي. مگر والد صاحب جــي ناراضگيءَ ڪان امتحان ۾ ويٺو. پــر نتيجو اڳيئي ظاهر هــو. سو قاضي صاحب بلڪل ناپاس ٿيو. مرشد جي حضور ۾ هي ڪلام چيائين:

جيڪي ڪيو تون دار پيارا: راضي رضا تي آهيان.

١- ڏک سک سڀئي سر تي ڪنيڙم، ساڻ خوشي سردارا

٢- جو دم جيئندس در نہ ڇڏيندس؛ دولھہ تنھنجو دلدارا

٣- سانگا ڇڏي آءٌ سيپٽي دلبر؛ تنھنجي لڳم آدارا

٤- ننگڙو پنھنجو ظاھر باطن؛ توني وڏم ننگدارا

٥- ”غلام اڪبر“ جي حق ۾ ھردم؛ چڱي وٽئي شل يارا

(علي اڪبر)

ميٽرڪ جي امتحان ۾ ناپاس ٿيڻ تي، مائٽن ڪيس قسمين قسمين جا طعنا ڏيڻ شروع ڪيا تہ ”واھ جو تنھنجي مرشد توسان ڀلايون ڪيون!! ڪھڙي تنھنجي زماني موجب مدد ڪئي!! ڪھڙي اڪتي ھلي تنھنجي مدد ڪندو!! وغيره وغيره- نينگر ويچارو ھنن جي جواب ڪان لاجواب ٿي پيو. ھن وٽ ڪوبہ جواب ڪونہ ھو، جو انھن کي مطمئن ڪري سگھي- مگر ساڳئي وقت مرشد مٺي ڪي روئي دل ۾ دانھہ ڏنائين، تہ: ”مان تہ رب جي رضا تي صابر ۽ شاڪر آھيان. مگر ھنن کي تہ تون سمجھاءِ! تہ مون کي ھرو ڀرو تنگ نہ ڪرن.“ ائين چئي روئندي گھر ڪان ٻاھر نڪري ھليو ويو. ڪجھہ دير ڪان پوءِ ھڪ فقير اچي سندن دروازي تي خيرات لاءِ سدا ھڻيائين. سندس گھر جو ھڪ ننڍو ٻار خيرات ڪڻي فقير کي ڏيڻ لاءِ آيو. مگر فقير خيرات وٺڻ کان انڪار ڪيو. چيائين: ”مان مائي علي اڪبر جي ماءُ سان ملڻ ۽ ڪجھہ ڳالھائڻ لاءِ آيو آھيان ۽ نہ وري خيرات وٺڻ آيو آھيان.“ فقير جا اھي الفاظ ٻڌي مائي صاحبہ کي ڪجھہ ناگوار گذريو. تنھن ڪري ھن ٻار کي چيو، تہ: ”فقير کي وڃي چؤ تہ مائي گھر ۾ موجود ڪانہ آھي.“ تنھن تي فقير چيو، تہ: ”مائي صاحبہ گھر ۾ ويٺي آھي. کيس فلاڻي قسم جا ڪپڙا پھريل آھن. فلاڻو ڪم ڪري رھي آھي. فلاڻي طرف سندس منھن آھي.“ جڏھن اھي عجب ۾ وجھڻ جھڙيون ڳالھيون مائي صاحبہ ٻڌيون تہ در تي فقير سان ڳالھائڻ لاءِ آئي. فقير کيس چيو تہ ”مائي تون زماني جي انھيءَ ناڪاميابي تي اھڙو

ارمان ڇو ڪيو آهي؟ تو کي سردار دوجهان صلي الله عليه وسلم ۽ اصحاب ڪرام جي حالت تي غور ڪرڻ گهرجي. هي ۽ توهان جي خوش نصيبي آهي جو اهڙو چوکر اوهان کي الله ڏنو. تون دلگير نه ٿي ۽. الله سڀ چڱي ڪندو." فقير ائين چئي هلڻ لڳو. عورتن جي فطرت موجب ٻيون عورتون اچي گڏ ٿيون. فقير کان قسمين قسمين سوال پڇڻ لڳيون. مگر فقير سڀني کي جواب ڏنو، ته: "انهن سوالن جا جواب مان پنهنجي جاءِ تي ڏيندس." تنهن تي عورتن دريافت ڪيو، ته: "فقير سائين!! اوهان جي جاءِ ڪٿي آهي؟" فقير درائيو، ته: "هن جو جواب منهنجو فقير غلام اڪبر ڏيندو. ان کي سڀ ڪجهه معلوم آهي." ائين چئي فقير ڪجهه قدم اڳتي هلي غائب ٿي ويو. جڏهن قاضي صاحب گهر موٽي آيو. ته عورتن کيس سموري حقيقت کان آگاهه ڪيو. هن انهن کان پڇا ڪئي، ته: "فقير جو حليه ڪهڙو هو؟" هنن چيو، ته: "سندس حليه هوبهو سائين سخي بادشاهه جهڙو هو. مگر کيس لباس فقيرانو هو." خير! فقير جي سمجهائڻ تي گهر وارن تي گهرو اثر پيو. هو خاموش ٿي ويا.

قاضي صاحب وري جڏهن آچر تي درگاهه شريف تي ويو ته سائين بادشاهه جن فرمايو ته "ابا. تو تي آڳ هجي!! اسان تنهنجي گهر آيا هياسون مگر تون ڪونه هئين." تنهن تي هن عرض ڪيو، ته: "قبلا! ڪجهه دير ترسو ها ته مان به اوهان جي زيارت سان مشرف ٿيان ها." جواب ۾ پاڻ فرمايائون، ته: "ابا. تون ته هميشه اسان سان گڏ آهين. مگر تون اسان کي روئي دانهه ڏني هئي. جا اسان سهي نه سگهياسين تنهن ڪري لڇي تنهنجي والده کي سمجهائي وياسون. آئينده هو توکي تنگ نه ڪندا." ياد رکڻ گهرجي ته سائين سخي بادشاهه جن قديمي روايات موجب بظاهر لوڙهي کان ٻاهر نه نڪرندا هئا. پاڻ وڌيڪ فرمايائون، ته: "ابا!! ڪالهه جهڪو ڪلام ٺاهيو اٿئي سو ته ٻڌاءِ." پوءِ قاضي صاحب کين هي ڪلام ٻڌايو:

ٻاجهه پريا ٻاجهار، ٻاجهه ڪريو ٻانهي متي!

١- سختين سهڻ جي طاقت ناهي، ڪانئه رهي ڪا ٻار!
٢- پرک جي لائق مور نه آهيان، ڪو قرب ڪيو قربدار!
٣- جهـڙي تهـڙي تنهنجي آهيان. ڍڪج ڍڪڻهار!
٤- در پنهل تـي نظر مهر جـي. دولهه ڪريو دلدار!
٥- "غلام اڪبر" تـي ظاهر باطن. مهـر ڪيو مختار!

## (۴) مرشد ۽ درگاه شريف جي رياضت:

سخي بادشاه جن قاضي صاحب کان پڙهڻ ڇڏائي ڇهه مهنا کـن پنهنجي خدمت ۽ رياضت ۾ رکيو. سندس سپرد اها ڊيوٽي ڪئي ويئي ته درگاه شريف تي جيڪي سائل اچن تن جي خدمت ڪئي وڃي ۽ طالبن ۽ مريدن وٽان جيڪي خط اچن سي گوش گذارش ڪرائڻ. بعد ۾ حڪم مطابق انهن جا جواب لکي موڪلما وڃن. هڪ ڏوهاري جو ذکر آهـي ته ٻن ڏرين جـو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو. ٻنهي ڌرين پنهنجي پنهنجي فائدي ۾ خط لکي موڪليا. جـڏهن اهي خط قـاضي صاحب پڙهيا. هن جي دل ۾ اچي خام خيال ويٺو ته جنهن ٻه ڌر سان طرفداري ڪندس ته انهيءَ ڌر جي حق ۾ فيصلو ٿيندو. دستور مطابق هو ٽپال ڪٺي مرشد برحق جي حضور ۾ حاضر ٿيو. هن کان اڳ هميشه ائين پڇڻ فرمائيندا هئا ته ابا! ڪنهن ڪنهن جا خط آيا آهن ۽ ڇا لکيو اٿن؟ هو فقط ٻن چئن اکرن ۾ حقيقت عرض ڪندو هـو ۽ پاڻ انجو جواب ٻڌائيندا هئا ۽ ان موجب جواب لکيو ويندو هو. اهوئي پهريون دفعو هو جو حڪم ڪيائون ته خط کولي پڙهي ٻڌاءِ. سو هن جـي حيرت جي حد نه رهي جو خط جو هڪ لفظ به. هنکي سمجهه ۾ نٿي آيو حالانڪ خط سارو ٻاهران مطالع ڪري آيو هو. پاڻ قرب ڪري فرمايائون ته ابا! جلد ڪر خط پڙهي ٻڌاءِ. ليڪن هن کي خط سمجهه ۾ اچي ته پڙهي به ٻڌائي!! جنهن ڪري شرمساريءَ کان صبر ڪري

ٻيهي رهيو. هن جو پريشان حال ڏسي، پاڻ مشڪي فرمايائون ته ابا! خط ۾ هيئن لکيو اٿن ڇا ۽ خط ۾ جا نظر ڪري ڏسي ته برابر ائين لکيل آهي. مطلب ته خط هن جي هٿ ۾ ئي رهيو ۽ پاڻ سارو خط پڙهي ٻڌائي ويا. آخرين فيصلو به ڏنائون ته فلاڻي ڏر سچي آهي ۽ ٻي ڏر ڪوڙي آهي. قاضي صاحب کي آئينده لاءِ يقين ٿي ويو ته لکندڙ به پاڻ آهي ته واچيندڙ به پاڻ. مون کي وچ ۾ اجايو اڙايو اٿس.

”وهم وجودي ڪر ڦٽسا، اٿسي الڪ سان اور
محبت رکسي من ۾، ويهي چرخو تون ڇور
فاذ ڪروني اذ ڪرڪم، سڻيءَ سڄي کي سور
”غلام اڪبر“ غور ڪي، قلب منجهان تون ڪور
ويهي ور کي ووڙ، متان وڃئي ويل گذري“

(علي اڪبر)

## (٥) غيبي امداد:

محبوب مرشد سخي سرتاج سائين هڪ دفعي ڪنهن ضروري ڪم سانگي لاڙڪاڻه ديوان ڏيئل مل سيشن جج صاحب ڏانهن قاضي صاحب کي روانو ڪيو. مگر ڪيس اهو حڪم ڏنو ويو ته هو ٻيءَ گاڏيءَ ۾ واپس موٽي اچي. انهن ڏينهن ۾ انٽر ڪلاس جون رٽرن ٽڪيٽون ملنديون هيون. جنهنڪري هو لاڙڪاڻه جي رٽرن ٽڪيٽ وٺي روانو ٿيو. ۽ ڏهين بجي رات جو لاڙڪاڻه پهتو ۽ سڌو ديوان ڏيئل مل ڏانهن روانو ٿيو ۽ ڪم لاهڻ بعد واپس ورڻ لڳو. جنهن تي ديوان صاحب هن کي منع ڪئي ته سياري جي رات آهي. مون وٽ رهي پؤ ۽ صبوح واريءَ گاڏيءَ ۾ واپس وڃجانءِ. مگر هنکي اتي آرام نه آيو ۽ اسٽيشن ڏانهن پيادل روانو ٿيو. جڏهن ڦاٽڪ جي ويجهو آيو ته هن ڏٺو ته ميل ٽرين اسٽيشن کان نڪري چڪي هئي تنهن ڪري ڦاٽڪ وٽ گاڏيءَ جو اڳ جهلي بيٺو جڏهن ٽرين ڦاٽڪ وٽ آئي ته پاڻ ٽپ

ڏيٺي هڪڙي گاڏي جي در واري سيخ ۾ هٿ وجهڻ جي ڪوشش ڪيائين. مگر جيئن جو ميل تيز رفتار هلي رهي هئي تنهن ڪري هنجو هٿ سيخ ۾ نه پيو ۽ ٿاڦوڙجي ڪري پيو. مگر هن وري پاڻ سنڀاري دوباره هٿ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي. خوش قسمتاً هن جو هٿ هٿندل ۾ ڪپي ويو. مگر ٽنگون پائدان تي ڪين پهچن جنهن ڪري هو گهلبو هلندو هليو. ايتري ۾ هڪ غيبي طاقت هنجي ٻنهي پيرن کي مٿي کڻي پائدان تي رکيو. ۽ هو گاڏي جو دروازو کولڻ لڳو. مگر ڏسي ته اهو زنانو گاڏو هيو. جنهن ڪري ٻاهر بيهي رهيو. عورتن هنکي گهٽوڻي چيو، ته: ”ٻاهر سرديءَ ۾ نه بيهه ۽ اندر اچي ويهه.“ پر هو شرم سبب اندر نه گهريو ۽ ٻاهر ئي بيٺو رهيو. ميل سڌو اچي رڪ جنڪشن تي بيٺي. هو پوه هيٺ لٿو ۽ گهڻيون ئي چانهيون پيتيون مگر سرديءَ هنکي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو هو. جنهنڪري هڪ طرف وڃي روئڻ لڳو ته ايتري ۾ هڪ اجنبي شخص هنکي ٻانهن کان وٺي اٿاريو ۽ هنکي چوڻ لڳو: ”پٽ! روءِ نه، مون سان گڏ هليو اچ.“ هو هنکي ٻانهن کان جهلي اسٽيشن جي اوڀر طرف گهڻو ٻاهر وٺي ويو. اتي هڪ فقيرن جو ٽولو سچ پاريون آواز ڪلام ۾ مشغول ويٺو هو. ان شخص هن کي اتي ويهاري هڪ فقير کان زلهي وٺي هن جي مٿان وجهي پاڻ غائب ٿي ويو. ٻن ڪلاڪن بعد شڪارپور کان ٽرين آئي جا سکر وڃڻي هئي. فقيرن جو ٽولو انهيءَ گاڏي ۾ اچي چڙهيو ۽ هي به هنن سان اچي گڏ ويٺو. هو سکر ۾ لهي ويا ۽ هي سڌو درگاه شريف تي آيو. اچا سخي بادشاه جي قدم بوسي مس ڪيائين ته سائين، بادشاه غصي ۾ فرمايو، ته: هيءَ بيوقوفيءَ جو ڪم تو ڪيئن ڪيو؟“ هو ويچارو ٿي ويو ۽ نمائي آواز ۾ عرض ڪيائين، ته: ”قبله الائي مون کان ڪهڙو قصور ٿيو آهي.“

پاڻ قرب ڪري فرمايائون، ته: ”اهڙيءَ تيز رفتار گاڏيءَ ۾ تون چو چڙهين؟“ هن عرض ڪيو، ته: ”سائين جن جو حڪم هيو ته

تون ورندڙ گاڏيءَ ۾ واپس اچجان." تنهن تي سائين جن نهايت حليمي سان فرمايو ته: "ابا!! توکي ڏيئل مل نيڪ مشوره تي ڏنو سو اتي رهي پوين ها. اها ڪا وڏي ڳالهه نه هئي. پر جيڪڏهن تون حڪم جي تعميل ڪري اسٽيشن تي آئين ۽ گاڏي ڇٽي ويئي ته تون موٽي وڃين ها. ان ۾ تنهنجو ڪو قصور يا نافرماني نه هئي." اپتري ۾ مشڪي فرمايائون، ته: "ابا پوءِ پير ته تختي تي تنهنجا ڪپي ويا." هن چيو، "ها قبلا!!" وري مشڪندي فرمايائون، ته: " اندر گاڏي ۾ وڃين وهين ها. مايون ويچاريون تنهنجي ڏاڍي خدمت ڪن ها. تون بهاريءَ ۾ ويٺو هجين ها. پلا پوءِ فقيرن وٽ ته خوش ويٺو هئين؟ ابا آئينده ائين نه ڪندو ڪر. چڱو پلا هاڻي ديوان جو حال احوال ٻڌاءِ." هن حال عرض ڪيو. سائين جن هن کي پاڪر پائي ٻئي ٿڃي ۽ هن جا سمورا غم غلط ٿي ويا.

"شفيع المذنبين، سندس عالي شان؛
و سيلتنا في الدارين، سالڪ ڪون و مڪان؛
" غلام اڪبر " غريب تون، نه ٿيءُ پريشان؛
رک صدق ۽ ايمان. توکي ڪين ڇڏيندو ڪڏهن"

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته سانوڻيءَ جي مند ۾ جنهن وقت درياه شاهه پنهنجي پوريءَ موج ۾ هيو. ته شيشا محل ڏاکڻ ڪان درياهه جي چڪر لڳائڻ لاءِ قاضي صاحب دلي تي چڙهي هليو. جڏهن وچ سير ۾ آيو ته مهراڻ جي مستيءَ سبب دلو هنجي پيٽ هيٺان نڪري لڙهي ويو ۽ هو ٻڏڻ لڳو. ان وقت هن پنهنجي ڪامل مرشد کي پڪارڻ لڳو ته:

"مدد ڪر ميهر يار . سهٽي گهري ٿي سير ۾"

يڪدم هن کي هڪ غيبي آواز آيو ته فڪر نه ڪر ۽ اپتري ۾ ڪنهن مرد هن جي پيٽ هيٺان هٿ ڏيئي اچل ڏني. انهيءَ ساعت هو

درياه جي ڪپر ويجهو اچي پيو ۽ ٿاڦوڙا هڻي اچــي ٻاهر نڪتو. ان واقعي کانپوءِ جڏهن مرشد جي حاضريءَ لاءِ درگاه شريف ڏانهن وڃڻ ٿيس. تڏهن سخي بادشاهه مشڪي هنکي فرمايو، ته: ”ابا. درياه بادشاهه سان ايڏي گستاخــي نـــ ڪبي آهي.“ وڏيڪ مرڪي فرمايائـــون، ته: ”پوءِ خير سان پر تــي پهتين. تڪليف ته ڪانه ٿي؟“ هن ورائيو، ته: ”قبله توهان جا لک لطف ۽ لائق.“ پاڻ وڌيڪ هدايت ڪيائون، ته: ”ابا آئينده ائين نه ڪندو ڪر.“

”بخش بچڙايون منهنجون - تون پلا ڪرين پال،
ستر ڪر ستــار تـــون - ڪري قرب ڪمال،
”غلام اڪبر“ جو سوال - سڀئي سماجها سرين“

سخي بادشاهه جــي مريد ٿيڻ کانپوءِ اهو معمول هوندو هو ته هـــو هميشه رات جـــو ۱۲ بجي مهل روهڙيءَ جــي عيدگاه واري قبرستان ڏانهن سير ڪرڻ ۽ عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ ويندو هو. رات ساري اتي گذاري صبوح جو واپس گهر هليو ايندو هو. هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته اٽڪل ۲ بجه ڌاري رات جو جيئن چڪر لڳائي رهيو هو ته قبرستان منجهان هڪ غيبي شخص اوچتو نڪري نروار ٿيو. ۽ هن کي ٻانهن کان پڪڙي رعبدار آواز ۾ چوڻ لڳو ته توکي ڪو مرد ڏسڻ ۾ ٿو اچي جو سڀني کــي لتاڙيندو گهمندو ٿو وتين؟ هـــو انهيءَ ويرانيءَ ۾ بيگاه وقت هڪ غيبي شخص ڏسي هيسجي ويو ۽ نهايت نمائي آواز ۾ هـــن کي چيائين ته مان ڪهڙو قصور ڪيو آهي. ته ايتري ۾ سخي سرتاج اچي اتي وارد ٿيو. انهيءَ غيبي شخص کي ٻانهن کـــان پڪڙي فرمائڻ لڳو ته تون اسان جي فقيرن سان ڇو ٿو لڙين. هي ننڍڙو نه آهي. ۽ ڏٺي سائين وارو آهي. ته ايتري ۾ هو غيبي شخص غائب ٿــي ويو ۽ پاڻ قرب ڪري قاضي صاحب کي فرمايائون ته ابا تون فڪر نه ڪر. پيو بهاريءَ سان سير ڪر ڪنهن کي ڪهڙي مجال جو تنهنجو نالو وٺي. ائين فرمائي پاڻ به خير سان غائب ٿي ويا.

"محبت رکـــي سن ۾، وٺهي چرخــو چــور،
قاذ ڪروني، اذڪرڪم، سٺي سڳي ڪـــي سور؛
"غلام اڪبر" غم ڪري، قلب منجهان تون ڪور،
ويهي ورکـــي ووڙ، متان وڃٺي وهل گذري"

## (٦) دنيا ترڪ ڪري نڪرڻ ۽ مرشد جي مدد:

قاضي صاحب درازن ھر موڪل واري ڏينهن تـــي مرشد مٺي جي ديدار ۽ قرب حاصل ڪرڻ لاءِ ويندو رهندو هو. هڪ پيري سرڪاري موڪل سبب ٽي ڏينهن آفيسون بند هيون. جنهن ڪري درگاه درازا شريف پنهنجي مرشد جي حاضري ڀـرڻ لاءِ اچي حاضر ٿيو. سو هڪ ڏينهن صبوح جـو دستور مطابق ڪونٽرو کٺي جهنگ ڏانهن ويـو ۽ خليفو ميان رسـول بخش صاحب نوڪر سميت درگــاه شريف تـــي سڪونت پذير هو. جنهن ڪري هن پنهنجو ڪوٽ ۽ ٽوپي لاٿي ۾ رکي ڇڏيو. حاجت روائي بعد صاف دل صوفـي ۽ سچو سالڪ واپس اچي رهيو هو ته اوچتو قرآن پاڪ جي آيت ڪريما دل تي چڙهي آئس:

واذڪر اسم ربڪ و تبتل اليه تبتيلا (قرآن)

(سورة المزمل پاره ٢٩ رڪوع ١)

پنهنجي پروردگار جو نالو وٺ ۽ هر شيءِ ڪـــان الڳ ٿي. انهيءَ جي طرف ٿيءُ.

و الذين آمنو اشد حبا الله (قرآن)

(سورة بقر پاره ٢ رڪوع ٢٠)

جيڪي ايمان وارا آهن سڀ ڪان وڌيڪ محبت خدا سان رکن ٿا.

انما اموالڪم و اولادڪم فتنة (قرآن)

(سورة تغابن پاره ٢٨ رڪوع ٢)

هيءَ املاڪ ۽ اولاد فتنو آهي. دنيا دم گذر آهـــي آخر ڪم الله

ايندو. اهو خيال ايندي ئي ڪوئٽرو اتــي ڇڏي جهنگ منهن ڪيائين ۽ روهڙي ڪئنال جـي ڪڙ وٺي اولهه طرف روانــو ٿيو. دل ۾ اهــو پڪو ارادو ڪيائين، تہ: ”هتان پٽ شاه وڃبو ۽ اتان اجمير شريف ۽ باقي حياتيءَ جا ڏينهن اتي بسر ڪندس.“ اهــو رمضان مبارڪ جـو مهينو هو. تنهن سان گــڏ اهو ارادو پڻ ڪيائين، تــہ: ”جيستين منزل مقصود نہ پهچندس تيستائين ماني پڻ نہ کائيندس.“ اها اونهاري جـي موسم هئي تنهن ڪري صبوح جو ڏيڍ پهر تائين پنڌ ڪندو هو ۽ پوءِ وڻ جي ڇانو هيٺان ڏرتيءَ تـي سمهي پوندو هو. وري شام جو افطار ڪان پوءِ وري پنڌ شروع ڪندو هو ۽ ساري رات هلندو رهندو هــو. پياس لڳندي هيس تہ بہ ٿي ڍڪ پاڻي جا واه مان پيري وٺندو هــو. ۽ ماني اصل بس! جنهن ماڻهوءَ آسائش ۽ آرام جــي زندگي بسر ڪئي هئي. هاڻي ان جي حالت ڇا هوندي!! ان جــو بخوبي اندازو لڳائــي سگهجي ٿــو. خير پنڌ ڪندي هڪ ڏينهن صبوح جــو اچي هالاڻي شهر وٽان گــذر ڪيائين، ســو خيال آيس تہ اسانجو چٽنس سيد مدد علي شاه صاحب هالاڻيءَ جـو باشندو آهي. ياد رهــي تہ ان وقت اي- ڊي- ايم (A.D.M) کي چٽنس سڏيندا هئا. انهيءَ کـــان ان کي دفتردار سڏيندا هئا؟ ۽ هينئر ان پوسٽ کي اي- ڊي- ايم (A.D.M) ڪري سڏين ٿا. آخر ۾ شاه صاحب سکر ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي تي فائز رهيو. شاه صاحب سان هن جا دوستاڻا تعلقات هئا. جنهن ڪري انــدر ۾ اڪير پيدا ٿيس، تہ: ”جيڪر شاه صاحب کـــان موڪلايون وڃان.“ ڇاڪاڻ تہ موڪل سبب هوبہ پنهنجي ڳوٺ آيل هــو. ڳوٺ سان پهچندو پهچندو اچــي هن جـي اوطاق ۾ وارد ٿيو. اوطاق ۾ سندس وڏو ياءُ موجــود هيو. جو هڪ موڙي تـــي ويٺو هو. ۽ پيا پنج ڇهہ ماڻهو هيٺ گلم تي ويٺا هئا. ان وقت قاضي صاحب جــي هيءَ حالت هئي جو ڏوڙ ۾ سهڻ ۽ بکهہ جي اڃ سبب مٿي خواهہ ڪپڙن جي مٽان مٽيءَ جا تهہ چڙهي ويا هئا سنڌيءَ ۾ مثال آهي، تہ: ”چٽ جي

دوستي گلم جو زبان." انهيءَ حالت ۾ گلم تــي ويهڻ کان به کيپائي رهيو هيو، ڇاڪاڻ ته هن جسي ويهڻ سان نئون ۽ اچــو گلم مٽيءَ ۾ ٿڦجي وڃي ها، سو هن کي به خود گلم تي ويهڻ ناگوار نظر آيو. تاهم ويهڻو ضرور هيو. تنهن ڪري ڪچهريءَ کي سلام ڪري گلم جسي هيٺڙي ڪنڊ تي ويهڻ جو ارادو ڪيائين. جيتوڻيڪ شاه صاحب جي وڏي ياءَ سان سندس واقفيت ڪانه هئي. ان جي باوجود به هن پنهنجو قرب ڪري پنهنجي ماڻهوءَ کي حڪم ڏنو، ته: "هن ماڻهوءَ کي ويهڻ لاءِ موڙو ڪڍي ڏيو." هن ته ويهڻ به موزون نٿي سمجهيو. هتي ته موڙي تي ويهڻ جي آڇ ٿي رهي هئي. ان ڪري هن موڙي تي ويهڻ کان انڪار ڪيو. مگر شاه صاحب جــي اسرار تــي مجبوراً ويهڻو پيو. شايد اهو روحاني جلوو سندس مرشد مٺي کي نامناسب نظر آيو هجي. ته هي هن جي نوڪرن وانگر گلم ويهي رهــي. جنهن ڪري شاه صاحب جي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿيو ورنه بظاهر هن جي حالت هن جي نوڪرن کان به بدتر هئي. الحمد الله مرشد انهيءَ حالت ۾ به سندس شان برقرار رکڻ ۾ غيبي سهارو ڏنو. دستوري خوش خيرعافيت بعد شاه صاحب هن کان دستور مطابق حال احوال وٺڻ شروع ڪيو. قاضي صاحب هن کي ٻڌايو، ته: "منهنجو نالو غلام اڪبر آهي. آءٌ ذات جو ميراثي آهيان ۽ ويٺل درازن جي ڳوٺ جو آهيان. ڪرت ميراثن واري پنج ڪٽي پنڻ ۽ ڪائڻ آهي، شاه صاحب پڇا ڪيس، ته: "ڪيڏانهن وينديون؟" هن جواب ڏنو ته "ڪنهن سخي مرد جي الله مراد پوري ڪئي آهــي سو وڃان ٿو هنکي مبارڪ ڏيڻ ۽ چار ڏوڪڙ هن کان خيرات وٺي وڃي ٻچڙن جو سفر گــذر ڪندس." وري شاه صاحب هــن کــان پڇيو، ته: "ڀلا هت ڪيئن آيــو آهين ۽ مدد علي شاه تنهنجو ڪيئن واقف ٿيو؟" هــن جواب ڏنو، ته: "فقيرن جي اميرن ســان واقفيت ڪانه هوندي آهي. مون ٻڌو آهي ته سائين مدد علي شــاه سخي مرد آهــي انهيءَ ڪري لنگهي آيــو آهيان ته هن کــــان چئن پئسن جي خيرات وٺي گذر سفر

ڪندس ۽ سندس سربخت ڪي دعا ڪندو رهندس تنهن تي شاه صاحب فرمايو، ته: ”فقير مدد علي شاه دير سان ٻاهر اوطاق ۾ ايندو آهي.“ جنهن تي هن ڪيس جواب ڏنو، ته: ”سائين! جڏهن به ٻاهر اچي، تيستائين مان سندس انتظار ۾ ويٺو رهندس. مون کي ڪو به ڪم ڪار ڪونهي ۽ منهنجو سفر گذر به پنن منگڻ تي آهي. ۽ ويٺو رهندس.“ تنهن ڪانپوءِ شاه صاحب ڪيس ماني جي صلاح ڪئي. ڪيس جواب ڏنائين، ته: ”قبله! روزو اٿم. ماني نه کائيندس.“ انهيءَ جواب تي شاه صاحب کي عجب لڳو. هن کي اچرج سان ڏسڻ لڳو. خير....

ڪجهه دير بعد ڪيس دل ۾ خيال آيو ته جنهن صورت ۾ دنيا کي ترڪ ڪيو اٿئي ۽ لوڪ جو لاڳاپو ڇڏيو اٿئي ته پوءِ مدد علي شاه سان تنهنجو ڪهڙو ڪم اٿين جنهن لاءِ تيار ٿيو ۽ خيال ڪيائين ته به ٿئي اڪر هن جي واقفيت لاءِ لکي ڇڏيان ته بهتر ٿيندو. سو شاه صاحب جي هڪڙي نوڪر کي چيائين، ته: ”مهرباني ڪري ڪو پنو پينسل ڏيوم ته ڪجهه لکندس.“ انهيءَ استدعا تي انهن کي حيرت اچڻ لڳي. هي فقير حقير ڇا لکندو تاهم هنن هن کي پنو ۽ پينسل آڻي ته ڏنو مگر هن ڏانهن غور سان ڏسڻ لڳا ته هي ڇا ٿو لکي.

هن ڇٺي انگريزيءَ ۾ لکي هنن جي سپرد ڪئي، ته: ”سائين مددعلي شاه جڏهن اچي ته هن کي ڏجو.“ انگريزي لکڻ تي هننجي دل ۾ قوي گمان گذريو ته هي ضرور ڪو جاسوس آهي. تنهن ڪري هنن يڪدم اها چٺي اندر سائين مدد علي شاه وٽ پهچائي. مگر فقير ان عرصي ۾ نڪري ويو. سائين مدد علي شاه توقع کان اڳ ٻاهر آيو ۽ ياڻ کان پڇيائين، ته: ”قاضي صاحب ڪيڏانهن ويو.“ ٻانس حيرت منجهان جواب ڏنس، ته: ”ڪهڙو قاضي صاحب؟“ ”تڏهن هي چٺي ڪنهن لکي؟“ جواب ۾ چيائين، ته: ”اها چٺي هڪ ميراثي پنن منگڻ لاءِ آيو آهي. ان لکي آهي.“ ”پلا اهو ميراثي ڪيڏانهن ويو؟“ مگر ميراثي ٻاهر نڪري وري اچي روهڙي ڪئنال جي ڪڙ ورتي. هيءَ

هو گفتگو ھو ٻنھي پاڙن جو وچپر ٿيو. آخر شاھ صاحب ھن جي جستجو لاءِ نوڪرن کي موڪليو مگر ھو نا اميد ٿي موٽي آيا.

ھتي پوءِ ھڪ ذڪر ڪرڻ به ضروري آھي جو معلوم ٿيو ته جڏھن ھو جھنگ کان واپس ڪونه موٽيو ۽ گھڻي دير گذري ته خليفي صاحب پنھنجي نوڪر کي چيو ته ھن وقت تائين غلام اڪبر جھنگ کان واپس ڪونه آيو آھي. جاچ رکي اچ، پيو ته خير آھي؟! نوڪر جواب ڏنو ته مٿان روھڙي واپس ھليو ويو ھجي. جنھن تي خليفي صاحب چيس ته سندس ڪوٽ ٽوپي ۽ پئسو ڏوڪڙ سڀ ھتي رکيو اٿس سو ڪوٽ وري ڪيئن ويندو؟ مطلب ته ھنن گھڻي ڳولا ڪئي مگر پتو ڪونه پيو. وري جڏھن موڪل گذرڻ بعد ڪوٽ موٽي نه آيو ته مائٽن انتظار سبب درازن ڏانھن ماڻھو موڪليو. ھوڏانھن جڏھن آفيس کلي ته ھي آفيس ۾ ڪونه پھتو ته سائين مدد علي شاھ ھڪڙي ڪلارڪ کي روھڙيءَ موڪليو ۽ کيس ٻڌايو، تہ: ”ھو فقيري ويس ۾ اسانجي ڪوٺ آيو ھو. مگر وري الائي اتان به ڪيڏانھن ھليو ويو.“ اھو سمورو پتو ڪيو اچ. مطلب ته سڀ حيران پريشان ھئا. ته ھي ڪيڏانھن ويو، جنھنجو درگاھ تي رکيل سامان گھر اچي پھتو. مگر سامان جي مالڪ جو نڪو پتو، نڪو نشان !!

سائين مدد علي شاھ جي اوطاق ڪان روانو ٿي وري اچي واھ جي ڪڙ ورتائين ڏينھن جو آرام ۽ رات جو پنڌ ڪندو ھلندو ھليو. بڪ بيتاب ڪيس. لنگون اڳتي ھلڻ کان پڙ ڪيڊي بيٺيون. پوءِ رات ڏينھن روئيندي رڙندي ۽ فرياد ڪندي پئي گذاريائين.

”گذاري درست تو دلڙي، عمر ساري آه سورن ۾،
مگر ڪو وس ناھي ڪنھن جو، نصيبن ۾ لکيل ھوندو.“

(غلام اڪبر)

انھيءَ نفس ڪشيءَ ۾ پندرھن ڏينھن گذري ويا. ھڪ ڏينھن مرشد مٺي کيس خواب ۾ حڪم ڪيو ته يڪدم واپس موٽ. پوءِ واھ جي،

ڪڙ ڪڏي اچي ڪنهن اسٽيشن تي پهتو. مگر هن وٽ پئسو ڪونہ هيو ۽ بنا ٽڪيٽ سفر ڪرڻ لاءِ بہ تيار ڪونہ هيو.

تنهنڪري مرشد ڪـي دل ۾ عرض ڪيائين، تـہ: ”مـسان اڳ بنا ٽڪيٽ ڪڏهن بہ سفر نہ ڪيو آهي ۽ نـہ هاڻي ڪندس! منهنجي ٽڪيٽ لاءِ بندوبست ڪريو. ٻي صورت ۾ وري پيادل موٽي ايندس پوءِ جڏهن بہ روهڙي پهتس.“ ائين چئي اسٽيشن جي ڇيڙي تـي وڻ جي ڇانو هيٺان ويهي رهيو. ٿوريءَ دير گذرڻ بعد ڪو شخص وٽس آيو ۽ پڇيائينس، تہ: ”روهڙيءَ تون ويندين؟“ جواب ۾ ”هائو“ ڪئي. سو هو انهيءَ دم روهڙيءَ جي ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ سندس هٿ ۾ ڏيئي پاڻ هليو ويو. ٿوري دير ڪانپوءِ ريل گاڏي ۾ سوار ٿي خير سان اچي روهڙي پهتو. گهر وارا سڀ سندس قابل رحم حالت ڏسي حيران ٿي ويا. مگر انهيءَ سفر جي تڪليف سبب سندس پنيون ڦاٽي پيون ۽ پير سڄي ويا هئا ۽ حلق بہ سڪي ويا هيس جنهن ڪري صرف رات ڏينهن ڪيس کير پياريـو ويندو هـو. جڏهن سائين مدد علي شاهہ ڪـي سندس خبر پيئي تڏهن هو طبيعت پرسيءَ ۽ حال احوال وٺڻ لاءِ روهڙيءَ آيو. ۽ سندس ضعيف حالت ڏسي مهنو موڪل منظور ڪري ويـو. هي واقعو سال ١٩٢٤ جو آهي.

”سبق يـــار سمڪاريـــو، پنهنجو پـــاڻ سڃاڻ،
ونحـن اقـــرب ويجهڙو، (اهـــا) رک اهڃاڻ،
”غلام اڪبر“ غير تـــون، اصل پاڻ نـــہ چاڻ،
ساجن توسان ساڻ، پوءِ ڪاڏي ٿـو ڪن ڪڙين“.

## (٧) فقر جي زندگيءَ تي هڪ نظر:

هزارين گل دنيا جي باغن ۾ ٽڙن ٿا، تن مان ڪي گوشہ گمنامي ۾ پنهنجي مهڪار ڦهلائن ٿـا تہ ڪن جـي خوشبوءِ مان انسان ذات

فائدو حاصل ڪري ٿي. قاضي علي اڪبر درازي جـي فقيري ۽ فيض جـا واقعات سندس زندگـيءَ سان وابسته رهيا آهـن. سرتاج الشعراء سچل سرمست رح هڪ هنڌ فرمايو آهي ته:

”اگـر بخواهـــي ميشوم، واقف از اين اسرار راز،
بس بکن بـــا صدق دل، روئی بسوئی شاه دراز.“ (آشکار)

جيڪڏهن تون چوين ته مان انهن اسرارن مان واقف ٿيان ته دل جي سچائي سان شاه درازا هليو اچ.

سبحان الله! اهڙي ڪشاده دلـيءَ سان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪنهن به اولياءُ الله اهڙي دعوت عام ڪانه ڏني آهي، پـر پاڻڏيهڙن لاءِ اڄ به فيض عام جاري آهي ۽ انشاءالله قيامت تائين جاري رهندو. حضرت سائين سخي قبول محمد دوم ”رح“ جا ڪيترائـي مريد هئا، جن جي دعا، ڪامل مرشد جي وساطت سان خدا تعاليٰ جي حضور ۾ مستجاب ٿيندڙ هئي. جنهن به شخص لاءِ دعا گهرندا هئا، ته ان لاءِ ڪين رات جو هادي برحق وٽان ارشاد ٿيندو هو، ۽ اهـو ارشاد صبح جو انهيءَ سائل کي ٻڌائيندا هئا.

ان سخي مرد ۽ ڪامل اڪمل ولي جي پيارن طالبن مان قاضي علي اڪبر بتخلص ”غلام اڪبر“ درازي پڻ هڪ هيو. جنهن کـي صاحب ولايت ۽ معرفت ڏيکاريندڙ ڪامل مرشد بقا بـا الله حضرت سائين قبول محمد دوم رح خاص توجهه جي نظر سان ”فنافي الشيخ“ جي منزل کان ٿپائي چڙهيو. جنهن رتبهء فيض پنهنجو قلبي تاب ڏيکاريو ۽ هن سان ڪمال جو قرب عطا ٿيل هو.

”ڪي سچـا دوست دنيا ۾، اڃان پڻ آهين،
نـــازڪ ناتو نمنهن جـــو، لائـــي نڀائين،
پيرنه پلٽي پائين، ”غلام اڪبر“ غريب چوي“

منهنجي عيني مشاهدي ۾ ڪيترئي مثالي ڳالهيون موجـود آهن. هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته منهنجي نوڪري جي وقت ۾ ان وقت جي بالا عملدار سپرنٽينڊنٽ انجنيئر صاحب جو مون سان اختلاف ٿي پيو، انهيءَ حد تائين جو نوڪري جي سلسلي ۾ هڪ وڏي نقصان جو خطرو پيدا ٿي چڪو هو. آءٌ وقت جي ماجرا حضرت والد بزرگوار جن ڏانهن تفصيل سان لکي موڪلي، جو ان وقت جناب قاضي صاحب جن آب و هـوا بدلائڻ لاءِ ڪوئٽه ويـل هئا. آءٌ پنهنجي خط اندر والد صاحب جن جي دعا، حاجت روا لاءِ عرض ڪيو هوم ته مرشد سائين جي دروازي تان خير سلامتيءَ لاءِ دعا گهرن!! هي واقعو ماه آگسٽ ١٩٦٠ع جو آهـي. جڏهـن منهنجو خط سائين قاضي صاحب جن کـي موصول ٿيو تڏهن ان رات جو پنهنجي ڪامل مرشد کي ختمو بخشي دعا گهري سمهي پيا. حضرت سچل سرمست جي چوڻي آهي ته:

”جاڳڻ آهه جنجال!! ننڊ تـه نـاز پرين جـــو،
سمجهي ڪو سچيڏنه چئي، هي هاديءَ وارو حال،
جي خاصو رکي خيال، ته سمهڻ سان ٿي سڌ پوئي“

انهيءَ رات جو خواب ۾ ڪامل مرشد جي زيارت نصيب ٿي، ۽ پنهنجي شفقت شاهاڻـي ڪري، ارشاد فرمايو تـه ”ابا!! تـون ڪوبه فڪر نه ڪر، جيڪو اسانجي فقيرن سان کهندو، سـو حڪم هاديءَ جي سان نـه رهندو. ڪيس سنڌ بدر ڪيوسون.“

صبح جو والد صاحب مون ڏانهن مرشد سائين جو ”ارشاد“ لکي موڪليـو. جنهن ڏينهن جوابـي خط مليـو، برابـر ان ڏينهن اسانجي سپرنٽينڊنٽ انجنيئر صاحب جي بدلـي جـو حڪم ملتان لاءِ پهچـي چڪو هو.

ٻئي دفعي جو ذڪر آهي تـه صبح جـــو سوير ڪن ماڻهن اچي

قاضي علي اڪبر صاحب درازيءَ جي گهر جي گهٽتي وڃائي. هي ماه رمضان المبارڪ جو پوبون ڏهاڪو هو ۽ غالباً سال ۱۹۶۲ع هو. ٻاهر اچڻ تي، انهن ماڻهن دريافت ڪيو ته ”هي قاضي غلام اڪبر جو گهر آهي. تصديق ڪرڻ ڪانپوءِ هنن ٻڌايو ته اسانجو ماڻهو بيمار آهي ۽ هفتي ڪن ڪان ولي پير فاضل شاه جيلانيءَ جي درگاه تي سوالي هئاسين. اڄ رات جو اڌان اسانکي نياءُ مليو آهي ته روهڙي شهر جي قاضي محلي ۾ قاضي غلام اڪبر جي نالي سان حال حيات فقير آهي، ان وٽ وڃو ۽ ان فقير جي دعا سان هن کي الله وٽان شفا ملندي.“

سو انهن مان هڪڙي قاضي صاحب کي ڏسڻ شرط دل جي اڪبر سان دانهه ڪئي ته اهائي ساڳي صورت آهي، جيڪا اسانکي فاضل شاه جيلانيءَ ڏيکاري هئي. ٻئي ڏينهن تي هي سائل شفا وٺي پنهنجي ڳوٺ روانا ٿيا. دعا طلبيءَ لاءِ ڪيترا ماڻهو وٽس ايندا هئا. ۽ مراد جا موتي ميڙي واپس ورندا هئا.

اهو سڀ ڪجهه انهيءَ ڪامل مرشد سخي بادشاه جي ڪرم نوازيءَ ۽ سخا جو فيض هو. حضرت سچل سرمست رح هڪ هنڌ فرمائين ٿا.

”ٻانڌ سڃاڻج پنهنجو، اٿئي ڪل اندر گوهر،
ٿلو ڪري ٻهانيءَ جو، ٻوهاري ٻوهر،
جوت پريو جوهر، ”سچل“ پسين ٻاڻ ۾“

(سچل سرمست)

تنهن سان ڳنڍ الفرقان ۾ آيل آهي ته:

ذالک فضل الله يوتيه من يشاءُ (قرآن)

هي الله تعاليٰ جو خاص فضل آهي، جنهن تي چاهي تنهن تي عطا ڪري.

## شجره خاندان سچل سرمست دولهہ درازي فاروقي رح
## بہ سلسلہ حضرت امير عمر بن خطاب الفاروق رضي الله عنہ



سلسلهٴ طريقت:

حضرت قاضي علي اڪبر درازي حنفي، سني ۽ قادري طريقي سان منسلڪ هو، سنڌس طريقت سنڌ جي مشهور صوفي قادري درگاه حضرت سچل سرمست رح جي گاديسرن مان حضرت سخي قبول محمد صاحب (دوم) درازي جو دست بيعت ٿيل هو، سنڌس طريقت جو سلسلو هن ريت آهي.

(١) قاضي علي اڪبر درازي (١٨٩٥ع-١٩٨١ع) مريد حضرت سخي قبول محمد (دوم)- (١٨٤٢ع-١٩٢٤ع) جو، (٢) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ خواجه نجم الدين (١٢٣٩هه - ١٢٧٢هه) جو، (٣) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ خواجه نظر محمد (١٢٠١هه - ١٢٥٢هه) جو. (٤) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت سخي قبول محمد اول (١١٨٠هه - ١٢٤٥هه) جو، (٥) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت خواجه عبدالحق اول (١١٢٠هه - ١٢١٤هه) جو (٦) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت حافظ محمد موراڪي عرف ميان صاحبڏنه (١١٠١هه ٠٩٢ هه) جو (٧) اهو مريد حضرت سيدنا عبيدالله جيلاني رح جو، (٨) اهو مريد حضرت شيخ عزيزالله جو، (٩) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت جان الله المعروف به شيخ محمد سنوري قادري جو (١٠) اهو مريد حضرت شيخ ميرانجي برهانپوري جو، (١١) اهو مريد حضرت شاه عبدالشڪور جو، (١٢) اهو مريد شاه برهان الدين جو، (١٣) اهو مريد حضرت شيخ نجم الدين جو، (١٤) اهو مريد حضرت شيخ خطيب احمد آبادي جو (١٥) اهو مريد شيخ برهان الدين بن سيد محمود جو (١٦) اهو مريد سيد مخدوم ناصرالدين محمود جو (١٧) اهو مريد پنهنجي والد حضرت سيد مخدوم جلال الدين جهانيا جهان

---

نوٽ:- نمبر ١ کان ٨ تائين مرحوم قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي ڪتاب ”سخي سرتاج ۽ دولهه درازي“ ۾ سلسلو ڏنو آهي.

گشت بخاري رح (ولادت (٢ ذوالعقد ٧٠٤هہ - وفات ٢٢ رمضان المبارڪ ٨٠٠هہ) بن سيد احمد ڪبير اچوي بکري بن سيد جلال‌الدين حسين ڪبير سرخ بخاري (ولادت ٥٩٥هہ - وفات ١٩ جماديالاول ٦٩٠هہ) جو، (١٨) اهو مريد حضرت مخدوم رڪن‌الدين ملتاني جو، (١٩) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت مخدوم شاه صدرالدين ملتاني جو، (٢٠) اهو مريد پنهنجي والد بزرگ حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتاني رح (٥٦٥هہ - ٦٦٦هہ) جو، (٢١) اهو مريد شيخ‌المشائخ حضرت شيخ شهاب‌الدين عمر سهروردي (٥٣٩هہ - ٦٣٢هہ) جو، (٢٢) اهو مريد محبوب سبحاني، قطب رباني حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني (٤٧١هہ - ٥٦٢هہ) جو، (٢٣) اهو مريد حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ المخزومي رح جو، (٢٤) اهو مريد حضرت ابوالحسن علي بن محمد قريشي رح جو، (٢٥) اهو مريد حضرت شيخ ابوالفرح طرطوسي رح جو، (٢٦) اهو مريد شيخ ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز رح جو، (٢٧) اهو مريد حضرت شيخ ابوبڪر شبلي رح جو، (٢٨) اهو مريد سيد الطائفة حضرت ابوالقاسم جنيد بغدادي رضہ (٢٩٧هہ) جو، (٢٩) اهو مريد حضرت سري سقطي رضہ جو، (٣٠)

---

نمبر ٩ کان ٢٣ تائين مختلف ڪتابن تان تحقيق ڪيل آهي.

نمبر ٢٤ کان ٣٥ تائين ڪتاب "غوث اعظم" اردو طباعت ص ٩١ مرتب امان الله خان "ارمان" سرحدي مطبوع ١٩٧١ع لاهور. ۽ غنية‌الطالبين اردو ترجمه شمس بريلوي ص ٢٧ تي ذڪر آهي.

هن سلسلي کي سلسلهء مشائخ چوندا آهن. مٿي ڄاڻايل سلسلي ۾ نمبر ٣١ کان آخر تائين هاشيه ۾ ڏسڻ گهرجي. مذڪور سڀئي شاخون مستند آهن، جن ۾ ڪوبه شڪ شبهو نه آهي.

(ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو.)

اهو مريد حضرت شيخ معروف ڪرخي (المتوفي ٢٠٠هه) جو (٣١)★-
اهو مريد حضرت خواجه عجمي رضه جو، (٣٢) اهو مريد حضرت خواجه حسن بصري رضه (٢١هه - ١١٠هه) جو، (٣٣)، اهو مريد سيدالشهداءَ حضرت امام حسين رضه (٤هه - ٦١هه) جو، (٣٤) اهو مريد پنهنجي والد امام الاول اميرالمؤمنين حضرت علي بن ابي طالب رضه (شهادت ٤٠هه) جو، (٣٥) اهو مريد سرور ڪائنات فخر موجودات محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جو، (٥٧٠ع - ٦٣٢ع).

---

★- حضرت شيخ معروف ڪرخي ڪي ڪيترن ئي بزرگن کان فيض حاصل ٿيو هو. ”سلسله الذهب“ موجب شيخ معروف ڪرخي جو سلسله طريقت هن ريت بيان ڪيو ويو آهي. شيخ معروف ڪرخي مريد سيد ابوالحسن علي ابن موسيٰ رضا رضه جو، اهو مريد حضرت امام سيد موسيٰ ڪاظم رضه جو، اهو مريد حضرت امام جعفر صادق رضه جو، اهو مريد حضرت امام باقر رضه جو، اهو مريد حضرت امام زين العابدين رضه جو، اهو مريد سيدالشهداءَ حضرت امام حسين رضه جو، اهو مريد سيدنا امرالمؤمنين حضرت علي بن ابي طالب رضه جو، اهو مريد سيد الانبياءَ سرور عالم محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جو. (بحواله غوث اعظم ص ٩١ امان الله خان ”ارمان“ سرحدي مطبوعه ١٩٧١ع لاهور) - غنية الطالبين ص ٢٨ مترجم شمس بريلوي مطبوع مدينه پبلشنگ ڪمپني ڪراچي ١٩٧٧ع.

# ( باب چوٿون )

## (١) ملازمت کان بعد جون مصروفيات :

بتاريخ ٢٧ جولاءِ ١٩٥٠ع، ۾ پنجونجاه سال عمر تي قاضي علي اڪبر صاحب سرڪاري ملازمت تان رٽائرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ سال ١٩٥١ع ۾ تقريبن ڇهه ست مهنا سنڌ سيڪريٽريٽ ڪراچيءَ ۾ فوڊ ڊپارٽمينٽ ۾ سپرنٽينڊنٽ تي ڪم ڪيو. ليڪن ڪراچيءَ جي گهميل آب و هوا سندس طبيعت کي راس نه اچڻ سبب ستت ئي ان نوڪريءَ کان فارغ ٿي ابائي نگري ۾ دوباره اچي آباد ٿيو.

انهيءَ بعد ڪجهه قدر مذهبي جلسن جلوسن ۾ حصو وٺڻ لڳو. انهيءَ دوران روهڙي ميونسپالٽي جي ميمبرن جي چونڊن جو چرچو شروع ٿيو. دوستن ۽ احبابن جي زور بار ڀرڻ تي پاڻ چونڊن ۾ حصو ورتائون ۽ سال ١٩٥٥ کان ١٩٥٩ع تائين ميونسپل ڪائونسلر ٿي رهيا. علم و ادب جي شوق و شعور موجب ۽ قوم ٻچن جي خدمت جي جذبي سان انهيءَ سموري عرصي دوران پاڻ ايڊيوڪيشن ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جا فرائض نهايت خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنا.

هن مصروفيات کان علاوه تقريباً اٺ سال نامزد ڊپٽي رجسٽرار ڪو آپريٽو سوسائٽيز مقرر رهيا ۽ جنهن جا فرائض پوريءَ تندهيءَ سان بجا آندائون.

دنيوي ڪمن ڪارن کان علاوه راڳ ويراڳ جون مجلسون ۽ ميلا پنهنجي آبائي باغ، جو روهڙيءَ جي نزديڪ مين روڊ تي واقع آهي، انهي زور شور سان جاري رهيا. پنهنجي مرشد هادي جي عشق ۽ محبت وچان باغ جو نالو ”سخي آباد“ رکيائون. جنهن اندر هردم فقيرن جا منڊل آخرين گهڙيءَ تائين مچندا ۽ رچندا رهيا.

## (٢) حرمين شريفين جي زيارت :

”عجب اوٺائيون مون ۾، بيحد شمار،
مگر ملو نالو تنهنجو، ستار ۽ غفار،

”غلام اڪبر“ غريب هـــي، توڙي گنهگار،
تہ بہ آهي اميد وار، جو لطف تنهنجو بي حساب“

(علي اڪبر)

ڪامل اڪمل ولي حضرت سخي قبول محمد دوم ”رح“ جـي طرفان فريضہ حج ادا ڪرڻ جـي اجازت ملڻ بعد، قـاضي صاحب ١٢ فيبروري ١٩٦٤ تي روهڙي کان روانو ٿيو. ۽ پنهنجي وطن کي خيرباد جو سلام چئي ١٩ فيبروري صبح جو ڪراچي کان روانو ٿيو. سمنڊ جو سفر طئہ ڪري ٢٥ تاريخ جده شريف پهتو. حج جي نيڪ سعادت نصيب ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌن جهاز ١٨ مئي تي جده شريف کـان روانو ٿيو ۽ ٢٤ تاريخ ڪراچي بندرگاه تي لنگر انداز ٿيو ۽ تاريخ ٢٦ مئي صبح جو خير سلامتيءَ سان پنهنجي ابائي ڪکن تي اچي سهڙيو. هن سعيد سفر جي دوران هرحال ۽ هر حاجت ۾ سنڌس مرشد مئي جي مدد شامل حال رهي، حج جو تفصيلي احوال هن ريت آهي:

جده: جڏهن جهاز تان لهي جده ڪئمپ پهتو تـہ ان وقت رات جـو ڪافي حصو گذري چڪو هـو، جنهن ڪري سامان ڪٺائي ۽ ڪئمپ ۾ جڳهہ وٺڻ لاءِ پريشان حال ۾ خاموش ٿي پاسيرو تي ويهي رهيو، اتفاقاً مسٽر عبدالفتاح ميمڻ سعودي عربيہ ۾ پاڪستان جـي طرفان مقرر سفير اچي نڪتو ۽ قاضي صاحب کي اچي ڀاڪر پائـي مليو ۽ چيائين تـہ چا چا منهنجي لاءِ ڪو ڪم ڪار؟ سو هن ڪـي فرمايائون، تہ: ”پنهنجن ماڻهن کي چئو تہ منهنجو سامان کولهي- ڪٺي ڪنهن مٿانهين جڳهہ تي رکي ڏين.“ ان وقت هن پنهنجن ماڻهن کي چيو، تہ: ”چاچي جو سامان کولهو ۽ ڪٺو.“ سامان بہ هٿيڪو ٿيو ۽ رات جي رهڻ لاءِ جڳهہ بہ وٺي ڏنائين ان ڪانپوءِ بہ هو هن سان اڪثر ملندو رهندو هو. جنهن ڪري سنڌس عملو قاضي صاحب کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ويو هـو. تنهن ڪري وقت بہ وقت اهـي ماڻهو سنڌس مدد ڪندا رهندا هئا.

**مڪہ معظم:** قاضي صاحب کي رهڻ لاءِ جاءِ "محلہ مفسلہ" ۾ ملي ويئي جنهن لاءِ روايت آهي، تہ: "حضرت عمر فاروق رضي‌تعاليٰ‌عنہ جي لڪر تي تعمير ٿيل آهي. جاءِ ڪشادي، سهڻي ۽ بنگلي نموني ٺهيل هئي جنهن ۾ (پاڻ ۽ سندس اهليہ جا پڻ حج تي ساڻن گڏ هئي) رهندا هئا. جنهن جي مسواڙ سادا ڇهہ سؤ ريال ڀريندا هئا.

مڪہ معظمہ ۾ جتي اڳ حضور پر نور صلي‌الله عليہ و آلہ وسلم جي رهائش گاہ هئي. اتي هينئر عاليشان ايئرڪنڊيشن لائبريري قائم ڪئي ويئي آهي. جنهن ۾ سڄي دنيا جا بهترين ۽ ناياب ڪتاب اڄ بہ موجود آهن. چوڪيدارن جي منع ڪرڻ جي باوجود برڪت خاطر لئبرري ۾ ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪيائين.

**ڪعبت‌الله شريف:** قاضي صاحب هڪ ڏينهن حرم شريف ۾ ويٺو هو تہ حضرت شاہ فيصل، بادشاہ سعودي عربيہ پنهنجي ساٿين سميت حرم شريف ۾ اچي نڪتو، ۽ ڪعبت‌الله شريف جو سونو دروازو کوليو ويو. جيئن جو دروازو زمين جي ليول کان مٿي آهي. تنهن ڪري ٽن ڏاڪن واري ڏاڪڻ ڪٺي آيا هئا. سو ڏاڪڻ تي چڙهي مٿي ويا ۽ ڏاڪڻ مٿي ڪئي ڇڏيائون. ڪي حاجي صاحبان هڪ ٻئي کي ٻڌيءَ تي ڪئي سوني دروازي اندر داخل ٿي مٿي ڪعبت الله شريف تي چڙهي وياہ سو قاضي صاحب جي بہ اچي دل سرڪي، تہ: "آءٌ بہ مٿي چڙهي وڃان." مگر هڪ ضعيف ماڻهوءَ لاءِ مٿي چڙهڻ ناممڪن هيو ۽ ٻيو ڪو رفيق بہ ڪونہ هو جو هن کي ٻڌيءَ تي ڪئي مٿي چاڙهي! سو الله پاڪ کي عرض ڪري هو اڳتي وڌيو تہ غيبي مدد ڪري مونکي مٿي چاڙهہ. مگر ڏڪا ڪائي پوڻتي موٽي آيو. اهڙيءَ طرح ٻہ دفعا ڪوشش ڪيائين پر بيسود ويئي. ٽئين دفعي ابترا تہ سخت ڏڪا مليس جو سندس اميد پوري ٿي نہ سگهي ۽ نهايت عاجزي سان عرض ڪيائين، تہ: "يا (دائم‌الاحسان) (هميشہ احسان ڪندڙ) اڄ مون تي تون احسان تہ ڪونہ ڪيو! مگر تعدي بہ اهڙي ڪرايہ جو

ماڻهن ڏڪا ڏيئي موڪلائي ڇڏيو." سو هن اهو خيال پنهنجي دل ۾ مس ڪيو ته هڪڙو حاجي ٻئي حاجي کي چوڻ لڳو، ته: "اهــي ماڻهو بد تهذيب ۽ بي ادب آهن جهڪي مٿي چڙهي ويا آهــن. جنهن شيءِ جو دل جي عقيدي سان طــواف ڪجي ۽ نهايت ادب ۽ احترام سان چمجي، تنهن تي پير رکي مٿي چڙهي وڃجي. اها ادب جـــي خـــلاف ڳالهه آهي. ايمان واري ماڻهو کي ڪم از ڪم ائين ڪرڻ نه گهرجي." انهيءَ جواب ملڻ تي هن جي دل مان رنج ۽ ملال نڪري ويو، بلڪ شڪر بجا آندائين، ته: "مالڪ! تنهنجا لک ڪروڙ ۽ قرب! جو مون کان اهو غلط ڪم سر زد نه ٿيو ۽ منهنجو ايمان رهجي آيو. الحمد الله!!

تاريخ ۹ ذوالحج تـــي عرفات ۾ حج ٿيندو آهي. تاريخ ١٠ تـــي موٽي منا ڏانهن اچبو آهي ۽ اتي قرباني ڪبي آهي ۽ مٿو ڪوڙائبو آهي ۽ شام جو اتان ڪعبة الله شريف وڃي طــواف ڪري ۽ وري موٽي منا ڏانهن اچبو آهي. ان لاءِ هرهڪ ٽولي ڪنهن نه ڪنهن لاري جو بندوبست ڪندي آهي. سو قاضي صاحب واري ٽولي ۾ ٢٥ ڪن حاجي صاحبان هئا. سو لاري ڀاڙي تي ڪري ڪعبة الله جـــي طواف لاءِ روانا ٿيا. لاري واري حرم شريف جي ٻاهران لاهي، ڪين چيائين ته: "آءٌ لاري ڪاهي وڃي معلم جي دروازه وٽ جهليندس. اوهــان طواف کان فارغ ٿي سب اتي اچجو ته واپس منا هلنداسون."

حرم شريف جي بلڪل قريب هڪ جڳهه آهي جنهن ۾ ڪاڪوس غسلخانه ۽ وضو ڪرڻ لاءِ نلڪا لڳل آهن. ۽ هرڪو حاجي اتي وضو ڪري طواف لاءِ ڪعبةالله شريف ڏانهن ويندو آهي. مگر قاضي صاحب کي شروع کان اها عادت پيل هئي ته وضو گهران ڪري نڪرنـــدا هئا. تنهن ڪري هو سڌو پنهنجي گهر ويو.

حرم سندن جاءِ جنهن ۾ رهندا هئا اها فليٽ سسٽم جي نموني تي ٺهيل هئي. مالڪ جاءِ جي ٽئين منزل تـــي رهندا هئا. هرهڪ پنهنجو پنهنجو در بند ڪري ويندو هـــو ۽ ڏاڪڻ وارو دروازو هميشه کليل

رهندو هو. مگر انهيءَ ڏينهن مالڪ دستور جي خلاف هيلون ڏاکڻ وارو دروازو بند ڪري ويا هئا. جو ڪين ڪڪ هئي ته اچ ڪوبه واپس ڪونه ايندو. دروازي بند هجڻ ڪري ڪين ڏاڍي تڪليف درپيش آئي. ڪين ڪنجي ڏاڍي دير سان ملي. پوءِ جڏهن هي طواف ڪرڻ لاءِ اندر گهريا ته سندن ساٿي لاري لاءِ موٽي ٿي ويا. صرف هي ٻه ڄڻا پٺتي رهيل هئا. جنهن ڪري ڪين سخت انتظار ٿي پيو ته جيڪڏهن لاري ڇٽي وئي ته ڪيئن واپس منا وينداسون. انهيءَ پريشانيءَ ۾ طواف تمام تڪڙو ۽ بي دليو ڪيو ويو. خير طواف پورو ڪري وجي پنهنجي ساٿين سان ملي، منا موٽي آيا. مگر قاضي صاحب جي دل ۾ سخت ارمان رهجي ويو ۽ سوچڻ لڳو ته پارنهن لک حجاج ۾ فقط منهنجو طواف ناقص ۽ بي دليو ٿيل آهي. الائي قبول پوندو يا نه؟ انهيءَ سوداءَ هن جي دل ۾ ڪافي پريشاني پيدا ڪئي. الله تعاليٰ پنهنجو ڪرم و فضل ڪيو ته جڏهن موٽي گهر پهتا ته ملي مرشد- هادي برحق جي خاندان جي هڪ بيبيءَ صاحبه ڪان خواب جو احوال ٻڌائين جنهن ۾ ڪين سخي سرتاج ارشاد ڪيو هو ته "قاضي غلام اڪبر جو حج قبول آهي."
تنهن سان گڏ درگاه شاه درازن جي فقير رجب علي ٻڻ اهڙوئي خواب ڏٺو هو. جنهن خود اهڙو اطلاع ڏنو. پوءِ هن جي دل کي تسلي ۽ تسڪين، خوشي ۽ مسرت حاصل ٿي. اهو آهي ڪامل مرشد جي باطني مهربانين جو اثر! سچل سرمست جو قول آهي ته:

"ڪچو سچو ڪين ٿي؛ توڙي اچي رنگ،
سچي سندي سنگ، ڪچا سچا ٿي ويا."

**مدينه منوره:** سچل سائين جو فارسي ڪلام آهي ته:

"جلوه حسنش چو بيني، ديده عبرت ڪشا؛
تا بهر مظهر شناسي، بادشا و ڪبريا." (آشڪار)

معنيٰ: جيڪڏهن تون هن جي حسن جو جلوو ڏسڻ گهرين ته

عبرت جي اک کول تہ توکي هر ذري ذري ۾ بادشاه ڪبريا جي مظهر جو ظهور ڏسڻ ۾ ايندو ۽ تو ۾ سچائي جي شناس پيدا ٿيندي.

ان موجب مدينہ منوره جي گهٽي ۽ گهير عبرت ۽ حيرت جو مڪان آهن. جتي ڏينهن رات رحمت ايزدي جي بارش وسندي رهي ٿي ۽ سارو شهر معجزه گاه ۽ عبرت جو درسگاه آهي. ذرو ذرو نور سان منور آهي.

مڪہ معظمہ ۾ ڪجهہ وقت رهڻ کانپوء مدينہ منوره پهتا. هرهڪ پنهنجي سهوليت موجب معلم وٽ وڃي رهيو. مگر قاضي صاحب مسٽر عبدالحڪيم انصاريءَ وٽ وڃي رهيو جو اصل مهاڻي بچل شاه نزديڪ سکر جو باشندو هو. مگر پوءِ اچي مدينہ منوره ۾ سڪونت اختيار ڪئي اٿس. جو هڪ نيڪ ۽ خوش خلق انسان آهي. جنهن هنن جي چڱي خاطرداري ڪئي. سو هن جي گهر ۾ ڏنل ڪوٺي ۾ سامان رکي قاضي صاحب سڌو تاجدار. مدينہ رحمت اللعالمين جي روضہ اطهر جي زيارت فيض بشارت لاءِ حاضر ٿيو. صبوح جو ٽائيم هو ۽ جهازن اچڻ جي اچان شروعات هئي. انهيءَ ڪري روضہ اطهر ۾ رش ڪانہ هئي. آرام ۽ آسائش سان زيارت ڪرڻ جو موقع ڪين ميسر ٿيو. مگر جڏهن زيارت ڪرڻ بعد واپس ٻاهر نڪتو تہ سندس حيرت جي حد نہ رهي ڇو جو سندس چمپل غائب ٿيل هو. چمپل جي ايتري قيمت ڪانہ هئي. انهيءَ ڪري چمپل جي گم ٿي وڃڻ لاءِ ارسان ڪرڻ جو ڪوبہ خيال ڪونہ هو تنهن ڪان سواءِ دروازي جي سامهون روڊ جي ٻئي طرف چمپل واري جو دڪان هو. جنهن ڪري ٻئين خريد ڪرڻ ۾ بہ ڪا تڪليف ڪانہ هئي. مگر هن جي دل ۾ اوچتو اچي اهو وشواش پيدا ٿيو، تہ: ”شايد مان اهڙو گنهگار ۽ بدڪار آهيان جو شفيع المذنبين (گنهگار جي شفاعت ڪندڙ) انيس الغريبين (غريبن جو دوست) رحمت اللعالمين (ٻنهي جهانن ۾ رحمت ڪندڙ) مون کي پنهنجي رحمت ۽ بخشش جي دروازي تان پيرين اگهاڙو

ڪيئي چڙهيو؟“ انهيءَ سوداءَ ۾ هن جي اکين اڳيان اونده اچي ويئي. اکين منجهان بي اختيار پاڻي وهڻ شروع ٿي ويو. روئي روئي دل جو بخار ڪڍڻ بعد اکيون اگهي هلڻ لڳو ۽ جيئن ئـي پيرن ڏانهن نگاهه ڪيائين تہ سندس خوشيءَ جي حد نہ رهي جو ڏسي تہ سندس چمپل پيرن اڳيان رکيل آهي. پهريون چمپل جو رخ روضہ طرف هـو. ۽ هيئنر چمپل جو منهن ٻئي طرف هو.

ٻئي ڏينهن صبوح جـو سويرَ جنهن وقت قـاضي صاحب حضور پاڪ صلي الله عليه و سلم جن جي مزار مبارڪ جي سيرانديءَ ڪـان بيهي دعائون گهري رهيو هو تہ ان وقت حضور پاڪ جي خدامن روضہ اطهر کي جهاڙو ٿي ڏنو. حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي خدامن جو بظاهر وڏو شان ۽ مان آهي. ۽ اهي حڪومت جي طرف کان مقرر ٿيل آهن. انهن جي ويهڻ لاءِ خاص جاءِ ۽ پوشاڪ مليل آهي.

انهيءَ وقت قاضي صاحب کي ڪوجهي فقير جـو حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي شان اقدس ۾ هڪ ڪلام ياد اچي ويو:

ستاري ڪر سچا سرور، ستاري شان آه تنهنجو؛

١- ٻهاري دار آهيان در جو، سدا پينار تو ۾ جو؛
چڙهيندس سام نہ تون ڏاتر، ستاري شان آه تنهنجو؛

٢- ڪوجهي آهيان توڙي ڪاري، سدا لعل تنهنجي لاري؛
اچـــي رس پاڪ پيغمبر، ستاري شـان آ تنهنجو.

سو دل ۾ خيال پيدا ٿيس تہ جيڪر ٻهاريدار هجڻ جـــو شرف مونکي بہ نصيب ٿئي. انهن خدامن مان هڪڙي وڏي عمر واري بزرگ ابتري ۾ جهاڙو هنجي هٿ ۾ ڏنو. اهو جهاڙو ٻڻ نماري قسم جو آهي. سو بسم الله ڪري رياضت ڪـي لڳي ويـو. ڪجهہ وقت جهاڙو ڏيئي رب پاڪ جو شڪرانو بجا آڻي جهاڙو کي چمي ڏيئي هن ڪـي جهاڙو

واپس ڪيائين. اهي آهن ڪامل مرشد جون نوازشون. فقير غلام اڪبر جو پنهنجي مرشد ملي جي شان ۾ ڪلام ڇپيل آهي ته:

اي دل متان ماندي ٿئين، ڪر پؤ نه تون پولو؛
سرتاج سخي سرور، ٿيندو اجهو ۾ اولو.

١- راحم سخي ڀاڄهارو، ڪامل آهه قرب وارو؛
معافي ڪندو مڙيوئي، جو ڪو جو آهه جهولو.

٢- ان مع العسر يسرا، ڏکڙن پٺيان هن سکڙا؛
ڪر صبر رهه شڪر ۾، ڪندو سڀ سي سولو.

٣- جيڪي پهو پناري، اهڙي سخي سوڀاري؛
ڪٽندو تنهن تنگ سارو، ڏکڻ جو آهه ڊولو.

٤- "غلام اڪبر" اميدون پوريون، ٿينده سڀئي سموريون؛
ڇڏيندو نه هرگز، آهين جنهن جو تون گولو.

مدينه منور ۾ ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ رهڻ جي حالت ۾ حڪومت کان اجازت وٺڻي پوندي آهي سو قاضي صاحب اتي هڪ مهينو رهيا. تنهن ڪري واپسي تي عبدالحڪيم انصاري هنن کي ٽيڪسي ڪرايه تي ڪري ڏني. ٽيڪسي جو نمبر ۽ ڊرائيور جو نالو لکي هنن کي ڏنائين متان هو ڏک ۾ ڪو ڦڏو ڪري، ته اها شڪايت حڪومت کي ڪجي جو حڪومت جلدي اهڙن ڊرائيورن تي قدم کڻندي آهي، قدرت الله جي ته اتفاق سان اهڙو اچي ٿيو جو موٽندي جدي شريف جي بس اسٽينڊ تي ڊرائيور ڦڏو ڪيو. بيجا نموني سان هليو. سو پنهنجي گهر پهچي ڊرائيور جي خلاف رپورٽ لکڻ ويٺو، اچا عبارت مس لکيائين ته هٿ ۾ ڪِيڙيون ڀوڻ لڳس، جڏهن ڪِيڙي لٿس ته وري لکڻ شروع ڪيائين، قلم کڻڻ سان وري پاڻهن ساڳي ٿي ويس، اهڙي طرح سان چار ڀيرا ڪوشش ڪيائين، ان ڪري هن سمجهيو ته قدرت وارو هي درخواست لکائڻ نٿو گهري. پوءِ اها درخواست ڦاڙي ڦٽي ڪيائين.

شام جو جڏهن حرم شريف ۾ طواف لاءِ ويــو، ته اتفاقاً ڪنهن ماڻهوءَ حديث شريف ٻڌائي ته حضور صلعم جن جي حديث آهي تــه جيڪو مديني واري ماڻهوءَ جــو دشمن آهي اهو منهنجو دشمن آهــي، اهــو ڊائيور بــه مديني شريف جــو ويٺل هــو. جنهن ڪري قاضــي صاحب شڪرانو بجا آنــدو ته مرسل مٿي پنهنجي مهربانــي ڪري اهو ڪم مون ڪان نه ڪرايو ۽ پنهنجي قرب سان غلط ڪم ڪان بچائي ورتو.

### (٣) سفر ايران عراق:

سال ١٩٦٤ع ۾ حج جي سعادت نصيب ٿيڻ ڪــانپوءِ محتــرم قاضي صاحب جي دل ۾ اها تمنا رهندي هئي ته الله تعاليٰ ايران ۽ عراق جــون زيارتون بــه نصيب ڪري. سو مالڪ حقيقي هڪ ڏينهن مٿس پنهنجو ڪرم ڪيو، جو هن پيريءَ ۾ جڏهن سندس عمر ٨٧ سال ٿي ته انهيءَ سفر جي صعوبتن سهڻ جــي توفيق عطا ڪئي، هنتي واحد پنهنجو وڙ ڪيو جو اڻانگو سفر به سڻائو ٿي پيو. اهــڙو ڏک ڪونــه ڏٺائون. حافظ دوله درازي جو فارسيءَ ۾ شعر آهي ته:

”خلق ميگــويد ڪــه دشوار است راهِ عشق،

از توجه خود ڪني، ايــــن راه آسانــي مرا.“ (آشڪار)

معنيٰ- ”ماڻهو ٿا چون ته عاشقي جو رستو محال ۽ مشڪل آهي، (تنهنڪري مرشد کي عرض ٿو ڪريان ته) جيڪڏهن هــو نوازش جي نظر ڪن ته اهو اڻانگو رستو به سڻائو ٿي پوي.“

هادي حقيقي جو هي شعر پنهنجي هيٺي حال جي پيش نظر رکي، محبت جي جوش ۽ جذبي وچان، انهيءَ دور دراز ۽ ڏوراهين ۽ ڏکي سفر لاءِ بتاريخ ١٢ سيپٽمبر١٩٧١ع شام جو الله جيآسري سهي سنهري روهڙيءَ کي خيرباد جــو سلام چئي روانو ٿيو. هن سان گڏ حاجــي نظرمحمد سولنگي به هم سفر هو. هن ۾ خدمت چاڪري ڪرڻ جــو انگ بيشڪ ڪافي هو. مگر صلاح مصلحت جي اهليت هن ۾ اصل

ڪانہ ھئي، جنھن ڪري ھر مشڪلات ڪـي اڪيلي سر منهن ڏيئي رهيو هو.

ريل گاڏي جڏهن شڪارپور اسٽيشن تـي پهتي تہ ان گاڏي ۾ هڪ سرهندي پير بہ اچي ہڻ سوار ٿيو، گفتگو دوران هن ظاهر ڪيو تہ سندس ياءُ چمن بارڊر تي ڪسٽم آفيسر آهي سو ڪوئٽہ اسٽيشن تي ان سان مـلاقـات ۽ واقفيت تـي وٺي، ڪوئيٽا ۾ افغانستان جـي سفارت خانہ مان ويزا وٺي ١٦ تاريخ پاڪستاني بارڊر جـي ڪسٽم آفيس پهتاسين. پير صاحب نهايت ادب ۽ احترام سان پيش آيس. هن قرب ڪري پنهنجا ماڻهون قاضي صاحب کي ڏنا جي سامان کڻي بارڊر ٽپائي افغاني بس ۾ کين وهاري آيا.

اتان لاري اٽڪل ٤ بجي شام جو نڪتي. اڌ رستي تي پاسپورٽ جي چڪاس ٿي رات جو اٽڪل ٩ بجي قندار ۾ پهتا. قاضي صاحب هڪ طرف عمر رسيده انسان هو تـہ ٻئي طرف جسماني ڪمزوري !! جنهن ڪري سندس اکين جي بينائي ۾ وڏو فرق هو، رات جي وقت ۾ کيس زياده تڪليف ٿيندي هئـي. سو ڪيڏانهن وڃـــي؟ عقل ۽ ادراڪ، فهم ۽ فـراست، سمجهہ ۽ ساڃهہ صفا جواب ڏيئي بيٺا انهيءَ بيڪسي ۽ بي وسيءَ جي عالم ۾ قاضي صاحب پنهنجي مرشد مٺي کي ياد ڪري اندر جي آهہ سان پڪاريائين ۽ ٻاڏايائين تہ:

سچل موٽ سڏن تي، وٺيون نا وڃهجن

١- جهڙا تهڙا پرين پنهنجا، ڇني نا ڇڏجن،
٢- ٻيڙي چاڙهي سڀڙن، ڇولين ۾ نا ڇڏجن،
٣- اوڻا پوڻا پرين پنهنجا، پير پـري پڇجن،
٤- ٻڳه جي پريت جا، چڪي تـــڙ ڪڃن،
٥- قبول محمد سائين قرب جا، هيڻن هٿ ڏجن.

الحمدالله . هن جي درد جي دانهن مرشد جي حضور ۾ پهچي وئي يڪدم ارشاد ٿيس، ته ساڳيءَ بس ۾ محمد افضل سان مليل، محمد افضل سرگوڌا جو رهاڪو هو ۽ ڪراچيءَ ڪان واپار سانگي آيل هو، ان کي ڳولهي هٿ ڪيائين. هو ٻاڻ ۾ پنج ساٿي هئا، سو هن افضل صاحب کي چيو، ته اسان ٻئي به توهان جا رفيق آهيون. سو هن وڏي خنده پيشانيءَ سان هنن کي پنهنجو رفيق بڻايو. جنهن ڪامل مرد هنجو ڏس ڏنو. تنهن هن جي دل ۾ ضرور مسائل ڪئي هوندي، تنهن ڪري هو انڪار ڪري نٿي سگهيو.

افضل خان، قاضي صاحب جن جو سامان ڪٺائي اچي هوٽل ۾ رهيا انهن سان رڌ پچاءَ جو سامان سمورو ساڻ هيو. ماني انهن تيار ڪئي. سا هنن ڪائي مالڪ جا شڪرانه ادا ڪيا ۽ هوٽل جو ڪرايه في ماڻهو ٢/٠٠ روپيه جي حساب سان محترم محمد افضل ادا ڪيو. ٻئي ڏينهن يعني ٩/١٨ تي صبح جو هرات پهتا. ٽي ڪلاڪ اتي رهي ڪانپوءِ ساڳي ڏينهن ايران جي بارڊر "اسلام قلعه" وٽ پهتا، ويزا جو فارم وٺي اسلام قلعه کان رات جو تيياد ڪسٽم آفيس آيا. تاريخ ١٩ ۽ ٢٠ آچر ۽ سومر ٻه ڏينهن اتي رهي افغاني سڪو ڏيئي ايراني سڪو ورتائون. محمد افضل وارن جي واپاري مال جي چڪاس ٿي ۽ سومر ڏينهن شام جو مشهد شريف پهتا. ٢١ تاريخ اڱاري ڏينهن صبح جو امام عالي مقام حضرت امام موسيٰ رضا عليه والسلام جي زيارت فيض بشارت سان مشرف ٿيا. تاريخ ٢١ کان ٢٣ تائين ٽي ڏينهن مشهد شريف ۾ رهيا. ڇاڪاڻ ته "طهران" ۾ جشن سائرس اعظم ملهايو ٿي ويو، ٢٤ تاريخ روانه ٿيا ۽ ٢٥ تاريخ ڇنڇر ڏينهن طهران ۾ اچي محمد اسلم وٽ لٿا جو محمد افضل جو فرزند هو. جنهن گرم جوشيءَ سان سندن مرحبا ڪئي. ٢٧ تاريخ ويزا وٺي عراق لاءِ تيار ٿيا. مگر محمد افضل وارا پنهنجي واپار سانگي طهران ۾ رهي پيا. مگر تنهن هوندي به هن قاضي صاحب کي پنهنجي عزيز سخي محمد جي نالي خط لکي ڏنو.

٢٨ تاريخ شام جو سارو سفر طئي ڪري خير سان بغداد شريف پهتا. لهڻ شرط محمد افضل وارو خط سخي محمدڪي پهچايو. جنهن هتن جي چڱي مرحبا ڪئي، ۽ "الجميعت" ۾ جاءِ وٺي ڏنائين، جو هڪ مسافرخانو هو. جو پنجابين جو نهرابل ۽ پنجابين جي قبضي ۾ هو. جي اڪثر ڪري سرگوڌا جا رهندڙ هئا. جيترو وقت بغداد شريف ۾ رهيا، اوترو وقت سخي محمد صبوح جي نيرن شام جي چانهه ۽ رات جو پاڪستاني نموني جي ٺهيل پاچي ڏيئي ويندو هو. باقي نان بازار مان گهرائي کائيندا هئا. ٢٩ تاريخ اربع ڏينهن صبوح جو حضرت محبوب سبحاني قطب رباني جي زيارت فيض بشارت لاءِ ويا. ان بعد امام اعظم جي زيارت ڪيائون. ڪاظمين شريف وڃي حضرت امام موسيٰ ڪاظم ۽ حضرت امام علي تقي عليه‌السلام جي زيارت ڪيائون ۽ ٻنهي امامن جون هڪڙي ئي مقبره ۾ مزارون آهن. بعد ۾ حضرت معروف ڪرني ۽ حضرت شيخ جنيد بغدادي جون زيارتون ڪيائون. انهن صوفي بزرگن جي زيارت سندن روح کي ڏاڍي راحت بخشي.

جمعي ڏينهن بغداد ۾ بازاريون بند رهنديون آهن، جنهنڪري "الجميعت" ۾ رهندڙ ڪم تي ڪونه ويندا هئا. تنهن ڪري سخي محمد پنهنجي سوٽ الهڏواية کي چيو ته هنن کي عراق جون سڀئي زيارتون ڪرائي اچ. سوهن سان گڏجي اهي نجف اشرف پهتا جتي حضرت آدم عليه السلام حضرت نوح عليه السلام ۽ حضرت موليٰ علي مظهر العجائب امام العاشقين عليه السلام جي زيارت ڪيائون جي ٽيئي مبارڪ مزارون هڪ ئي چاري اندر آهن. نجف اشرف جي زيارت فيض بشارت بعد ڪوفي پهتا جتي حضرت موليٰ علي مشڪل ڪشا عليه السلام جي مسجد جي زيارت ڪري جمعي نماز اتي ادا ڪيائون.

اهڙيءَ طرح حضرت يونس پيغمبر عليه السلام جي زيارت ڪري پوءِ ڪربلا موليٰ ويا، جتي حضرت امام حسين عليه الصلوات و السلام جي درگاهه تي ويا صحن جي وچ ۾ روضو مبارڪ تعمير ٿيل آهي.

چانديءَ جـي چاريءَ اندر امــام عالي مقام ۽ سندس شهزادن جــون مزارون شريف آهن. ۽ پاسي کـان ٻاهتر تنن جو آستان آهــي. دعائون گهڙي ۽ ٻه رڪعتون نماز نفل ادا ڪري واپس ٿيا.

ٻئي جمع تي امام عالي مقام جي زيارت فيض بشارت بعد حضرت عباس علمبدار جي زيارت ڪيائون. سامره شريف ۾ حضرت امام محمد تقـي عليہ السلام ۽ حضرت امـام حسن عسڪري عليہ السلام جــي زيارت فيض بشارت کان مشرف ٿيا.

پنجين آڪٽوبر تي سخي محمد هنن کان موڪلائي شام جو روانہ ٿي ويو. هن جي اوچتي وڃڻ سبب پهريائين قاضي صاحب جي دل البتہ سست ٿيڻ لڳي. مگر ڪيس يڪدم خيال آيو تہ سخي محمد موڪلائي ويو. پر منهنجو مرشد سخي قبول محمد تہ مون سان باطني طور معاون ۽ مددگار آهي، سو اڪيلو ڪين ڇڏيندو. ٻوءِ تہ مسافرخانہ جا سيئي مسافر هن جا معتقد ٿيندا ويـا ڪي مانيون پيا ڪرائـن، ڪي چانهہ! ڪي پهرين پيا پون تہ ڪي دعا پيا طلبن، ڪي تـہ نذرانہ بہ ڏيڻ لڳا مطلب تہ مرشد جي غيبي مدد پنهنجو اثر ڏيکاري رهي هئي.

اهڙيءَ طرح سفر پورو ڪري واپسيءَ ۾ پنهنجي مخلص ۽ مهربان دوست محمد افضل ۽ سندس فرزند سان طهران ۾ مليا ۽ سندن اخلاص ۽ همدرديءَ تـــي ٿورو مڃيندي تـاريخ ٢٧ آڪٽوبـر مطابق ڇهين رمضان المبارڪ خير و خوبيءَ ســان اچي روهڙي پهتا، ۽ پهچڻ شرط پنهنجي مرشد هاديءَ جي ميلي جـي مقرر ڪيل نوڪري ۽ رياضت ڪي لڳي ويا.

# (باب پنجون)

## (۱) شعر و شاعري جو پس منظر:

پاڻ پنهنجو پاڻ ۾، جن پسيو نـا پيهي،
"صاحبڏنہ" صورت جي، ڪل تنهي ڪيهي؟
تـن وهامي ويئـي، چپ چئهندي راتـڙي.

درازي درگاه جـي فقيري واري فيض جـي اٿاه ساگـر منجهان ڪيترائي پرت جـا پانديئـڙا، سڪ و سوز جـي سرڪي چکي صاحب ولايت ٿيا. چوڏهين صدي جـي اوائل ۾ هن درگاه شريف جـي هڪ مانجهي مرد سخا جو نعرو هڻي، پاڻ کي سخي قبول محمد دوم جي نالي روح شناس ڪرائي ۽ پنهنجي سخا جو سڪو ڄمايو. سخي بادشاه جي فقيري۽ فيض جي پالوٽ سبيان جيڪي حق جا طالب، معرفت جـي مئي سان سرشار ٿيا، انهن منجهان هڪڙو پيرن ۽ فقيرن جي قديمي ۽ دائمي بستي روهڙي شريف جـو درويش ۽ صوفي قاضي علي اڪبر به اچي وڃي ٿو.

الحاج قاضي علي اڪبر درازي، روهڙي شريف جو رند ۽ سنڌ جو جو صالح سپوت، ۽ سدا بهار سوڪڙي حضرت سچل سرمست رح جي درگاه فيض گاه جـي فيض بخشيندڙ سڳوري حضرت سخي قبول محمد (دوم) رح جو جڏهن طالب ۽ مريد ٿيو ته هادي برحق کيس مريد ڪرڻ سان گڏوگڏ فقيرائو ورثـو، سوز وگداز، راڳ ۽ ويراڳ جي بخشش به عطا ڪئي. ۽ شاهاڻي شفقت ۽ فقيرائي فيض جـي نظر ڪري سندن تخلص غلام اڪبر منتخب ڪيو ۽ درگاه شريف تـي فقير غلام اڪبر جي نالي سان سڏيو ويندو هو.

"فـائق فقيري۽ جو ڪيو، افضل اعليٰ شان،
مٽ نـه تنهنجـي ٿيندو، تخت سليمـان،

"غلام اڪبر" غريبيءَ ۾، سدا رهه شادان،
آهي راضي سندا رحمان، مٿي مسڪينن تي"

قاضي علي اڪبر درازي حضرت سچل سرمست رح جو سچو شيدائي، مرشد مٺي جي پيروي ڪندي، وڏي واڪي هم اوست جو نعرو هنيو اٿس. ۽ وحدت الوجود جي فڪر جو اظهار ڪيو اٿس. مگر تنهن سان گڏ وگڏ شريعت جي لاءِ ڪيس وڏي ۽ خاص عزت و احترام رهندو هيو. مگر سندس روح جو ڳانڍاپو ۽ ميلاپ حضرت سچل سرمست سائين رح وانگر خدا جي ذڪر و فڪر سان گڏيل ۽ لاڳاپيل رهيو. راڳ ۽ ويراڳ سندس روح جي غذا ۽ خوراڪ هئي. تصوف جي باريڪن سان هن جو روحاني ڳنڍيل پيغام هر انسان جي دل جو سرور ۽ رهبر ظهور آهي. هر مطالع ڪندڙ مومن لاءِ نصيحت گيريءَ ۾ هڪ دلڪش مواد موجود آهي. مرده دل انسان لاءِ هڪ آب حيات جنهجي نه وڏائي نه ٿيندو. جنهن ۾ نفس ڪي نيست و نابود ڪرڻ، خدا پرستي ۽ دل شناسي جي پوري پوري تعليم ڏنل ۽ سمايل آهي. قاضي صاحب جهڙا انسان ملڪ ۾ قليل پيدا ٿيا آهن.

حضرت سچل سرمست جي ڪافي آهي ته :-

هيڏي هوڏي نه نهار! تنهنجي ويڙهي سو يار وسي ٿو.

١- ساڻ سندا آهي تا، تنهنجي پرين ناهي ٻئي پار.
٢- قولي لهج پاڻ مون، جو تو وچين وڪار.
٣- "وفي انفسڪم افلا تبصرون" ويجهو ڪيم وسار.
٤- پرين نه پڇج پنڌڙا تون "سچو" پاڻ سنڀار.

(٢) شاعري جون خصوصيات:-

قاضي علي اڪبر درازي جي ڪلام تي پڻ حضرت سچل سرمست رح جي ڪلام جو اثر تمام گهڻو ۽ گهاٽو آهي. ساڳيو نقشو ٻلٽيل ۽ پيش ٿيل اٿس، هن صوفي فقير جي ڪلامن ۾ نينهن پريل نيارن ۾ پڻ

ساڳيو ئي سوز وگــداز ۽ دل ڏاريندڙ درد ۽ فراق آهـي، جيئن سائين سچل سرمست رح جي ڪلام ۾ موج در موج موجود آهي. سندس هن ادني فقيربه اهيئي گوهر و جوهر ظاهر ڪيا آهن، جيڪي سرمست جي سنيهي جي ساک ڏين ٿا.

مثال طور ٻنهي ڪلامن جو هڪ هڪ بند عرض رکان ٿو.

(١) حضرت سچل سرمست رح جي ڪافي نمبر ٤٢٤ صفحو ١٦١ "سچل جو سنڌي ڪلام"

ساروئي سر آهي. ڪائي سچل ڪاٿي ذات سچل جي.
ڳالهه سچل جي سالڪ سمجهن،

حضرت سچل سرمست رح جـي شارح ۽ صادق فقير غلام اڪبر جي ڪافي ١٩ صفحو ٤٠ ڪتاب "عشق عجب اسرار" ۾ چيل آهي ته:

آدم سوئي الله، سـر انهيءَ ڪـي سمجهه سياڻا،
"ونفخت فيه" روز ازل کـان اگي ڏنـي آگاه،
٧- غلام اڪبر ڳالهه سچيءَ ۾، ڪونهي رتي جو گناهه.

(٢) حضرت سچل سرمست جي ڪافي نمبر ٦٠ صفحو ٢٤

آهيان آءٌ اسرار جيڏيون، مونکي ڪير ٿيون ڀانيو،
٧- مرشد ڀانهو نا چيو، تـون "سچو" آهين سـردار.

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٢٢ صفحو ٤٣

آهيان نسورو نور، جيڏيون مڃيو ڳالهه منهنجي،
٥- "غلام اڪبر" نوي ميان، رمز سڪائي الوهان، مرشد ڪيو مسرور.

(٣) حضرت سچل سرمست رح جي ڪافي نمبر ٦٥ صفحو ٢٦:

هيڏي هوڏي نـه نهار، تنهنجي ويڙهي سو ته يار وسي ٿو.
٣- ڀرين نـه ڀڃج ڀنڌڙا !! تون "سچو" ڀاڻ سنيار

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٢٠ صفحو ١۴١:

تو ۾ آهه سر سارو - ڇو تون در در ڀڄائين ٿو

۴- "غلام اڪبر" نوري ميان، سمجهه انهيءَ ڪي الو ميان

نوري ڏسين جي نظارو - ڇو تون در در ڀڄائين ٿو.

(۴) حضرت سچل سرمست رح جي ڪافي ١٣ صفحو ٥:

لک ڪريان شڪرانا راضي ٿيو يار مونتي،

٥- ڪيا "سچوءَ" ڏي، اڄ جا هاريون ڙي هوائا.

فقير غلام اڪبر ڪافي ٦٨ صفحو ٦٩:

آيا دلبر آيا - آيا دلبر آيا.

تيڙي مهر مسڪين، لڌڙي سار سڪايان

قربٿون قدم گهمايا - آيا دلبر آيا.

٥- "غلام اڪبر" دا دلبر- ڪيتا بخت سوايا،

نال سخا دي دستون اپني - محبت جام پلايا.

٥- حضرت سچل سرمست رح ڪافي نمبر ١٧٣ صفحو ٦٨:

آهه تہ ڳڌ گذاريون - ري ڏکيا، سي سکيا ڏينهڙا

٥- پرين پنهنجو پاڻ سان سائين، الله! سچو سو سگ سنڀاريون

فقير غلام اڪبر ڪافي ١۴١ صفحو ٥٣:

آهه الله لڳ پرچ پيارا - محب مٺا منٺار . وو ماهي يارا

٥- "غلام اڪبر" آهه ازل ڪان، لڳڙو تنهنجي لاري، وو ماهي يارا

(٦) حضرت سچل سرمست رح ڪافي نمبر ٧۴ صفحو ٢٩:

مونکي تنهنجي سار سنيال وو.

ڇڏ رساڻان تون، آهه منهنجي يار وي

٥- سچو سيئي آئيان، جي دل گهريا دلدار وي

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٣٢ صفحو ٤٨:

آهٔ پريــن تون هيڪر. ڪري ڪا مهر.
ويٺي واٽان يار واجهايان

٤- "غلام اڪبر" وس ابترو، پانــڌ ڳچيءَ ۾ پائي،
عرض الاوڻ

من قبولين، يار هي منهنجيَ دانهان.

(٧) حضرت سچل سرمست رح ڪافي نمبر ٢٥٤ صفحو ٩٨:

پاڻ سڃاڻي آيو ڙي، سڃڻ پاڻ سڃاڻي آيو ڙي
سڃڻ ڪم نہ هيڙس ڪو ٻيو.

٥- "سچو" ڙي سنسار ۾، هت پير گهمائي آيو ڙي سڃڻ.

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٨١ صفحو ٧٧:

هڻ ڪيون لڪ لڪيندي هو، ڪيل ڪلايا تڻ وو تڻ

١- آدم دا چا نــام ڌرائي، "سري انا سره" آپ الائـــي
نور سمايا - تڻ وو تڻ

٧- "غلام اڪبر"ڪون ويچارا - هر دي اندر توئين سارا،
راز الايا - تڻ وو تڻ

(٨) حضرت سچل سرمست رح ڪافي نمبر ١٥٤ صفحو ٦١:

صورت سڀ سلطان، پــاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو
ڪا ٿئون مير وزيــر ٿيو، ڪا ٿئين ٿيو دربان
ڪا ٿئين احمد بلا ميهسي، ڪا ٿئين هنومان
ڪا ٿئين پنڊي پوٿيون، ڪا ٿئين پڙهي قرآن
"سچو" پيو صبر ۾، هوءَ حيرت ۾ حيران.

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٣١ صفحو ٤١:

ڪڏهن خالــق، ڪڏهــن مخلوق
ڪڏهــن ڪيئن کهـائين ٿــو.

كسرت واروكيل ٻڌائي
واھ جو رنگ رچائين تو.

٨- ڪٿھن "غلام اڪبر جو رھبر،
شھر درازا وسائين تو.
ڪٿھن قربون ڪول ويھاري
ڪٿھن منھڙو ڇپائين تو.

(٩) حضرت سچل سرمست رح ڪافي نمبر ٢٩٩ صفحو ١١٥:
پاڻ پرين اھو آھي، متان پينر! ڀولو ڀانيو
٤- "سچو" سارو سچ ٿيو، وچون ورھ ويو.

فقير غلام اڪبر ڪافي نمبر ٩ صفحو ٣٣:
آيو از ضمن دلبر- ويس ڏڪي انسان ٿي
٤- غلام اڪبر جو سو سنگر- شاه سخي درازي دلبر
ڪيڙا ھن جنھن قرب سراسر- دلبر ديدوان ٿي.

ھن ڪان علاوه قاضي علي اڪبر درازيءَ جي شعرگوئي ۾ ڪوبہ پھلو خالي ڇڏيل نہ آھي ۽ ھر خوبي سندس ڪلام ۾ ميسر ۽ موجود آھي. شاعري جي ڪيترين صنفن تي سندس طبع آزمائي ٿيل آھي. انھن منجھان فرد رباعي، مخمس، مسدس، ريختہ، صنعت، اقتباس ۽ سہ حرفي سندس ڪلام ۾ موجود آھن. جي پيش خدمت آھن.

(١) رباعي- اھو شعر جو چئن سٽن تائين محدود ھجي.
بيت- اچين جي من مينڌرا، ڀاڳ وڏا ڀانيان،
سڪان آءٌ سرتين ۾، سچڻ وراھيان،
"غلام اڪبر" غريب چوي، آس نہ لاھيان،
ويٺي واٽان واجھايان، راڻل تنھنجي راه جون.

(٢) مخمس- اهو شعر جيڪو پنجن سٽن ۾ چيو وڃي.

بيت- وهم وجودي ڪرڦٽا، اٿـي الڪ سان اور،
محبت رکـــي من ۾، وجهي چرخو چـور،
"فاذ ڪروني اذڪرم" اهو سڳو ويهي سور،
"غلام اڪبر" غير ڪي، قلب منجهان تون ڪور،
ويهي وورکي ووڙ، متان وڃي ويل گـذري.

(٣) مسدس- اهو بيت جيڪو پنجن سٽن کان مٿي ڇهن هجي.

بيت- مٺا محبوبـــن جـــا، پـــدّج ڪي مثال،
چهرو گل گلاب جيان، لب تن جـــا لعل،
اکيون ڪجليون ڪاريون، آهن عاشقن لاءِ ڪال،
ڏند موتيءَ جـــي مثل، خاصا خدو خـــال،
"غلام اڪبر" غريب جي، ناهين ڪا مجال،
اهي سندن قرب ڪمال، جو ڪن ٿا مهر مسڪينن تي.

(٤) صنعت اقتباس- اها صنعت جنهن موجب شعر ۾ قرآني شريف جي آيت يا حديث ڏيکاري وڃي:

ڪافي- آدم سوئي الله، سير انهيءَ ڪي سمجهه ساڻا،
١- "ونفخت فيه" روز ازل جي، آگي ڏني آگاه.
٢- مڙي ملائڪن ڪيو تنهن سجدو، آئي صدق ويساه.
٣- "الانسان سري و انا سره" آهي قرآن گواه.
٤- "ونحن اقرب" وارو اشارو، ڪرصمي داناه.
٥- "وفي انفسڪم" قول رباني، آهي پرين منجهه پساه.
٦- سير ڪرڻ لاءِ آيو جڳ ۾، سخي شاهنشاه.
٧- "غلام اڪبر" ڳالهه سچيءَ ۾ ڪونهي رتي جو گناه.

(۵) ريختم: ٻن ٻن مصرعن جو علحده علحده بند:

ڪافي- ڪرم ڪر ڪريما، هن عاصي بندي تي،
ڏکي وٽ تون ڏوليا، ڏکٽهار مونکي.

۱- ڪمائي مون ڇڳڙي، ڪڍهن ڪانه ڪيڙي،
بخش تون خدايا، خطائون ڪم سي.

۲- رک راه خطا ڪان، تون واٽ سنئين ڏانهن،
لطف جي لطيفا، ڪا بخش عطا ٿئي.

۳- "لاتقنتوه" جو فرمان، ڪيئي منجهه قرآن،
عفو ڪر رحيمان، جرم مون ڪيا جي.

۴- پيني تو پناري، لڳس تنهنجي لاڙي،
هلائج حليمان، تون واٽ سنئين تي.

۵- "غلام اڪبر" عاصي، ڪري عجز و آزي،
سميع بصيرا، سڄ سوال سڀ هي.

(٦) مستزاد: هي ان قسم جو شعر آهي، جنهن ۾ هڪ سٽ ننڍي ۽ ٻئي سٽ وڏي ڇئي وڃي.

ڪافي- طعنا مهڻا يار پنهنجي لاءِ،
چاهه منجهان ٿو چايان، سرتـــي سهايان.

۱- جٽ ڦٽ خواري لوڪ ملامت،
گـــل ڪري ٿو پانيان، ڪجهه ۾ پايان.

۲- ڪجهه ۾ الفي پيرين گهنگهرون،
ڇم ڇم ڇمريان پايان، يـــار ريجهايان.

۳- پريت جـو پيالو، يار هٿان مان،
ڪٽ ڪٽ ڪري مان چاڙهيان، دل ٿو ٺاريان.

۴- نالو سڄڻ جـــو ورد سدائـــي،
وسر ڳيان بيون سڀ وايان، ويٺو ٿو ڳايان.

٥- منهن نہ متيندس يار پنهنجي ڪان،
ٿــوڙي ڏين گنوايان، ڪنڌ ڪپايــان.

٦- "غـــلام اڪبر" شـاھ درازي،
پلو ڪندو تہ پلايان، آس مور نــہ لاهيان.

(٧) **سي حرفي:** سي حرفي جو صرف ٿلهہ ۽ آخرين سٽ بدرگـاھ سراج السالڪين امام العاشقين، مظهر العجائب حضرت علي شير خدا ڪرم الله وجه جــي شانُ ۾ فقير "غلام اڪبر" هـن طرح سان پنهنجي عقيدت پيش ڪئي آهي.

ٿلهہ: رسي اچي مولي علي مشڪل ڪشا شير خــدا،
ماڙڪر مسڪين جي، سائل جي سڻ هيءَ التجا.
ي: يا علي مهابي علي اڪبر، مچ "غلام اڪبر" جي هي صدا.

سلطان العاشقين حضرت سچل سرمست رح جن فرمايو آهي تہ:

"سڪ سچيءَ ڪـان ڪين ڪي، سبق سور سڪــن،
اڪـــر لکن تــــہ دل تــي. ٿا ڪاغذ ڪارا ڪن،
مس ڪاريءَ جيان من ڪـــي، ٿا قاري ڪارو ڪن،
مدعا جنهن مام جـــــي، تنهن ويجهو ڪين وجــن،
تاڏي ڪن نـــہ ڪن، جـــو فـــرمودو فـائق"

(سچل)

(٣) چئن ٻولين ۾ ڪلام:

قادر ڪلام، شاعر هفت زبان حضرت سچل سرمست رح جو ستن ٻولين ۾ اٽڪل نـو لک ڇٽيهہ هزارن تي مشتمل ڪلام چيل آهــي. سو سندن درگـاھ فيض مــــان هڪ ادني فقير و مريد باصدق قاضــي علي اڪبر درازي کي طالب ٿيڻ وقت شاعري جي ڏات بہ عطا ڪئي ويئي. سو فقير بـا صفا پنهنجي مرشد ۽ هادي برحق جي نقش قدم تي هلندي ۽ مالڪن جي عنايت، شفقت، توجهہ ۽ فيض سبحان چئن ٻولين

هرهڪ سنڌي، سرائڪي، هنديءَ اردو زبان ۾ وڏي رواني سان ڪلام چيو آهي. هي سنڌن جيڪو ڪجهه ڪلام آهي سو سال ۱۹۲۴ع کان اڳ جو يعني مرشد و هادي سلطان سخي قبول محمد (دوم) جي ابدي وصال ماڻڻ کان اڳ جو چيل آهي. ۽ سندس ڪلام مان پڻ درازن جي درگاه واري هيڪار پيٽي اچي ۽ ڪافين اندر ڪيترائي سر آلاپيا اٿس.

فقير قاضي علي اڪبر درازي عرف غلام اڪبر درازي جو چئن ٻولين منجهان ڪجهه ڪلام نموني طور پيش ڪجي ٿو.

سنڌي ڪلام: (۱)

ٿلهه: ڇڏي يار غفلت، اٿي ڪر تياري
ويندءِ ويل گذري ـ ڪندي آهه وزاري

۱ـ آئـــي ننـڊ نـڌوري، نـحـس ۽ نڪاري،
ايندءِ ڪم ڪتڻ تـــو، هيءَ سرت ساري.

۲ـ اٿي ڪر وڻج تـون، سگهو ست سنهي جو،
ويندءِ نت هلي پوءِ، هي ساعت موچـاري.

۳ـ ويهـي ور وسارڻ، نـه تو ڪـــي جڳائـــي،
قـول ڦـاڏ ڪرونـــي، سمجهه هڪ واري.

۴ـ ڇڏي خيال خطرا، هن ڪوڙي دنيا جـــا،
ويهي دل سچي سان، تـون ڪر ياد ياري.

۵ـ ”غلام اڪبر“ ڪڏهين، متان ويل وڃائين،
ڪري پـــال رهبر، ڪندو شـــل ستاري.

سنڌي ڪلام: (۲)

ٿلهه: نور نوراني درازن ۾، عجب نروار آهه
نالي سخي قبول محمد ـ عشق جو اوتار آهه

۱ـ پوش پاتي بشر جو، عرشئون آيـــو انسان ٿي،
ور نـه واديءَ عشق ۾، ساڳيو اهـو اسرار آهه.

٢- منجهه مـراتب عشق ۾، آه لاثانـــي لا مثال،
نعرو هڻين منصور جـو، ارض و سما اظهار آه.
٣- لانگهو شريعت جو لنگهي، تنهن طئي طريقت کي ڪيو،
هاڻـي حقيقت معرفت ۾ مڙد ســو مختيار آه.
٤- منجهه سخاوت ۽ شجاعت، مرد مڪمل نامور،
فيض ڏي هر ڪنهن عيان، اعليٰ سندس دربار آه.
٥- آفتاب سيني عاشقن، مهتاب مڙنـــي عارفـــن،
ســــردار سڀني سالڪن، مستن وڏو مهندار آه.
٦- ”غلام اڪبر“ آه ازل ڪان - در پيو داتــا سخي،
خوف خطرو تنهن ڪهڙو، جنهن کي اهڙي آڌار آه.

## سرائڪي ڪلام: (١)

آيا دلبر آيا - آيا دلبر آيا

ڪيتي مهر مسڪينن - لڌي سار سڪايلن -
قربئون قدم گهمايـــا، آيا دلبر....

١- ارض سماء عرش فرش آتـي، نعره خوب لڳايـا،
بر بحر ۽ دوزخ جنت - هر هنڌ حڪم هلايـا....

٢- و نفخت والا ڏيئي اشارا، سارا نـــور سمايـــا،
مڙ ملائڪن نال ادب دے، سيسي اڳيان نوايا....

٣- رائي اپني اڳي جڳ وچ، ول ول عشق جوايا،
ديرا ڪيتا وچ درازيـن، سخي نـام الايـــا....

٤- تئين شاه سخي سرتاج ميڏي، واه وا رنگ رچايا،
در تنئين دلدار اتاهون، فيض هزاريـــن پايا....

٥- ”غلام اڪبر“ دا تنهن دلبر- ڪيتا بخت سوايا،
نال سخا دي دستون اپني، محبت جام پلايا....
آيا دلبر آيا...........

## سرائڪي ڪلام: (٢)

هڻ ڪيون اڪ لڪيندے هو۔ کهيل کهلايا تئن وو تئن

١- آدم دا چا نام ڌرايئي، ”سري انا سره“ آپ الايئي
نور سمايا تئن وو تئن

٢- ”ونفخت فيه“ آپ الايئي - مل ملاڪ سجدا ڪيتا
رنگ رچايئي تئن وو تئن

٣- احد وچون احمد هويا، ”انا احمد“ آپ الايا
لولاڪ ڪمايا تئن وو تئن

٤- موسيٰ هو ڪر آکيئي ارني، آپ الايئي لن ترانـي
طور جلايا تئن وو تئن

٥- انا الحق دا ماريئي نعرا، آپ ڪو آپي دار چڙهايا
لوڪ پلايا تئن وو تئن

٦- بشري جام آپ پهرڪي، بهشڪ شاه درازے ڪرڪي
سخي سڏايا تئن وو تئن

٧- ”غلام اڪبر“ ڪون ويچارا، هردي اندر توئين سارا
راز الايا تئن وو تئن

## هندي ڪلام:

پريم بنا آدمـي، آهـي پسوءَ جي سمان،
پريميءَ جـي دل ۾ آهي، ايشور جـو آستان،
پـريم وٽ پاڻهي، پـرڪهٽ ٿئي ڀڳوان،
”غلام اڪبر“هردي منجها، ڪڍي ڇڏ ايمان،
جي سچو لڳائين ڌيان، مڪتي ملئين من جي.

### اُردو کلام:

مجھے تو جام اے ساقی، پلادو یــا رسول‌الله،
دئی کا بیچ سے پڑدا، اٹھــادو یــا رسول الله.

۱- کرو تم صاف دل میرا، دئــی غیرو سیاھی سے،
آسی مین نور تو اپنا، بسادو یــــا رســول الله.

۲- مجھے مخمور کرو ایسا، رھے نہ یاد جسم اپنا،
سراسر مست محبت مین، بنادو یا رسول الله.

۳- رگ رگ مین هوئے جاری، مجھے آواز هو هو هو،
تن مین تـــار تو اپنی، لگادو یــا رسول الله.

۴- پیسے سے دور هوجائے، عقل و فهم میـــرا،
خودهی هستی سے تم مجھکو، چھڑادو یا رسول‌الله.

۵- ”غلام‌اکبر“ پر ایسی، کرو شفقت شهنشاها،
رخ منور مجھے اپنــا، دکھادو یــا رسول الله.

### (۴) متفرق کلام:

قاضي علي اکبر درازي جي ڪلام ۾ وحدانيت جي واکاڻ، حب مني حبيب رسول الله، امام العاشقين سان عقيدتمندي، آل رسول سان ارادتمندي ۽ مرشد سان لڳاءُ، پريت ۽ اڻ مٽ محبت، ۽ سوز فراق تي دل کولي بيان ڪيو اٿس. هت سندس ڪلام مان ڪجهہ خاص گفتا، روحاني رس رهاڻ ۽ حظ حاصل ڪرڻ لاءِ ڏجن ٿا.

الله جل شانه جي وحدانيت جي واکاڻ ڪندي چئي ٿو.

”ڏوهہ ڏنگايون مـون ۾، لکين لک هـــزار،
رحمتون پـــڻ تنهنجون، ڪروڙين ڪلتار،
ڏس تون شان پنهنجو، ڪر عيبن جي نہ پچار،
”غلام اکبر“ غريب جو، ننگ ڪٽج ننگدار،
ڍوليا ڍڪڻهـار، ڍڪج عيب ڍڻـــيءَ جـا.“

(٢) ”عيب اوڻايون مون ۾، بيحد بيشمار،
مٿو نالو تنهنجو، ستار ۽ غفار،
”غلام اڪبر“ غريب هيءَ توڙي گنهگار،
ته به آهي اميدوار، جو لطف تنهنجو بي حساب“

بارگاه رحمت اللعالمين ۾ پنهنجي محبت ۽ جذبه جو اظهار هن طرح ڪري ٿو:

”شفيع المذنبين، سندس عالي شان،
وسيلتنا في الدارين، مالڪ ڪون و مڪان،
”غلام اڪبر“ غريب تون، نه ٿي پريشان،
رک صدق ۽ ايمان، توکي ڪين ڇڏيندو ڪڏهن“

(٣) ثنا ڪيان سرور جي، جو محبوب رب العالمين،
گنهگار لاءِ بشارت آه، هو شافع المذنبين،
”غلام اڪبر“ غريب لاءِ، ٿيو انيس الغريبين،
سو رحمت العالمين، ٿيندو شافي ڪل امت جو“

امام العاشقين سان فقير پنهنجي عقيدتمندي پيش ڪري ٿو:

”يا علي مشڪلڪشا، ڪر مشڪلاتون معاف تون،
مهر ڪر مسڪين تي، ڪٽ ڪشالا ڪاف تون،
”غلام اڪبر“ غريب تان، لاهه غير جو غلاف تون،
آب ڪوثر جو پياري، اندر ڪر شفاف تون،
ڪر اهو اوصاف تون، هن پرت جي پنار تي.“

فقير آل اطهر سان پنهنجي ارادتمندي هن طرح ايان ڪري ٿو:

”صفت ڪريان سرور جي، آل اطهر جي،
قرة العين الرسول، شبير و شبر جي،
واڳ شفاعت جن ملي، روز محشر جي،
سي ”غلام اڪبر“ جي ڪندا مدارت محشر ۾.“

محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني جي عظمت هن طرح سان بيان ڪري ٿو.

"محي الدين لقب تنهنجو، تون آهه غوث اعظم دستگير،
قدم تنهنجو ولين مٿان، تون آهين پيران پير،
قطب رباني غوث صمداني، شان تنهنجو آهه بي نظير،
"غلام اڪبر" هي حقير، پرتو اٿو هن حال ۾"

قاضي صاحب پنهنجي مرشد برحق جي ڏنل فقيري سبق جو اظهار هن طرح سان ڪري ٿو:

"سبق يار سيکاريو، پنهنجو پاڻ سڃاڻ،
"ونحن اقرب" ويجهڙو اهو رک اهڃاڻ،
"غلام اڪبر" غير تون، اصل پاڻ نه ڄاڻ،
ساجن توسان ساڻ پوءِ ڪاڏي ٿو ڪن ڪرين"

فقير محبت سندو مذڪور هن طرح سان بيان ڪري ٿو:

"محبت ناءُ مولي جو، مولي آهه محبت،
ڪسبن ڪندي ڪين ورندو، ري سچي الفت،
"غلام اڪبر" قلب تان، ڪاڻي ڇڏ ڪلفت،
آهي مولي جي رحمت، محبت وارن جي مٿان."

فقير پنهنجي ڪلام اندر سچائي جو سبق هن طرح ڏنائي ٿو:

ڪي سچا دوست دنيا ۾، اڃان به آهين،
نازڪ ناتو نينهن جو، لائي ليائين،
پير نه پٺ پائين، "غلام اڪبر" غريب چوي"

قاضي صاحب پنهنجي ڪلام اندر تصوف جو پرچار ڪندي فرمائي ٿو:

"سڪ منجهان ڏسهي دل ۾، پاڻ سون ليئو،
"وفي انفسڪم افلا تبصرون"، معلوم مون ٿيو،

"غلام اڪبر" غم جـــو، لـڙي لاهه ويـــو،
مرشد قرب ڪيو، جو معلوم اهـــا مام ٿي."

قاضي صاحب فقيري جي ثنا ۽ صفت ڪندي چوي ٿو ته:

"فائق فقيريءَ جو ڪيو، افضل اعليٰ شان،
مٽ نـــه تنهنجي ٿيـندو، تخت سليمـان،
"غلام اڪبر" غريبيءَ ۾ ســـدا رهه شادان،
آهي راضي سدا رحمان، متي مسڪينن تي"

فقير سائين سوز ۽ فراق آهون ۽ دانهون ڪندي چئي ٿو:

"سچڻ سوز فراق ۾، سنهنجا چاڪ چڪن،
اکيون رت روئن ڪـــان، اصل بس نه ڪن،
"غلام اڪبر" غريب ڪـــي، آهي تات تنن،
جي مون ڀاڳ ورن - ته ملان محبوبن سان."

قاضي صاحب وصل لاءِ - واجهائيندي چئي ٿو.

"حيلا ڪيا هزار مون، پر چلي نـــا چارو،
"لا تحرڪ ذرة" ازلـــي اشـــارو،
ڪيئن ڪري ڪاڏي وڃي، "غلام اڪبر" ويچارو،
ڪندو صاحب سگهارو، جو ملندس محبوبن سان."

فقير سائين عشق جي ڪشمڪش بيان ڪندي لکي ٿو ته:

"پريـــنءَ اڄ پيار مـــان، مڪو آهه پيغام،
محبت جـــو من اندر، جنهن مچايو آهه ماتام،
"غلام اڪبر" غريب چوي، اهو آهه عشق جو انعام،
ٿيندو مطلب تمام، جو ٿيندس هيڪاندي هوت سين"

فقير علي اڪبر عشق جي ڪيفيت بيان ڪندي چوي ٿو ته:

"منهن ڏٺـــي محبوب جـــي، وڃتر مچ مچي،
جـــي ٻري ٿي ٻرڻ ڪان، تـــه سڙي ۽ پچي،

"غلام اڪبر" غريب کــي، ڪٿي قرار نہ اچي،
سو عاشق ڪيئن بچي، جو آهو ہن باهين وچہ"
مولانا و مرشدنا حضرت سچل سرمست رح جن فرمائين ٿا تہ:
"مذهبـن ملڪ ۾ مـاڻهـو منجهايــا،
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا،
شيخي پيري، بزرگي، بيحد ڀــلايــا،
آڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق جـــي" (سچل)

## (۵) ڪلام جي مقبوليت:

شهنشاه ـ عشق، سلطان العاشقين حضرت حافظ عبدالوهاب عرف سچل سرمست رح جي درگاه فيض گاه جي فيض بخشيندڙ فنا في الله سلطان سخي قبول محمد (دوم) جنهن وٽ عشق ۽ فيض جــو درياءَ هميشه سمنڊ وانگر موج ۽ مستيءَ ۾ رهندو هو. ۽ پاڻ هر گهڙي ڪان، هر وقت لدني علم ۽ ذات سبب هميشه با خبر رهندا هئا.

(١) فقير قاضي علي اڪبر درازي دستور موجب پير مغان جــي ايوان ۾ بتاريخ ٢٧ مئي ١٩١٩ع صبوح جو چونڪي ڏيندي سر پهاڙيءَ ۾ هيٺيون ڪلام مرشد جــي ثنا جــو پيش ڪيو. چونڪي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ سخي بادشاه جن ڪين روضي مبارڪ اندر وٺــي ويا ۽ حضرت سچل سرمست رح جو پڙ مبارڪ هڪ پاسي ڪان مٿي ڪئي قاضي صاحب جي مٿان وجهي پاڻ فرمايون تہ :

"سائين سچل بادشاه هي اسانجو ثنا خوان فقير آهي، هــر حال ۾ اوهانکي پرتو اٿو." ڪلام پيش خدمت آهي.

### ڪلام (سر پهاڙي)

ٿلهہ: منهنجا سخي سهڻا، جهين شل سدائين،
هجي قائم تنهنجي، ايها شاهنشاهـــي.
١ - ڏاتـــر تـــہ ڏينـــدڙ، ڏينهن گهڻيـــڙا،
ســدا سخـــا هونده، جـــاري ايهائي.

٢- روز بــروز تــازو تــوانــو
كوسي واهُ نہ لڳنده ڪڏهن بہ ڪائي.

٣- سارو سات تنهنجو، ڪڙم و قبيلو،
هــيءُ مولي تنهنجي، واڙي وڌائــي.

٤- لڳي نعرو تنهنجو، عرش فرش تـــي،
ساري فقر جي، تون آ پشت پناهــي.

٥- ”غلام اڪبر“ تنهنجي، ڪري ثناخواني،
ڪري سچ توتان، هي سرڙو فدائي.

(٢) اڳئين وقت ۾ آفيسن کي آچر جو ڏينهن موڪل هوندي هئي ۽ ڇنڇر اڌ ڏينهن هوندو هو. اسانجو درويش قاضي علي اڪبر حسب حڪم هر آچر تي مرشد مٺي جي حاضري ڀرڻ لاءِ ويندو هو. سو ڇنڇر رات مرشد جي درگاه ۾ عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ ڪلام جوڙي تيار ڪيو. ڇنڇر ڏينهن شام جو اٽڪل ٨ يا ٩ بجي ڌاري قاضي صاحب درگاه شريف تي حيدرآبادي فقيرن واري لانڍي ۾ اندر ويٺو هو جو سياري جي موسم هئي ۽ آواز ڪلام جاري هو. ايتري ۾ سائين سخي بادشاه جن تشريف ڪٺي آيا ۽ سنڌن پويان ماستر درگاهــي بڻ هيو. جنهن کي هٿ ۾ چانهہ جي ڪيٽلي ۽ ٺڪر جون پيالون هيون. پاڻ وهڻ شرط شاهاڻي شفقت ڪري فقير غلام اڪبر کي فرمايون. تہ: ابا! ”اهو جيڪو ڪالهہ ٺاهيو اٿئي، اهو اسان کي بہ تہ ٻڌاءِ“ هن حڪم موجب جڏهن ڪلام ڳائي پورو ڪيو تہ پاڻ ڪامل قربدار ۽ اڪمل ولي پنهنجي دست مبارڪ سان چانهہ جــي پيالي ڀري، مشڪندي فرمايو تہ- ”ابا! اچي وٺ“ سو هن فقير بسم الله ڪري پنهي هٿن ۾ پيالي جهلي يڪدم هڪ ڏي ڳيت ۾ پي ويو. جنهن تي درگاهي فقير دانهن ڪئي تہ اڙي فقير چانهہ ڏاڍي ڪوسي ٺئي، ٺاري ٺاري پيءُ.

جنهن تي سخي سرتاج جن قرب ڪري فرمايو ته: ”ابا! اسان جـي فقيرن کي گرم و سرد جي ڪهڙي خبر. هو هن ڳالهه کان بي نياز آهن.

(۳) سردار بهادر محمد بخش عرف ڪوجهي فقير سال ۱۹۲۲ع ۾ هالا ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو ۽ سندس هالن واري سرڪاري بنگلي تي هميشه فقيرن جو ميلو متل رهندو هو. قاضي صاحب جن پڻ اتي ٽڪيل هيا. سو تاريخ ۱۷- اپريل ۱۹۲۲ع رات جو ستن مصراعن تي مشتمل ڪلام مرشد جي چونڪي ڏيندي ڳايو. فقير جي درد جي آه ۽ دانهه ڪامل مرشد فنا في الله وٽ يڪدم پهچي ويئي، سو ڪانئس سٺي نه ٿـي ۽ بئي ڏينهن سخي بادشاه جن يڪدم قاضي صاحب کـي واپس درازن گهرائي ورتو. سخي بادشاه جن صبوح جو چونڪيءَ واري تخت تي جلوه افروز هئا ۽ آواز ڪلام ٿـي رهيو هو. پاڻ قاضي صاحب کي حڪم ڪيائون ته ”ابا! هالن ۾ چيل ڪلام اسانکي چئي ٻڌاءِ. فقير حڪم جي تعميل ڪندي جڏهن ڪلام جي ڇهين مصرع تـي پهتو، ته سخي سائين يڪدم اکيون کولي فرمايو ته ”ستت اپاريندا سين“ ۽ فقير جڏهن ستين ۽ آخرين مصرع تي پهتو ته پاڻ قرب ڪري اکيون کولي فرمايائون ته: ”ابا! انگ ميٽي ڇڏيوسي“ سبحان الله- ڪامل مرشد جا اهي قرب ڪمال آهن، جنهن کـي وساري نٿو سگهجي. سو ڪلام سر ڪلياڻ ۾ هن ريت آهي.

ڪلام: نڪر غم تون منهنجي دلڙي، ڪرڻ غم مان ڇا ٿيندو،

جئين مالڪ هوندي مرضي، تئين دلـڙي اوس ٿيندو!

٦- اڙي فلڪ ستائين ڇـــو، خبر خــــاصي سگهو ڏي ڪا،

سکن جو سج سڙيءَ دل لئي، ڪڏهن قادر اپــــاريندو!

۷- ”غــــلام اڪبر“ احقر ابـــڏو، نتي مغموم ۽ مانــدو،

پوندي شل مهر مرشد کــــي، لکيو انگ سوئي متيندو !

اهڙي طرح سان ڪئين ڪامل مرشد جا مثال آهن. مگر ڪفاعت ۽ قناعت ڪندي صرف ٿـي مثال ڏنا ويا آهن.

حضرت سچل سرمست رح جي هن بيت سان هن باب کـي هتي بند ڪجي ٿو.

"هڪ وسڻ پيو وڃڻ، ليون لهـي پيو سيءُ،
جهوڙي وڏائين جهوپڙيون، چن وڏائين چيءُ،
رنـــي جـــو رڻ ۾، واهه وسيـلـو ٿـيءُ،
حـال جني جـو هيءُ، تن پرور رک پناه ۾."

(سچل)

سو ڪلام اردو زبان ۾ سر ڪلياڻ ۾ هن ريت آهي.

ڪلام (سر ڪلياڻ)

ٿل: مجهے تو جام اے ساقی، پلادو یا رسول الله،
دوئی کا بیچ سے پڑدا، اٹھادو یا رسول الله.

١- کـرو تم صاف دل میری، دوئی غیرو سیاهی سے،
آسی مین نـور تـو اپنا، بسادو یـا رسول الله.

٢- مجهے مخمور کـرو ایسا، رهی نـہ یاد جسم اپنا،
سراسر مست محبت میں، بنـادو یـا رسول الله.

٣- رگ رگ مین هوئی جاری، مجهے آواز هو هو هو،
تـن مین تـار تـو اپنی، لـگادو یـا رسول الله.

٤- اپنے سے دور هـو جـائے، عقل و فهم میـرا،
خود هی، هستی سے تم مجهکو، چهڑادو یا رسول الله.

٥- "غـلام اکبر" پـر ایسی، کرو شفقت شهنشاهٖ،
رخ منـور مجهے اپنـا، دکهادو یـا رسول الله.

# ( باب ڇهون )

## سچل سرمست رح تي تحقيق جا اسباب:

”ڪن ٿـــا مهر مسڪين تـــي، ڪري پلائون پال،
ڪڏهـــن ڏســـن ڪين ڪي، اوگڻـــن افعـــال،
”غلام اڪبر“ غريب چـــوي۔ سندن قـــرب ڪمال،
آهي الله ڪـــــي سوال، شال رهجي اچي تـن سـان.“

بالعجتي ڪان وٺي قاضي صاحب جـــي چولي ۾ انـــدر عشق۔ حبيب جي چڻنگ د ڪندي رهي، جنهن حضرت سرتاج العاشقين سخي قبول محمد دوم رح جي نظر شفقت سان محبت جي مچ جي صورت اختيار ڪئي. سال ١٩٦٠ع جي شروعات ۾ هن ڪي مدي جو بخار ٿـــي پيو ان سان گڏ يرقان جي تڪليف به هئي. بيماري اهڙي تـــه شديد صورت اختيار ڪئي جو بچڻ جـــي اميد بلڪل ڪانه هئي هڪ شام جـــو ڊاڪٽرن جي پئنل به جواب ڏيئي ڇڏيو ”تـــه خدا جي امانت آهـــي ۽ ان جي حوالي ڪجي ٿي.“ عين انهيءَ رات هن خواب ۾ ڏٺو ته بيماريءَ جي حالت ۾ هو پاڻ ڪي درگاه شريف ڪٺائي وٺو آهي. مگر مرشد مٺي ڪين ڏسي فرمايو تـــه ”ابا۔ رب پاڪ جـــي سرڪار جـــــو حڪم بالا آهي تنهنجي حياتيءَ جا دم اڃي پورا ٿيا آهن، سو هينئر پنهنجي ڳوٺ موٽي وڃ ۽ ابدي سفر جي تياري ڪر.“ سو اهـــو هڏي ڳوٺ رواني ٿيڻ لاءِ تيار ٿيو، مگر ڪيس دل ۾ اڪير ٿي ته هيڪر مرشد جـــو آخرين ديدار ته ڪندو وڃان.

”ملان محبوبن ســان، ساجهر سويـــرو،
چشمن سان چمان وڃـــي، دلبر جو ديرو،
”غلام اڪبر“ غريب جو، ٿئي پاڳ پليرو،
ڪيئن پجان مان پيرو، متان ڪچي ڪيچن سان ٿيان.“

تنهن ڪري هو دوباره مرشد مٺي ۽ هادي برحق جي حضور ۾ حاضر ٿي دعا طلب ڪئي. جنهن تي قربدار ڪامل اڪمل ولـي هن دفعي مشڪندي فرمايو ته هاڻي ڪوبه فڪر نه ڪر. صبح جـو هن پنهنجي حالت بلڪل درست ڏٺي ۽ گهر جي سمورن ڀاتين کي رات واري خواب جي حقيقت کان آگاه ڪيو ۽ اهڙو نياپو استاد امامبخش قلپوٽو صاحب ڏانهن خيرپور به موڪليو. جڏهن سندن ڪمزوري دور ٿي ۽ ڪوئيٽا کان آب و هوا بدلائي واپس وريا، تڏهن کين حڪم صادر ٿيو ته ”اچ کان وٺي اوهان سچل سرمست جي حياتي ۽ اشعار تي لکڻ شروع ڪيو.“

هن وقت تائين جيترن اديبن سچل سرمست تي لکيو آهي ۽ اڃان سودو لکن پيا، مگر انهن جي تحرير ۽ هـن ٦٥ ورهين جـي ضعيف العمر ۽ روينيو کاتي جي رٽائرڊ سرڪاري ملازم ۾ صرف اهـو تفاوت آهي جو هنن جـي تحرير مـان سندن فني قابليت، بلاغت ۽ فصاحت نمودار آهي، ليڪن ڀيڙي قاضي صاحب جـي طرز مان جذبه صداقت، خلوص ۽ محبت جو اظهار قابل رشڪ آهي. هن جـي تحرير ۽ اظهار محبت خلق خدا کي پسند اچي يا نه اچي بلڪ يقين محڪم سان چئي سگهجي ٿـو ته سندس جملي ڪتاب مالڪن وٽ منظور ۽ مقبول ٿيل آهن. ڇو جو لکڻ ۽ لکائڻ وارا پـاڻ مالڪ آهن. حضرت شاه صاحب جو فرمان آهي ته:

”واڳ ڏڻين وس! آءٌ ڪا پاڻ وهيٽي“

سو هن عمر رسيده ۽ پيرسن، جسماني ۽ دماغي ڪمزورين جـي باوجود سخي سرتاج جنهن هنن جي لکڻ لاءِ رب العزت کان مهلت وٺي ڏني تنهن هن تمام علمي، ادبي خوبيون نمايان طور تي ظاهر ڪيون. جيئن ته دنيا ۾ ادبي، سماجـي، سياسي ۽ مذهبي رهنمائن جو تقدس ۽ قدر آهي تيئن اهـي سموريون صلاحيتون هـن ضعيف العمر ۾ موجود هيون. سچ پچ ته هن پنهنجي مرشد لائق صد احترام جي علمي ۽ ادبي

ذخيري ڪــي سهڻي، سنڀالي منظر عام تي آڻڻ لاءِ جيڪا جاکوڙ ڪئي ۽ ڪشالا ڪڍيا سي سڀ قابل تعريف آهن. سندس تصنيفات ۽ تاليفات ۾ گهڻي ۾ گهڻو ذخيرو حضرت سچل سرمست رح جـــي فلسفه جي شرح تي مبني آهي. جنهن ۾ هن منش عارفانه منزلن جي سهڻي ۽ سٺي نموني ۾ سمجهاڻي ڏني آهي. هي ڪو سولو يا آسان ڪم نه آهي، جو هرهڪ اديب انهيءَ فڪر و فلسفه جي گهرائي تائين پهچي سگهي. هن سلسلي ۾ سنڌي، اردو، سرائڪي ۽ انگريزي ٻولي ۾ حضرت سچل سرمست رح جـــي فڪر و فلسفه ۽ پيغام کـــي عـــام ڪرڻ لاءِ تبليغي ڪردار انجام ڏنو آهي.

## تصنيفات ۽ تاليفات هڪ نظر ۾:

محترم قاضي صاحب علي اڪبر درازي جـــي تصنيفات ۽ تاليفات هن ريت آهن:

| سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | زبان |
|---|---|---|---|
| ۱۹٦۱ | ۱- | ✓ دولهه درازي .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۲- | قرة العين رسول .... .... .... | سنڌي |
| | ۳- | بيعت الرضوان .... .... .... | سنڌي |
| | ۴- | سوانح حيات ڪوجهي فقير .... | سنڌي |
| | ۵- | ديوان ڪوجهي .... .... .... .... | سنڌي |
| | ٦- | ✓ سچل سرمست .... .... .... .... | انگريزي |
| ۱۹٦۲ | ۷- | ✓ مثنوي - عشق نامه .... .... .... | سنڌي |
| | ۸- | مثنوي گداز نامه .... .... .... | سنڌي |
| | ۹- | ✓ داتا درازي .... .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۱۰- | ديوان غلام اڪبر .... .... .... | سنڌي |
| | ۱۱- | ✓ سچل سرمست عظيم شاعر ومفڪر | اردو |
| ۱۹٦۳ | ۱۲- | مثنوي درد نامه .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۱۳- | مثنوي تار نامه .... .... .... .... | سنڌي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ۱۴- | گريئيسٽ پوئٽ .... .... .... | انگريزي |
| ۱۹۶۴ | ۱۵- | مثنوي رهبر نامہ .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۱۶- | سخي سرتاج .... .... .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۶۵ | ۱۷- | مثنوي وصلت نامہ .... .... .... | اردو |
| | ۱۸- | مثنوي وحدت نامہ .... .... .... | اردو |
| ۱۹۶۶ | ۱۹- | مثنوي بحر طويل .... .... .... | اردو |
| | ۲۰- | شاعر هفت زبان .... .... .... .... | اردو |
| ۱۹۶۷ | ۲۱- | مثنوي راز نامہ .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۲۲- | مختصر سوانح حيات سچل سرمست | اردو |
| ۱۹۶۸ | ۲۳- | سچل سرمست شهنشاه عشق .... | سنڌي |
| | ۲۴- | مثنوي ديوان خدائي .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۶۹ | ۲۵- | عشق حبيب .... .... .... .... .... | سنڌي |
| | ۲۶- | فاتح سنڌ غازي محمد بن قاسم .... | سنڌي |
| ۱۹۷۰ | ۲۷- | نڪتہ تصوف .... .... .... .... .... | اردو |
| ۱۹۷۱ | ۲۸- | سرتاج الشعراء حضرت سچل سرمست | اردو |
| | ۲۹- | انتخاب سنڌي ڪلام .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۷۲ | ۳۰- | سرتاج الشعراء حضرت سچل سرمست | سنڌي |
| | ۳۱- | انتخاب اردو ڪلام سچل سرمست | اردو |
| | ۳۲- | سفر نامہ ايران و عراق .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۷۳ | ۳۳- | انتخاب سرائڪي ڪلام سچل سرمست | سرائڪي |
| | ۳۴- | عشق عجب اسرار .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۷۴ | ۳۵- | شاعر اعظم سچل سرمست .... | سنڌي |
| | ۳۶- | انٽر نيشنل پوئٽ .... .... .... | انگريزي |
| | ۳۷- | قصو تقدير و تدبير .... .... .... | سنڌي |
| ۱۹۷۵ | ۳۸- | شاعر صفت زبان فخر پاڪستان | سنڌي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١٩٧٦ | ٣٩- | مڪمل سوانح حيات سچل سرمست | سنڌي |
| | ٤٠- | فيض فاروقي .... .... .... .. .... | سنڌي |
| | ٤١- | سدا حيات شاعر ۽ ولي الله .... | سنڌي |
| | ٤٢- | الله ۽ دنيا .... .... .... .... .... | سنڌي |
| | ٤٣- | درد جو داستان .... .... .... .... | سنڌي |
| ١٩٧٧ | ٤٤- | دولهه درازيءَ جي دربار جا در | سنڌي |
| | ٤٥- | حق جي راهه .... .... .... .... | سنڌي |
| ١٩٧٩ | ٤٦- | سچل سرمست صاحب شريعت | سنڌي |
| ١٩٨٠ | ٤٧- | سچل سرمست عاشق رسول الله | سنڌي |
| ١٩٨١ | ٤٨- | مختصر سوانح حيات .... .... | سنڌي |
| ١٩٨٢ | ٤٩- | آيات قرآنيءَ جو سنڌي ترجمو | سنڌي |
| | ٥٠- | ديوان آشڪار جلد پهريون .... | اردو |
| | ٥١- | ديوان آشڪار جلد ٻيون .... .... | اردو |
| زير طبع | ٥٢- | ديوان آشڪار .... .... .... .... | سنڌي |

خلاصو

| | |
|---|---|
| ١- سنڌي ڪتاب | ٣٦ |
| ٢- اردو ڪتاب | ١١ |
| ٣- انگريزي ڪتاب | ٣ |
| ٤- سرائڪي ڪتاب | ١ |
| ٥- زير طبع سنڌي | ١ |
| ٽوٽل | ٥٢ |

**(٣) تصنيفات، تاليفات ۽ انهن تي تبصره ۽ تقريظون:**

قاضي علي اڪبر درازي هادي برحق جي حڪم سان. اُن اقليم سخن، تاجدار شعراءُ حضرت سچل سرمست رح جنهن نوَ لکن ڪـان

زيـاده ڪلام ستن ٻـولين ۾ چيو آهي، جنهن اندر قدرت جـا سڀ راز و رموز عيان ڪيا آهن. سو هـن قادرالڪلام شاعر ۽ سخي مرد جي نالي سان پنهنجي زندگيءَ جو ڀهريون ڪتاب ”دولهه درازي“ جي نالي سان لکي سال ١٩٦١ ۾ شايع ڪيو.

**(ا) دولهه درازي:**

هيءُ ڪتاب جنهن کي سنڌ جي عالمن ۽ اديبن کان علاوه عام فڪر و تخيل ۾ پڙهي پرجهي قبول ڪيو، سو ڇه سؤ صفحن تي مشتمل آهي. تنهن اندر حضرت سچل سرمست رح جـو سلسله حسب نسب اميرالمومنين حضرت عمر بن الخطاب فاروق اعظم سان ڏيکاريل آهي. سلسله درگاه عاليجاه درازا شريف جا حضرت خواجه محمد حافظ عرف سائين صاحبڏنه بلقب موراڳيءَ رح سان شروع ٿئي ٿـو جـو حضرت عمر فاروق رضه جي ٣٧ پشت منجهان هيو. ۽ ولادت باسعادت تفصيل سان ڏيکاريل آهي. تنهن سان گڏ سوانح حيات خواجه عبدالحق ۽ سخي قبول محمد (اول) رح پڙهڻ جي قابل آهي. حضرت سچل سرمست رح جي ولادت باسعادت ۽ سندس حيات ۽ شعر و شاعري ۽ ڪرامتون تفصيل سان لکيون ويون آهن. ان کان علاوه فيض فاروقي کهڙن ڪهڙن فقيرن کي مليو ۽ سندن مختصر حياتيءَ تي روشني وڌل آهي. حضرت سچل سرمست رح جـــو هي بيت هن ڪتاب جـي پوري پوري عڪاسي ڪري ٿو.

بزرگ شيخ و مشائخ يـارو، نا مخدوم ٿياسي،
نڪي قاضي، نڪي مـلان، معلم پير بڻياسي،
نڪي ڏاه ڏگيءَ جا ڏاهي، رنگ رساءُ رکياسي،
”سچل“ ٻاجهون عشق الله جي، ٻيو نہ ڪو هنر سکياسي.

محترم نياز رجباڻي صاحب ڪتاب ”دولهه درازيءَ“ تي تبصره ڪندي لکي ٿو تہ: محترم قاضي صاحب جنکي ڪامل اڪمل، صاحب

ولايت ۽ معرفت ڏيکاريندڙ مرشد، هـادي، مهدي، رهبر، عاشق فنا في الله، هن جي تحرير ۾ جان، انداز ۾ اثـر ۽ هڪ طاقتور مقناطيس واري ڪشش بخشي آهي. انهيءَ جو هڪ زنده و جاويد مثال پڌايانتو ته مون اڪيلائي ۾ ويهي ”دولهه درازي“جو مطالع ڪري رهيو هوس ۽ جڏهن الفاظن تـي آيس ته حضرت سچل سرمست رح جـي زيارت باسعادت نصيب ٿي. انهيءَ لمحي ۽ انهيءَ ڏينهن کان صوفي متو غالب اچي ويو ۽ اڄ آءٌ وڏي فخر ۽ نـاز سان شهنشاه عشق حضرت سچل سرمست رح جو مريد سڏائي رهيو آهيان. انهيءَ ڪـانپوءِ جيترو فيض مون کي انهيءَ دروازي تان عطا ٿيو آهي تنهنجو انـدازو ڪري نٿو سگهان. قاضي صاحب شاه هوندي به گدا آهي، سندس طبيعت شريفانه ۽ مزاج ۾ محبت، سادگـي ۽ نرمي آهي. مطلب ته قاضي علي اڪبر درازي جن سراپا فرشتا آهن، جنهن جي ڪتاب ۽ لکڻيءَ جـي صدقي منهنجي مٿان ايتري نوازش ۽ قرب ٿيو.

ساڳي سال ۾ ٻه ناياب ڪتاب ”قرة العين رسول“ ۽ ”بيعت الرضوان“ تحرير ڪري شايع ڪرايا. ان کان علاوه ڪتاب ”سوانح حيات سردار بهادر محمدبخش“ ۽ ”ديوان ڪوجهي“ پڻ لـکي علم و ادب جـي خدمت جو حق ادا ڪيو.

### (٢) قرت العين رسول:

هي هڪ ناياب ڪتاب ٥٦ صفحن تي مشتمل آهـي. جنهن اندر حضرت سيده زينب، حضرت سيده رقيه، حضرت سيـده ام ڪلثوم ۽ حضرت سيده فاطمه الزهرا جي حياتيءَ جو احوال بيان ڪيل آهـي. جي مسلمان ڀينرن لاءِ مشعل راه ثابت ٿيندو. تنهن سان گـڏ ڪجهه حضرت علي المرتضيٰ مظهر العجائب جا زرين اقوال پڻ ڏنل آهن.

### (٣) بيعت الرضوان:

هي بي بها ڪتاب ٦٤ صفحن جو مجموعو آهي. جنهن جي لفظي

معنيٰ اٿين آهي الله کي راضي ڪرڻ واري بيعت- ۽ هي بيعت اسلامي تاريخ ۾ اهم ۽ عظيم‌الشان واقعو آهي جنهن ۾ جي وڻ هيٺان ڪئي ويئي- انهيءَ بيعت ۾ جن اصحاب سڳورن سرور ڪائنات فخرموجودات محبوب رب العالمين سان وفاداريءَ جـــو حلف ڪيو. تن جـو ذڪر ڪلام‌الله شريف ۾ آهي. ان ڪان علاوه چئن يارن جـو احوال حضرت علي المرتضيٰ، حضرت امام باقر ۽ حضرت زين العابدين جا زرين قول ڏنل آهن. ڪتاب جـي مطالع مان سڪون، سرور، راحت ۽ مسرت ملي ٿـي.

صفت ڪريان سرور جـي، آل اطهر جي،
قرة العين الرسول، شبير و شبـر جـــي،
واڳ شفاعت جن ملي، روز محشر جي،
سي "غلام‌اڪبر" جي - ڪندا مدارت محشر ۾.

## (۴) سوانح حيات سردار بهادر محمد بخش:

سردار بهادر محمد بخش شيخ جا وڏا اصل ڀاڳ ناڙي (بلوچستان) جا وينل هئا. پوءِ اچـي شڪارپور ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. پاڻ ڪامل مرشد سخي سائين قبول محمد دوم رح جي بي پناه فيض سبب پنج سال ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد ٿي رهيا ۽ سال ۱۹۴۴ ۾ رٽائر ڪيائون نوڪري جـي دوران ۽ نوڪريءَ ڪانپوءِ به سندس مٿان فقيري فيض جي پالوٽ ٿيندي رهـي ۽ پاڻ فنا في الشيخ جـي منزل تي پهچي وفات ڪيائون.

## (۵) ديوان ڪوجهي:

سردار بهادر محمد بخش کي پنهنجي حقيقي هادي سخي قبول محمد دوم فقيري فيض سـان بلڪل نوازيـو ۽ سندس تخلص "ڪوجهي" رکيو، ڪوجهي فقير جو ڪلام تمام گهڻو چيل آهي. مگر هن ڪتاب اندر سندس فقيرانا ڪلام درج ڪيا ويا آهن.

حضرت سچل سرمست رح جــي مختصر سوانح حيات غير سنڌي جي مطالع لاءِ لکي شايع ڪئي ويئي.

قاضي صاحب هادي برحق جــي حڪم موجب سال ١٩٦٢ع ۾ حضرت سچل سرمست رح جي فارسيءَ ۾ لکيل "مثنوي عشق نامہ" ۽ " مثنوي گداز نامہ" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايو. ان سان گڏ "دانا درازي" سنڌيءَ ۾ "سچل سرمست عظيم شاعر و مفڪر" اردو ۾ پنهنجي ڪلام تي مشتمل "ديوان غلام اڪبر" شايع ڪيائين.

(٧) مثنوي عشق نامہ:

حضرت سچل سرمست رح هــي فارسي زبان ۾ چيل ڪلام آهي. جنهن ۾ عشق ۽ درد جــي خاص تعريف بيان ٿيل آهي. قابل مترجم هڪ صفحي تي فارسي ۽ ٻئي صفحي تي سامهون هرهڪ مصرح سليس ۽ با محاوره سنڌي زبان ۾ ترجمو ڏيئي پاڙهڻ پيئرن کــي مطالعي جي دعوت ڏني آهي. اهل ذوق حضرات جي پڙهڻ جي لائق آهي جنهن ۾ قاضي صاحب ترتيب ۽ ترجمي تي نهايت سهڻي ڪوشش ڪئي آهي. ڪتاب جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

(١) آن خدا وند از عشق آدم آفريد، تاز مخلوقات اورا برگزيد
(٢) آن خداوند اورا امانت عشق داد، در نهانش سر اسرار نهاد
(٣) خانہ آدم را نمود آباد کرد، بيچگون در چگون امداد کرد
(٤) راست مي گويم ولي گردد عيان - آن هست اسرار در باطن نهان
(٥) هست آن آدم کجا آدم کجا، آن خدا موجود باشد بجا .

معني - خدا وند عشق منجهان آدم کــي پيدا ڪيو. جنهن ڪري هن کي اشرف المخلوقات بڻايو.

٢- انهيءَ ذات پاڪ هن کي عشق جي امانت عطا فرمائي، ۽ هن ۾ پنهنجا سمورا مخفي راز سمايا.

٣- حضرت آدم جي گهر کي پاڻ سان آباد ڪيائين، بي مثال کي مثال ۾ آندائين.

٤- اگرچ هنجا لڪل مخفي راز ظاهر نه ٿـــي پـــون، ته به مان سچ چوندس.

٥- سو آدم ڪٿي آهي؟ سندس مخلوق ڪٿي آهي؟ مگر خدا ٿي هرهنڌ موجود آهي.

محترم ڊاڪٽر در محمد صاحب پٺاڻ ڪتاب تـي تبصرو ڪندي هفتيوار اخبار ”آزاد“ ۾ لکڻ فرمائين ٿا ته ”عشق نامہ“ سچل سائين جي فارسي شاعريءَ جو هڪ اهم خزانو آهـي جنهن ۾ معرفت جـا موتي پريل آهن. قاضي صاحب هن ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست رح جي انهيءَ عقيدت ۽ عشق جي جهلڪ پيش ڪئي آهي، جيڪو دنيا جي سمورن عاشقن ڪـــان اعليٰ ۽ اتم آهـــي. هـــي ڪتاب مرتب ڪري قاضي صاحب، حضرت سچل سرمست رح کي عاشق رسول الله جـي روپ ۾ پيش ڪيو آهي. قاضي صاحب سنڌ جي انهن بزرگ اديبن مان آهي، جيڪي پنهنجي هڙان ۽ وڙان سنڌي ٻولـيءَ، علم و ادب جـي خدمت ڪندا رهن ٿا.

(٨) مثنوي گداز نامہ:

هي سچل سرمست رح جـي فارسي مثنوي آهي، جنهن ۾ سوز ۽ فلسفہ آهـي ”پاڻ سڃاڻ.“ تنهن ڪري سندس سمورو ڪلام، انهيءَ ڏس ۾ چيل آهي. اهو اهڙو ته وسيع ۽ بيباڪ آهي جو اهڙو ٻيو ڪو ڏسڻ ۾ نه ايندو. سندس ڪلام ۾ انسان ذات کي صرف هڪڙي مقصد (معرفت) لاءِ بار بار نغاري جي چوٽ تي بلڪل بي باڪي سان موثر ۽ جاذب طريقي سان رغبت ڏيکاري ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ دعوت عام ڏنل آهي. ان جي تعليم اهڙي سهل ۽ دلڪش نموني سان ڏني ويئي آهي جا بيشڪ هڪ لاجواب آهي. جهڙي طرح ننيڙي ٻار کـي

سيکارڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ استاد ملڙا منـڙا ۽ دلپسند مثال ڏيندو آهـي، تهڙيءَ طرح هن معلم اعظم- اکمل استاد، حقيقي رهبر، کامل رهنما معرفت الاهيءَ جـا عجيب ۽ انوکا، جـاذب ۽ دلکش دليل ۽ مثال پيش ڪري، اول کان آخر تائين جامع ۽ مڪمل تربيت ۽ تعليم ڏني آهي ۽ جنهن اندر ڪا ڪسر باقي نہ ڇڏي آهي.

دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ شاعر تي نتو سگهي جنهن هن جهڙا بينظير ۽ بـي مثال دليل پنهنجي شعر ۾ پيش ڪيا هجن. هـي اقليم سخن جو تاجدار ۽ قادر الڪلام شاعر سنڌ لاءِ بيشڪ باعث، فخر ۽ ناز آهي.

(۹) گداز نامہ: جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

۱- آن خدا موجود در هرجا ببين، آن خدا مشهور سر تا پا ببين.
۲- آن خدا موجود اندر هرمکان، آن بود معبود اعيان و نهان.
۳- اسماءُ والارض باشد نور او، نيست حق ذاکر و مذکور او.
۴- آن خدا موجود اندر کائنات، اين هم باشد صفات پاک ذات.
۵- آمده ظاهر بنام مصطفيٰ، باليقين دانستن است ذات خدا.

معنيٰ: خداوند ڪريم هرجاءِ موجود آهي، ۽ هو مٿي کان پيرن تائين مظهر ڏس. (حاضر ناظر آهي).

۲- اهو خدا هرهنڌ حاضر و ناظر آهي، اهو ظاهر و باطن ۾ عبادت جي لائق آهي.

۳- زمين ۽ آسمان تي هنجو ئي نور آهـي، اهوئي بيشڪ ذاکر ۽ مذکور آهي.

۴- اهو خدا ساري جهان ۾ موجود آهـــي. اما هن ذات پـاڪ جي صفات آهي.

۵- حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جي نالي سان ظاهر ٿي آيو، يقين سان سمجهہ تہ محمد مصطفيٰ صلعم خدا جي ذات آهي.

جناب انورعلي شاه "اظهر" گيلانـي- ايڊيٽر هفتيوار "ذوالفقار"

پنھنجي اخبار ۾ عشق نامہ ۽ گداز نامہ تي تبصره ڪندي لکڻ فرمايو آهي. تہ: ”شاعر هفت زبان، منصور آخر زمان سرتاج الشعراء- شھنشاه عشق حضرت سچل سرمست جو اسم گرامي ادبي دنيا ۾ ڪنھن کان بہ ڳجھو ڪونہ آهي. سندس ڪلام هر زبان ۾ ڪافي کان زياده آهي. سچل سرمست سنڌ جو اهو واحد خوش قسمت شاعر آهي، جنھن تي ڪافي سنڌ جـــي ادباء و شعرا ڪتاب لکيا آهن. خاص طرح انهيءَ سلسلي ۾ سندس عقيدتمند جناب قاضي علي اڪبر صاحب جيڪا جاکوڙ ۽ محنت ڪئي آهي. اها قابل ذڪر آهي. سچل سرمست ستن زبانـــن جـــو لافاني شاعر ٿي گذريو آهي. قديم دور ۾ صوبہ سنڌ ۾ ڪثرت سان فارسي زبان ڳالهائـــي ۽ لکي ويندي هئي ۽ انگريزن جي ابتدائي دور ۾ بہ فارسيءَ کي وڏو مقام حاصل هو.

## (۹) دانا درازي:

هي ڪتاب ٻارهن بابن تي مشتمل آهي. جنھن اندر حضرت سچل سرمست رح جي مختلف پھلوئن هرهڪ سرتاج الشعرا، شاهنشاه عشق، عاشق رسول، منصور آخر زمان وغيره وغيره تي نهايت مختصر نموني ۾ روشني وڌي ويئي. اي دل تون هرگز بيخبر نہ ٿيءُ. پاڻ کي سڃاڻ هن غفلت کي ڇڏ، ڇو پاڻ کي بيقدر ڪيو اٿئي. پنھنجي حق ۾ غور ڪر. تون غير ناهين ۽ پاڻ کي وڏي شان وارو سمجھہ.

ٻول نہ ٻي ڪنھن ٻل، تـون تان آدم نـاهين،
ملڪن ٿي سجدا ڪيا، واهہ مٿي تنھنجو ملھہ.

(سچل)

ضعيف العمر قاضي صاحب حضرت سچل سرمست رح، جي عشق ۽ محبت جي جذبہ سان سرشار ٿي هـن ڪتاب اندر سندس فلسفہ کي بلڪل واضع ڪيو آهـي. جنھن لاءِ ڪين مالڪن سالم دماغ ۽ قوي طاقت بخشي.

## (١٠) ديوان غلام اڪبر:

هي قاضي علي اڪبر بتخلص غلام اڪبر جي مختصر ڪلامن جو مجموعو آهي. قاضي صاحب سال ١٩١٥ع ۾ جڏهن اڃان مئترڪ پڙهندو هو ته حضرت سخي قبول محمد دوم جو طالب ٿيو. هن جي پنهنجي مرشد سان ڪمال درجي جي محبت هئي ۽ مرشد مٺي جي پڻ هن تي نهايت شفقت ۽ عنايت هئي. هنن جي توجهه فيض ڪان ڪلام چوڻ لڳا. مگر پير مغان جي ابدي وصال سال ١٩٢٤ع ڪانپوءِ دلي صدمو رسيو. تنهن ڪانپوءِ ڪلام لکڻ ۽ ڳائڻ بلڪل بند ڪري ڇڏيائين.

ڪرم ڪر ڪريما ـ تون عاصي بندي تي،
ڏکي وٽ تون ڏوليا، ڏکٺهار مون ڪي.
"غلام اڪبر" عاصي ـ ڪري عجز آزي،
سميع بصيرا ـ سڻج سوال ساري.

## (١١) سچل سرمست رح عظيم شاعر و مفڪر:

هي ڪتاب اردو زبان ۾ لکيل آهي. اهو دل اندر مقصد رکي لکيو ويو ته جيئن غير سنڌي ۽ سنڌ ڪان علاوه ٻين صوبن وارن کي به پڻ حضرت سچل سرمست رح عظيم شاعر جي فلسفه ۽ فڪر متعلق روشناس ڪرايو وڃي.

هن ڪتاب اندر حضرت سچل سرمست رح جي ولادت، تعليم و تربيت، حسب نسب تي روشني وڌل آهي. تنهن ڪانسواءِ سندن ڪلام، مقام ۽ معرفت کي واضع ڪري ڏيکاريو ويو آهي ۽ فاروقي فيض جو بيان عيان ڪيل آهي.

محترم قاضي علي اڪبر درازيءَ سال ١٩٦٣ع ۾ سرتاج الشعرا حضرت سچل سرمست رح جون فارسي زبان ۾ چيل اٺن مثنوين مان ٻن جو ترجمو سال ١٩٦٢ع ۾ شايع ڪيو ۽ هيٺئر "مثنوي درد نامه" ۽ "مثنوي تار نامه" جو سنڌي ترجمو ڪري شايع ڪرايائين. تنهن سان

گڏ انگريزيءَ ۾ "Sachal Greatest Poet:" پڻ تحرير ڪري شايع ڪيائين. جا سندس پختي عظم جي نشاني آهي.

(١٢) "مثنوي درد نامہ"

هي سرتاج الشعراء حضرت سچل-سرمست رح جي فارسي ۾ چيل اٺن مثنوين منجهان هڪ آهي. جا ٨٦ مصرعن تي مشتمل آهي. جنهن جو هڪ طرف فارسي بيت آهي انجي سامهون ٻئي طرف سنڌي ۾ ترجمو آهي. هن مثنوي اندر درد جي بيحد ۽ بي انتها تعريف ۽ توصيف ٿيل آهي. جا دل درد کان خالي آهي سان حيوان جي مثل آهي. تن ڪسي مثال ڏيئي سمجهايو ويو آهي.

مثنوي درد نامہ جي شروع جا چند بيت پيش ڪجن ٿا:

(٣) مثنوي درد نامہ جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

١- باز آمدام بخيال ديگر - كرديم بيان بحال ديگر.

٢- گزدره درد در تو آيد - فرياد با آسمان بر آيد.

٣- هيهيات کہ بيخبر شدی زو- غم درد بگيسردر غمش شو.

٤- جز درد دگر رهي نباشد - شاه است دگر شهمي نباشد.

٥- اين درد رساندت خدا را- در لحظہ نمايدت خدا را.

معنيٰ- رري دل ۾ ٻيو خيال پيدا ٿيو. جنهنڪري وري ٻيو احوال پيش ڪيانٿو.

٢- جيڪڏهن ذرو درد توکــــي رسي ٿـو تہ آسمان تـائين دانهون ڪرين ٿو.

٣-. افسوس تنهنجي حال تي جو توکي ان جي شان جي خبر نہ آهي. درد جو غور ڪر ۽ انهيءَ غم ۾ رهہ.

٤- درد کانسواءِ ٻيو ڪو رستوئـي ڪونهي- درد شاه آهـي ۽ ٻيو ڪو شاه ڪونهي.

٥- اهو درد توکي خـدا وٽ پهچائيندو. ۽ جهٽ پٽ توکـي خدا ڏيکاريندو.

## (١٣) مثنوي تار نامہ :

هي تاجدار- عشق حضرت سچل سرمست رح جي فارسي ۾ چيل مثنوين مان هڪ آهي. جنهن ۾ تنبوري جي لوهي تار جـي اصليت بيان ڪيل آهي. اها تار پاڻ ڳالهائي رهي آهي تہ مان اصل ڇا هيس ۽ هينئر ڇا آهيان. منهنجي آواز ۾ سوز ۽ گداز آهي. ٻڌڻ سان ماڻهو وجد ۾ اچـي وڃي ٿو. هن قادرالڪلام شاعر جـي هـرهڪ مثنوي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هڪ ادبي شاهڪار آهي.

هي مثنوي ١۴٦ مصراعن تي مشتمل آهي. هڪ صفحي تي فارسي بيت ۽ ٻئي صفحي تي سندس سنڌي ترجمو لکيل آهي.

"مثنوي تار نامہ" جي شروع جا چند بيت پيش آهن :

١- داستان ديگري بشنود من- از شنيدن محوگردد جان و تن.

٢- يار گويد باز گو از مثنوي- چند ابيات از سر معنوي.

٣- ما نمي گويم گويا او بود- ما نمي جوئيم جو يار او بود .

۴- خود اشارت مي کنہ خود را بگو- پسي ز گفتن سر اوکاهل مشو.

٥- چون شبي رفتم سو ميخانہ- اندران ديدم يکي ديوانہ

٦- خوش ستاری بود اندر دست او- تاب‌آوازا شي همي شد مست او

معني(١)- هينئر مون کان ٻيو داستان ٻڌو- جهنن جي ٻڌڻ سان جان ۽ تن وسري وڃن ٿا.

٢- يار تـو ڇئي تہ ٻيهر بيان ٻڌاءِ- ڪجهہ بيت مخفي اسرارن جا ظاهر ڪر-

٣- مان ننڍو ڇوان پر ايهو يار پاڻ ٿو چوي. مان ننڍو گهوليان پر هو پاڻ ٿو گهولي.

٤- پاڻ ٿي اشارو ٿو ڏئي ۽ فرمائي ٿو. ته منهنجي مخلوق کي منهنجن رازن ٻڌائڻ ۾ سستي نه ڪر.

٥- هڪڙي رات آءٌ ميخاني جي طرف ويس. اتي هڪ مان مستانو ويٺل ڏٺو.

٦- هن جي هٿ ۾ هڪڙي سٺي تار هئي. جنهن جي آواز مونکي مستانو بڻائي ڇڏيو.

Sachal The Greatest Poet: (١٤)

ڏيساور ۾ رهندڙ حضرت سچل سرمست رح جي مداح خوانن جي اسرار تي قاضي صاحب هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکي شايع ڪرايو جو بيحد مقبول ٿيو.

فقير صفت قاضي علي اڪبر درازي سال ١٩٦٤ع ۾ حج جي سعادت حاصل ڪرڻ کان اڳ ٻه ڪتاب هرهڪ "مثنوي رهبر نامہ" ۽ "سخي سرتاج" لکي ادب دوستن تائين پهچايائين.

(١٥) مثنوي رهبر نامہ:

سرتاج الشعراء حضرت سچل سرمست رح روزالست کان پنهنجي ڪلام ۾ طالبان حق لاءِ تلقين ۽ هدايت ڪئي آهي. جي ڪلام الاهي الهام رنداني ۽ حقاني آهي جو عام فهم، فراست ۽ عقل ۽ ادراڪ کان مٿي آهي. مگر هن حقيقي عاشق ساري دنيا جي ملڪن ۽ عاشقن جو احوال پنهنجي شعر ۾ ڏيکاريو آهي. نهايت عجيب ۽ انوکا مثال پيش ڪري پاڻ کي نيست ۽ خدا کي هست ڪري ثابت ڪيو آهي. اهڙو ڪوبہ شاعر نه آهي جو اهڙا نصيحت آموز سبق سيکاري.

هن مثنوي جي شروع جا چند بيت پيش خدمت آهن.

١- بشنوي اين کيفت را ـ محوکني قيل دگر قال را.

۲- کیست همان کس کہ بیان میکند - سر ز اسرار عیان میکند.

۳- گوینده اوست بگویا منم - جوینده اوست نجو با منم-

۴- کیستم وکیستم وکیستم- خویش نمي دانم تا چیستم-

۵- در بحر حیرت امشاده ایم- گاه درون عبرت افتاده ایم.

معنيٰ: ۱- هي سموري حقيقت حال جي ڳالهه- ٻيو سڀ قيل و قال ڇڏي ڏي.

۲- اهو ڪير آهي جو هيءَ بيان ظاهر ڪري ٿو. اهوڪيرآهي جو الله جا راز ظاهر ڪري ٿو.

۳- چوندڙ اهو آهي ۽ نه مان، ڳولهيندڙ اهو آهي ۽ نه مان.

۴- مان ڪير آهيان، مان ڪير آهيان، مـان ڪير آهيان، مان پاڻ نٿو ڄاڻان ته ڪير آهيان.

۵- مان حيرت جي درياه ۾ پيوآهيان، انهيءَ عبرت ۾غلطان آهيان.

## (۱٦) سخي سرتاج:

هن بي بها ۽ قيمتي ڪتاب اندر محترم قاضي اڪبر پنهنجي مرشد سلطان العاشقين، سرتـاج السالڪين، شمس العـارفين حضرت سخـي قبول محمد دوم رح سجاده نشين نمبر ٦ جـي مڪمل سوانح حيات قلمبند ڪئي آهي. سموري زندگـي بابت واضح طور تـي احوال بيان ڪيل آهي. ان سان گڏ هادي برحق جـي فيض عام ۽ فيضياب ٿيل مريدن، جيڪي پنهنجي وقت جا ولي الله ٿي گذريا آهن. ۽ جن جـي پيري مريدي اجان تائين هلندي اچي ٿـي. تن سڀني جـو احوال هن ڪتاب اندر ڏنل آهي. بيعت قادري طريقي تي ورتي وڃي ٿي. اگرچ راڳ ۽ ويراڳ ۽ سماع چشتي طريقي موجب هلندو اچي ٿو.

هن ڪامل اڪمل سخي مرد جي ڪرامتن جو ڪاٿو ڪونه آهي ۽ ڳڻپ جي انداز کان مٿي آهن. تنهن هوندي به هن ڪتاب ۾ صرف

ٻارهن ڪرامتون ڏيڪاريل آهن. اهـڙيءَ ريت قاضي صاحب پنهنجي مرشد سخي سائين جي سوانح لکي هن پنهنجي مرشد جـي صداقت، امانت ۽ عقيدي جي پوري پوري شهادت ڏني آهي.

ڪتاب بنام ”سخي سرتـاج“ جنوري ١٩٦٢ کـان لکڻ شروع ڪيو ويو هو ۽ مڪمل ڪري جناب رحيم بخش شيخ صاحب ڏانهن نظرثانيءَ لاءِ موڪليو ويو هو. مگرافسوس جو ڪتاب اتي ڪنهن طرح سان گم ٿي ويو ۽ ڪيتري ئي جستجو جـي باوجود دستياب ٿي نـه سگهيو. قاضي صاحب نومبر ١٩٦٣ ۾ سنڌ ريجنل بئنڪ حيدرآباد جي ميٽنگ تان واپس روهڙي موٽي رهيو هو. ته اتفاقن ٽرين ۾ ڪنهن تعليم يافته درويش سان ملاقات ٿي ويئي. دوران گفتگو هـن صاحب، قاضي صاحب کان پڇڻ فرمايو ته ” اوهان هن ڪتاب لکڻ ۽ ڇپائڻ لاءِ مالڪن کان اجازت طلب ڪئي هئي يا نه؟ نفي جي جواب تـي تعليم يافته فرمايو ته ”ڪتاب جي گم ٿيڻ جو واحد سبب اهو آهي. ”هينئر مالڪن کان اجازت وٺو ته ڪتاب جتي به هوندو لڀي پوندو.“ سو قاضي صاحب روهڙي پهچي جمعي جي رات ختمو بخشي مالڪن کان، ڪتاب جي اجازت لاءِ دعـا گهريائين. جيڪا مقبول ۽ منظور ٿي. آچر ڏينهن شيخ صاحب کان خط پهتو ته اوهانجو ڪتاب ملي ويو آهي. ۽ ٽپال رستي موڪلجي ٿو. سو ڪتاب ملڻ شرط پريس ۾ ڏيئي جنوري ١٩٦٤ تـي شايع ڪري عقيدتمندن تائين پهچايو ويو. هـي ڪتاب سخي سائين جي سوانح حيات کان علاوه خـود هڪ معجزي جي حيثيت رکي ٿو.

”سخي سرتاج“ تـي تبصره ڪندي ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ لکڻ فرمائين ٿا ته:

اڄ ”سخي سرتاج“ جي سوانح حيات موصول ٿـي. سائين!! آءٌ ننڍڙي عمر ۾ وڏن ماڻهن سان مليو آهيـان. تمام وڏا ماڻهو جيڪي سمجهندا آهن ته اسانجون چوٽيون آسمان کان به بـه اڏائي هٿ مٿي

آهن. منهنجي زندگيءَ جو اک چنپ جيترو وقت اوهان ٻارن بزرگن سان ٻه گذريو آهي. جڏهن اوهان ٻارن فقيرن ۽ دنيا جي اميرن تـي ويهي سوچيندو آهيان ته عقيدت ۽ احترام واري ترازيءَ ۾ اوهان جهڙن فقيرن سان ڪوبه امير تورجي نه سگهندو آهي. اوهان ڪهڙي حـال ۾ آهيو ۽ ڪهڙي عمر ۾ آهيو، پوءِ به علم دوستي ۽ ادب پروري جو هي عالم. ڪاش اسان سڀ اوهان جهڙا ٿيون، پيو نه ته رب هن ناچيز کي ئي اوهان جهڙي دل عطا ڪري. واقعي اوهان کي شينهن جـي دل آهـي. اوهان پنهنجي قلم سان انصاف ڪيو آهـي. اوهان علم ۽ مرشد جـي عقيدت جـو حق ادا ڪيو آهـي. واقعي اوهـان لکها مبارڪون لهڻيون.

اوهان ”سچي ادب“ تـي سچائي، ايمانداري ۽ خلوص سان ڪم ڪيو آهي. سڀ کان وڏي ڳـالهه اها آهي ته اوهان جي هرڪوشش بي لوث ۽ عظيم آهي.

فريضي حج جـي سعادت نصيب ٿيڻ کـان پوءِ محترم قـاضي علي اڪبر پنهنجي ماڳ موٽندي ئي اچي وري پنهنجي مرشد هاديءَ جي رياضت ۾ لڳي ويو. جنهن ڪم لاءِ حڪم صادر ٿيل هيو. سو هن سال ١٩٦٥ع ۾ سرتاج الشعراء جي رهيل مثنوين مان ٻن مثنوين هرهڪ ”وصلت نامہ“ ۽ ”وحدت نامہ“ جو اردو ترجمو شايع ڪرائي پنهنجي لازوال عقيدي ۽ محبت جو اظهار ڪيائين.

(١٤) مثنوي وصلت نامہ:

هـي ڪتاب حضرت سچل سرمست رح جـي فارسي مثنوي آهي جنهن ۾ قادر الڪلام شاعر محبوب سـان ملڻ ۽ قرب حاصل ڪرڻ جو ڏس ڏنو آهي. قابل مترجم هرهڪ فارسي مصرع جي سامهون ٻئي صفحي تي سندس سليس اردو ترجمو ڏيئي اردو دان طبقي کـي دعوت ڏني آهـي. ”وصلت نامہ“ جمله ٩٠٤ مصرائن جـو مجموعو آهي. ۽

ڪيترائي فضائل ڏنا ويا آهن. جهڙوڪ، فضائل حمد باري تعاليٰ، فضائل انبياء و اولياءَ، فضائل اهل بيت، فضائل قرآن مجيد، فضائل اهميت وصلت نامہ، فضائل تخليق آدم وغيره وغيره. مصرعي ٨١ کان ٨٥ تائين فرمائي ٿو، تہ: ”هاڻي افسانہ طرازي ختم ڪري وصلت نامہ بيان ڪر. جو هي پڙهندو تہ پنهنجو دلي مقصد ماڻيندو ۽ محبوب حقيقي جو قرب حاصل ڪندو. جو شخص قرب الاهي جو طلبگار آهي سو هن وصلت نامہ ذريعي حاصل ڪري. اي منهنجا ياءَ غور سان ٻڌ تہ تنهنجا ٻئي جهان موچارا ٿيندا.“

(٥) مثنوي وصلت نامہ جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

١- ابتدا اول بنام کردگار. خالق هفت و شش و پنج و چهارم.

٢- آن خداوندي کہ هستي ذات اوست.

هر دو عالم مصحف آيات اوست.

٣- آن خداوندي کہ آدم راز خاک. آفريدر داد اورا جان پاک.

٤- آن خداوندي کہ اشيا راز بود. هر يکي را در لباس وا نمود.

٥- بعد از انش گفت بحر جود باش.

چون ملائڪ ساجد و سجود باش.

معنيٰ ١- الله جي نالي سان شروعات ڪيان ٿو. جو ستن (آسمانن) ڇهن (جهانن) پنجن (حواسن) ۽ چئن (عناصر) جو خالق آهي.

٢- انهيءَ الله جي ذات موجود آهي ۽ ٻئي جهان هنجي نشانين جو هڪ ڪليل ڪتاب آهي.

٣- اهو الله آهي جنهن آدم کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو. ان ۾ پاڪ روح بخشيو.

٤- اهو الله آهي جنهن هر شيء کي پيدا ڪيو ۽ هرهڪ کي ڌار ڌار لباس پهرايو.

۵- تنهن کانپوءِ ٻاهر ڪـي حڪم ڪيائين، مهر جـو درياهه ٿي- ملائڪن وانگر ڪنڌ ۽ سجدو ڪيل ٿيءُ.

محترم مرزا اجمل بيگ صاحب هن ڪتاب تـي تبصره ڪندي روزانه مهراڻ مورخ ٢٣ نومبر ١٩٦٦ع لکڻ فرمايو آهي ته:

سچل سرمست جي تصنيفات مان مثنوي "وصلت نامه" گوناگون عنوانن ۾ ٩٠٤ اشعارن تي مشتمل هڪ نهايت لاجواب ۽ بـي نظير ڪتاب آهي. جنهن جي پڙهڻ سان لونءِ ڪاندار جي وڃي ٿي. هـي ڪتاب در حقيقت، حقيقت، معرفت ۽ تصوف جـي راه ۾ رهبري ۽ رهنمائي ڪري ٿو.

سنڌ وارن جي بي قدريءَ جي سبب هـي ناياب ڪتاب جنهنجو هر شعر املهه ماڻڪ آهي. عرصي دراز کان عدم شهر ۾ رهيو آهـي. آفرين آهي محترم قاضي علي اڪبر درازي صاحب ڪـي جنهن پنهنجو نور نچوڙي، قيمتي وقت صرف ڪري، زر ڪثير خرچ ڪري، انکي نهايت سهڻي نموني سان ليٿو ڏٽيپ ۾ شايع ڪرايو آهي. ڪتاب جي فارسي شعر جو ترجمو ٻئي صفحي تي سليس ۽ بامحاوره اردو زبان ۾ انهيءَ ڪري ڏيڻ فرمايو آهي ته جيئن سنڌ وارن کان علاوه اردو دان طبقو پڻ اسانجي سنڌ جي هن هفت زبان شاعر جي فارسي ڪلام کان مستفيض ٿي سگهي.

(١٨) مثنوي وحدت نامه:

هيءُ ڪتاب حضرت سچل سرمست "رح" جـي فارسي مثنوي آهي. جنهن ۾ مختلف نوعيت جا شعر توحيد بابت چيل آهن. اردو دان طبقي جي مطالعي لاءِ ان جو اردو ترجمو ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب ٦٤- اشعارن تي مشتمل آهي. مترجم هرهڪ فـارسي مصرع جي سامهون ٻئي صفحي تي سليس اردو ۾ ترجمو ڏنو آهـي. اردو زبان ڄاڻندڙ حضرات جي اصرار تي هن وحدت‌الوجود شاعـر ۽

۽ بقا باالله جي منزل تي پهتل فقير جي هن ڪلام جو ترجمو ڪيو ويو جيئن اهي سچل سرمست "رح"جي موج مستي ۽ بلند مقام کان چڱيءَ طرح واقف ٿي سگهن ته سنڌ جي سرزمين تي اهڙا امل ماڻڪ به هئا جن تصوف جي حقيقتن کي نروار ڪيو.

(١٩) وحدت نامه جي شروع ۾ بيت پيش ڪجن ٿا.

١- جلوه حسن پديدار- تجلي درو ديوار- دردن بيرون دلدار- به هرذره ديدار- عيانست همه اسرار- من و مائي بگذار

٢- شراب اين منصوري- از دشد مخموري- خوشد کنز دقد دري کشف القلب قبوري- بود اين همه مزدوري- برهيدهم ز دوري

معني- حسن ظهور پذير ٿيو. انجي جلوه سان درو ديوار روشن ٿيا- اندر به محبوب- ٻاهر به محبوب- هر ذره ۾ ان کي ڏسي سگهجي ٿو- تمام راز بينقاب ٿيا آهن. تون خوديءَ کي ترڪ ڪر.

٢- منصوري شراب اهوآهي ۽ اهو ئي انجو خمار آهي. ان سان ڪنز ۽ قدوري ختم ٿي ويئي. ڪشف القلوب ۽ ڪشف القبور صرف هڪ مزدوري آهي. مان ته دوريءَ کان نجات حاصل ڪئي آهي.

قاضي صاحب پنهنجي محبوب مرشد جي عشق ۾ مست ۽ مخمور رهيو، سرتاج الشعراء جي ڪلام ۽ سنڌس وحدانيت واري پرچار کي عوام تائين پهچائينديءَ سال ١٩٦٦ ۾ به ڪتاب هرهڪ " مثنوي غزل" بحر طويل، ۽ "شاعر هفت زبان" اردو دان طبقي کي روشناس ڪرائڻ لاءِ اردو ۾ مرتب ڪري شايع ڪرايائين.

## (١٩) مثنوي غزل بحر طويل :

حضرت سچل سرمست رح جي هن فارسي مثنوي جو ترجمو اردو زبان ۾ ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف قسمن جا بيان آيل آهن. خاص ڪري حمد ۽ ثنا حضور پر نور صلي الله عليه وسلم، سنڌس چار يار، انهن جي آل ۽ عيال - پنج تن پاڪ، ٻارهن امام ۽ حضرت پيران پير

وغيره جي شان ۽ جاه ۽ جلال، صفت و ثنا ۾ چيل آهي. هــي ڪتاب ۲۵۲ اشعارن تي مشمل آهي.

هن ڪتاب جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

۱- اي دلا در بارگاه مصطفيٰ هوشيار باش.
گر تو عاشق صادق از غير او بيزار باش.

۲- از ابوبڪر و عمر و عثمان نداري احولي.
گــوش گش حلقہ غلامي و چاڪر ڪرار باش.

۳- اين چهاران يڪ بداني خسر- دو داماد دو.
از شهہ نور الهديٰ- باشد در اقرار باش.

۴- شهہ عمر دامــاد مي باشد ز شهہ مــرتضيٰ.
ام ڪلثوم است زوجہ اش سگ همان دالدار باش.

۵- خيرالامت ابوبڪر شاه- عمر، عثمان، علي.
هر ڪہ دشمن اين شهان فوراً از و خونخوار باش.

معنيٰ- اي دل! حضرت محمد مصطفيٰ جي درگاه ۾ با ادب ٿيءُ. جيڪڏهن تون سچو عاشق آهين تہ هن ڪانسواءِ ٻئي ڪان بيزار ٿيءُ.

۲- حضرت ابوبڪر- حضرت عمر ۽ حضرت عثمان ڪــان ٽيڏو نہ ٿيءُ- هنن جــي غلاميءَ جــو رسو ڳنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهہ ۽ پڻ حيدر ڪرار جو نوڪر ٿيءُ.

۳- انهن چئني کي هڪ سمجهہ- جو انهن منجهان ٻہ رسول پاڪ صلعم جــا سهرا آهن ۽ ٻـــہ نياڻا آهن ۽ قبول ڪر تہ اهي چار ئــي حضور پاڪ صلعم جا ئي آهن.

۴- شاه عمر حضرت علي جو نياڻو ٿئي. سندس زوجہ محترم جو اسم مبارڪ بيبي آم ڪلثوم آهــي. تنهن ڪري انهيءَ دلدار جـــي در جو ڪتو ٿيءُ.

٥- حضرت ابوبڪر- حضرت عمر- حضرت عثمان- حضرت علي چ-ارئي پلاري امت آه-ن جيڪو انهن چئني شاهن جو دشمن آهي. تنهنجو تون خونخوار ٿيءُ.

محترم مرزا اجمل بيگ هن ڪتاب تي تبصره ڪندي لکي ٿو ته قاضي صاحب محترم کي جيڪا درگاه درازا شريف سان بي پناه ارادت ۽ عقيدت آهي. انجو ثبوت انهن ڪتابن جي تاليف ۽ تصنيف مان پلي پئي ملي ٿو. محترم قاضي صاحب بيشڪ صد مبارڪ جو مستحق آهي. جنهن هھڙن املھ مالڪ ڪتابن کي سنڌ ۽ هند وارن کــي روشناس ڪرايو. هي ڪتاب پاڪستان جــي هرگهر ۽ هر ڪتبخانــي ۾ هئڻ نهايت ئي ضروري آهن. چالاه جو اهي پاڪستان جــي قــومي زبان ۾ لکيل آهن.

(٢٠) شاعر هفت زبان:

محترم قاضي صاحب جو ماه جولاه ١٩٦٦ع جناب ايم- ڊي- لالا ڏانهن لاهور وڃڻ جو اتفاق ٿيو. اتي ڪيس سرتاج الشعراء جي سوانح حيات اردو زبان ۾ لکڻ جو ارشاد ٿيو. جنهن ڪري اتي ڪجھ وقت ترسي ١٤ بابن تي مشتمل اردو ڪتاب بنام ”سچل سرمست شاعــر هفت زبان“ لکي تيار ڪيائين. انهي هن قادرالڪلام شاعر جي فارسي- نثري تحرير به ڏني ويئي آهي، جنهن مان هن اقليم سخن جــي تاجدار جي علمي لياقت جو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. هــي ڪتاب اردو دان حضرات ۾ ڪافي مقبول ٿيو آهي. سنڌ کــان علاوه پشاور، لاهور ۽ ملتان وغيره مان ڪيترن احبابن ۽ ادب دوستن ڪتاب گهرايا آهن.

پروفيسر مشتاق احمد سومرو صاحب خط ۾ دعا ۾ لکڻ فرمايـو، ته: ”به ڪتاب بحر طويل ۽ شاعر هفت زبان موصول ٿيا وڏي نوازش- سچ پچ تــه اوهان پنهنجي مرشد لائق صد احترام جــي علمي ۽ ادبي ذخيري کي سهيڙي منظر عام تي آڻڻ لاء جيڪو علمي قــدم کنيو آهي. سو قابل تعريف آهي. ان لاء اوهان کي جس هجي. اوهان

هڪ طرف حضرت شهنشاه عشق جو پيغام گهر گهر پهچائي سندن بارگاه ۾ عالي مقام حاصل ڪري رهيا آهيو ته ٻئي طرف دنيا وارن کي سنڌ جي املهه ماڻڪن جـو ادبي ذخيرو پيش ڪري سنڌ جـي بي انتها خدمت سر انجام ڏيئي رهيا آهيو. خداوند ڪريم اوهان کي اجر دارين عطا ڪندو ۽ صحت سالم بخشيندو ته جيئن باقـي رهيل ڪم به پورو ڪري سگهو. (آمين)

محترم مرزا اجمل بيگ تبصره ڪندي وڌيڪ لکڻ فرمايو تـه:
هـن ڪان اڳ قـاضي صاحب سچل سرمست فقير جـون ٻيون بـه تصنيفات شرح ۽ معنيٰ سان مرتب ڪري شايع ڪرايون آهن. جهڙوڪ "مثنوي عشق نامه" "مثنوي گداز نامه" "مثنوى رهبر نامه" "مثنوي درد نامه" "مثنوي تار نامه" "مثنوي وحدت نامه" انهيءَ ڪـانسواءِ "دولهه درازي" ۽ "سخي سرتاج" وغيره ڪتاب پڻ تاليف ڪيا آهن. جيڪي سڀ شايع ٿي مقبول عام جي سند حاصل ڪري چڪا آهن،

سال ١٩٦٧ع ۾ قاضي صاحب جن به ڪتاب هرهڪ "مثنوي راز نامه" ۽ مختصر سوانح حيات سچل سرمست" تحرير ڪري شايع ڪرايا.

## (٢١) مثنوي راز نامه:

هي سچل سرمست جي فارسيءَ ۾ مثنوي آهي. هيءَ نشهاسي نوع ۾ لکيل آهي. جنهن ۾ معرفت جون عجيب و غريب پيروليون ڏيکاريل آهن، جنهنجو مصرع وار قاضي صاحب سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهـي، جيڪا جمله ٩٢١ مصراعن تي مشتمل آهي؛ جنهن ۾ چئن يارن جـي تعريف ڏيل آهي ۽ حضرت عمر فاروق جي شاديءَ جو ذڪر به ڏيل آهي.

شروع جا چند بيت حاضر آهن.

١ــ اى ز غزليات بگذشتم كنون ـ باز راز ـ دل همى آيد برون.
٢ ــ تاكه گويم مثنوى را همچنين ـ ظهر گردد در زمان آفرين.
٣ــ نامه ميگويم بتو با حكم او ـ سرها اســرارهــا انـــد رو.

۴- نی خیال ازما اراده یار بود۔ تاکہ بر رویم در معنی کشود.

معنيٰ: ١- هائي جڏهن غزل پورا ڪيا تہ وري دل ۾ امنگ ۽ جذبو پيدا ٿيو.

٢- تہ وري ٻي مثنوي هن طرح بيان ڪريان. جا هن آخر زمان ۾ نئين سر نروار ٿي.

٣- هي نامون اوهانکي هنجي حڪم سان ٻڌايانئو ۽ سمورا مخفي راز و رموز ظاهر ڪريانئو.

۴- اهو منهنجو خيال نہ آهي مگر يار جو اهو ارادو آهي تہ مان اوهانکي هن جا راز کولي ٻڌايان.

## (٢٢) مختصر سوانح حيات سچل سرمست:

اردو دان طبقي کي حضرت سچل سرمست رح جي حياتي ۽ شاعريءَ ۽ فڪر کان مختصر روشناس ڪرائڻ لاءِ قاضي صاحب هي ڪتاب اردو ۾ لکيو آهي. هي اردو دان طبقي ۾ سنڌ کان علاوه ٻئن ٻين شهرن ۾ مقبول ٿيو آهي.

سال ١٩٦٨ ۾ هي ٻہ ڪتاب "شهنشاه۔ عشق" ۽ "مثنوي ديوان خدائي" قاضي صاحب لکي شايع ڪرايا.

## (٢٣) شهنشاه۔ عشق:

سال ١٩٦٨ع جولاءِ مهيني ۾ قاضي صاحب پنهنجي فرزند ڏانهن ڪوٽ ادو ضلع مظفرگڙه گهمڻ لاءِ ويل هو. اتي هڪڙي ڏينهن ۾ هنکي سچل سرمست جي سوانح دوباره سنڌي ٻولي ۾ لکڻ جو ارشاد ٿيو، سو هن پنڌرهن ڏينهن ۾ هي ڪتاب لکي تيار ڪيو. جنهنجو نالو "سچل سرمست شهنشاه۔ عشق" ارشاد مطابق رکيائين.

سندس شهنشاه هجڻ جو ثبوت هن ٽن چئن بيتن منجهان ملي ٿو.

(١) گردش۔ احوال سارا لامکاني کرده است،

بر درم همچون غلامان صد کياني کرده است. (آشکار)

معنيٰ: ٻن مستيءَ جي حالت مون کي لامڪاني جي اعليٰ ترين منزل تي رسايو آهي ۽ سوين شاه منهنجي درجي غلامي ڪري رهيا آهن. يعنيٰ ته هي بيشڪ شهنشاه آهي.

(٢) اين راه بيکسي را، اي زاهدا چه دانــي،
زو بــر سرم رسيده - فــر کلهِ کيانـي. (آشکار)

معنيٰ: اي زاهد هن طريقي کي تون هيچ سمجهين ٿو. مگر منهنجي سر تي شهنشاهي تاج رکيل آهي.

(٣) اين چه ميداني دلاچون، من گدائي مي کنم،
از گدائــي در دو عالم، بادشاهي مي کنم. (آشکار)

معنيٰ: اي دل تون ڇا ٿي سمجهين مان گدا آهيان. ليڪن مان انهيءَ گدائي ۾ ٻنهي جهانن جي بادشاهي ڪريانٿو.

## (٢٤) مثنوي ديوان خدائي:

هي حضرت سچل سر مست رح جي فارسيءَ ۾ چيل اٺن مثنوين منجهان هڪ آهي. جنهن اندر محبوب جي حسن و جمال جي تعريف، درد جون دانهون ۽ وصال لاءِ آهون آهن. جنهن جو قاضي صاحب ترجمو ڪري شائقين جي اڳيان مطالع لاءِ پيش ڪيو آهي.

مثنوي ديوان خدائي جي شروع جا پنج بيت پيش ڪجن ٿا.

١- ماندم در جستجوئي تـا بينم يـار خويش،
شوق دردن بــود تا بينم رخ دلدار خويش.

٢- ناگهان آمد زغيب اين جـواب سوئي بـا،
اولا بگــذاري عــاشق هم اختيار خــويش.

٣- آنکه خود را کرده تـو نيستي و من منم،
بي خبر گردي چرا واقف شوي اسرار خـويش.

٤- اين تنش خفتن وُ برخواستن را فهم کـن،
جمله اين از مــابود هرگز مبين رفتار خــويش.

۵- اين همہ ديدن و شنيدن راہ هميداني ز خود،

گفتگو اين از خدائي تـــو مدان گفتار خويش،

معنيٰ: مان انهيءَ ڳولها ۾ هوس تہ پنهنجي دوست کي ڏسان- پنهنجي محبوب جو منهن ڏسڻ لاءِ منهنجي شوق کان معمور هئي.

۲- اوچتو غيب کان هي جواب آيو تہ اي عاشق! پهريائين پنهنجي اختيار کي مڪمل طرح ترڪ ڪر.

۳- جيڪڏهن تون پاڻ کي فنا ڪيو آهي. ۽ منهنجي هستيءَ کي تسليم ڪيو آهي تہ پوءِ تون بيخبر نہ رهندين پنهنجي ذات جي اسرار کان واقف ٿي ويندين.

۴- پنهنجي جسم جي ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ (جي علت) کي سمجھہ- هي سڀ ڪجھہ اسان ڪيون ٿاہ ان کي پنهنجو ڪم نہ سمجھہ.

۵- هـي تنهنجو ڏسڻ ٻڌڻ- جنهن کـي تون پنهنجي ذات ڏانهن منسوب ڪرين ٿـو- اهو تنهنجي رب جي طرف کان آهي. ان کـي پنهنجو عمل نہ سمجھہ.

هن ڪتاب تـي ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌي صـاحب پنهنجا تاثرات تحرير ڪندي لکي ٿو، تہ: "تغزل، غزل جي جـان سمجهيو ويندو آهي. هن ديوان جي غزلن ۾ جيتوڻيڪ تصوف جا اسرار ۽ رمزون بيان ٿيل آهن، پر ان هوندي بہ تغزل جو رنگ نمايان نظر ايندو- محبوب جي حسن جي تعريف بہ آهي تہ درد جو دانهون ۽ وصال لاءِ عاجزيون بہ آهن. سندن نظر ۾ عشق ۽ درد لازم و ملزوم آهـن، نہ فقط ايترو پر عشق ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪرڻ بہ لازم ٿـا سمجهن- ڪثرت ۾ وحدت کي سچل سائين نهايت وضاحت سان سمجهايو آهي. هنن غزلن ۾ انهيءَ مسئلي کي ڏاڍي سٺي ۽ سهڻي نموني سان سمجهايو ويو آهي. انسان جـي عظمت کي بہ نمايان نموني ۾ ڏيکـاريو اٿـن. وڌيڪ سمجهائن ٿا، تہ صحيح معرفت تڏهن حاصل ٿيندي، جڏهن پنهنجو پاڻ

فنا ڪبو، يعني: فنا کان پوءِ بقا حاصل ٿيندي، سچل سائين منصور واري نعري کي جنهن وضاحت، بيباڪيءَ ۽ جرائت سان بيان ڪيو آهي، اهڙي نموني ڪنهن به شاعر بيان نہ ڪيو آهي. هنن غزلن ۾ به اهوئي رندانہ نعرو آهي. اهائي عظمت آهي، ۽ اهائي بيباڪي آهي. صاف الفاظن ۾ فرمائين ٿا "مان منصور حلاج وانگر اناالحق جو نعرو هڻان ٿو ۽ مان شهنشاه آهيان." مطلب تہ سچل سائين جــن وجودي تصوف جا وڏي ۾ وڏا شارح آهن. هم اوست کي بلڪل صاف نموني ۾ سمجهايو اٿن ۽ کلم کلا اناالحق جو نعرو هنيو اٿن.

قاضي صاحب هن مادي دور ۾ اڪيلي سر تصوف جي هڪ باعمل تحريڪ جي اشاعت جي سلسلي ۾ وسئون ڪين گهٽايو آهي. هن سال ١٩٦٩ع ۾ بہ ڪتاب هرهڪ "عشق حبيب" ۽ "فاتح سنڌ" لکي ۽ شايع ڪري سنڌ واسين کي بي بها سوغات ڏني آهي. هن سائنسي دور ۾ سندن وجود ظاهر ڪري ٿو تہ سر زمين سنڌ ۾ روحانيت جي پرچار لاءِ به ڪي مرد مجاهد موجود هئا.

(٢٥) عشق- حبيب :

ڪتاب جي بظاهر نالي مان خود اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هن اندر ڇا ڇا تحرير ڪيل هوندو!؟ قرآن شريف جي پاره سورت مائده ـ رڪوع ٣ ۾ فرمايل آهي تہ : "قد جائكم من الله نور و كتاب مبين" معني: بيشڪ آيو آهي اوهان ڏانهن الله جي طرف کان نــور (يعني حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم) ۽ روشن ڪتاب (قرآن پاڪ) مٿينءَ آيت مان واضح ٿيندو تہ الله تبارڪ و تعالي پنهنجن بندن ڏانهن پنهنجو نور آن حضرت صلي الله عليه وسلم جي صورت ۾ موڪليو آهي. دنيوي بادشاهن جا نالا سندن مرڻ تي يا معزول ٿيڻ تي سڪن تان هٽايا ويندا آهن پر حضور جن جو نالو قيامت تائين ورتو ويندو، ڇاڪاڻ جــو سندن بادشاهي قيامت تائين برقرار آهي. پارسيءَ ۾ شعر آهي تہ :

"چـــراغي راکہ ايزد بـر فـروزد،
کسي کــوتف زنــد ريشس بسوزد"

معنيٰ- الله جي روشن ڏنيءَ کي جيڪو وسائڻ لاءِ ڦوڪون ڏيندو ته انجي ڏاڙهي سڙي پوندي مگر ڏيئو نہ وسامندو.

قرآن پاڪ جـي پـاره ٢٦ سوره الفتح- رڪوع ١ ۾ آهـي ته:
" ان الذين يبايعونک انما يبا يعون الله- يدالله." معنيٰ بيشڪ جي ماڻهو تنهنجي بيعت ڪري رهيا آهن. بيشڪ اهي بيعت ڪري رهيا آهن الله جي- الله جو هٿ انهن جي هٿان آهن.

" تنگو ڪج نہ نقر ڪــــي، نماڻن ننگ پال،
جنجا مهڙا حال، تن جي پرور پٽ رکج تون."
(سچل سرمست)

محترم احمد خان آصف روزانہ نـواءِ انقلاب اخبـار بتاريخ ٣٠- آڪٽومبر ١٩٧٥ع "عشق حبيب" تي تبصره ڪندي لکي ٿـو، ته:
" قاضي علي اڪبر صاحب درازي، اهل- دل بزرگ صوفـي سگورو سنڌي، اردو، عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ جو عالم آهي. مشهور معروف مصنف ۽ لاڪيٽو ليکڪ آهي. هو صاحب شاه دراز منصور ثاني- حضرت حافظ سچل سرمست جو مرادوند مريد ۽ الستي عاشق آهـي. پنهنجي حقيقي هادي حضرت سچل سرمست جـي مبارڪ شخصيت ۽ شعر ۽ شاعري ۾ پيغام الاهي الهام جي منظر عام تي آڻڻ لاءِ قاضي صاحب اڪيلي سر وڏو ڪم ڪيو آهي."

محترم عباسي غوث بخش "خادم"، اخبار آفتاب، بتاريخ ٣١ جولاءِ ١٩٧٥ع ۾ لکڻ فرمائي ٿو، ته: "هڪ ٨٢ سالن جو پيرسن، درويش، بزرگ، صوفي صاف دل، نيڪوڪار، معرفت جو مالڪ، شاه درازه جو مجيل مرد مجاهد، خليفو، سچل سرمست ۽ حضرت سخيءَ جـو سچو طالب محترم قاضي علي اڪبر درازي جنهن آقاءِ نامدار حضور

پر نور، حضرت محمد مصطفيٰ، احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم جن سان اعليٰ مقام جي عشق بـابت "عشق حبيب" "قرةالعين رسول" ۽ "بيعت الرضوان" تحريـر ڪري شايع ڪرايا آهن. جـي سندس صداقت، امانت ۽ عقيدي جي گواهي ڏيئي رهيا آهن. "ڪتابن جـي مطالع مان سڪون، سرور، راحت ۽ مسرت ملي ٿي، انهيءَ جستجو ڪي ڏسڻ سان چئي سگهجي ٿو، ته قاضي صاحب سان ڪمال جا قرب عطا ٿيل آهن."

محترم شيخ نظام‌الـدين "شمسي" مـورخ ٢٨ ڊسمبر ١٩٧٩ع روزانه "نواء انقلاب" اخبار ۾ اکڻ فرمائي ٿو، "حضرت عشق جـي راه ۾ قاضي علي اڪبر صاحب چڱا پير ڪنيا آهن. حضرت رسالتـمآبـ محبوب خدا لاءِ ڪين ڏاڍي اڪير آهي. سلسلي ڪـي نظر ۾ رکندي قاضي صاحب ڪتابي مجموعا "عشقـ حبيب"ـ "قرةالعين الرسول" ۽ "بيعت الرضوان" تصنيف ڪيا آهن. نبي پاڪ جهانن جي سردار جي ڏاڍي صفت ڪئي آهي. هن گنهگارن جي شفاعت ڪندڙ، اڙين جي وسيلي، اجهي ۽ آڌار، حضور جن جـي ظهور پذيريءَ ۽ جهانـن لاءِ رحمت ٿي اچڻ واسطي هي بيت چيو اٿس:

"الله عشق منجهارون، پيدا ڪيـو محمد؛
"لولاڪ لما فرمائـي، ٿيو عاشق خـداوند؛
"غلام‌اڪبر"تنهن‌گهوٽ تان، گهوري جان جند؛
سو دادلو دلبند، ٿيندو شافع ڪل امت جو."

## (٣٦) فاتح سنڌ:

هن ڪتاب اندر عربن طرفان سنڌ تي ڪاه جا سبب، راجا ڏاهـر جو اخلاق ۽ ڀيڻ سان شادي ڪرڻ، ڏاهر جي زبان ۽ ان وقت جـي ثقافت وغيره وغيره ڏيکاريل آهي. هن ڪتاب جي تحرير ڪرڻ متعلق قاضي صاحب لـکي ٿو ته گهڻي وقت ڪـان اخبارن ۾ پڙهندو تـي آيس تـہ "سنڌين جـو هڪ مخصوص گـروه راجـا ڏاهر کـي

سنڌ جو هيرو سمجهي ٿو" محمد بن قاسم کي غاصب ۽ لٽيرو تصور ڪري ٿو. اهو به پڙهيو هوم ته ڪن سنڌي شاگردن عرب شاگردن سان انهيءَ ڳالهه تي بحث مباحثو ڪيو هو. ۽ سائن هتين پيا هئا. سوهنڪي اهو پڙهي سخت درد ٿيندو هو. ته سنڌي سماجهڙيءَ جي سپوتن جي سوچ ڪٿي وڃي پهتي آهي. محمد بن قاسم ته اسلام جو نمائيندو هو. ان جي طفيل ته اسان وٽ اسلام آيو ان جو ئي فيض آهي جو اڄ هيترا سارا مسلمان سنڌ ۽ هند ۾ نظر اچن ٿا. اها ان جي قدمن جي ئي برڪت هئي، جو اسلام جي روشني سنڌ ۽ هند جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلي ۽ سنڌي ثقافت گندگين ۽ بيهودگين کان پاڪ ۽ صاف ٿي، ان جي روشن ڪيل قنديل مان ئي تہ هت علم ڦهليو. ۽ سنڌ نامور عالم، بلند پايہ شاعر ۽ جڳ مشهور مفڪر پيدا ڪيا.

سنڌ جي عظيم شاعر حضرت سچل سرمست جو وڏو ڏاڏو شيخ شهاب الدين به غازي محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو. ۽ سندس خاندان اسلام ۽ علم جي روشني سنڌ اندر ڦهلائي ۽ بيا علمي خاندان به غازي محمد بن قاسم جي طفيل سنڌ اندر وارد ٿيا.

محترم قاضي علي اڪبر ذوق در ذوق اڳتي پوري همٿ ۽ جوانمرديءَ سان هلندو رهيو. سو سال ١٩٧٠ع ۾ هڪ ڪتاب "نقطہ تصوف" تحرير ڪري شايع ڪرايائين.

## (٢٧) نقطہ تصوف:

هي ڪتاب حضرت سچل سرمست رح جو فارسي ۾ لکيل آهي، جنهنجو اردو ۾ ترجمو قاضي صاحب شايع ڪرايو آهي. هن ڪتاب اندر نقطہ تصوف جي معني، مقصد، طور و طريقو واضح نموني ۾ بيان ڪيل آهي. هن حقيقت کي سرتاج الشعرا حضرت سچل سرمست سهڻي نموني ۾ پيوند ڪري، عشق جي پانڌيڙن کي چڱي طرح سان سمجهايو آهي. پاڻ فرمائن ٿا ته اي حق جا طالب پنهنجي صفات کي

فنا ڪري ۽ الله پاڪ جي صفات بيان ڪري ۽ پنهنجي خوديءَ جي درخت جون پاڙون پٽي ڦٽيڪري ته تنهنجي اڳيان سڀ ڪجهه ظاهر ٿي ويندو.

محترم لعل الدين بسمل شهداد ڪوٽ ڪان ڪتاب تـي تبصره ڪندي لکي ٿو ته اوهان جي ادبي و عملي خدمت جو اعتراف نه صرف مونکي آهي بلڪ سنڌ سونهاري جو سلجهيل ۽ پڙهيل ڪڙهيل تنهن ۾ شاعر و اديب ۽ دانشور طبقو معترف آهي. حقيقت ۾ اوهان هـن عمر ۾ به جيڪي ڪم ڪري رهيا آهيو. تنهن ڪان نه صرف سنڌي دان طبقو پر اردو دان طبقو به گهڻو متاثر ۽ معترف آهي. اهـا تعريف نـه آهي بلڪ حقيقت آهي ۽ حقيقت کي تسليم نه ڪرڻ ڪفرجي مترادف آهي. شال خداوند ڪريم اوهان کي عمر خضري عطا فرمائي ۽ صحت برقرار رکي. (آمين)

قاضي علي اڪبر صاحب پنهنجي حقيقي هادي جيءَطا ڪيل شمع عشق کـي روشن رکندي سال ۱۹۷۱ع ۾ تحرير ڪمل بـه ڪتاب هرهڪ "سچل سرمست سرتـاج الشعرا" ۽ "انتخاب سنـڌي ڪلام سچل سرمست" شايع ڪري اهل ذوق جي هٿن تائين پهچايائين.

(۲۸) سرتاج الشعرا سچل سرمست :

هي ڪتاب سنڌي ۾ لکيل آهـي. هن قادرالڪلام جـو ڪلام نو لک ڇٽيهه هزار ڇهه سؤ چيل چوڻ ۾ اچي ٿو. جو ستن ٻولين تي مشتمل آهي جهڙوڪ، عربي، فارسي، اردو، هندي، پنجابي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ چيل آهـي، جنهن ڪري ڪيس شاعر هفت زبان سڏيـو وڃي ٿو. پنهنجي مادريءَ ٻوليءَ ۾ محدود ڪلام چـوڻ ڪا خـاص اهميت جي ڳالهه نٿو رکي، مگر غير مادري زبانن تـي ڪمال عبور حاصل ڪرڻ ۽ لا محدود ڪلام چوڻ غير معمولي قابليت جو ثبوت آهي ڀاڻ سنڌي ڪلام ۾ فرمائين ٿا ته :

آهيان آءٌ اسرار، پيغمبر مون کي ڪمر ٿيون پانيو!
ساڙي نـــوري نـا آهيان، آهيان آءٌ رب جبار!
مرشـد ٻـــانهو نـــا چيو، سچل تـــون سردار!

پنهنجي فارسي ڪلام ۾ فرمائي ٿو تہ:

"اي شـاہ شاهانيم مـا، از گـل صفا خيمہ زدم،
بي شبہ سلطانيم مـا، از گـــل صفا خيمہ زدم."

معنيٰ: اي دوست! مان شهنشاہ آهيان، هي گلن ڦلن جو باغ ٺاهيو اٿم، مان ٻنان ڪنهن شڪ شبہ جي سلطان آهيان، هي مان گلن ڦلن جو باغ ٺاهيو اٿم.

## (٣٩) انتخاب سنڌي ڪلام سچل سرمست:

سچل سائين پنهنجي سنـڌي ڪلام بتخلص "سچو" "سچل" ۽ "سچيڏنہ" جي نالي سان چيو آهي. جو وجد جي حالت ۾ چيل آهي. تنهن ڪري سندس سمورو ڪلام الهامي آهي. سو انهيءَ ڪلام کي ناقص سمجهڻ يا ڪلام کي ٻيو نمبر يا ٽيون نمبر سڏڻ خود خدا جي توهين آهي. ۽ سراسر ڪفر آهي. پنهنجي فارسي شعر ۾ فرمائي ٿو:

بمن نمي گويم، يار ميگويد بگو.

معنيٰ: مان پاڻ نٿو چوان - مگر يار چوي ٿو تہ چؤ.

پول نـــہ ٻئي ڪنهن پـــل. تون تـــہ آدم ناهين.
١- لڪو ٿـــو لاٽيون ڪري، جنهن باغ انـــدر بلبل.
٢- ملڪن ٿـــي سجود ڪيا، واهہ مٿي تنهنجو مـــل.
٣- ڪمر ٿيائـــي، ڪمر ڪڏائي، شـــاہ ٻنـــا دلـدل.
٤- احمد منجهارون عبد سڏائي، هئين تـــان پاڻ اصل.
٥- سچل چوي سچ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو ڪومل.

وڌيڪ پنهنجي سنڌي ڪلام ۾ فرمائي ٿو ته:

پنهنجي ذات لڪائــي، ڪيئن پـــي ذات سڏايــان.

١- ظاهر ڪريان ذات ڪــي، تاهي پٽ پڄايان.

٢- منصوريءَ جي موج ۾، ڏــو اناالحق الايان.

٣- ظاهر باطن هڪڙو، آئون ٿو حڪم هــلايان.

٤- "سچو" سارو سچ ٿيو، هي حڪمت چلايان.

هن ڪتاب انــدر حضرت سچل سرمست رح جــي سنڌي بياض منجهان ڪجهه با معني ۽ با مقصد ڪلام ڏيکاريل آهي.

" هٿ حاج ۾ ۽ دل يار ڏي" واري چوڻي موجب قاضي علي اڪبر مرشد مٺي جي اجازت سان ايران ۽ عراق جون زيارتون ڪري اچي سال ١٩٧٢ع ۾ ٽي ڪتاب هرهڪ "سرتاج الشعراء سچل سرمست" اردو زبان ۾، "انتخاب اردو ڪلام" ۽ "سفرنامه ايران و عراق" لکي شائقين جي اڳيان پيش ڪيائين.

(٣٠) سرتاج الشعراء سچل سرمست:

هــي ڪتاب اردو دان حضرات ڪــي سنڌ سماجهڙيءَ جــي هن سرتاج الشعراء، شهنشاه عشق، منصور آخر زمان، شاعر هفت زبان حضرت سچل سرمست رح جي فڪر، فلسفه ۽ شاعري جي هر پهلوءَ ڪي مثال ڏيئي روشناس ڪرائڻ لاءِ لکيو ويو آهي. جيئن هو به اسان وانگر هن عظيم هستيءَ تي فخر ۽ ناز ڪري سگهن.

ڪتاب تي تبصره ڪندي محترم پروفيسر شير محمد بلوچ جــن فرمائين ٿــا ته فقير قاضي صاحب حضرت سچل سرمست رح جو سچو شيدائي، باعمل پيروڪار، ممتاز مترجم ۽ باڪمال شارح آهي. سچل سائين جي فارسي ڪلام جو جنهن محنت، چاهه ۽ اتساهه سان ترجمو ۽ تشريح ڪئي اٿائين سا واڪاڻ جوڳي آهي، اردو، سنڌي ۽ انگريزي ۾ حضرت

سچل سرمست، سندس حيات، ڪلام ۽ فڪر جو دل کولي پرچار ڪيو اٿس. هونءَ ته فقير صاحب حضرت سچل سرمست جي پرائن خادمن مان آهي. پر سندس اها نسبت عشق ۽ فنائيت جي درجي تي پهتل آهي.

## (٣١) انتخاب اُردو ڪلام سچل سرمست رح :

حضرت سچل سرمست رح قادرالڪلام جو ڪلام نو لک ڇٽيهه هزار- ڇهه سو جي لڳ ڀڳ ستن ٻولين ۾ ڇپيل آهي. سندس بياض منجهان اردو زبان ۾ ڇپيل چند چونڊ ڪلام ڪيو، اردو دان حضرات جي سوچ ۽ فڪر لاءِ لکي شايع ڪيا ويا آهن. جيئن هو به هن جي فيض منجهان فيضور ٿي سگهن. سچل سرمست رح پنهنجي اردو ڪلام اندر چئي ٿو ته :

اگر اپنا قدر جانو، سپہ سالار تم ہوگا،
کیا اندر کیا باہر، ہمہ اظہار تم ہوگا.

١- گمان کو چھوڑ کر دیکھو، دئی کو دور کر دل سے،
جس کی طلب کرتے ہو، وہی تکرار تم ہوگا.

٢- سچل کی ذات معلوم، جو سمجھا وہی ہے تم،
نہیں کوئی دوسرا دلبر، وہی دلدار تم ہوگا.

ڪتاب تي تبصره ڪندي احمد خان ”آصف“ جن لکي فرمائين ٿا ته اوهان جو هي ڪتاب به اوهانجي ٻين ڪتاب وانگر مستند ۽ مفيد آهي. موضوع ڪي حضرت سچل سرمست رح جي ڪلام الاهيءَ الهام سان سينگاري سنواري سهڻو صحيفو بڻائي ڇڏيو اٿو. جنهن لاءِ اوهانکي دل جي خلوص سان مبارڪون ڏيانٿو.

## (٣٢) سفرنامہ ايران و عراق :

حج بيت‌الله جي سعادت نصيب ٿيڻ ڪانپوءِ قاضي علي اڪبرصاحب

کـي اها سڪ هميشه دامنگير رهندي هئي تـه الله تعاليٰ هڪ ڏينهن
ايران و عراق جو زيارتون به نصيب ڪري. قادر مطلق پنهنجو ڪرم
ڪيو ۽ مرشد ملي جـي اجازت سان هن پيريءَ ۾ جڏهن سندس عمر
٧٧ سال پوري ٿيڻ تي هئي، انهيءَ سعيد سفر جي صعوبتن سهڻ جي
توفيق عطا ڪيائين. سو سال ١٩٧١ع ۾ انهيءَ سفر جو سانگ بڻيو.
واحد جو وڏو وڙ ٿيو جو اڪيلو سفر به سٺائو ٿـي پيو ۽ ڪو خاص
ڏک ڪونه پسيائون. محترم عبدالمجيد سنڌي جي اصرار ڪرڻ تـي
انهيءَ سفر جـي احوال کـي تحريري شڪل ڏيئي سيني جـي عام
معلومات لاءِ سال ١٩٧١ع ۾ شايع ڪرايائون. هي ڪتاب خود هڪ
معجزه جي حيثيت رکي ٿو.

هفتيوار ”آواز“ اخبار تبصره ڪندي لکي ٿي تـه قاضي صاحب
اهو سفر ڪري سيني مقامات مقدس جو ديدار ڪيو. هن ڪتاب اندر
شاه نجف، مشهد شريف، ڪربلا مولا، امامن ڪرامن، محبوب سبحاني،
امام اعظم ۽ ٻين اوليائن جـو ذڪر ڪيل آهي. مگر سفرنامه پـڙهڻ
سان ائين محسوس ٿيندو ته پڙهندڙ سچو سفر پاڻ ڪري رهيو آهـي.
هر حڪومت جو سڪو سندس اگهه، منزلون، بسيون، گاڏيون، سندن
ڪرايو، دوستن جون ملاقاتيون. مطلب ته عجيب و غريب معلومات
حاصل ٿين ٿيون. ڪمال آهي ان پيرسن قاضي صاحب جـو
اهڙو اڪيلو سفر ڪيو اٿس ۽ هر ڳالهه ياد رکي اٿس.

ڪتاب شروع ڪرڻ سان سچو پورو ڪرڻ ڪانسواءِ پڙهندڙ رهي
نه سگهندو خدا تعاليٰ قاضي صاحب کـي عمر دراز ۽ ڪامـل صحت
عطا فرمائيندو جو اهڙا بي بها ڪتاب لکي مفت عوام کي فائده لاءِ
عطا ڪندو رهندو.

قاضي صاحب جي حقيقي عشق ۽ سچي ادب جـي وک هردم ۽
هر گهڙي اڳتي وڌندي رهي. سونهيل ڪم کي پائي تڪميل تي پهچائڻ
لاءِ سال ١٩٧٣ ۾ به نوان ڪتاب اشاعت هيٺ آيا. پهريون ”انتخاب

سرائڪي ڪلام حضرت سچــل سرمست“ ۽ ٻيـــو ڪتاب ”عشق عجب اسرار.“

### (٣٣) انتخاب سرائڪي ڪلام حضرت سچل سرمست:

هـي ڪتاب تحرير ڪري، اشاعت هيٺ آڻڻ جـو واحد سبب محترم قاضي علي اڪبر هي محسوس ڪيو هو، جو ڪجهه عرصو اڳ سنڌ جي هڪ مشهور و معروف اهل قلم پنهنجي هڪ انگريزي ڪتاب ۾ لکڻ فرمايو هو ته ”سنڌ اندر سرائڪي ڪلام جو رواج حمل فقير شروع ڪيو هو ۽ سچل سرمست ان جي نقش قدم تي هليو آهي.“ سو ان اهل ذوق جي سڌ لاءِ لکجي ٿو ته حضرت سچل سرمست رح عظيم شاعر ۽ مفڪر هو جو هڪ بين‌الاقوامي حيثيت رکي ٿو. سوسال ١١٥٢ هجري مطابق ١٧٣٩ع ۾ پيدا ٿيو. جڏهن تــه حمل فقير ١٢٢٥ هجري مطابق ١٨١٢ع ۾ پيدائش پـاتي يعني حمل فقير فقط ٧٣ سال هن سرتاج‌الشعرا کان پوءِ هن جهان ۾ قدم رکيو. ٻــڙهندڙ خود فيصلو ڏيندا ته ڪير ڪنهن جي نقش قدم تي هليو. تنهن سان گڏ حضرت سچل سرمست جي پيدائش ۽ سندس وڏڙن جو احوال ۽ سندس سرائڪي اشعار مان ڪجهه ڪلام هن ڪتاب اندر ڏنو ويو آهي. سچل سرمست پنهنجي سرائڪي ڪلام اندر فرمائي ٿو ته:

شملا چا ٻڌ شاهي دا، چوڙ گمان گـدائي والا.

١– مار نغارا وحدت والا، فڪر رکين پـاتشاهي دا.

٦– آپ سڄاڻ اناالحق آکين، مائين عيش الاهي دا.

٧– نفي سچل اثبات ڪريندا، ويکو سر الاهي دا.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو ته:

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻجيجي.

### (٣٤) عشق عجب اسرار:

فقير قاضي علي اڪبر درازي هڪ بـاعمل، متشرح ۽ صاف دل

صوفي هو. هو هڪ اديب، نقاد ۽ شارع هئڻ سان گڏوگڏ هڪ بلند پايہ جو شاعر هو. سندس ڪلام ۾ سولي، سلوڻي سنڌي زبان ڪتب آندل آهي. سندس خيال ۽ فڪر بلڪل سادا، ڀراونها هيا. وحدانيت جي واڪاڻ، حب رسول الله، امام العاشقين سان عقيدتمندي، آل نبي سان ارادتمندي ۽ مرشد مٺي سان لڳاءُ، پريت ۽ اڻ مٽ محبت سندس شاعريءَ جا چٽا جزا آهن. سندس ڪلام جي مجموعي جو انتخاب "عشق عجب اسرار" جي نالي سان اسلاميہ ڪاليج سکر جي سنڌي شعبہ جي استاد محترم پير سيد لعل شاه بخاري مرتب ڪري ڇپايو. هن ڪتاب ۾ حقيقي عشق جي هڪ نمايان خصوصيت رکيل آهي. هن سوانح حيات اندر جيڪي ٻہ شعر ڪتب آندا ويا آهن سي سڀ قاضي صاحب جا چيل آهن. جنهن مان هرهڪ پڙهندڙ سندس محبت ۽ عقيدي جو اندازو لڳائي سگهي ٿو.

محترم گل محمد انصاري صاحب جن تبصره ڪندي روزنامہ "خادم وطن" مورخ ١٣ آگسٽ ١٩٧٥ع تي لکڻ فرمائين ٿا:

الحاج قاضي علي اڪبر درازي صاحب سنڌ جو عظيم شخص، اديب ۽ شاعر آهي. موصوف جن روهڙيءَ ۾ تولد ٿيا ۽ هيئنر شهر جي زينت آهن. جوانيءَ ۾ انگريزن جي دور حڪومت ۾ مختلف سرڪاري عهدن تي فائز رهيو آهي. ۽ پنهنجا فرائض نهايت ايمانداريءَ ۽ خلوص سان سرانجام ڏنائون ۽ ٽيزري آفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائون.

صاحب موصوف حضور پاڪ جي شان مبارڪ ۽ اصحاب ڪرام جي شان ۾ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا ۽ شعر چيا آهن. ساڳئي وقت حضرت سچل سرمست جي سيني فارسي مثنوين جو سنڌي ۽ اردو ۾ ترجمو ڪري، پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. ان ڪان علاوه پاڻ ٻہ ڪيترائي ڪلام، ڪافيون، بيت سنڌي، سرائڪي ۽ اردو زبان ۾ چيا اٿس. اهڙي دستور هن سنڌي زبان جي خاص خدمت ڪئي آهي. جنهن لاءِ هو تعريف ۽ تحسين جو مستحق آهي.

قاضي صاحب جي پير سني هجڻ جي باوجود سندس عقيدتمندي ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ پيو . پنهنجي جاکوڙ کي اڳتي وڌائيندي هن سال يعني ١٩٧٤ع ۾ بہ ٻي ڪتاب هرهڪ ”سچل سرمست شاعر اعظم“ ۽ ”سچل ائنڊ انٽرنيشنل پوئٽ“ 'Sachal & International Poet' سنڌي ۽ انگريزي ۾ ۽ ”قصو تقدير ۽ تدبير“ لکي شايع ڪرايائين.

## (٣٥) سچل سرمست شاعر اعظم:

سچل سرمست جو ڪلام نون لکن کان بہ مٿي ڇپيل آهي جو ٻين شاعرن وانگر فقط بيتن ۽ ڪافين تائين محدود هجي، مگر ڪافيون (اهي ڪافيون ايڪويهہ نمونن جون آهن جيئن ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ صاحب ڏيکاريون آهن ) ڪافين، بيتن، غزلن، مرثين، مولودن، مثنوعين، سي حرفين، گهڙولي، جهولڻو، رنجتہ، فرد (ٻن مصراعن وارو شعر ) رباعي (چئن مصراعن وارو شعر ) مخمس ( پنجن مصراعن وارو شعر ) مسدس ( ڇهن مصراعن وارو شعر ) مستزاد ( هڪ مصرع ننڍي ۽ ٻي مصرع وڏي )۔ صنعت سوال جواب وغيره ڪوبہ پهلو خالي ڇڏيل ڪونہ آهي.

جناب جوهر بروهي- فريدآباد - ميهڙ تعلقہ کان لکي فرمائين ٿا، تہ: ”شاعر اعظم“ مليو، ٿوري ادا ڪرڻ لاء مون وٽ لفظ ڪونہ آهن؛ جيڪي ڪجهہ اوهان سچل سائين جي ڪلام متعلق جاکوڙ ڪئي آهي. اها سنڌي ادب ۾ جدا جاه والاري ٿي. ائين ورلي ڪو ڪري!! جو اوهان جهڙو وينجهار آٿي سون ڪي سوڌي- ۽ سائين سچل جي ڪلام جي پرک ٿي پورو اچي- اهل‌الله جي مفهوم کي ڪو اهل دل سوچي ۽ سمجهائي سگهي. جيڪو ڪو پيو نہ سمجهائي سگهي، نہ فقط اوهان محنت ڪري ڪلام کي پروڙيو. پر هر پيري سنڌواسين کي مفت ڪتاب ڏيئي ثابت ڪيو آهي تہ عشق هي چيز آهي.

اوهان هي ڪوجنا ڪري نہ فقط موجوده ماحول کي موهيو آهي،

۾ ايندڙ نسلن لاءِ نور جون لاٽون ڇڏيون آهن. الله اوهان کي خوش و خورم رکي. (آمين)

اسلام آباد کان حيدر سنڌي صاحب جن لکڻ فرمائين ٿا، ته:
"آڳاٽو توهان سان پي. ايچ. ڊي ڪرڻ واري مصروفيت جو ذڪر ڪيو هوم، توهان بزرگن جي دعا سان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ امتحان ڏيئي، اهو ڪم مڪمل ڪري، اڄ جيئن آفيس ۾ پهتو آهيان ته، توهان جي طرفان "سچل سرمست شاعر اعظم" ڪي آيل ڏٺم.

مڪرمي! اها توهان جي عنايت آهي، جو هن عمر ۾ به جوانيءَ واري جذبي سان- اشاعت جي درد سريءَ واري جهنجهٽ کي نباهيندا اچو ۽ اهي به توهان جا قرب آهن. جو ڪرم نوازي ڪري ڪتاب موڪليندا رهو ٿا.

الله تعاليٰ اوهان جا جذبا قائم رکي، اسان لاءِ پڻ دعا گهرندا ته انهيءَ ساڳي لگن ۽ شوق کي پنهنجي مشعل راه بڻايون."

(٣٦) انٽرنيشنل پوئٽ: (International Poet)

هي قاضي صاحب جي ڪاوش جو نتيجو آهي، جنهن ۾ پنهنجي مرشد مٺي جي دلي جذبات جو اظهار ڪندي، سچل سرمست جو جدامجد، سندس ولادت ۽ سندس فارسي شاعري تي روشني وڌي اٿس.

سال ١٩٧٥ع ۾ قاضي صاحب پنهنجي ضعيف العمري جي باوجود پنهنجي حقيقي هادي جي جذبه شوق ۾ به ڪتاب هرهڪ "شاعر هفت زبان فخر پاڪستان" ۽ "قصو تقدير ۽ تدبير" تحرير ڪري شايع ڪرايا.

(٣٧) قصو تقدير ۽ تدبير:

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيل ۽ صفحن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ تقدير ۽ تدبيرجي پوري طرح سان وضاحت ڪئي ويئي. ڪهڙي

طاقت ڪنهن جي مٿان حاوي ٿئي ٿي. ان کان علاوه ڪيترن نبين جا قصا ۽ ڪهاڻيون ان سلسلي ۾ درج ڪيا ويا آهن ۽ تنهن سان گڏ انهن جا دليل الفرقان شريف جي روءِ سان، حضرت سچل سرمست جي اشعارن جي معني ۽ تشريح سان سمجهايل آهن.

قاضي علي اڪبر درازي صاحب سال ١٩٧٥ع ۾ حقيقي هادي جي جذبي ۽ شوق ۾ هڪ ڪتاب "شاعر هفت زبان فخر پاڪستان" تحرير ڪري شايع ڪرايائين.

## (٣٨) شاعر هفت زبان فخر پاڪستان:

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيل آهي، جنهن اندر ذيڪارهل آهي ته سچل سرمست امن جو علمبردار، سچل سرمست ڪلام الاهي الهامي، سچل سرمست فيلسوف اعظم، سچل سرمست منصور آخر زمان وغيره وغيره آهي. سچل سرمست جو فارسي ڪلام آهي، ته:

"از دئـــي گاهي نيابي، مدعا ديـــدار حق،
چون خدا درهمه دائي، تا بدرجه گوار باش." (آشکار)

جيڪڏهن تون دل ۾ دوئي رکندين ته توکي الله پاڪ جو ديدار حاصل نه ٿيندو تون هرڪنهن کي الله جـو مظهر سمجھ. وڌيڪ فرمائي ٿو ته:

ايـــن سخن و حـرف نـــه باشد از ما،
گـويـــا او هست شنو اے فتـــا." (آشکار)

معني: هي سخن ۽ لفظ منهنجا چيل نه آهن. اي طالب ٻڌ. انهن جو چوندڙ پاڻ آهي. پنهنجي سنڌي ڪلام اندر فرمائي ٿو ته:

"ڀول نـــه ڀئي ڪنهن ڀل، تون ته آدم ناهين!
ملڪن ڏـــي سجدو ڪيو، واه مٿي تنهنجو ملهه." (سچل)

اهو شرف انسان ذات کي عطا ٿيو، ته هـو پنهنجي اهليت کـي سڃاڻي ترقي ۽ عروج تي پهتو.

حافظ درازيءَ جو شعر آهي، تہ:

”تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آهہ قرآن؛
تـا هـــي شڪ گمـان، سچل سائين هيڪڙو“.

روزانہ نواءِ انقلاب مورخہ ١١ ڊسمبر ١٩٧٥ع ”اجان پي آهين کلجگ ۾ ڪي ڪاپڙي“ جي عنوان سان لکيو آهي تہ:

قاضي علي اڪبر درازي، پنهنجي محبوب مرشد مٺي جي تصنيفات کــي مختلف زبانن جهڙوڪ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پاڪستان جي هر مڪتب فڪر جي فرد کي حضرت سچل سرمست جي ڪلام سان روشناس ڪرايو. قاضي صاحب هــن وقت تائين جيڪي ڪتاب لکيا آهن تنجو تعداد ١٤ کان وڌيڪ آهي مگر ٨٢ ورهين جي عمر جو هڪ مجاهد جوانن وانگر پنهنجي مرشد جي فلسفي ۽ فڪر کي عوام تائين رسائڻ ۾ هميشہ مشغول رهيو آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ کيس عمردراز سان صحت ۽ نور جي سلامتي بخشي. هــن جو جيڪو عشق عميق آهــي، انهيءَ منجهان انسان ذات فائدو حاصل ڪري.

ضعيف العمر محترم قاضي علي اڪبر درازي جي عمر سال ١٩٧٦ع ۾ فقط ٨٢ ورهيہ هئي. زندگيءَ جي هن آخريق لمحن ۾ بہ هــن فقير باصفا جــي طرفان مرشد مٺي جــي محبت، عقيدت، جاني و مالي ۽ قلمي قرباني پوري عقيدي ۽ احترام سان جاري رهــي. هن سال پنج ڪتاب هرهڪ ”مڪمل سوانح حيات سچل سرمست“، ”فيض فاروقي“ ”سچل سدا حيات شاعر ۽ ولي الله“، ”الله ۽ دنيا“ ۽ ”درد جو داستان“ لکي شايع ڪرائي علم و ادب ۾ وڌيڪ اضافو آندائين.

”مان نــہ مريد، نــہ مان پير،
ســاري فقــر جـــو فقيــر.“ (سچل)

## (٣٩) مڪمل سوانح حيات سچل سرمست:

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ تحرير ٿيل آهي ۽ ڪيترن بابن ۽ پهلوئن تي مبني آهي. حضرت سچل جي هر زندگيءَ جو موڙ ۽ منزل بخوبي روشن دليلن سان پيش ڪيو ويو آهي. سچل سائين نه صرف "هفت زبان" شاعر بلڪ روحاني رهبر به آهي. انهيءَ "فيض چشمه" منجهان عاشق، صادق، اجايل ۽ پياڪ سڪ جي سرڪي سرڪيندا رهن ٿا. حضرت سچل سرمست انهيءَ دور ۾ شاعرانه رنگ عارفانه ڍنگ ۽ حق جو هوڪو وڏي واڪي ڏنو هو. جڏهن سنڌي شاعري عروض جي قيد و بند کان آجي ۽ آزاد هئي. انهيءَ هوندي به سندن گهڻو ڪلام وزن ۽ بحر جي سانچي ۾ سمايل آهي ۽ فرمائين ٿا ته:

"محبت عشق مولا جي، گهٽا سي گهوٽ گهايا ها!
هزارين ساهه ساجن تان، گهوريون گهوري گهمايا ها".
(سچل)

سچل سرمست سنڌي ڪافي جو مؤجد آهي. انهن جي ڪافي موزونيت تي مائل آهي. سچل سرمست ڪنهن به شاعر جي تتبع ۽ تقليد نه ڪئي آهي، حالانڪ عربي، فارسي سنڌيءَ جي شاعرن، وڏن وڏن شاعرن جو اثر قبول ڪندي، انهن جي ڪلام بلاغت نظام تان استفاده ڪيو آهي.

حضرت سچل سرمست روايتي، فرضي ڳالهين من گهڙت داستانن کي پنهنجي ڪلام ۾ ڪا خاص جاءِ نه ڏني آهي، بلڪ اهڙا رازڪوليا آهن ۽ اهڙي ڳجهه جون ڳالهيون ڪيون آهن، جن تي انساني عقل دل، دماغ دنگ رهجي وڃن ٿا.

حضرت سچل سرمست طريقت جي آخرين منزل يعني بقا باالله جي اعليٰ ترين منزل تي پهتل هو، جيئن ته سندس ڪلام آهي.

نوري نــاري ناهيان، آهيان رب جبار!

”ثم وجه الله“ (قرآن) جنهن طرف تڪيو الله ئي الله آهــي.
انهيءَ خيال کــي حضرت سچل سرمست کهڙي نه ولندڙ انــداز ۾ نباهيو آهي.

”چا جو شڪ گمان، سڀڪا صورت تنهنجي؛
متان ڪرين ارمان، گهيلا انهيءَ ڳالهه جو.“

ماٺ ڪريان نه مشرڪ ٿيان، ڪڇان تان ڪافر؛
انهيءَ واٽي ور، سمجهي ڪو ”سچيڏنو“ چوي.

آءٌ اهڙن رازن کان آشنا آهيان، جيڪڏهن چپ ٿو چوريان تـه مشرڪ ٿو سڏجان؛ پرجي چپ نه ٿو چوريان تـه بي سمجهه مونکي ڪافر ٿـو ڪوٺي. انهيءَ ڳـالهه ۾ وڏو فرق ۽ فير آهي، ڪو هجي جو انهيءَ حقيقت کي سمجهي، انهن بي سمجهن کي سمجهائي.

”من عرف نفسه فقد عـرف ربه“ معنيٰ جنهن پاڻ کي سڃاتــو ان جڻ ڪي رب کـــي سڃاتو. هيٺئر سندس شعر پڙهو ۽ ان جــي بلندي تي پهچو:

”پهي پـروڙ پوم، تا پنهنجو پـانئي آهيان؛
پانئي منجهان پاڻکي، هـــي پڙ لاهَ پيوم؛
صحي ڪن ڪيوم تـ، غير گمان اتــي ويا.“ (سچل)

سنڌي محاوره آهي- ”مهٽي هاب ڪرڻ“- ”ڪاڪ ڪاري ڪرڻ“- ”ستاري ڪرڻ“- ”ڏوهه نه ڏسڻ“- زبان داني ۽ قادرالڪلامي جــو ڪمال ڏسو جو هڪ بيت ۾ چارئي محاورات استعمال ڪيا اٿس.

”هيان آءٌ ماري، ڏاڍي ڏنـــا ڏهاڳ جــي؛
مهٽي هاب متان ڪرين، ڪاڪ نه ڪج ڪاري؛
ڪر سوڍا ستاري، ڏوهين مون نه ڏسيج تون.“ (سچل)

حضرت سچل سرمست جو فارسي شعر عرض آهي تہ:

”ايـــن سخن کئي بـاشد اي پسر،
ايـــن هم ذکر است آيات و خبر.“

معنيٰ: اي پٽ تون هي منهنجو سخن (شعر) ڪيئن ٿو سمجهين؟ هي سمورو الله تعاليٰ جو ذکر قرآن شريف جون آيتون ۽ حضور پـاڪ جون حديثون آهن.

محترم عبـدالڪريم سعدي ڪتـاب ”مڪمل سوانح حيـات سچل سرمست“ تي تبصرہ ڪندي روزانہ ”هلال پاڪستان“ڪراچي مورخ ٢٤ آڪٽوبر ١٩٧٨ع ۾ لکي فرمائين ٿا، تہ: ”شهنشاهہ عشق“ شاعـر هفت زبان حضرت سچل سرمست متعلق هـي ڪتاب قـاضي علي اڪبر درازيءَ جي محنت جو ڦل آهي. سچل سائين جي سوانح حيات ۽ سندس فلسفہ ”بقا باالله“ کي سمجهڻ لاءِ هن ڪتاب جـو مطالعو ڪيترين نين حقيقتن کي روشناس ڪرائيندو.

## (٤٠) فيض فاروقي:

هي سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب قاضي صاحب جي محنت ۽ عقيدي جو اظهار آهي، جنهن ۾ فاروقي خاندان جي سڀاجهڙي سنڌ جي سر زمين تي آمد ۽ سندن خاندان جـا ڪهڙا ڪهڙا بزرگ صاحب۔ فيض ٿـي گذريا آهن ۽ انهن وليالله جو تفصيلي بيان هن ڪتاب اندر آيل آهي.

اسان جـي حضرت سچل سرمست فـاروقي جـو جد امجد خواجہ محمد حافظ عرف سائين صاحبڏنہ۔ آغاز وقت ۾ پاڻ سنڌ جي وقت جي حاڪمن طرفان اعليٰ عهدي تي فائز هيا۔ باوجود دنيوي مشاغل جـي سندن رجحان شروعات ڪـــان وٺي حقيقت جي طرف هيو. آخرڪار متس فضل الاهي جي پالوٽ ٿي ۽ عشق الاهي جو سمنڊ سندس سيني اندر سمائجي ويو. جيئن پاڻ فرمايو اٿن.

”ڪن جو نينهن نهر سان، ڪن دريا دريـاہ،
”صاحبڏنہ“ جـــي ساہ، سارا سمنڊ سمايـــا.“

”ڪي ھڏن سان ھتجي ويا، ڪي چريا منجھ چاھ،
”صاحبڏنہ“ جـي ساھ، سارا ورق ورايا.“

محترم محمد احسن چنا ھفتيوار ”آواز سنڌ“ مورخ ١٥ آڪٽوبر ١٩٤٦ع ۾ تبصرہ ڪندي لکي ٿو: ڪتاب ”مڪمل سوانح حيات سچل سرمست“ ۽ ”فيض فاروقي“ ٻئي ڪتاب قاضي علي اڪبر درازي جي محنت جو ڦل آھن، جي علم دوست اصحاب لاءِ نادر تحفہ پڻ آھن. سچل سرمست ڪھڙي ھستي ھئي، سندس ڪلام ھر موضوع تي الھامي طرح آھي.

ٻيو ”فيض فاروقي“ خاندان جي سنڌ ۾ آمد ۽ سندس خاندان جا ڪھڙا بزرگ صاحب فيض ٿي گذريا آھن، سي واضع ڪيل آھن. تنھن سان قاضي صاحب پنھنجو علاج بہ ڪجھ انھ ڏنو آھي.

وڏي ڳالھہ تہ ھيءَ آھي جو اھڙا نادر ڪتاب بنا ڪنھن قيمت جي موڪليا وڃن ٿا، جيڪو قاضي صاحب جو قوم تي وڏو احسان آھي.

(٤١) سدا حيات شاعر ۽ ولي الله:

ھيءَ سنڌي زبان ۾ تحرير ٿيل آھي. سدا حيات شاعر ۽ ولي الله فقط انھيءَ ڪري بہ سڏي سگھجي ٿو، جنھن جو فيض ۽ سخا جاري ھجي ۽ ھميشہ تائين قائم ھجي. حضرت سچل سرمست جي چاچي ۽ مرشد سائين خواجہ عبدالحق ڏانھن جيڪو طالب ايندو ھو تہ ھو ھن ڪان بيعت وٺي ، توجہ فيض فرمائي ھن پارس حقيقيءَ جي خدمت بابرڪت ۾ موڪليندو ھو. جيئن لوہ پارس سان لڳي سون ٿي پوندو آھي، تيئن اھي طالب ھن عاشق، صادق، رند بيباڪ جي محبت صحبت، رھبريءَ ۽ رھنمائي سان سون ٿي خود شاعر رند ۽ ڪامل ٿي پوندا ھئا. سندن فيض عشق جـو بحر بي پايان ھميشہ جاري ھوندو ھـو ۽ اڃا بہ جاري آھي. جيڪي ھن جي بحر بي پايان جي فيض، سخا ۽ جـود و عطا سان بھرور ٿيا آھن، سي ھزارن جـي تعداد ۾ آھـن، ۽ خود ولايت جا صاحب ٿي گذريا آھن ۽ ڪي پاڻ مريدن ۽ خادمن وارا آھن.

ڪن جون گاديون اڄان تائين قائم آهن. ايترو فيض ڪنهن به شاعر يا وليءَالله جو ٿيل نه آهي، جنهن ڪري ڪيس سدا حيات شاعر ۽ وليءَالله به فقط ان ڪري سڏي سگهجي ٿو، جنهن جو فيض سدا قائم هجي ۽ اهوئي سدا حيات آهي. فقير قادر بخش ”بيدل“ جو ڪلام آهي، ته:

عشق جو بارو درازن ۾، عجب اسرار هو؛
مست سالڪ مهه سچل، عارف اتي اظهار هو؛
۴- قربدارن جي ڪٽڪ ۾، مرد منصب دار هو؛
در تنهن داتا جي ”بيدل“، پرت جو پينار هو.

(۴۲) الله ۽ دنيا:

هيءَ پنهنجي نوعيت جو هڪ بي بها ڪتاب سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. سورت (ويل لکل....) ۾ فرمايل آهي، ته:

”خرابي آهي هرهڪ طعني هڻندڙ، عيب ڪيندڙ لاءِ، جنهن ڪٺو ڪيو مال ۽ ان کي ڳڻي رکيائين. خيال ڪري ٿو، ته سندس مال ان سان هميشه رهندو، هرگز نه؛ هو اڇلايو ويندو دوزخ ۾“.

حديث شريف ۾ آيو آهي، ته: ”الفقر فخري والفقر مني“. معنيٰ فقيري مون لاءِ فخر آهي. ۽ فقير مون منجهان آهن. حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام جو قول آهي، ته: ”دين ۽ دنيا ٻئي سڳيون ڀينر آهن، جي هڪ ئي وقت هڪ ماڻهوءَ جي نڪاح ۾ نه ٿيون رهي سگهن؛ پنهنجي منجهان جيڪا تو کي وڌيڪ سهڻي لڳي، ان کي پاڻ وٽ رک“.

محترم ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب تبصرو ڪندي لکي ٿو؛ ته: قاضي علي اڪبر درازي پنهنجو منفرد مقام رکي ٿو. هن صاحب جهڙي نموني سان سچل سائين جي سنيهي کي سنڌواسين ۽ هندواسين

تائين ٻهچائڻ جي اڪيلي سر ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن صاحب هيل تائين ”سچي ادب“ جي سچي خدمت ڪئي آهي. اسان وٽ بسي قدري جي ڪائي کوٽ ڪانهي. سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ علم ادب جو هي محسن انسان پنهنجي زندگيءَ جا پويان پساهه کڻي رهيو آهي، پر ان هوندي به جيڪڏهن سندس اکيون ۽ هٿ ڪم نٿا ڪن ته پوءِ پنهنجي پٽن، پوٽن ۽ دوستن کي اکيان ويهاري ڪجهه نه ڪجهه لکندو رهي ٿو ۽ ڪيترن ئي علم ادب ۽ تصوف جي طالبن جي رهنمائي ڪندو رهي ٿو.“

اخبار هفتيوار آزاد ڪراچي تبصره ڪندي بتاريخ ٥ جنوري ١٩٧٦ع ۾ لکي ٿي ته:

ٻين عظيم ۽ آدريشي انسانن جيان سچل سرمست به جهڙو هيس نالو، تهڙو ڏنائين سچو پيغام. سو رکيو ايترو پر لالڻ جي لات کي هنڌين ماڳين ٻهچائڻ لاءِ ٻين ٻولين ۾ به پڻ ٻڌائيندو رهيو. حضرت سچل سرمست سنڌ جي اها هڪ عظيم هستي آهي جنهن جو پيغام اڄ به اوترو امر آهي ۽ سندس مقدس زندگي اڄ به سنڌ ۾ هندواسين لاءِ مشعل راهه ٿي سگهي ٿي. هئڻ ته ائين گهربو هو ته سرڪار طرفان انهيءَ عظيم صوفي شاعر ۽ وليالله جي نالي تي اڪيڊمي قائم ڪئي وڃي ها. پر اڄ ڏينهن تائين ائين ٿي نه سگهيو آهي. جس لهڻو جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب! جنهن اڪيلي سر چڱيءَ ڀلي اڪيڊميءَ جيترو ڪم ڪيو آهي ۽ پنهنجي تن، ڌن ۽ من کي سچل سائين جي پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي.

## (٤٣) درد جو داستان:

هي ڪتاب در اصل هڪ ناول جي صورت ۾ لکيل آهي جو ٥٨ صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي شروعات مجازي عشق سان ٿيل آهي. روهڙي شهر جنهن کي روهڙي شريف سڏيو وڃي ٿو، منجهس ١٣ صدي هجري ۾ ٻه ڪامل اڪمل رند، بيباڪ عاشق صادق،

بقا باالله جي درجي سان تولـد ٿيا. پهريون حضرت قادربخش بتخلص بيدل ۽ ٻيو سندن فرزند حضرت محمد محسن بتخلص بيڪس، جـو ڪجهه جتنگهه کان منڍڙو هو. جن بزرگن هـن شهر ۾ مجازي عشق جو بنياد رکيو. ٻنهي فقيرن مجازي عشق جي شروعات هندو ڇوڪرن کان ڪئي ۽ حقيقي عشق ۾ پهچي، وچـي رنگجي لال ۽ ريتا ٿيا ۽ سندن هبڪار دور ديش تائين پهچي ويئي.

هي "درد جو داستان" سال ١٩١٤ع جو هڪ سچو واقعو آهي، مگر جيئن جو گلرخسار بروقت واقعي کي اصلي صورت ۾ پيش ڪرڻ تي ناراض ٿي ٿيو، تنهن ڪري اصلي حقيقت کـي ٿورو موڙ ڏيئي، ناول جي طرز تي بيان ڪيو ويو آهي. مگر ڪتاب جي اصلي حقيقت پڇاڙي ۾ ڏيکاريل آهي.

هي ڪتاب پهريون ڀيرو ديوان دليپسنگهه چترسنگهه ماڱڪاڻي، جـو پڻ درگاه شاهه درازا شريف جـو مريد هـو، تنهن ١٩١٨ع ۾ حيدرآباد سنڌ منجهان شايع ڪرايو. هي ڪتاب جيئن جو قاضي صاحب جي شروعاتي زندگيءَ جو پهريون لکيل ۽ پيش ڪيل ڪتاب هـو، تنهن سان گڏوگڏ مارڪيٽ ۾ ملڻ مشڪل ۽ اڻ لڀ هو، تنهن ڪري سال ١٩٧٦ع ۾ دوباره اشاعت هيٺ آڻڻ ضروري سمجهيائين.

سال ١٩١٨ع جي اشاعت هيٺ آيل ڪتاب جـي پيش لفظ ۾ قاضي صاحب جن لکڻ فرمائين ٿا ته:

هي ٻندو ناقص عقل، نه شاعر آهي نه مصنف ۽ نـه وري منجهس ڪا دماغي قابليت يا علم جي ماهيت، يا زبان جي بلاغت، يا فصاحت آهي، جو قصو ناهي يا شعر چوي، ليڪن دلبر اوچتي هڪ سودائـي خام خيال جي برپا ٿيڻ جـي ڪري، هـــي درد جو داستان (قصو گلرخسار ۽ جا نثار جو) هجر جي مرض کي هٽائڻ، فراق جي صدمي گهٽائڻ، روح جـي رهاڻ ۽ مجروح دل کي ريجهائڻ لاءِ قصي جـي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. التجا آهي ته جيڪڏهن ڪم علميت ۽

سوداءُ مزاجي سبب مجهس کي خاميون هجن تہ ستر پوشي ۽ فراخدليءَ سان ڍکي ڇڏيندا.

"عشق ناتءُ الله جو، الله آهہ سارو عشق،
ساڙي غير وجود جو، کري نيارو عشق،
پسائي پـرينءَ جـو، نـوري نظارو عشق،
"غلام اکبر" غازين جو، پنڌ پسارو عشق،
جـي ڏي وارو عشق، تہ لاهوتي لال ٿئين."

قاضي علي اکبر درازي هـن مـادي دور ۾ اکيلي سر تصوف جي هڪ عظيم تحريڪ آهي، جنهن کي هر وقت حضرت سچل سرمست جي سنيهي جي تلقين کندو نظر ايندو. الهيءَ سلسلي ۾ هن حضرت سچل سرمست جـي زندگيءَ جي پيغام ۽ ڪلام جي اشاعت جـي سلسلي ۾ وسنون کين گهٽايو آهي. ان شمع حق کي هٿ ۾ ڪندي سال ١٩٧٧ع ۾ ٻہ ڪتاب هرهڪ "دولهہ درازيءَ جي دربار جا در" ۽ "حق جي راه" تحرير ڪري اشاعت هيٺ آندائين جي اسان لاءِ فخر جو مقام رکن ٿا.

## (٤٤) دولهہ درازيءَ جي دربار جا در:

حضرت سچل سرمست موج و مستي جذب و جلال ۾ وقت جو عطار ۽ منصور هو، سندس فيض فراوان ۽ بحر بي پايان هميشہ مؤجزن هوندو هو. جيڪو بہ حق جو طالب سندس محبت جـي مئخاني مان هڪ جـي سرڪي چکندو هو، سو رند عاشق بڻجي ويندو هـو. سو هن پارسي حقيقيءَ جي رهبريءَ ۽ رهنمائي سان ڪيئي طالب وليالله بڻجي ويا، هـن قادرالڪلام شاعر پنهنجي مشهور و معروف ديـوان آشڪار ۾ فرمايو آهي، تـہ:

" گـــر بخواهـــي ميشوم، واقف ازين اسرار راز،
پس بکن با صدق دل، روئي بسوئي شاهہ دراز."

معني: جيڪڏهن تون الله جي رازن رمزن منجهان واقف ٿيڻ چاهين ٿو، ته پوءِ صدق دل سان شاه درازن جي طرف هليو وڃ."

هن اقليم سخن جي تاجدار جي صحبت ۽ فيض فراست مان ڪيئي طالب فيضياب ٿي وقت جا عارف ۽ عاشق بڻجي ويا. انهن مان هرهڪ جو سربستو احوال هن ڪتاب ۾ تحرير ڪيو ويو آهي.

شهنشاهه عشق حضرت سچل سرمست جي طالبن ۽ سلطان السالڪين حضرت سخي قبول محمد دوم جي طالبن جو مختصر احوال هن کان اڳ ڪتاب "دولهه درازي" ۽ "سخي سرتاج" ۾ ڏيکاريل آهن.

مگر محترم دوست پروفيسر عبدالمجيد صاحب وقت بوقت اهو مشورو ڏيندو ٿي رهيو ته ٻنهي بادشاهن جي طالبن جو احوال خلاصي طرح هڪڙي ڪتاب ۾ ڏيکاريو وڃي، سو ان موزون مشوره مطابق حق جي جستجو ڪندڙ ۽ حق جا پانڌيئڙا جيڪي وڃي وليالله ٿيا اهڙن ٥٢ فقيرن جو احوال هن ڪتاب اندر قلمبند ٿيل آهي. حضرت سچل سرمست فرمائي ٿو، ته:

"سڪ سچيءَ ڪـان ڪين ڪي، سبق سور سڪـن؛
اڪــــر لکن نه دل تـــي، ٿـــا ڪاغذ ڪارا ڪن؛
مس ڪاريءَ جيان من ڪـــي، ٿا قاري ڪارو ڪن؛
مدعا جنهن مام جـــي، تنهن ويجهو ڪين وڃـن؛
تاڏي ڪن نـــه ڪن؛ جـــو فرمودو فائق جو."

## (٤٥) حق جي راه:

هن ڪتاب لکڻ وقت قاضي صاحب جي عمر ٨٢ ورهيه ٿئي ٿي. هن عرصي اندر هن انگريز سرڪار جو دور ڏٺو. غير مسلم حڪومت هجڻ جي باوجود اسلام هو، ايمان هو، دين درخشان هو، عدل هــو، انصاف هو، حياءُ هو، شرم هو، ۽ مسلمان پنهنجي پيغمبر جي ورثي تي صابر ۽ شاڪر هو، صبر قرار هــو، سڪون هو، راحت ۽ آرام هــو،

هندو دڪاندار پنهنجي ڌنڌي ۾ ديانتدار هو، منجهس نہ دغا هئي نہ فريب هو، جنهن ڪري سودو سڀ سستو ۽ سهانگو هو، نہ ذخيره اندروني هئي، نہ ناجائز نفعہ خوري ۽ نہ وري ملاوٽ هئي، نہ مرچن ۾ سرن جو خاڪو هو، نہ سرنهن جي تيل ۾ گوبر جو رس هو، نہ ڌاڻن ۾ لڪڙيءَ جو ٻورو هو، نہ پوسي ڪري جي خريداري هئي، نہ کڏهہ ۾ مثل جانورن جي گوشت جو وڪرو هو، نہ کيھہ ۾ گريس ۽ گڏه جي چربي گڏيل هئي.

اهي سڀ خاميون ۽ خرابيون، بدڪاريون ۽ بدعنوانيون انهيءَ ڪري رائج ٿيون آهن، جو مسلمان اسلام کان هٽي ويو ۽ ايمان ڪانہ نڪري ويو، دين کي ڌوڏي ڇڏيائين، پيغمبري ورثي کي ڇڏي، قارون جي ڪڍ ڪاهي پيو آهي، مايا جي موه ۾ مبتلا ٿي ويو، دنيا جي ڪڍ ديوانو ٿي پيو، لکن ۽ ڪروڙن جي ڪٺي ڪرڻ جي سوداءَ ۾ سائو ٿي پيو، سندس الله، رسول، دين ۽ ايمان سڀ پٺسو آهي.

گذشتہ خوبيون ۽ خصلتون، موجوده خاميون ۽ خرابيون ڏسي قاضي صاحب جي دل کي درد ٿيڻ لڳو، انهيءَ درد، غم، رنج و علم کي دور ڪرڻ لاءِ "حق جي راه" ڪتاب لکيائين جو چاليهہ صفحن تي مشتمل آهي. ان ڪتاب سان اها اميد وابستہ رکيائين تہ من ڪنهن مسلمان ڀاءُ کي هن ڪتاب پڙهڻ سان هدايت نصيب ٿئي ۽ مايا جو موه ڇڏي، پنهنجي حقيقي رب ڏانهن رغبت رکي ۽ پنهنجو محشر موچارو ڪري ۽ لکندڙ کي اجر حاصل ٿئي.

قاضي صاحب پنهنجي دل جي بيقراري کان مجبور ٿي "حق جي راه" ۾ وڏيڪ تحرير ڪندي لکي ٿو، تہ: اڳي " نمازي جو جوتو پڻ با ادب ۽ بامراد هوندو هو. هن ڪڏهن بہ نمازيءَ کي تنگ ۽ تاراج نہ ڪيو ۽ نہ وري ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي وڃي ويهارياڻينس مگر هو ان جي برعڪس صبر ۽ سانت سان ٻاهر دربان ٿيو ويٺو هوندو هو؛ ۽ نمازي نماز اطمينان ۽ آرام سان ادا ڪري جهڙيءَ مهل بہ فارغ

ٿيندو هو، ته جوتو پهريون پائي سڌو گهر جي راهه وٺندو هو، پر هينئر اهو ٿي جوتو بي مراد ۽ بي ادب ٿي پيو آهي، پاهر ويهڻ لاءِ بلڪل تيار نه آهي، تنهن ڪري نمازي هن کي پاڻ سان گڏ مسجد شريف ۾ وٺي وڃي پنهنجي اڳيان ويهاري هن کي سجدو ڪندو آهي، ۽ جيڪڏهن اتفاق سان هي جوتو پاهر رهجي ويو، ته مالڪ سان ڪاوڙجي فوراً فرار ٿي ويندو ۽ نمازي ويچارو پيرين اگهاڙو هليو ويندو. ان ڪري وڏين مسجدن ۾ جوتي جي آرام ۽ آسائش لاءِ ڪلٽ سها کوکــا تيار ڪري رکيا ويا آهن.

اڳ ڪڏهن به خدا جي گهر کي تالو ڪونه لڳايو ويندو هـو. پر هينئر مسجد جو گهڙيال، پکا، بلب ۽ قرآن شريف جـون پوٿيون بي ادب ۽ بي مراد ٿي پيا آهن، ان ڪري متوليءَ کي هميشه اهـو خوف ۽ خطرو لاحق رهي ٿو، ته متان اهي پاڻ ۾ ٺـڏي ڪري رات جو ڪيڏانهن پٽ ڏيئي نه وڃن، جنهن ڪري هر نماز کان پوءِ متولي ويچارو مجبور ٿي مسجد شريف کي تالو لڳائي وڃي ٿـو، تنهن سان گڏ ان تالي جي پڻ چوڪيداري ڪري ٿو.“

هت پنهنجي اسلامي مملڪت جو هڪ دلسوز ۽ دلخراش واقعو پيش ڪيو وڃي ٿو. اسان جي محله ۾ هڪ قديم الايام کان وسندڙ ۽ آباد مسجد آهي انهي جي دروازي کي صبوح جو سوير هڪ ايماندار مسلمان باهه لڳائي ويو، پر خوش نصيبي سان سامهون گهر واري جي نظر پئجي ويئي، جنهن فوراً باه وسائي وڌي، ان ڪري پاڙي واري هڪ هندستاني مسلمان کان ان بابت پڇا ڪئي ويئي، جنهن ٻڌايو، ته: ” اسان ۾ هڪ اهڙو فرقو آهي، جنهن جو اهو ايمان ۽ عقيدو آهــي، ته جيڪڏهن پٽ جي اولاد پيدا نه ٿيندي هجي ته پوءِ خدا جي گهر کي باه لڳائجي ته خداوند ڪريم هڪدم پٽ جو اولاد عطا ڪرڻ فرمائيندو.“

اسلامي مملڪت کان اڳ دڪاندار پنهنجي ڌنڌي ۾ ديانتدار.

سچو ۽ سپتيو هيو، هن ۾ ملاوٽ جو مرض نه هو، ۽ نه گراهڪ کــي ڏنڏيءَ ڪاٽيءَ سان ڪهڻ جو فن ۽ هنر هو. ان جي دل ۾ خدا جو خوف هوندو هو، جنهن ڪري نيم تان صحت جاڻ تي خوش ۽ راضي رهندو هو، مگر اڄ دولت خدا داد پاڪستان جــو دڪاندار دغــا ۽ دوکي، ڪوڙ ۽ ڪپٽ ۾ ڪاهــي پيو آهي. هن جــو دين ۽ ايمان، مذهب، ملت، فقط پئسو آهي، جنهن ڪري هن کي رات ڏينهن اهو انتظار لونو ۽ گهراڻو آهي، ته ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ طــرح سان ڪروڙ ڪٺا ڪري پنهنجي آخرت اجارجي ۽ محشر موچارو ڪجي.

لاديني ماڻهن جي اڪثريت جي زماني ۾ هرهڪ اسٽيشن تي برف جــي ٿڌي پاڻيءَ جون باٽليون پري مسافرن کــي سڏي مفت نــوش ڪرايو ويندو هو، ۽ شهر جي هرهڪ چوراهي تي ٿڌا مٽ پاڻيءَ جا ڀــرڙهي لڳي سان ملبوس نظر ايندا هئا ۽ اهو ساقي ماڻهن کــي سڏي چئن جي چيٽي ڪارائي مفت ۾ پاڻي پيارينده هــو، هو ان ۾ پنهنجي سعادت ۽ رب پاڪ جــي خلق جي خدمت سمجهندو هــو، مگر اڄ افسوس! افسوس!! مسلمان جنهن جو آخرت تي ايمان آهــي سو هڪ گلاس ٿڌي پاڻي پيارڻ جي عيوض چار آنا وصول ڪري ٿو.

بتاريخ ٣٠ سيپٽمبر ١٩٧٦ع "سچل سرمست" جــي عرس جــي موقعي تي انفارميشن ڊپارٽمينٽ جي ڇپيل ڪتاب جي صفحي نمبر ١٠٥ تي محترم جناب محمد موسيٰ سومره صاحب ڊئريڪٽر آف انفارميشن ڪراچي. قاضي علي اڪبر درازي صاحب جي ڪتابن جــي فهرست ڏيکارڻ بعد لکڻ فرمايو آهي ته :

قــاضي صــاحب هــي ڪتاب محض مــرشد سان عقيدت سببان "سچل سرمست اڪيڊمي خيرپور" جي نالي سان شايع ڪيا آهن مگر هنن ڪتابن جـــو سچو خرچ هن قلندر مرد پاڻ ڏــي ڪيو ۽ سندس تصنيف ۾ اهو قلندري شان ۽ نسورو نينهن نمايان آهي."

محترم ڊي- ڪي منشاراماڻي بمبئي هندستان ڪان لکڻ فرمائين ٿا ته: ”اوهان سچل سائين جي ڪلام، هنجي اناديت، اهميت ۽ لازواليت بابت پنهنجو ڪم هڪ مشينري يا مجاهد طور ادا ڪيو ٿا. اها مشعل جا اوهان ٻاري آهي، انشاءالله جلندي رهندي ۽ نوجوانن ڪي اڳتي ڪم ڪرڻ لاء ترغيب ڏيندي.“

سال ١٩٧٨ع اندر قاضي صاحب ڪوبہ نئون ڪتاب زير اشاعت ڪونہ آندو. مگر انڪل ٻارهن يا تيرهن ڪتابن جي دوباره اشاعت جو بندوبست ڪيائين. ڇو جو انهن ڪتابن جي ذوق وارن وٽ وڏي گهرج ۽ گهر هئي. سو انهن ڪرم فرمائن جي ذوق و شوق ۽ عشق ۽ عقيدي ۾ ڪوٽ محسوس ٿيڻ نہ ڏنائين.

محترم قاضي علي‌اڪبر درازي پنهنجو منفرد مقام رکي ٿو. هن صاحب جهڙي طرح سان سچل سائين جي سچي سنيهي کي سنڌواسين تائين پهچائڻ جي اڪيلي سر ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هڪ سال جي خاموشيءَ کي دور ڪندي سال ١٩٧٩ع ۾ ڪتاب بنام ”سچل سرمست صاحب شريعت“ تحرير ڪري اشاعت هيٺ آندائين.

## (٤٦) سچل سرمست صاحب شريعت:

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيل آهي، جنهن منجهہ دليلن سان ڏيکاريل آهي، تہ هي قادرالڪلام حافظ درازي شروع زندگيءَ ڪان وٺي شريعت محمدي جو پورو پورو پابند هو؛ ۽ نماز با جماعت پنج وقت پڙهندو هو، پنهنجي شعر ۾ پڻ اهڙي تلقين ڪئي اٿس. بحر طويل ۾ فرمائي ٿو تہ:

”هست اين قائم مقام شرح،
بنا ڪرده است امام شرح.
از شرح رومتاب گرمردي،
غوث و قطب کند سلام شرح.

گــرچ مير و وزير و سلطان امت،
برهمہ غالب است حکام شرح.
گفت ملحد کہ حد شرح گذاشت،
چون بہ وحدت روم کدام شرح.
آن موحد کہ درد عشق گرفت،
سر تصديق کند بـــہ نام شرح.
از شرح بـــرون قـــدم نہ نهي،
مستقيم است علـــي الـــدوام شرح.
با تو گويم چـــو آشکار و نهان،
باش تـــو چاکر و غلام شرح.“

معني: شرح جو حکم سدائين قائم ۽ دائم آهي، چاڪاڻ تہ ان جو بنياد امام شرح جو پٽل آهي. جيڪڏهن تون مرد آهين تہ شرح کان منهن نہ موڙ؛ چاڪاڻ تہ غوث قطب سڀ شرح جا سلامي آهن. اگرکو بادشاه يا امير وزير آهي مگر ان تي شرح جو حکم صادر آهي. سچل سرمست پنهنجي متعلق فرمائي ٿو تہ مونکي ملحد چون ٿا، تہ تون شريعت جي حد اورانگهي آهي، مگر جڏهن مان الله سان وحـــي هڪ ٿيس تہ پوءِ شريعت چاجي؟ اهو خدا پرست، جو عشق ۾ گرفتار ٿيو. سو شريعت جي نالي تان پنهنجو سر قربان ڪندو، شريعت کان ٻاهر قدم نہ رک، چاڪاڻ شريعت جو حکم برتر ۽ بالا آهي. اي آشکار (سچل) مان توکي ظاهر ۽ باطن ٻڌايان ٿو، تہ تون شريعت جو چاکر ۽ غلام ٿي رهہ.

احمد خان مصرائي پنهنجي خط ۾ فرمائي ٿو، تہ: ڪتاب ”حضرت سچل سرمست صاحب شريعت“ اوهان جي ٻين ڪتابن وانگر مستند ۽ مفيد آهي. موضوع کي حضرت سچل سرمست جي ڪلام الاهـــي الهام سان سينگاري، سنواري سهڻو، صحيفو بنائـــي ڇـــڏيو اٿو. آءٌ اوهانکي دل جي خلوص سان مبارڪون ڏيانٿو، جو مرشد سائين سان

درسي ۽ قلمي ناتو نڀايو پيا اچو. الله تبارڪ و تعاليٰ اوهان کي تا دير زنده و سلامت رکي، دعائن کان نہ وساريندا."

جـوهر بروهـي فريدآباد تعلقہ ميهڙ کـان پنهنجي خط انـدر لکي فرمائين ٿا تہ:

"سچل سرمست صاحب شريعت" موکلي اڻ ڳڻيو احسان فرمايو اٿو. مون وٽ اهڙا الفاظ ڪونہ آهن جن سان ٿورو ادا ڪري سگهان. توهان پنهنجو رت ست ڏيئي، نور نچوڙي سنڌ جـي هڪ اهل دل هستيءَ جي ڪلام تي تحقيق ڪئي آهـي. انجو مقام سنڌي ادب ۾ اهوئي آهي جيڪو سنڌ ڌرتيءَ تي مهراڻ جو آهي."

منهنجي لاءِ هن ادبي عنايت کان وڌ ڪوبہ احسان نٿو ٿي سگهي، مان اوهان جي عنايت جي قيمت ادا نٿو ڪري سگهان. محترم قاضي صاحب سال ١٩٨٠ع ۾ هڪ ڪتاب "سچل سرمست عاشق رسول" اشاعت هيٺ آندو. باقي ٻين ڪتابن کي دوباره اشاعت هيٺ آندائين. جن جي سڄڻن کي گهڻي گهرج هئي.

### (٤٧) سچل سرمست عاشق رسول الله:

حضرت سچل سرمست، سيدالمرسلين خاتم النبين صلي الله عليه وسلم جو هي عاشق صادق آهي جو سندس هن شعر منجهان سندس صدق جو پتو لڳائي سگهجي ٿو:

"عــاشقم بــر اسم محمد مصطفيٰ،
در دام جائگير است نــام مرتضيٰ." (آشڪار)

معنيٰ: مان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جـي اسم مبارڪ تي عاشق آهيان ۽ حضرت علي مظهرالعجائب عليه السلام جو اسم مبارڪ منهنجي دل تي نقش ٿيل آهي.

" لطف برمـــا کـــرده سيدالمرسلين،
کـــرده مـــارا از گـــروه عاشقين.

از سر وحـــدت مـــارا آگـــاه کـــرد،
من گدایم، هردم ولي مارا شاه کراد."

معني: سيدالمرسلين صلي الله عليه وسلم مونکي پنهنجو قرب ڪري مونکي پنهنجن عاشقن جي گروه ۾ شامل ڪيو آهي، مونکي وحدت جي رازن رمزن سمورن کان آگاه ڪيو آهي، مان گدا هم مگر هـن مونکي شاه بنائي ڇڏيو. جنهنکي سردار دوجهان مالڪ ڪون و مڪان شاه بڻائـــي تنهنجو ڪيڏو نه اعليٰ شان هوندو! ڊاڪٽـر نبي بخش بلوچ صاحب پنهنجي ليٽر ۾ لکي فرمائين ٿا، ته: " ادا سائين اوهان جو موڪليل "سچل سرمست عاشق رسول الله" پهتو. يادگيري لاءِ مهرباني.

ڌڻي پاڪ اوهان جي عمر دراز ڪري ۽ اوهان سڳورن جي همت ۽ حوصلي ۾ ڀرپور اضافو آڻي، ته جيئن اوهان هـي ادبي خـواه ديني خدمت جاري رکـي سگهو. (آمين) آئون ملڪ کان ٻاهر انڊونيشيا ويل هوس. رات آيو آهيان ۽ اوهان سڳورن کي احوال ڏيڻ کـــان رهي نه سگهيس."

پروفيسر گـل محمد گلاڻي، پـرنسيپال عطا حسين مـوسوي ڊگري ڪاليج روهڙي پنهنجي تبصره ۾ لکي فرمائين ٿا ته:

"دنيا جـي هڪ مشهور ليکڪ آرنسٽ هيمنگوي هڪ ڪتـاب "پوڙهو ۽ سمنڊ" (Old man & Sea) لکيو هو، جنهن تـي کيس نوبل پرائيز به مليو هو. انهيءَ جو اهم ترين ڪردارهڪ اهڙي پوڙهي جو ڪردار آهي، جنهن جي عزم ۽ همت کـي داد ڏيڻ کـان سواءِ رهي نٿو سگهجي. ان پوڙهي جو نالو "سينٽياگو" آهي. سينٽياگـو واقعي هڪ باهمت شخص آهي ۽ سندس همت، جوش ۽ جذبي جـو قائل ٿيڻو پوي ٿو. پر جڏهن اسانجي نظر سنڌي ادب جي "سينٽياگو" تي پوي ٿي ته حيرت وٺي وڃي ٿي. سنڌي ادب جي "سينٽياگو" مان منهنجي مراد آهي جناب قاضي علي اڪبر درازي، جن جي شخصيت مڙس ڏسو تـه، پوڙهو جهور، هلڻ کـان لاچار، لٺ جـو سهارو، نظر

ڪمزور، جسم جي طاقت بلڪل ختم، عمر اٽڪل ٨٥ ورهيه پر ادب جي خدمت جو جذبو اڃان به جوان. لکي نه سگهيو نه لکرائيو، پڙهي نه سگهيو ته پڙهائي پڌيو، عجب مٽيءَ جو ٺهيل آهي هي شخص ۽ شاباس آهي سندس جوان همتيءَ کي، روهڙيءَ جي هن قديم تاريخي بستيءَ ۾ هي بزرگ شخص سنڌي ادب جي عجب جوت جلايو اچي ۽ پنهنجو چمڪندڙ فانوس تيز هوائن ۾ مٿي جهلي هن ٻيدل جي بستيءَ جي باشندن کي جوان همتي، عزم جو پيغام ڏيئي ڪين ميهار کي ملڻ لاءِ مٿي متي مهراڻ ۾ ٽپڻ لاءِ سڏيندو پيو اچي."

پاڻ هن وقت تائين اڻيتاليهه ڪتاب لکي چڪا آهن، سندن ڪتابن ۽ ڪلام جو مطالعو صاف ٻڌائي ٿو ته سندن دل پنهنجي مرشد مٺـي جي عشق سان سرشار ۽ شاداب آهـي. حضرت سچل سرمست جـي شخصيت ۽ ڪلام تي جيترو ڪم هن ٻيڙي فقير قـاضي علي اڪبر درازي ڪيو آهي، اوترو اڃا ٻئي ڪنهن به نه ڪيو آهي. انهن تـو معلوم ٿئي ته ڪين اها همت ۽ مستي به حضرت سچل سرمست جـي هڪ جي سرڪيءَ منجهان مليل ڪنهن چڪيءَ جي اثر هيٺ آهي؛ اهو عشق ئي آهي جو زندگيءَ کي امنگ ۽ جذبو عطا ڪري ٿو.

جناب قاضي علي اڪبر درازي جن جـي مڪمل ادبـي خدمتن، جوش ۽ جذبي جو حقيقي ۽ پوري ذڪر لاءِ تـه شايد ڪئين ڪتاب به پورا نه پون، پر شايد هيٺين شعر مان هڪ تصوير ابري اچي:

"سي پوجـارا به پر ٿيا، سمونڊ سيويو جـن؛
آنڊائـــون عميق مان، جوتـــي جـواهرن؛
لڌائـــون "لطيف" چئي، لعلون مان لهرن،
ڪانهي قيمت تـن، ملهه مهانگو تـن جـو."

شل ادب جو هي شهسوار گهڻو وقت ٻيدل جـي هن بستيءَ ۾ علم ۽ ادب جي جوت جلائيندو جلائيندو جلائيندو رهي. (آمين)

جناب ميمڻ عبدالغفور سنڌي صاحب جن لکي فرمائين ٿا ته درازي درويش حضرت سچل سرمست رح جي سچي شيدائي قاضي علي‌اڪبر درازي سندن احوال. ڪلام ۽ فلسفي کي عام ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ ۴۸ ڪان مٿي ڪتاب سندس قلم جي زينت بڻيا آهن، انهيءَ لکڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ يا مبالغو نه ٿيندو ته پاڻ سچل سائين رح جي پيغام کي گهر گهر پهچائڻ ۾ هزارون خرچ ڪري بلا قيمت ڪتاب شائقين تائين رسايا اٿس، سندس هي سلسلو اڃا تائين قائم آهي. خدا کيس عمر خضري عطا ڪري.

نثر کان علاوه قاضي صاحب سخن جي ميدان ۾ به ڪؤنتل ڪڍايو آهي، ”غلام اڪبر“ جي نالي سان ”ديوان غلام اڪبر“ ۽ ”عشق عجب اسرار“ به ظاهر ڪيو اٿس.

حضرت سچل سرمست رح جو سچو شيدائي، عاشق صادق ۽ جهور پوڙهو قاضي علي اڪبر درازي عشق جي موج کان متاثر ٿي ۸۷ ورهيه جي ڄمار جي باوجود به سال ۱۹۸۱ع ۾ ٻه. ڪتاب هرهڪ ”مختصر سوانح حيات سچل سرمست رح“ ۽ ”آيات قرآني جو سنڌي‌ترجمو“ تحرير ڪري اشاعت لاءِ پريس ۾ ڏيئي آيا. مگر افسوس! صد افسوس، جو هن فاني جهان منجهان راهه رباني‌ءَ ڏانهن لاڏاڻي ڪرڻ کانپوءِ شايع ٿيا، جي سندن اهل قلم دوستن، اديبن، عالمن ۽ عقيدت مندن ڏانهن دستور موجب سنڌ ۽ هند روانا ڪيا ويا.

مون ۾ عيب اپار، سڀڻ تنهنجي پانهڙي آهيان.

۱- ٻسانهن جي آءُ پانهي آهيان، ساري سڀ ڄمار.
۵- ساه سچو جو سوکهو ڪيڙو، رکي ياراڻو يسار. (سچل)

## (۴۸) مختصر سوانح حيات سچل سرمست رح:

هن ڪتاب اندر قاضي صاحب فرمائي ٿو ته جولاءِ ۱۹۸۱ع ۾ حيدرآباد وڃڻ جو سانگو بڻيو. اتي محترم محمد اڪرم انصاري صاحب

سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. دوران گفتگو هن صاحب فرمايو ته، مان گهڻي وقت کان حضرت سچل سرمست رح بنسبت مضمون لکيو آهي. اهو اوهان پنهنجي  ڪنهن ڪتاب ۾ شايع ڪندا. پر جيئن ته هيو ڪو به ڪنهن ڪتاب شايع ڪرڻ جو حڪم ڪونه هيو، تنهنڪري هنجي دلي آرزو ۽ حضرت سچل سرمست رح سان عقيدت کي مدنظر رکندي "مختصر سوانح حيات" قلمبند ڪري ان سان، اهو مضمون به شايع ڪيو وڃي ٿو. سچل سرمست رح مثنوي وحدت نامہ ۾ فرمائي ٿو ته:

"اي تو در اصل طلا وان، زو زيو ران نما دان؛
هـــر يک اسم روان دان، اسم دران فنـــا دان؛
اصل راهمچو بقادان، نــہ حميت نـــہ هما دان" (آشڪار)

اي دوست تون سون ڏس، جنهن منجهان زيور ٺهن ٿا، ته هرهڪ زيور جو نالو ڌار ڌار آهي، مگر اهي نالا عارضي آهن، جيڪڏهن انهن کي ڳاريو ته سڀ سون رهندو. تنهن ڪري اصل چيز سون آهي، زيور فاني آهن.

حضرت سچل سرمست رح پنهنجي فارسي ڪلام ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته:

"علم را راهہ خدا روزو نماز، خاص باش جان تن راگني گداز"

معني: عام ماڻهن لاءِ الله جو رستو روزو ۽ نماز آهي. جيڪڏهن تون خاص ٿيڻ گهرين ٿو ته انهيءَ جسم کي ڳار ۽ فنا ڪر.

## (٤٩) آيات قرآني جو سنڌي ترجمو:

قرآن شريف جي هرهڪ سيپاره منجهان اهم آيت مبارڪ جن جو روز مره جي زندگيءَ سان تعلق رکي ٿو، نصيحت خاطر جمع ڪري سنڌي معني سان گڏ شايع ڪرايائين. اها مرحوم قاضي صاحب جي ديني خدمت، نهايت داد ۽ تحسين جي لائق آهي. جنهن لاءِ ڪيس مالڪ حقيقي اجر عظيم عطا فرمائيندو- (آمين).

جيسنائين ڪتاب ماڻهو جــي مطالع لاءِ موجود آهــي تيستائين سندس خير جاري آهي ۽ اميد تہ تا ابد جاري رهندو. (آمين).

## (٥٠) ديوان آشڪار جلد پهريون :

سرتاج الشعراءُ حضرت سچل سرمست رح جهڪو فارسيءَ ۾ ڪلام چيو آهي انہ ۾ ”ديوان آشڪار“ سڀ کان وڏڪ اهميت رکي ٿو. حضرت سچل سائين رح جو حقيقي مقام و منزل سمجهڻ لاءِ هن ڪتاب جــو مطالع ضروري آهي. فارسي زبان اڄ ڪلهہ عوام جي اڪثريت جــي سمجهہ کان ٻاهر آهي. ان ڪمي کي وڏي شدت سان محسوس ڪندي قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي حياتيءَ ۾ ”ديوان آشڪار“ جو اردو ۽ سنڌي تــرجمو ڪري محترم حــاجــي عبدالرحمان صاحب چيف اڊمنسٽريٽر، اوقاف سنڌ کي بنا ڪنهن معاوضي جي ڇپائيءَ لاءِ ڏيڻ فرمايو. سندس اها هڪ وڏي آس ۽ اميد هوندي هئي تہ حياتيءَ ۾ ” ديوان آشڪار “ سنڌي ۽ اردو ترجمي سان ڏسي وڃان. مگر حياتي وڏيڪ سات نہ ڏنو. قاضي صاحب ٣٠ آڪٽوبر ١٩٨١ع ۾ وفات ڪئي ۽ ڪتاب ٢٨ نومبر ١٩٨١ع ۾ اردو ترجمي سان شايع ٿيو.

محترم حاجــي عبدالرحمان صاحب پنهنجي پيش لفظن ۾ لــکڻ فرمايو آهي تہ درگاه درازا شريف جي هڪ صاحب قلم قاضي علي اڪبر ”ديوان آشڪار“ جو اردو ڪرڻ فرمايو آهي. جو گورنر سنڌ ايس. ايم عباسي صاحب جــي اسرار تي ڇپائي جو بندوبست ڪيو ويو. مگر وڏي افسوس سان لکڻو ٿو پئي تہ ڪتاب منظر عالم اچڻ کــان اڳ جناب قاضي صاحب هن دارفاني منجهان ڪوچ ڪري ويو. سندس وڏي خواهش هوندي هئي تہ ”ديوان آشڪار“ ترجمي سان گڏ جيترو جلد ٿي سگهي ڇپجي ماڻهن تائين پهچي تہ دل کــي اطمينان ٿئي. ليڪن اڄ سندس خواهش کي عملي جامو پهرائي رهيو آهيان. ڪتاب اندر مختصر سوانح حيات ڏنل آهي تنهن کان پوءِ اشعار ڏنل آهن. جو رديف ”الف“ کان ”ميم“ رديف تائين ٢٠٨ صفحن تي مشتمل آهي.

"ديوان آشڪار" جي جلد پهرين منجهان شعر پهرين جون ١ کان ۴ ۽ ۷ نمبر مصرعون پيش ڪجن ٿيون.

١- جلوه حسنش چـو بيني ديده عبرت ڪشا،
تـــا بهر مظهر شناسي بـادشاه ڪبريـــاه

٢- گاه ارني گهه تراني، هردو جاري حکم او،
گـــاه هجر و گهه وصال، اوصـدا، واوندا.

٣- گـــاه اندر ڪعبه باشد، گـــاه اندر بتڪده،
گاه هادي گـــاه مغل و گـــاه باشد مقتدا.

۴- گــاه در دلق گداگر گاه اطلس پوش شاه،
گاه مير وگهه وزير و گهه بود حاجت روا.

۷- "لاتحـرڪ ذرة الا بـــاذن الـلـه" شو،
آشڪارا تـــونه آن هرچه بـاشد خود خدا.

معني: جيڪڏهن تون هنجو حسن ڏسڻ گهرين ٿو ته عبرت جي اک کول تـه پوءِ تو کـي سڀ ڪنهن مظهر (شيءِ) ۾ اهـو بادشاه ڪبريا ڏسڻ ۾ ايندو.

٢- ڪڏهن "ارني" ٿو چوي، ڪڏهن "لن تراني" ٿو چوي- اهي ٻئي حڪم سندس آهن- ڪڏهن جدا آهي ته ڪڏهن گڏ آهي. آواز ڏيڻ وارو به پاڻ آهي ۽ جواب ڏيڻ وارو به خود آهي.

٣- ڪڏهن ڪعبه ۾ آهي- ڪڏهن مندر ۾ آهي- ڪڏهن سڌي رستي تي هلي ٿو، ڪڏهن ٽيڙي رستي سان- ۽ ڪڏهن خود پيشوا ٿي رهنمائي ڪري ٿو.

۴- ڪڏهن فقيرائي لباس ۾ آهي ڪڏهن شاهائي لباس اندر آهي- ڪڏهن بادشاه آهي- ڪڏهن وزير- ڪڏهن سيني جي حاجت روائـي ڪندڙ آهي.

٧- الله پاڪ جي حڪم کانسواءِ ڪاشيءِ چري نٿي سگهي- اها ڳالهه ڏيان سان پڙ - اي آشڪار (سچل) تون ڪجهه نه آهين. جيڪي ڪجهه آهي سو خود خدا آهي.

”ديوان آشڪار“ ۾ حضرت سچل سرمست رح درويش جي شان ۾ هن طرح سان بيان فرمائي ٿو:

١- بادشاه بـــي سپاه درويش است،
پاک از هـر گناه درويش است.

٢- مفلسي بيکسي ست سـايهء ما،
اين هم عزة جـاه درويش است.

٣- مسند و چتر سنجـري چه بـود،
دلق و يکتا گلاه درويش است.

٤- نيست موجود جـز خدا ديگر،
در دوعـالم گواه درويش است.

٥- ”آشکارا“ ديگـر طـريقه مگير،
خاص تر راست راهه درويش است.

معني: بادشاه بنا لشڪر درويش آهـي. سڀني گناهن کـان پاڪ درويش آهي.

٢- غريبي ۽ بيچارگي هن جو خزانو آهي. اهو شان و شوڪت درويش جو آهي.

٣- تخت ۽ سنجر بادشاه جو ڇٽ ڪهڙي شيءِ آهي؟ گودڙي ۽ هڪ ٽوپي درويش لاءِ ڪافي آهي.

٤- خدا کـانسواءِ ٻيو ڪجهه موجود نـه آهي. ٻنهي جهانن ۾ ان جو شاهد درويش آهي.

٥- اي ”آشڪار“ (سچل) ٻيو ڪو طريقو اختيار نه ڪر- خاص ۽ سڌي راهه درويش جي آهي.

**(٥١) ديوان آشڪار جلد ٻيون: (اردو)**

هي ڪتاب رديف "مير" کان وٺي "ني" رديف تائين جملہ ١٩٢ صفحن تي مشتمل ماه ڊسمبر ١٩٨٢ع ۾ محڪمہ اوقاف سنڌ شايع ڪرائي عقيدت مندن تائين پهچايو. هي ڪتاب حضرت سچل سرمست رح جي غزلن کان علاوه سندس چند مستزادات، رباعيون ۽ فرد جو مجموعو آهي جنهن جو ترجمو ٻڻ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي ڪري ويو هو. چند غزل پيش خدمت آهن.

١- چــون ز خـود رفتم خدرا يا فتم
چون خـدا را يــا فتم سر بافتم

جڏهن پنهنجي هستيءَ تان هٿ کنيم تہ خدا تي پاتم. جڏهن خدا ملي ويو تہ پنهنجو سر قربان ڪري ڇڏيم.

٢- چـون شدم واقف ازيـن اسرار پس
از کفـر و اسلام روئـي تـافتم

جڏهن آءٌ انهن اسرارن کان واقف ٿيم تہ ڪفر ۽ اسلام کـان منهن موڙي ڇڏيم.

٣- جز شناسي خود کسي را راه نيست
گـرچہ ابلق روز و شب را تا ختم

پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ کانسواءِ ٻيو ڪوبہ سهي رستو نہ آهـي. جيتوڻيڪ ڏينهن ۽ رات مون گهوڙي کي گهڻو ڊوڙايو.

٤- هست مخفي و آشڪارا يــار يـار
در دل و جان همچنين پيدا شتم

اي آشڪار (سچل) محبوب لڪل بہ آهي ۽ ظاهر بہ آهي، مان پنهنجي دل ۾ اهو سمجهيو آهي.

**(٥٢) ديوان آشڪار: (سنڌي)** زير طبع محڪمہ اوقاف سنڌ.

اها هڪ حقيقت آهي جنهن کان ڪوبہ منهن موڙي نٿو سگهي تہ

محترم قاضي علي اڪبر درازي ٿوري وقت اندر نهايت عظيم ادبي خزانو ديس ۽ پرديس جي رهواسين کي ڏنو آهي. سندس هي ادبي ۽ علمي ڪردار ان وقت شروع ٿيو. جڏهن پاڻ ٦٦ ورهين جا هيا، پهن لفظن ۾ ڪٿي ائين چئجي ته ١٩٦١ع ڪانپوءِ هن وسيع ميدان ۾ پير رکيائون. جڏهن خون ۽ دماغ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. پوءِ به اها ڳالهه قابل فخر آهي ته پيرسني جي باوجود به علمي و ادبي ميدان ۾ نوجوان ذهن کي هڪ شهه سوار وانگر شڪست ڏيئي چڪو آهي. جنهن کي خنده پيشانيءَ سان تسليم ڪندي سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن، مبصرن ۽ هر مڪتب فڪر پنهنجي خطن، پيغامن ۽ پرديس بيان ۾ وقت بوقت اظهار پئي ڪيو آهي. هن سچي ادب جي پرچار کان متاثر ٿي پير سيد لعل شاه بخاري، پروفيسر اسلاميه ڪاليج سکر انهن سڀني سنيهن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آڻي بنام ”موتين مٺ“ سان جنوري ١٩٧٩ ۾ شايع ڪرايو جو ٩٤ صفحن تي مشتمل آهي. اهڙي طرح سال ١٩٨٠ع ۾ محترم عبدالنبي جانوري بلوچ هيڊ ماستر پرائمري اسڪول پنٿي، ڪتاب بنام ”رهائيون“ شايع ڪيو آهي. جو ١٥٢ صفحن تي مشتمل آهي. هنن ٻنهي ڪتابن ۾ سنڌ جي عالمن ۽ اديبن پنهنجي عقيدي ۽ سچي ادب جو اعتراف ڪندي قاضي علي اڪبر درازي کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي جا سندس ڪيل خدمت جي عڪاسي ڪري ٿي. جنهن کي ڪوبه سنڌواسي وساري نٿو سگهي.

ڪتاب ”موتين مٺ“ ۽ ”رهائيون“ تي هڪ سرسري نظر وجهجي ٿي.

(٥٣) موتين مٺ:

قاضي علي اڪبر درازي صاحب جي عقيدت ۽ احترام جي اثر هيٺ اچي سيد لعل شاه بخاري هي ڪتاب مرتب ڪري شايع ڪرايو. جنهن اندر شاه صاحب جن لکڻ فرمائين ٿا، ته: ”قاضي صاحب پاڻ ٨٢ ورهين جي ڄمار هوندي به ائين نظر ايندو آهي، ڇاڪاڻ ته اسانجو

جهڙو سرتو آهي. ۽ ڪڏهن به وڏن واري حڪمراني ڪين ڏيکاريندو آهي. ان ڪري آءٌ پاڻ ڪي به سندس هم عمر سمجهندو آهيان ۽ بلڪل بي تڪلفي سان ادبي ۽ روحاني ڪچهريون ڪندو رهندو آهيان.

هي عمر رسيده بزرگ پيرسنيءَ جي باوجود وتي ٿو ڪشالا ڪندو. ۽ پنهنجن پوٽن يا پين محبت وارن کي ويهاري، ڪانئن به ڪجهه نه ڪجهه لکائي وٺندو آهي. اهڙي ڪٺن محنت ڪانپوءِ به هن درويش حضرت سچل سرمست جي شخصيت ۽ سندس ڪلام تي جيترو پورهيو ڪيو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن ڪونه ڪيو آهي. حضرت سچل سرمست سان سندس والهانه عقيدت ۽ محبت آهي، انڪري قاضي صاحب پنهنجي سموري حياتي انهيءَ صوفي بزرگ جي روحاني پيغام پکيڙڻ ۾ صرف ڪري ڇڏي آهي، نه فقط ايترو پرجسماني ڪمزوريءَ جي باوجود به ڪيس هروقت انهيءَ عملي جاکوڙ ۾ مست و مگن ڏسبو آهي.

قاضي صاحب هن وقت تائين ٤٨ ڪتاب ڪن حضرت سچل سرمست جي ڪلام، سيرت ۽ شخصيت تي ترتيب ڏنا آهن ۽ ڪي ترجمو ڪيا آهن، سندس انهيءَ محنت ۽ مشقت کي ڏسي ڪن عالمن ۽ اديبن جا تبصرا مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن، جيڪي انهن ڏينهن ۾ منهنجي نظرن مان پڻ گذرندا رهيا آهن، هينئر دل ۾ اهو خيال آيو، ته اهي تبصره جيڪر هڪ هنڌ گڏ ڪندي شائع ڪرائجن ته جيئن پڙهندڙن کي به وڏيڪ آساني ٿئي ۽ اهو به پتو پوي ته هن عمر رسيده بزرگ جي محنت متعلق عالمن، اديبن ۽ صحافين جي ڪهڙي راءِ آهي؟ نه فقط ايترو، پر ان سان گڏ پنهنجن نوجوانن کي اهو به ڏيکارڻو آهي، ته علم لاءِ ڪوشش ائين ڪئي ويندي آهي. جيئن هي بزرگ درويش ڪري رهيو آهي. اهو خيال ڪري انهيءَ ڪم کي لڳي ويس ۽ اهي خط ۽ تبصره هٿ ڪري ترتيب ڏنم. اميد اٿم ته هيءَ منهنجي ننڍڙي ڪوشش علم ۽ ادب جي شائقين کي "موتين مٺ" جي نالي سان ضرور پسند ايندي."

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب سنڌواسين جي ڄاتل سڃاتل شخصيت آهي، ان جي علم ادب کان هرفرد واقف آهــي. هو صاحب پنهنجا تاثر هن نموني بيان ڪري ٿو.

” روهڙيءَ جو ويٺل سائين قاضي علي اڪبر درازي اهڙوئي هڪ صاف دل صوفي ۽ سچو سالڪ آهي، جنهن رياضتن ۽ مجاهدن ذريعي دل ڏوئي دوئيءَ کان ڏار ڪئي آهي، سندس دل دنيائي غلاظتن کان پاڪ ۽ صاف آهي. ان ۾ جيڪڏهن ڪجهه آهي تــه اهو جمال مطلق جو جلوو آهي، جتهن ڪري سندس منهن سدائين مهڪندڙ ۽ ٽهڪندڙ پيو نظر ايندو ۽ ان ۾ نوراني تجلو نمايان نظر ايندو. اهو سبب آهي جو وڏيءَ عمر ۾ به سندس طبيعت ۾ بخيلي ۽ قنوطيت ڪي داخل ٿيڻ جي همت نه ٿي سگهي آهي، ساڻس ملبو تــه سندس منهن ۾ گهنج ۽ مايوسي نظر نه ايندي. عام طور ڏٺو ويو آهــي، تــه وڏي عمر واري ماڻهوءَ ڪي چڙ ۽ بخيلي ٿيندي آهي؛ پــر قاضي صاحب سان ملبو تــه سندس منهن تي مرڪ نظر ايندي؛ ۽ سندس صحبت مان ساهُ رسندو.

قاضي صاحب هن مادي دور ۾ اڪيلي سر تصوف جــي تحريڪ آهي، هو هر وقت حضرت سچل سرمست جي سنيهي جي تلقين ڪندو نظر ايندو. انهيءَ سلسلي ۾ هن حضرت سچل سائين جي ڪلام جــي اشاعت جي سلسلي ۾ وسئون ڪين گهٽايو آهي. حضرت سچل سرمست جي زندگي ۽ پيغام تي سنڌي، انگريزي ۽ اردو ۾ ڪيترائي ڪتاب لکي پنهنجن پئسن سان ڇپائي پڌرا ڪيا اٿس ۽ سموريون مثنويــون (جي ڪل ٨ آهن) سنڌي ۽ اردو تــرجمن سان ڇپائي شايع ڪيون اٿس. ”ديوان آشڪار“جو سنڌيءَ ۽ اردو ۾ ترجمو ڪيو اٿس، جيڪو جلد شايع ٿيڻ وارو آهــي. هر وقت انهيءَ ڌن ۾ هوندو تــه حضرت سچل سرمست جــي سنيهي جي سلسلي ۾ ادبــي جلسا ٿين مشاعرا ۽ مــذاڪرا منعقد ڪيا وڃــن، ان مقصد لاءِ مڪيه مــاڻهن سان ملندو، پري پري پنڌ ڪندو، صعوبتون سهندو، سنڌي، انــگريزي ۽ اردوءَ ۾

لکپڙهون ڪندو، درخواستون موڪليندو، پمفليٽ ڇپائيندو ۽ ورهائيندو نظر ايندو. مطلب ته هر طرح پاڻ پتوڙيندو نظر ايندو. انهيءَ مقصد لاءِ پيريءَ جي باوجود هرقسم جي تڪليف سهڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. ۽ وڏي ۾ وڏي رقم به نهايت فراخدليءَ ۽ خوشيءَ سان خرچ ڪندو آهي. جڏهن ڪين اهڙي جرئت. همت ۽ سرجوشيءَ سان ڪم ڪندو ڏسندو آهيان ته عقيدت وچان سندس آڏو ڪنڌ جهڪي ويندو آهي. هو سچل سرمست جو سچو طالب ۽ سراپا عشق حقيقي آهي، مادي دور ۾ سندس وجود ظاهر ڪري ٿو ته سر زمين سنڌ ۾ روحانيت جي پرچار لاءِ مرد مجاهد اڃان سوڌو موجود آهن."

اسانجي هردل عزيز پروفيسر شير محمد بلوچ صاحب جي اسم مبارڪ ڪان علم ۽ ادب سان ذوق ۽ شوق رکندڙ حضرات بخوبي واقف هوندا ۽ هي صاحب وڏيڪ ڪنهن تعارف جو محتاج نه آهي. بلوچ صاحب جن پنهنجا اظهار خيال ڪندي فرمائين ٿا ته :

"جهور پوڙهو، هڏن هيٺو، اهڙو جو هيڊاڪ جا چٽا اهڃاڻ ڏورانهين پيا پسجن، بت بنهه پيڪڙيل، سريـر سڪل، اکئين ٽڪ جهڪي، مٿانئن عينڪ چڙهيل پر مشاهدي جي جوت سرس، سپري، ٽيڪ ڏيئي چڙهي ۽ ٽوڪ ٿي لهي!! چمار ٨٥ ورهيه ڪان بـہ آتاهين اٿس، ڏسڻ سان ويساه ئي ڪونه ٿو اچي ته اهڙي پراڻي پاڪر انـدر ۾ به املهه ماڻڪن جي پالوٽ پلتيل آهي. جس جڳائينس جو جوانن کي به هيسادو هيٺو ڪري وجهي. ۽ سعي شه زور جو شيلا جوڌا جوان به سندس همت ۽ حوصلي آڏو هار باسيو وڃن.

جـوڏن جيان جنگ جـوٽيون ويٺو آهـي، ٿت ويران وستين ۾ اجڙيل اوتارن ۾ اڄ به اهڙا وير وسن ٿا. جي جهان کي تياڳي، جڳ ۽ جيون جي جنجالن ڪان موران ئي آجا، علم، دانش، اخلاق ۽ ادب جـو درس اڃا به جاري رکيو اچن، دنيوي لـوڀ لالچ انسان ڪـان ماڻهپو، ڪپراڻيءَ مـان مٽ، اکين مـان بصارت ۽ دل مـان روشني

تسرت ڦربو وٺي ۽ آزار جي اوڙاهه ۾ مثل ڏوندڙ تي ڪجهن سمان ٻٽايو چڙي ۽ وري جنجو اندر انهيءَ هوس کان آجو ۽ هيچ کان پالهو آهي، سي اڄ به پاڻ ملهايو ويٺا آهن.

پيرن فقيرن جي سنڌڙي سونهاري هن وقت به اهڙن املهه ماڻڪن سان ٽمٽار آهي. فقير قاضي علي اڪبر درازي اهڙن مهاپرشن جي مهندارن مان هڪ آهي. ادبي ۽ علمي دنيا ۾ اڄ به هن عمر ۾ شايد ڪو ساڻس بر ميچي سگهي.

دنيوي ڏنڌن ڪان ڪوهان ڏور، حب ۽ هيج وچان، سڪ ۽ سوز پريت ۽ پيار جو پرچار ڪندي هر خاص و عام کي پرت جو پيالو پيو آڇي. سندس قرب ڀريل ڪچهريءَ کو پهتوئي ڪونهي، جو نراس، نا اميد ۽ مايوس موٽي. هان البہ دنيا ۽ دولت جو سرمايو ڀرڙ ڪونہ پوندس پر محبت ۽ ميناج جا مٺ پاڻ سان ڀريو، گڏ گڏ ۽ سرهو ٿي موٽندو ضرور آهي.

فقير جي جسماني جسامت ۽ ظاهري حالت ڏسي ڪو ورلي ويساهہ ڪندو تہ پوڙهائپ جي پيڙا ۾ قاتل هي شخص اياڻي جور ۽ جفا جان تي سهي، جاکوڙ ڪري. علم ۽ ادب. تصنيف ۽ تاليف لاءِ هن ريت ڪشٽ ۽ ڪشالا ڪيندو هوندو.

هن پيريءَ ۾ سندس ڪئين نادر ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. هن مهل تائين انيتاليهہ کن ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪري چڪو آهي. اڃان شوق جو سلسلو ڀرپور طور جاري آهي، هڪ ٻڍاپڻ ۽ مٿان وري تنگ دستي پنهي سان منهن ڏيو ويٺو آهي، سندس جوش. جذبي، لگن ۽ شوق ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪمي ڪانہ آئي آهي، اڏول ارادي جو مالڪ آهي، محبت جي مثل مهراڻ جي مست ڇولين کي ڀلا ڪير ٿو روڪي سگهي.

سچل سرمست رح جو شيدائي ۽ سندس خاندان جو سچو عاشق آهي. سندس سورو پورهيو سچل سرمست رح جي شاعري کي عام

ڪرڻ ۽ سندس فڪر جو ترجمو تفسير ۽ تشريح آهي. سچل سائين ۽ سندس خاندان جو متوالو آهي، حضرت سچل سرمست جــي پيٽ ۾ ڪنهن بہ ٻئي بزرگ يا شاعر جي ڪا وڏ واڪاڻ يا ساراهہ ڪئي ويئي تہ چڙ ڏرتي پيرن هيٺان نڪريو وڃيس. پوءِ تہ وٽهي ور وراڪا ڪائيندو، اٿلون ۽ اچلون ڏيندو، اهوئي تہ سچي عشق جو برجستو عمل آهي.

فقير فنافي الشيخ جي مرتبي تي پختو پهتل آهــي، سندس هر جتن مرشد جــي رضا ۽ رغبت ۾ محو مست ۽ مستغرق ٿيڻ آهي. سچــي سالڪ لاءِ اهوئــي سرور جو واحد ذريعو آهــي. مان نٿو سمجهان تہ فقير صاحب هيل تائين جيڪي بہ ڪتاب لکي ڇپرايا آهن، تــن مان ڪنهن هڪڙي جو بہ معاوضو ورتو هوندائين. ”بابا پڙهي وٺو.“ اهو اٿن اجورو حاصل ڪرڻ.

فقير صاحب سچل سرمست رح جو سچو شيدائي. باعمل پيروڪار ممتاز مترجم ۽ باڪمال شارح آهي. حضرت سچل سائين جــي فارسي ڪلام جو جنهن محنت، چاهہ ۽ انساهہ سان ترجمو ۽ تشريح ڪئي اٿائين، سا واڪاڻ جــوڳي آهــي. انگريزي. سنڌي ۽ اردوءَ ۾ حضرت سچل سرمست سندس ڪلام ۽ فڪر جو دل کولي پرچار ڪيو اٿس. هونءَ بہ فقير صاحب سچل سرمست جي پراڻن خادمن مان آهــي، پر سندس اها نسبت عشق ۽ فنائيت جي درجي تي پهتل آهي.“

**(۵۳) رهاڏيون:**

هي ڪتاب جناب عبدالنبي ”خاتم“ جانوري بلوچ مرتب ڪري شايع ڪرايو. ”خاتم“ صاحب هن ڪتاب جـــي شروعات هــن طرح سان ڪري ٿو:

” سنڌ جي سرمد حضرت قاضي علي اڪبر درازي صاحب جــا قدردان، درازيءَ کــي داد بخشيندڙ ۽ سندس سنڌهي کــي سڃاڻيندڙ، سوين سچڻ ميدان. ادب ۾ نڪري نروار ٿيا آهن، جــن قاضي صاحب جي محنت ۽ جانفشاني کي ڏسي ڪيترائي سنڌي خواه اردو ادب جي

ڪهڙگهرن، عظيم عالمن، دانشورن، اديبن ۽ شاعرن، عقيدت مندن ۽ ديگر دوست و احباب موصوف جي شخصيت، عصمت، سوانح حيات، تصنيف و تاليف ۽ سندس روحاني زندگي جي هر پهلو تي پنهنجا پنهنجا نادر تبصرا ۽ شعر اخبارن کي موڪليندا رهيا آهن. ۽ موڪليندا رهن ٿا. اهي آيل خطوط ۽ تبصرا ڏسي منهنجي دل ڪي مدت مديد، گهڻي عرصي ۽ وقت کان ذوق و شوق رهيو ۽ دماغ ۾ محض اهوئي تصور گردش ڪندو ۽ ڦرندو رهيو ته انهيءَ لاجواب ۽ فاضل شخصيتن جي خلوص دار خطن، راحت بخشيندڙ رقعن، محبت ڀريل مراسلن، تعريفي تبصرن ۽ مضمونن کي جمع ۽ گڏ ڪري، سهيڙي ۽ سموهي کين هڪ ڪتابي شڪل و صورت ڏني وڃي.

سو خطوط ۽ تبصرن جو مواد ترتيب لاءِ الحاج حضرت درازي صاحب جن هن ناچيز ۽ ڪمترين جي سپرد ۽ حوالي ڪيو، جنهن جي ترتيب جو ڪم الله توهار ڪري پنهنجن ڪمزور هٿن ۾ ڪنيو ويو. پنهنجي هن هيڻيءَ سمجهه ۽ ناقص عقل موجب وت ۽ وس آهر جهڪي ڪجهه ٿي سگهيو آهي، اهو ”رهاڻيون“ جي نالي سان ڏڪي ڏوڪي عظيم عالمن، اديبن، شاعرن ٻوليءَ جي نبض شناسن و صراف حضرات ۽ پڙهندڙ ۽ چاهه رکندڙ پاڻرن جي مبارڪ هٿن تائين پهچائي سگهيو آهيان.

”رهاڻيون“ نالي جو انتخاب اهل قلم ۽ دريائي دل جناب شير محمد ”شاهد“ بلوچ صاحب جو ڪيل آهي، جنهن کي پيار سان پسند ڪري بلوچ صاحب جو شڪريه ادا ڪيو ويو هي ڪتاب سال ١٩٨٠ ۾ شايع ٿيو.

### ٣- قاضي علي اڪبر درازي علمي و ادبي خدمتن جي آئيني ۾:

ڪي هڏڻ سان هنجي ويا، — ڪي چريا منجهه چاهه.
”صاحبڏنه“ جي ساهه، — سارا ورق ورايا.

قاضي علي اڪبر درازي جو علمي و ادبي خدمتون صرف ڪتابن جي تصنيفات و تاليفات تائين محدود نه رهيون. مگر انهن جو دائرو وسيع ۽ لامحدود رهيو. سنڌ جي تقريبن سڀني اخبارن، رسالن ۽ ڪالمج مئگيزن ۾ پڻ حضرت سچل سرمست رح متعلق مضمون لکندو ۽ شايع ڪرائيندو رهيو. مرحوم و مغفور درازي جي شخصيت پنهنجي ڪمل علمي و ادبي خدمتن جي آئيني ۾ هن طرح سان نمايان رهي آهي جي الف، ب وار ترتيب سان حاضر خدمت آهن:

### ۱- هفتيوار "آزاد" ڪراچي

| | |
|---|---|
| ۱- سچل سرمست رح عاشق رسول‌الله | ۱۹ ڊسمبر ۱۹٦٦ع |
| ۲- سچل سرمست رح جو فلسفو | ۱۱ ڊسمبر ۱۹٦۷ع |
| ۳- سچل سرمست رح فيلسوف اعظم | ۲۴ نومبر ۱۹٦۹ع |
| ۴- سچل سرمست رح امن جو علمبردار | ۲ مارچ ۱۹۷۰ع |
| ۵- فيلسوف اعظم | ۲۲ سيپٽمبر ۱۹۷۵ع |

### ۲- هفتيوار "آزادي" گمبٽ

| | |
|---|---|
| ۱- سچل سرمست شهنشاه عشق | ۱ آڪٽومبر ۱۹۷۴ع |
| ۲- فلسفه اعظم | ۲۱ سيپٽمبر ۱۹۷۵ع |
| ۳- هڪ مراسله | ۲۸ آڪٽومبر ۱۹۸۰ع |

### ۳- هفتيوار "الخير" سکر

| | |
|---|---|
| ۱- سچل سرمست عاشق رسول‌الله | ۳۱ ڊسمبر ۱۹٦٦ع |

### ۴- هفتيوار "المنار" سکر

| | |
|---|---|
| ۱- سچل سرمست عاشق رسول‌الله | ۳ فيبروري ۱۹٦۷ع |
| ۲- سچل سرمست شهنشاه عشق | ۸ ڊسمبر ۱۹٦۷ع |
| ۳- سچل سرمست جو فلسفو | ۲۱ نومبر ۱۹٦۹ع |
| ۴- نعت شريف | ۷ مئي ۱۹۷۱ع |

۵- پندره روزه "بصيرت" لاهور (اردو)

١- حضرت سچل سرمست ١٦ جنوري ١٩٦٦ع

٦- "بيدل مخزن" روهڙي

١- حضرت سچل سرمست سال ١٩٦٩ع

٧- هفتيوار "تنظيم" شڪارپور

١- سچل سرمست عاشق رسول الله ٢٨ فيبروري ١٩٦٧ع

٨- هفتيوار "جاويد" خيرپور ميرس

١- سچل سرمست شهنشاه عشق ١١ ڊسمبر ١٩٦٧ع

٩- روزنامه "خادم وطن" حيدرآباد

١- سچل سرمست عاشق رسول الله ٢٨ جنوري ١٩٦٧ع
٢- نوڪر شاهي جا ظلم ۽ لا پرواهي ٢٠ جنوري ١٩٧٢ع

١٠- روزنامه "سارنگ" جيڪب آباد

١- سچل سرمست شهنشاه عشق ١٥ ڊسمبر ١٩٦٧ع
٢- سچل سرمست شهنشاه عشق ١٤ آڪٽومبر ١٩٧٢ع

١١- ماهنامه "رهاڻ" ڪراچي

١- حضرت سچل سرمست ٢١ آگسٽ ١٩٧٦ع

١٢- پندره روزه "ساغر" ڪراچي (اردو)

١- سچل سرمست فيلسوف اعظم ٣١ آڪٽومبر ١٩٧٢ع

١٣- هفتيوار "صبح صادق" نواب شاه

١- سفرنامه حجاز مقدس قسط (١) ١١ اپريل ١٩٧٥ع
٢- سفرنامه حجاز مقدس قسط (٢) ١٩ اپريل ١٩٧٥ع
٣- سفرنامه حجاز مقدس قسط (٣) ٢٧ اپريل ١٩٧٥ع
٤- نمازين جو جوتو/ مسجد جوگهڙيال ۽ پڪو ٣١ جولاءِ ١٩٨١ع

### ١٤- هفتيوار ”صداقت“ جيڪب آباد

١- سچل سرمست جو فلسفو — ٢٤ نومبر ١٩٦٩ع

### ١٥- روزانه ”عبرت“ حيدرآباد

١- سچل سرمست هن سنسار ۾ ساجن — ٢٤ نومبر ١٩٦٩ع
٢- سچل سرمست — ٢١ سيپٽمبر ١٩٧٥ع

### ١٦- هفتيوار ”فتح اسلام“ خيرپور

١- سچل سرمست عاشق رسول الله — ٢٣ ڊسمبر ١٩٦٦ع
٢- سچل سرمست جو فلسفو — ٢٥ نومبر ١٩٦٩ع

### ١٧- روزانه ”ڪليم“ سکر (اردو)

١- حضرت سچل سرمست — ٣ جنوري ١٩٧٢ع
٢- فيلسوف اعظم سچل سرمست — ٢٣ آڪٽومبر ١٩٧٢ع
٣- سچل سرمست امن کا علمبردار — ٢٣ آڪٽومبر ١٩٧٢ع
٤- سرتاج الشعراءُ سچل سرمست — ٢٣ آڪٽومبر ١٩٧٢ع

### ١٨- سه روزه ”مجاهد“ سکر (اردو)

١- سچل سرمست سرتاج الشعراءُ — ٣٠ جنوري ١٩٦٤ع

### ١٩- روزانه ”مهراڻ“ حيدرآباد

١- سچل سرمست عاشق رسول الله — ٢٠ فيبروري ١٩٦٧ع
٢- سچل سرمست جو فلسفو — ٢٣ نومبر ١٩٦٩ع
٣- سچل سرمست امن جو علمبردار — ٥ مارچ ١٩٧٠ع
٤- سچل سرمست صاحب شريعت — ٢٠ جولاءِ ١٩٧٠ع

### ٢٠- روزانه ”مشرق“ ڪراچي

١- حضرت سچل سرمست — ١٦ جولاءِ ١٩٨١ع

### ٢١- مئگزين ”اسلاميه ڪاليج“ سکر

١- سچل سرمست شهنشاه عشق — ١٩٦٧ع

٢- سچل سرمست صاحب حال و خيال ١٩٦٨ع
٣- سچل سرمست معلم اعظم ١٩٦٩ع

**٢٢- مئگزين "حمايت اسلام" انگلش اسڪول حيدرآباد**

١- سچل سرمست شاعر هفت زبان ١٩٦٢ع

**٢٣- مئگزين "سچل سرمست" آرٽس ڪاليج حيدرآباد**

١- سچل سرمست شاعر هفت زبان ١٩٦٦ع
٢- سچل سرمست عاشق رسول‌الله (اردو) ١٩٦٧ع
٣- سچل سرمست شهنشاه عشق (سنڌي) ١٩٦٧ع

**٢٤- مئگزين "سچل‌سرمست" آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج نواب شاه**

١- سچل سرمست سنڌ ڪا اردو شاعر (اردو) ١٩٦٧ع
٢- Sachal Sarmast ١٩٦٧ع

**٢٥- مئگزين "سچل‌سرمست" سائنس ڪاليج حيدرآباد**

١- سچل سرمست شهنشاه عشق ١٩٦٧ع

**٢٦- مئگزين گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور**

١- سردار بهادر محمد بخش (ڪوجهي) ١٩٧٤ع

**٢٧- هفتيوار "ناظم" شڪارپور**

١- سچل سرمست عاشق رسول‌الله ١ مارچ ١٩٦٧ع
٢- سچل سر مست شهنشاه ١٣ ڊسمبر ١٩٦٧ع

**٢٨- روزانه "نجات" سکر**

١- سچل سرمست شهنشاه عشق ٣ جنوري ١٩٦٨ع
٢- سچل سرمست دنيا جو پهريون شاعر ٢١ جنوري ١٩٦٩ع

**٢٩- روزانه "نواءِ انقلاب" سکر**

١- سچل سرمست عاشق رسول‌الله ٢٥ ڊسمبر ١٩٦٦ع
٢- سچل سرمست فيلسوف - اعظم ٤ نومبر ١٩٧١ع

٣- سچل سرمست شهنشاه عشق قسط (١) ١٥ سيپٽمبر ١٩٧٢ع
٤- سچل سرمست شهنشاه عشق قسط (٢) ١٦ سيپٽمبر ١٩٧٢ع
٥- سچل سرمست شهنشاه عشق قسط (٣) ١٨ سيپٽمبر ١٩٧٢ع
٦- سچل سرمست معلم اعظم ٢٣ آڪٽومبر ١٩٧٢ع
٧- ڪتابن شايع ڪرڻ لاءِ حڪومت کي اپيل ١٥ سيپٽمبر ١٩٧٥ع
٨- اجان پي آهين ڪلاچگ پر ڪي ڪاپڙي ١٢ آڪٽومبر ١٩٧٥ع

### ٣٠- روزانه "نوائے انقلاب" لاهور

١- حضرت سچل سرمست ايک عاشق رسول
و صوفي شاعر ١٧ ڊسمبر ١٩٦٧ع

### ٣١- ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي

١- سچل سرمست جي ڪلام جو روحاني خوبيون فيبروري ١٩٦٢ع
٢- سچل سرمست فيبروري ١٩٦٥ع
٣- سچل سرمست وحدة الوجودي شاعر فيبروري ١٩٦٦ع
٤- سچل سائين جو فلسفو ڊسمبر ١٩٦٩ع
٥- سچل سرمست صاحب شريعت نومبر ١٩٧٠ع
٦- رهبر نامه جو مطالعو نومبر ١٩٧١ع
٧- سچل سرمست روحاني معلم نومبر ۽ ڊسمبر ١٩٧٥ع
٨- سچل سرمست شهنشاه عشق آڪٽومبر ١٩٧٦ع

### ٣٢- روزانه "هلال پاڪستان" حيدرآباد

١- سچل سرمست جو فلسفو ٢٥ نومبر ١٩٦٩ع

### ٣٣- INDUS TIMES

١- Sachal Sarmast ٢٧ ڊسمبر ١٩٦٦ع
٢- Sachal Sarmast ١٥ ڊسمبر ١٩٦٧ع
٣- Sachal Sarmast ١٧ ڊسمبر ١٩٦٧ع

### ٣٤- PAKISTAN TIMES

١- Sachal Sarmast Sainty of Divine ٢٣ ڊسمبر ١٩٦٦ع

**(٤) وظيفا ۽ انعامات:**

"ويهه نه وساريج، متان مانڻ ڪري ويهين؛
قول اهو پاڙيج، هو جو ڪيڙء هوت سين." (سچل)

درازي رند ۽ دلبند جهڙي ڪهنه مشق، اديب و شاعـر مشهور و معروف بـزرگ، اهل دل ۽ صاحب قلم محترم قاضي علـي اڪبر درازي جيڪو پنهنجي مرشد جي مخلص محبت، عجيب الفت و پيار ۽ قرب ۾ ڪلڪ و ڪت ۽ قلم سحر رقم وهايو ۽ هلايو آهي؛ انهيءَ سان هن جي اٿلون ڪائيندڙ عقيدت مندي ۽ چوٽيءَ جو ادب و احترام ثابت ٿـي چڪو آهي. سندس اڻ ڪٿ عقيدت ۽ نذرانن ڪـي ڏسي هر انسان هن جي صلاحيتن جو متعرف ٿي پوي ٿو. هن جي نظم خواه نثر ۾ حقيقت و معرفت جو رنگ پرپل آهي. سندس هر تحرير ۽ لکت ۾ ڪابه وڌ وڪڙ يا مبالغي ۽ وڏاءُ واري مونجهه نظر نه ايندي. ڪامل مرشد و هادي جي صحبت ۽ فيض جو چراغ برابر معتقد ۽ عقيدت مند مريد و طالب جي قلب کي علم جـي نور ۽ سوجهري سان روشن ۽ منور ڪري ٿو.

اسانجي هن بزرگ، اهل قلم ۽ صاحب فضيلت فقير جو سمورو قلمي پورهيو صداقت ۽ سچائي تي مبني آهي. هي صاحب خداداد ذهن و ذڪاءُ جو مالڪ ۽ ڏاڍي هو. جنهن پوري زندگيءَ ۽ عمر ۾ پنهنجي عملي سفر ۽ جدوجهد کي تيز ۽ تکيءَ رفتار سان نباهيو ۽ پورو ڪيو. پوري ملڪ جي فاضل شخصيتن، اديبن ۽ عالمن سندس انهيءَ خوبيءَ ۽ خـاصيت کي چڱيءَ طـرح سچائي ۽ سهي ڪري ورتـو. سندس قدر شناسائيءَ جو سڪو دنيا جي چپي چپي ۽ گوشي گوشي ۾ عيان ۽ اظهار آهي. هن جـي انهن عظيم خوبين ۽ اعليٰ اوصافن ڪـي ڏسي ڪيترائي سنڌ و پاڪ جا اهل قلم اديب و شاعر سندس شخصيت جـا مداح ۽ گرويده ٿي پيا.

محترم قاضي علي اکبر درازي صاحب جي ادبي ۽ علمي خدمتن جو احترام ۽ قدر ڪندي، هيٺين ڪاتن ۽ ادارن هن بزرگ کي ڪجھ انعام ڏنا آهن ۽ ڪن وظيفا مقرر ڪري ڇڏيا هئا؛ جيڪي صاحب قلم کي پوين پساهن تائين ملندا رهيا. جنجو نقل هن هيٺ ڏجي ٿو:

( وزير تعليم صوبہ سنڌ )

۲۱- آڪٽومبر ۱۹۷۵ع

محترم قاضي علي اکبر درازي صاحب

اسلام عليڪم! اوهين صوبي سنڌ جا چاتل سڃاتل اديب آهيو. سنڌي ادب جي ميدان ۾ اوهان جيڪا خدمت ڪئي آهي، تنهن جو هن صوبي جي هر فرد کي احترام ۽ اعتراف آهي، سنڌ جي حڪومت صوبہ سنڌ جي عوام جي انهيء اعتراف کان اڻ ڄاڻ نہ آهي.

سنڌ سرڪار جو تعليمي ۽ ثقافتي کاتو اوهان جون اهي خدمتون رڪارڊ تي ٿو رکي ۽ انهن جو قدر ڪندي مذڪوره کاتي طرفان اوهان کي ۱۵۰/۰ روپيہ وظيفي طور ماهوار ڏنا ويندا. وغيره وغيره.

اوهانجو مخلص

پيار علي الانا

وزير تعليم - صوبہ سنڌ

( انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي )

١٩-٧-١٩٧٥ع

مهربان قاضي علي اڪبر درازي صاحب

پيارا سائين السلام عليڪم!

اوهانجي خط مورخ ٧-٦-١٩٧٥ع جي ڪاپي مون ڪي پهتي، الله سائين اوهانکي خوش رکي. اوهان جي خط پهچڻ کان بعد هن اداري جي مشاور تي بورڊ اوهان جي لاءِ پنهنجي وس ۽ طاقت موجب معمولي رقم مبلغ ٢٥٠-٠٠ روپيه منظور ڪئي آهي، جنهن جو چيڪ اوهان ڏانهن موڪلجي ٿو.

در اصل هي ادارو ڪنهن به فرد جي مالي مدد نه ڪندو آهي، چاڪاڻ ته هي ادارو خود اڃان پنهنجي پيرن تي نه بيٺو آهي. اوهان جي خدمتن جو ملهه ٿي نه آهي، پر ڪو انهن جو قدر ڪري وغيره وغيره.

اوهانجو مخلص

ڊاڪٽر غلام علي الانا

اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف

سنڌ الاجي- سنڌ يونيورسٽي

ڄام شورو

( اڪيڊمي ادبيات اسلام آباد )

محترم قاضي صاحب

اوهان جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو اعتراف ڪندي اڪيڊمي ادبيات پاڪستان اوهانجي لاءِ صدر مملڪت جي قائم ڪيل اهل قلم

بهبود فنڊ منجهان مبلغ ٣٠٠/٠٠ روپيہ سردست پهرين ڊسمبر ١٩٧٩ع
کان ٣٠ جون ١٩٨٠ع تائين منظور ڪيا آهن.

اسان اوهان جي خدمت ۾ پهرين سہ ماهي پهرين ڊسمبر ١٩٧٩ کان
٢٩ فيبروري ١٩٨٠ع جي رقم بذريع چيڪ موڪليون ٿا، جنهن کي
اوهان قبول ڪرڻ فرمائيندا.

نياز

مسيح الدين احمد صديقي

ڊيئريڪٽر جنرل

اڪيڊمي اديبات اسلام آباد

ذوٽ:

سال ١٩٨٠-١٩٨١ جي لاءِ ساڳئي اڪيڊمي هر ماه ٽي سو روپيہ
منظور ڪرڻ فرمايا آهن جي قاضي صاحب کي هر ماهہ ملندا رهيا.

## ( چيف اڊمنسٽريٽر آف اوقاف )

جناب چيف اڊمنسٽريٽر آف اوقاف پنهنجي انگريزي ليٽر نمبر
AUQ (GAA) Ac/80/590 مورخ ٢٠-٥-١٩٨٠ع سان ٥٠٠/٠٠
روپيہ انعام ڏيڻ فرمايو.

## ( سيڪريٽري ايجوڪيشن آف سنڌ )

جناب سيڪريٽري ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ گورنمينٽ آف سنڌ
پنهنجي ليٽر نمبر S.D. (G-ii)/55/76 مورخ ٢٤-١١-١٩٧٦ع هيٺ
١٥٠/٠٠ روپيہ درماه وظيفو مقرر ڪرڻ فرمايو.

سچل سرمست جي عرس مبارڪ سال ١٩٨١ع تي سچل سرمست اڪيڊمي جي طرفان ڪين هڪ هزار روپيه جو عطيعو ڏنو ويو.

سچل سرمست جي عرس مبارڪ سال ١٩٨٢ع تي سچل سرمست اڪيڊمي طرفـان سندس ڪيل علمي ۽ ادبي خـدمتن جـي پيش نظر گولڊ ميڊل ڏيڻ فرمايائون جو مرحوم و مغفور جو ميڊل سندس فرزند ارجمند محترم قاضي علي گوهر صاحب وصول ڪيو.







# ( باب ستون )

**فاني جهان منجهان لاڏاڻو:**

ڏوهہ ڏنگايون مون ۾، لکين لک هـــزار،
رحمتون پـــڻ تنهنجون، ڪروڙيـن ڪلتار،
ڏس تون شان پنهنجو، ڪر عيبن جي نہ پچار،
"غلام اڪبر" غريب جو، تنگ ڪئج تنگدار،
ڍوليا ڍڪڻهار، ڍڪج عيب ڍلـــيءَ جـــاءِ

محترم الحاج عبدالمالڪ قريشي جــو هڪ صــاحب شريعت ۽ فضيلت جو مالڪ ۽ روهڙيءَ شريف جو رهواسي آهي، سندس روزانہ جو دستور و معمور هوندو هيو تہ ٻہ ٽي ڪلاڪ ويهي قاضي علي اڪبر درازيءَ سان ڪچهري، روح رهاڻ ۽ راز و نياز جي ڳالهين سندا ڳچ ڪندا هئا. جيئن جيئن سندس زنــدگيءَ جــو ڪاروان پنهنجي منزل مقصود جي نزديڪ کان نزديڪ تر ٿيندو ٿي ويو، تيئن تيئن قريشيءَ صاحب کي ماه آڪٽومبر ١٩٨١ع جي شروعات کان وٺــي ٻڌائيندا رهيا تہ هينئر اسانجي زندگـــيءَ جو سفر اچي پوري ٿيڻ تـــي آهي ۽ تيارن ۾ آهيون. جنهن ڪم وڪاج لاءِ هادي برحق، مولانا و مرشدنا حضرت سخي قبول محمد دوم عليہ رحمت مدو ۽ مهلت وٺي ڏني هئي سو ڪم اچي آءٌ خير و خوبيءَ سان پائي تڪميل تـــي پهچايو اٿم. هينئر وڏيڪ ڪوبہ ڪتاب لکڻو نہ آهي، منهنجي ڊيوٽي ۽ مشن اچي پوري ٿي آهي.

باقي پروگرام ڏاهپائون تہ رهيل ٻہ ڪتاب هرهڪ "آيات قرآني" ۽ "مختصر سوانح حيـــات سچل سرمست" (اردو) جيڪي قلمـــي نخسي اندر لکيا رکيا آهن، پريس وارن کي سمجهائي ۽ ڳالهائي ڏيئي اچون. سو پـــروگرام موجب ڪتاب همدرد پرنٽنگ پريس سکر وارن

کي چپائي لاءِ سپرد ڪري آيا. هفتہ ڏيڍ گذرڻ ڪانپوءِ مورخ ٢٧- آڪٽوبر ١٩٨١ع تي ٻئي ڇٽان دوباره گڏجي سکر وجي، ٻذات خود پريس جي ڪيل ڪم جو جائزو وٺي آيا. تنهن سان گڏوگڏ پريس وارن کان موڪلائيندي ڇپائون تہ پر پٺ جو ڪم اٺ ڏهاڙا و سڄو ڪجو متان گلا ڪرائي وڃو. ان کان علاوه ٻين دوستن کان جيڪي سندن قريب هئا ۽ سکر روهڙيءَ جي رستي سان هيا، انهن سان بہ ملندا موڪلائيندا آيا. ٻئي ڏينهن يعني ٢٨- آڪٽوبر ١٩٨١ع تي صبوح جو پنهنجي باغ جيڪو ديهہ مياڻي باغات ۾ "سخي آباد" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ روهڙي کان ٻراج طرف ويندي مين روڊ سان لڳو لڳ اٽڪل روهڙيءَ کان ڏيڍ ميل جي فاصلي تي آهي. اتان گهمي ڦري ۽ ڪڙمين کان موڪلائيندو آيو. ان عرصي اندر جيڪي ڪجهہ خوابن ۾ ڏسندا رهيا، تن کان وقت ٻوقت قريشي صاحب کي آگاه ڪندا آيا.

اردو دان شاعر جو شعر آهي تہ:

" آگاه اپنی موت سے کوئی بشر نہیں،
سامان سو برس کا، پل کی خبر نہیں."

ليڪن صوفي با صفا، فقير صفت قاضي علي اڪبر عرف قاضي غلام اڪبر درازي، پنهنجي مرشد، هادي برحق جي، جنهن صدق و سچائي سان خدمت ڪئي ۽ انهن جي عشق ۾ جنون واري منزل تي پهتل هيو، سو تنهن هاديءَ ڪيس ان خبر کان بہ بي خبر نہ رکيو. آخرڪارخاڪي جسم جا اچي دم پورا ٿيا. پنهنجي اولاد، عزيز و اقارب، دوست ۽ احباب، بيشمار- بي حساب ۽ بي انداز مداحن ۽ ثنا خوانن کي داغ مفارقت ڏيئي، داعي اجل کي لبيڪ چئي، سراءِ جاودانيءَ ڏانهن بتاريخ ٣٠ آڪٽوبر ١٩٨١ع بمطابق ٢- محرم الحرام ١٤٠٢ هجري جمع ڏينهن معمولي معدي جي سور سببان سوا نائين

بجي رات جو ٨٧ ورهين جي ڄمار ۾ راهي ٿي، وڃي پنهنجي خالق اڪبر ۽ حقيقي مالڪ ڪائنات سان مليو.

انا الله و اِنا عليه راجعون. (قرآن)

موت کي لبيڪ چوڻ کان اڳ قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي پوري پوري هوش و حواس، عقل و سمجهه سان رهيو. اڪيل پوڻي‌نائين بجي ڏاري فرمايائين ته هينئر اسانجي ابدي سفر جـي تياري مڪمل ٿي ويئي آهي، سو ”ياسين مبارڪ“ پڙهي ٻڌايو.

پڙهڻ وارن پڙهڻ شروع ڪيو. انهن سان گڏ خود به پڙهندا رهيا، جو سندن چپن ۾ برابر جنبش ۽ چرپر ڏسڻ ۾ ايندي رهي. جيئن جو ياسين مبارڪ پوري ٿـي، ان وقت سندن روح مبارڪ عـالم الارواح ڏانهن پـرواز ڪيو. سو فقير الحاج قـاضي علي اڪبر عـرف قـاضي غلام اڪبر درازيءَ جـي زندگيءَ جو سنهري باب هن فاني جهان منجهان بند ٿيو ۽ ابدي وصال ماڻيائين:

”اڄ تـــه اوطاقن ۾، طـــالب تنواريـــن،
آديسي آئـــي ويا، مڙهيون مـــون مارين،
جيڪي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا“ (شاه)

قادرالڪلام حضرت سچل سرمست شاعر هفت زبان جـو فارسي شعر آهي ته:

”همان دل است ڪه، هر از خزينهٔ عشق است
ديگـــر فنا است، مگر آن فنا نمي گـــردد“ (آشڪار)

معنيٰ:”دل انهيءَ کي چئي سگهجي ٿو، جا عشق جي خزانه سان پرپور آهي، ٻيو سڀ فنا آهي، مگر اها دل فنا نه ٿيندي.“

مرحوم قـاضي علي اڪبر درازي جـا جذبا عمر جي لحاظ کـان آخر تائين جوان رهيا، سندن ادبي خدمتون، سچل سائين جي عشق ۾

ھڏل ۽ ادبي تحريرون ”ديوان آشڪار“ جيان هميشه آشڪار آهن ۽ انشاءَ الله دائمي آشڪار رهنديون. (آمين)

رحلت ڪرڻ کان اٽڪل اڌ ڪلاڪ اڳ قاضي صاحب جو آواز ۾ ڪجھ جھڪائي اچي ويئي. جنھن ڪري سندس ڳالھ ٻولھ پوري طرح سان سمجھ ۾ نٿي آئي. تنھن تي چيائين ته پنو ۽ پينسل ڏيو ته اوهانکي لکي ٻڌايان. پاڻ لکندا رهيا ۽ ان موجب کين جواب ڏيندا رهياسون.

قاضي صاحب جي وصال واري رات سندس پوٽن منجھان علي حيدر اهو خيال ڪري ستو ته لالا بابا گھڻي عرصي کان بينائي صحي نه هجڻ جي ڪري لکي پڙهي نه سگھندو هو، سو هينئر ڪيئن ٿي لکيائين. سو ننڊ ۾ سندس ڏاڏي مرحوم قاضي علي اڪبر شفقت ڪري کيس فرمايو ته ”پٽ! تون هن ڳالھ کي نه ويچار ۽ هي دعا پڙهندو ڪر ته تنھنجي نظر درست ٿي ويندي ۽ عينڪ جي ضرورت نه رهندي، پوءِ مونکي پورو پورو فقير ڪري مڃجانءِ.“ ايتري ۾ کيس سندس ماءُ ننڊ منجھان يڪدم اٿاريو. جنھن ڪري کيس دعا ياد نه رهي.

مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر درازي صاحب نهايت خدا ترس، نيڪوڪار، ڪلمک، خوش خلق، درياه دل، فرشته صفت انسان، وفادار خير خواه دوست، شفيق والد، صوم و صلوات جي سختي ۽ شدت ۽ باقاعدگيءَ سان پابند - ۽ ٻين هزارها خوبين، خصلتن، خصوصيتن ۽ لا تعداد اعليٰ اوصاف جو حامل ۽ مالڪ درويش صفت مومن مسلمان هو.

هن سانح ارتحال ۽ انتقال پرملال بعد سنڌ ۽ پرانت، پاڪ و ڀارت بر صغير جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، سو سالن ۽ ڪسابن ۾ به مشڪل سان پر ٿي نه سگھندو.

## قطع تاريخ وفات:

**(١) محترم احمد خان آصف مصرائيءَ:** قطع تاريخ وفات حسرت آيات مرحوم و مغفور الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ جي

هن طرح سان تحرير ڪرڻ فرمائي آهي.

هاءِ ويـــو رحلت ڪري، قاضي علي اڪبر جناب!
هن خبر وحشت اثر، ڪيڏو ڏنو دل کـــي عذاب!!

۱- اڄ عنا دل، دل جا دل ۾، ڪن پيا آه و بڪا،
اڄ خوشين جي باغ جا، ڪومائجي ويڙا گلاب.

۲- هو اسانجي مهربان، حضرت علـي اڪبر ميان،
جڻ اسانجي لاءِ هـــو، ابرڪرم، سايو سحاب.

۳- شائق و شارح ۽ شيدائي، سچل سرمست سندو،
ٿي فنا في‌الشيخ بڻيو، مرد ڪامل ڪامياب.

۴- سام مرشد جـي پروڙي، سخن سمجهي سندس،
جوڙيائين جوش سان ۽ جوش سان عمدا ڪتاب.

۵- آڪٽـوبر ڇيهه، ٻـي محرم مـــاه جـــي،
ويو هليو حسين ڏي، ملندس شهادت جو ثواب.

۶- هي چيو هاتف تـــه قاضي، ناجي و مغفور آه،
۱۴۰۲ھ
انکي اڄ الله کـــان، انعام مليا بـي حساب.

۷- ٿيو وڃي داخل، ميان قاضي علي اڪبر بخلد،
۱۹۸۱ع
ڏينهن جمع جي اي "آصف،" مليو مولا سان شتاب.

(۲) محترم ڊاڪٽر عبدالعلي قلباڻي صاحب قطع تاريخ وفات حسرت آيات هن طرح سان لکڻ فرمائي آهي.

هــاه سڀ جو دوست پيارو ۽ قـريب،
سر سچل مــرشد متـان ڪهائين فـدا،
مغفرت منهاج جنهن ڪـــي ٿـي نصيب،

١٩٨١ع

هـــاه قـــاضي مير علـي اڪبر جـــدا،

١٤٠٢هه

(٣) محترم عبداللطيف قمر لغاري بلوچ قطع تاريخ هيءَ لکڻ فرمائي آهي.

اڄ ڪيا قسمت جدا، سڀ يار جاني هاءِ هاءِ،
ياد تن جي درد ۾ ڪٿي دل ديواني هاءِ هاءِ.

ورد لب تـــي ويو اچـــي قالو انا الله جو،
زندگي تي موت جي ٿي حڪمراني هاءِ هاءِ.

ساڻ بيحد غم و الم قطع "قمر" لکيو جو اڄ،

موڪلايـــو شيداءِ، منصور ثاني هاءِ هاءِ،

١٤٠٢هه

هڪ مشاهدو:

قدرت جي قادر انسان ذات کي اشرف المخلوقات جو شرف بخشي، هن دنيا جي وسيع ميدان ۾ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ لاءِ جنم ڏنـو ۽ سندس هدايت لاءِ هر وقت هادي بـرحق (نبي ۽ پيغمبر) موڪليندو رهيو، جي انهن جي ڏسيل راهه راست تـي عمل پورا رهيا ۽ پنهنجو پاڻ کي نيست و نابود ڪيائون ۽ خودي کي گهڙي کن لاءِ به ويجهو

اچڻ نہ ڏنائون، تن پنهنجي اندر ۾ سڀ ڪجهہ گهولي لڌو- ۽ ٻئي جهان پنهنجي لاءِ سڦلا ڪيائون- حضرت سچل سرمست رح جـي چوڻـي آهي تہ :-

ٻاڻ وڃائي ٻاڻ، گهولي لهج ٻاڻ کي،
ٻاڻ منجهائين ٻاڻ کي، پوندي ڄاڻ سڄاڻ،
مکڻ کير هيڪڙو، سوئي کير سنياڻ،
اهو ائني اهڃاڻ، کهيلا انهيءَ ڳالهہ جو"
(سچل سرمست)

جو بہ هن دنيا اندر ڄائو آهي، سو هڪ ڏينهن ضرور مرندو، اهوئي قدرت جو اٽل قاعدو ۽ قانـون آهي- جڏهن انسان دارالبقا ڏانهن راهي ٿئي ٿو، ان وقت اها عام چوڻي هوندي آهي تہ :-

"مٽي گڏي مٽيءَ سان،
روح وڃي پرتو رب."

جڏهن انسان ذات هن فاني جهان منجهان لاڏائو ڪري ٿو، تڏهن سندس روح مالڪ حقيقيءَ ڏانهن پرواز ڪري وڃي ٿو ۽ بـاقي هن خاڪي جسم کي مٽيءَ منجهہ دفـن ڪيو وڃي ٿو- ۽ ڪجهہ عرصي گذارڻ بعد ڳري مٽيءَ سان گڏجي مٽي ٿي وڃي ٿو- مگر ربالعزت جي برگزيده ۽ نيڪ ٻندن جي خاڪي جسم کي مٽي بہ کائـي نٿي سگهي- جنهنجو مشاهدو ڪيترن ماڻهن پنهنجن نمائين اکڙين سان سج جي روشني ۾ ڏٺو.

اسانجي صوفي باصفا درويش الحاج قاضي علي اڪبر درازي جڏهن وفات ڪئي ۽ کيس الحد ۾ لاهي سامهءَ جي تاڪي بند ڪئي ويئي- تنهنجي تقريبن اٺن ـ نون مهنن گـذرڻ ڪانپوءِ سندس مدفن کي پڪي

ڪرڻ ۽ سنگمرمر جو ڪم چالو ڪيو ويو- جنهن تي مستري وليداد ماڇي ۽ ٻين چند مزدورن منجهان هر هڪ علي نواز شيخ- الله رکيو اباڙو- ۽ ٻيا مزدور اڪيلي ٻن مهنن تائين ڪم ڪندا آيا- ڪم ڪندي ڪندي هڪ ڏينهن تربت، پيراندي واري پاسي، ڏکڻ طرف کان اڪيلي ٻن ٽن فوٽن ۾ کلي پيئي- ڪم ڪندڙن مسترين ۽ مزدورن، سند س ٻن ٻوٽن ۽ تنهن سان گڏ ايندڙن ۽ ويندڙن عيدگاه واٽر ورڪس جو چوڪيدار پنهنجي حسرت ڀري نگاهن سان اندر بنا ڪنهن خوف و حراس جي ليٿو پائي ۽ هٿ لاهي ڏٺو ۽ انهن کي ائين پئي لڳو ته فنافي الشيخ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي هيٺ هيٺ چادر پائي اگهور ننڊ ۾ دنيا کان بلڪل تياڳي ٿي ستو پيو آهي- جسم سمورو صحيح سلامت ۽ سفيد ڪفن بلڪل بي داغ جنهن مٿان مٽيءَ جي ذري به ڪانه هئي- ۽ اندران اهائي عطر ۽ گلاب جي خوشبوءِ اچي رهي هئي جيڪا دفن ڪرڻ وقت اٿ- نو مهينا اڳ وڌي ويئي هئي-

شاه صاحب جو بيت آهي ته:-

"ڪک سڙيا، ٻن سڙيا، سڙيو سائو گاه،
جن ريجهايو الله، تڏهن تَوَ نه آيو تن کي" (شاه)

انهن سڀني ڏسندڙن منجهان ڪنهنجو به ذهن اهو قبول ۽ چوڻ کان قاصر آهي ته هي ڪو اٺن، نون مهينن اڳ جو پوريل لاش آهي- اهو جو ڪجهه آهي ۽ جن جيڪي ڪجهه ڏٺو- اهو هڪ فقيرائو فيض، نيڪ عمل، نيڪ سيرت، نيڪ ڪردار جو مجسمو ۽ پاڪ پروردگار جي بي پناه رحمتن ۽ نوازشن جو عڪس آهي- جنهن کان ڪو به انڪار ڪري نٿو سگهي- الله جل جلاله جي پرهيزگار ۽ متقي ٻندن جي خاڪي جسم کي، ڪائي جو مٽيءَ کي به امر نه آهي- اهڙا ٻندا سدائين امر آهن ۽ امر رهندا- سچل سرمست رح جو اردو ڪلام آهي ته:-

اگر اثبات کیا جانو، نہ ہرگز تم گدا ہوگا!
یقین کرنا، گداگر ہیں۔ لیکن خـود خدا ہوگا!!

۱۔ فنا کی بات باطل ہے، اگر پوچھو سچ ہم سے،
بقا باالله، ہمیشہ تـو، خدا تا، نا فنا ہوگا۔

۲۔ نہیں دیدار اور دیگر، نہیں ہے جاء دیکھنے کی،
نظر کی جاء تم ہی ہو، بیین تا خود لقا ہوگا۔

۳۔ زمین پر کیا، فلک پر کیا، کیا عرش و کرسی پر،
درون، بیرون ہمہ اندر ہے، توکلی جابجا ہوگا۔

۴۔ هوالاول، هـوالآخر، هوالظاهر، هوالباطن،
یہاں وهی، وهاں وهی، سچل کہہ تم کجا ہوگا۔





آخري آرام گاه
قاضي علي اکبر درازي.



قاضي علي اڪبر درازي ١٩٥٦ع جڏهن روهڙي
ميونسپالٽيءَ ۾ ايڊيوڪيشن جا چيئرمين هيا.

# (ٻاگو ٻيون)

## تاثرات

# وفات حسرت آيات

## مرحوم قاضي علي اڪبر درازي

لاٽ ٻرندي آهي ته پروانا اڻ ڳڻيو اچي حاضر ٿيندا آهن. ساڳيو حال اسان انسانن جي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سماجي خدمتون هجن يا علمي ڪارناما، سياسي رهبريون هجن يا ادبي ڪوششون انهن جو قدر ضرور ٿئي ٿو. چاهي قوم بي حس ٿي وڃي يا ان کي ڀلايو وڃي. قوم جو ڪو خاصو طبقو خدمتن ۽ ڪارنامن جو قدر ڪري انهيءَ جو ڪنهن نه ڪنهن نموني سان اظهار ڪري ٿو.

سدا سهاڳڻي سنڌڙيءَ ڪيترا عاشق صادق ڀال ڀلارا ۽ ڀاڳ وارا پيدا ڪيا. جن اسانجي وطن جي عزت و عظمت ۾ اضافو ڪيو. اهي ملڪ جا سعادت ڀريا ۽ نيڪ ڏينهن هئا جن ۾ ڪيترا فرشته صفت انسان پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ پيدا ٿيندا رهن ٿا. جڏهن انهن برگزيده بزرگن جي نيڪ ڪارنامن تي نظر وجهجي ٿي، تڏهن انسان جو عقل و فهم ۽ سياڻپ دنگ رهجيو وڃي، هو هميشه نفساني خواهشن کي نهوڙڻ ۽ خدا پرستي جو سبق سيکاريندا رهيا آهن.

سنڌ جي اهڙن هستين منجهان الحاج قاضي علي اڪبر درازي روهڙيءَ شريف جو رند، سنڌ جو سپوت، سدا بهار سوکڙي، سائين حضرت سچل سرمست رح عليه جي درگاه فيض گاه جي فيض بخشيندڙ سڳوري سائين سخي قبول محمد دوم جو طالب و مريد باصفا، پنهنجي فقيرائي آستاني کي هميشه هميشه لاءِ خيرباد جو سلام چئي راهه ربانيءَ

ڏانهن رمندو رهيو. جا خبر پاڪ و هند ۾ يڪدم پکڙجي ويئي.

اها هڪ فطري ڳالهه آهي ته هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ديس سان محبت هوندي آهي. هو پنهنجي جنم ڀومي سان پيار ڪندو آهي. نه فقط ايترو پر اتيجي ڪن شخصيتن سان به سندس ساهه ۽ سهنڊ هوندو آهي. انجا ڪي اٽل اسباب آهن. ۽ پوءِ اهي رشتا اڻ ٽٽندڙ بڻجي ويندا آهن. انجي غيرفاني ۽ جاوداني انس ۽ پريت جو بنياد روحاني ۽ بي غرض محبت تي هوندو آهي. انڪري ديس واسين جي هن عمر رسيده بزرگ مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر درازيءَ سان بي انتها محبت ۽ عقيدت هئي، هن سلسلي ۾ ڪيترن اديبن، عالمن، دانشورن، صحافين، دوستن ۽ احبابن تعزيت ڪري هرهڪ پنهنجا پنهنجا تاثرات هيٺينءَ ريت قلمبند ڪيا آهن.

## (١) جناب حاجي عبدالرحمان صاحب.

چيف ايڊمنسٽريٽر اوقاف سنڌ. حيدرآباد.

مون کي قاضي صاحب جي اچانڪ رحلت جي خبر پئي، جنهن جي تعزيت مون ريڊيو پاڪستان جي مقامي خبرن ۾ ٻڌي ڪئي آهي.

انا الله و انا اليه راجعون.

قاضي صاحب جي اچانڪ وفات تي ڏاڍو ڏک ٿيو. الله تعاليٰ کان دعا آهي ته مرحوم کي الله تعاليٰ پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏي.

مرحوم قاضي صاحب جون علمي. ادبي سماجي خدمتون واقعي قابل تحسين آهن ۽ اسانکي هميشه ياد رهنديون. افسوس جو سنڌن حضرت سچل سرمست جي سلسلي ۾ ٿيل خدمتون، ”ديوان آشڪار“ جي

اشاعت جي ديرينه آرزو سندن زندگيءَ ۾ پوري ٿي نه سگهي. ۽ انجي اشاعت کان اڳ پاڻ وڃي خالق حقيقي سان مليا. مگر سندن اها تمنا هئي ته "ديوان آشڪار" جو ترجمو ضرور ڇپجي ۽ اهـا تمنا سندس زندگيءَ ۾ پوري نه ٿي.

انشاءَ الله اردو ترجمو نومبر جي آخر تائين ڇپجي ويندو.

## (٢) محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

لاڙڪاڻو سنڌ.

سچ پچو هڪ پيارو بزرگ، سچل جـو سچو شيدائي ۽ مهربـان اسان کان وڇڙي ويو. خدا تعاليٰ کيس جنت ۾ جاءِ ڏيندو.

مرحوم بنده کي بار بار لکندو رهيو ته "پيلا ڪڏهن ايندؤ ـ اچو ته روبرو رهائيون ڪريون. مگر منهنجي ڪم نصيبيءَ هميشه لاءِ هيءَ وٿي وجهي ڇڏي. ساڻس خط و ڪتاب ورهين کـان هئي. آءٌ سندس احوال پنهنجي تازي تصنيف "عظيم سنڌي انسان" ۾ به شايع ڪرايو آهي. واقعي ٿي مرحوم "عظيم" هو.

"سچل سائين جـي سنيهي کي گهر گهر پهچائڻ" جي سلسلي ۾ مرحوم جي ڇڏيل ڪم کي پايه تڪميل تي پهچائيندا.

اڄ پـــڻ اڱڙيـــن سڄڻ پنهنجا ساريـــا
گلن تان گهوڙهن جون بوندون بس نه ڪن.

## (٣) محترم ڊاڪٽر عبدالعلي قلباڻي

حيدرآباد سنڌ.

اڄ اخبارن مان معلوم ٿيو ته منهنجي نندي هوندي جو يار دلدار

قاضي علي اڪبر فوت ٿي ويو.

انا الله و انا اليه راجعون.

مرحوم نهايت محنتي ۽ جاکوڙ وارو هو ۽ آخر دم تائين پنهنجي مرشد جي ڪلام جي اشاعت ڪندو رهيو ۽ ان جـو صلو به جيئري نصيب ٿيس.

مون سندس تاريخ وفات هيٺ ڏنل شعر موجب ڳـولهي آهـي. ٿي سگهي ٿو سندس موچاري مرقد تي اهو شعر آڪرائيندا.

هاه سڀ جـو دوست پيارو ۽ قريب،
سر سچل مرشد مٿان ڪيائين فـــدا،
مغفرت منهاج جنهن ڪـي ٿي نصيب،

۱۹۸۱ع
هـــاه قاضي مير علي اڪبر جـــدا

۱۴۰۲هه

## (۴) محترم راهي چنا

سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد سنڌ.

مرحوم هڪ باشعور اديب عالم ۽ سچل سرمست جو شيدائي هو. سنڌي ادب خاص ڪري حضرت سچل سرمست تـي لکيـل سندس ڪتاب، اسان سنڌين وٽ سندس يادگيري طور هميشه هميشه لاءِ محفوظ آهن ۽ رهنديون. مرحوم مهمانواز ۽ عالي اخلاق جو ڌڻي هو. دعا آهي ته رب پاڪ کين جنت ۾ جاءِ ڏيندو (آمين).

### (٥) محترم شوڪت علي شيخ

حيدرآباد سنڌ.

آخر هيءَ دنيا فانـي آهي. سڀ ڪنهن کي پنهنجي مالڪ ڏانهن موٽڻو آهي. مگر دنيا ۾ اهي به انسان آهن جن جو هجڻ هڪ قسم جي رحمت ۽ راحت آهي. جونـدا آهن ته وڃجي انهيءَ وٽ جتي ڏکندو ڏور ٿئي. قاضي صاحب جن انهن خوبين جا مالڪ هئا. جـو جڏهن به وٽن اچبو هو ته دل بهار ٿي ويندي هئي. اهڙي انسان جي سنگت به ڪن خوش نصيبن کـي نصيب ٿيندي آهي. الله پـاڪ کيس پنهنجي رحمت ۾ رکندو.

### (٦) محترم ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ

ڪراچي سنڌ.

سائين قاضي علي اڪبر درازيءَ جي آخرت جـي سفر جو ٻڌي، جو دل کي صدمو رسيو آهي، ان جي تصوير منجهان هي لفظ چٽي نٿا سگهجن. ماڻهن ۽ مهاندن جي ذڪر واري هن زماني ۾اسان هڪ سڄاڻهو، سياڻو ۽ سنجيدو اديب وڃائي ويٺا آهيون. هن بزرگ اديب جي جدائي نه رڳو اسان جي زندگي جو روڳ بڻجي ويندي. مگر سنڌي علم و ادب کي به ڌڪو لڳو آهي. سنڌي ٻوليءَ کي وري ڪٿان اهڙو اديب ۽ شاعر ملندو جيڪو پنهنجي هـڙان ۽ وڙان ڪتاب ڇپرائي پيو مفت ۾ ورهائيندو؟

ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اوهان جو هن سان رت جو رشتو هو. ليڪن نـاچيز سان مرحوم جو روحاني، علمي ادبـي رشتو هو. سندن بي وقتي لاڏائي اوهان ۽ مون سان اڻ ڳڻين اديبن ۽ عالمن کي ڏکوئيو آهي. رسمي طور تي اوهان سان تعزيت ڪرڻ گهرجي. ليڪن انهيءَ

غم ۾ شريڪ ته اسان ۾ آهيون. اسانجو پنهنجو اسان کان جدا ٿي ويو آهي. سچ چيو اٿن ته الله تعاليٰ کي ٻه ڀلا ماڻهو وڻندا آهن ۽ هو انهن کي ياڻ ڏانهن گهرائـي وٺندو آهي. مرحوم ڀلو ڀلارو هو. ان ڪري اسان کان اڄ راهه رباني وٺي ويو ۽ اوهان ۽ اسانکي ڏکن ۾ ڳڏي ويو.

## (٧) محترم مجاهد راڻائي

راڏڻ سنڌ.

اهـو از غيبي سڏ هرڪنهن کـي لبيڪ چئي قبول ڪرڻـو آهي.
ان سـڏ اڳـيـان سـر تسليم خـم ڪرڻـو آهـي.
خدا تعاليٰ جـي سرڪار وحدت الوجـود جي هر سڏ اڳيان،
ڪرڪي چـ اهـي مـرڪي ڪنڌ جهڪائـڻـو آهـي.

سائين درازي صاحب جن جي عمر جيتوڻيڪ اسانجي مشفقي ڏاڏي سائين جن عمر برابر هئي. پر سندن لکايل خط مون ڏانهن - سي اڄ به پڙهڻ کان بعد ائين ٿو لڳي ڄڻڪ منهنجا هم عمر هجن. سندن جذبا عمر جي لحاظ کي آخر تائين جوان هيا.

سندن ادبي خدمتون ۽ سچل سائين جي عشق ۾ ٻڏل سندن ادبي تحريرون ”ديوان آشڪار“ جيان آشڪار آهن ۽ آشڪار رهنديون. شال رب ذوالجـلال کين سندس خـدمات جـو صلو ڏيئي جنت الفـردوس ۾ جڳهه ڏئي.

## (٨) محترم وزيرعلي لغاري بلوچ

سانگهڙ سنڌ.

جناب - اعتبار ڪريو ته مان انهيءَ مهل ماني کائي رهيو هوس، جڏهن اهـا خبر پهتي ته بي اختيار اکين مان ڳوڙها وهي آيا. ماني ته

وسري ويٺي. جناب قاضي صاحب لاءِ مان ڪهڙا الفاظ تحرير ڪريان. مون کي ته ڪي به الفاظ ڪونه ٿا ملن جنهن سان قاضي صاحب کي خراج عقيدت پيش ڪريان. منهنجي دل تي قاضي صاحب مرحوم جو هڪ بيت اچي ٿو جو هي آهي:-

"ڪي سچا دوست دنيا ۾ اڃا به آهين،
نازڪ نائو نينهن جو ٿا لايو نڀائين،
پوءِ نه پٺتي پائين غلام اڪبر غريب چوي."

جناب واقعي قاضي صاحب جهڙا سچا دوست و مدبر اسانکي وري نه ملندا. افسوس آهي جو اسان قاضي صاحب جو قدر نه ڪيو. هاڻي اسين ڪيترو به افسوس ڪنداسون سو به لاحاصل آهي، ڇو جو هو اسان کان ايترو پري هليو ويو آهي؛ جو ملڻ محال آهي. بس اسين دعاگو آهيون ته خداوند تعاليٰ قاضي صاحب تي رحمت ڪري ۽ جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏئي. قاضي صاحب جي اسان کان جدائي، هڪ عظيم شاعر، مدبر ۽ مفسر ليکڪ سچل سائين جي سچي شيدائي جي جدائي آهي. آخر ۾ هي بيت حاضر آهي.

"الله جي رحمت هجي قاضي علي اڪبر توتي،
تنهنجي نيڪين ڀلائن جي کهڙي ڳالهه ڪجي،
سچل سائين ۽ ان جي طالبن سان گڏ آهي وفا تنهنجي،
تو جهڙو مجاهد ڪونه ٿو سجهي،
خدا جي سلامتي هجي سدائين اوهان تي."

## (٩) جنرل سيڪريٽري

شاهبندر ادبي سوسائٽي چوهڙ جمالي.

اها نهايت ڏک ۽ افسوس جي ڳالهه آهي جو "سنڌ جو عظيم محسن" اڄ سنڌ کي الوداع چئي راه عدم ڏانهن راهي ٿيو. ۽ سنڌ جي ادبي

دنيا ۾ هڪ خال پيدا ڪري ويو. ادب جو عظيم خال پر ڪرڻ لاءِ سال گهرجن. آهي قومون هميشه زنده رهيون جن پنهنجي محسنن کي خدمت جو مستحق سمجهيو ۽ اهي قومون هميشه تباه ۽ برباد ٿي ويون جن پنهنجن محسنن جو قدر نہ سڃاتو.

قابل صد احترام (قاضي صاحب مرحوم) وانگر جن پنهنجي محسنن کي ڄاتو. اهي اڄ بہ اسان جي اڳيان تاريخ ۽ پنهنجي تصنيفات جي آئينہ دامن ۾ زنده جاويد آهن. الله ڪيس پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي (آمين).

## (۱۰) محترم احمد علي چانڊيو

شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو.

ائين صحيح آهي تہ هر انسان ۽ هر ساه کي ان ذات طرف موٽڻو آهي. مگر ٿورا سچا انسان جڏهن موٽندا آهن تہ ڇڏي سڀ ڪجهہ ساڻ کنيون ويندا آهن. قاضي صاحب جن صرف توهان جو والد نہ بلڪ ڪيترن علم دوستن جا بہ هڏ ڏوکي هئا. هو پيار ۽ پاپوه سان قرب همدردي سان پدري شفقت ٻلجي پراون کي پنهنجو بنائيندا هئا. اڌ صدي کان مٿي ڪتابن جا خالق هئا. جن جي خبر منهنجي دوستن ٻڌي سي تہ آسائتائي رهجي ويا. اهڙا انسان صدين سان پيدا ٿيندا آهن.

قاضي صاحب جن سان منهنجو رشتو قلبي هيو ۽ تقريباً سالن کان رهيو آهي جن وٽان مونکي فن ۽ فڪر، سڃاڻپ ۽ ساڃاه ملي. هي عظيم انسان بلا لوڀ لالچ جي ڪتاب لکي مفت ۾ تقسيم ڪندو رهيو. جنهن جو مقصد ئي صرف علم ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ هيو. قوم کي اوج جي منزل ساڻائڻ ٿي گهريو ۽ علم جي دولت سان مالا مال ڪرڻ ٿي گهريو.

”مرڪي آيا موتي داتا ڳلن تان سي ڳاٽ ڏئي،
ٿم ٿم ٿمڪيا مور نہ ترسيا، ڦهڪا سي ٿي ڦاٽ ڏيئي.“

## (١١) محترم علي محمد راهو

مسلم آباد ڪراچي.

سچل سرمست جي روضي مبارڪ جو پهريون ڀيرو حاضري ڏيندي هڪ سنهڙي سپاجهڙي بزرگ جي قدم بوسي اوچتو نصيب ٿي. اها ذوالقعد جي ٢٢ تاريخ هئي. ان وقت اهو وهم گمان به نه هيو ته ساڻن منهنجي هيءَ ملاقات پهرين ۽ آخرين هوندي. سندن شخصيت اهڙي ته جاذب هئي جو روح نٿي چاهيو ته ڪانئن جدائي اختيار ڪجي. اهوئي سبب هو جو وريو وريو موٽي اچيو ٿــي ڪين پيرين پيس ۽ بــار بار ڪانئن موڪلائيندو ٿي رهيس. غالباً اهو انهيءَ ڪري جــو سندن روح به چيي ڪاٺي رهيو هو ۽ روحاني طرح ڪشش ڪندي مونــکي موٽائي رهيا هئا.

اڄ ڪراچيءَ ۾ سندن وفات جي خبر پڙم تــه اکين اڳيان اونده اچي ويئي. دماغ ۾ ڪيئي الجهنون هيون جن کي ڪانئن سلجهائڻ ٿي چاهيم. دل ۾ ڪيئي حسرتون هيون جيڪي ملاقات دوران پوريــون ڪرڻ ٿي چاهيم. پر افسوس جو هڪ ٿي جهلڪ ڏيکاري پاڻ اهڙيءَ طرح ته محجوب ٿي ويا جو سواءِ عالم تعصرات جي سندن ديدار مجدث ٿي ويو. پر اهڙيون شخصيتون موت جــي متائي بــه نٿيون متجن. سندن جلايل جوت ڪڏهن به جهڪي ڪانه ٿيندي. البت ايترو ضرور آهي جو اسان ظاهر بين جي بينائيءَ کان بنهه دور هليا ويا پر سندن پر اسرار شخصيت دل ۾ اهــڙيءَ طرح ديــرو ڪري ويئــي جو وسارڻــي ڪونه وسرندي.

قاضي صاحب جن پاڻ اجل کي، لبيڪ شهيدن جي مخصوص مهني ۾ ڪئي اٿن. منهنجي اعتقاد مطابق انهيءَ مهني ۾ مــرڻ بجاءِ خود شهادت آهي. اهو عرض به ڪندو هلان ته شهيدان ڪربلا جو ڪربل

۾ وارد ٿيڻ جي تاريخ پڻ ٢ محرم آهي، جيڪا اسانجي قاضي صاحب جي تاريخ آهي. حسين لچپال سان سندن جيڪا عقيدت هئي سا سندن ڪتاب ”سفر نامہ“ مان عيان آهي.

## (١٢) محترم پروفيسر بدرالدين اچڻ

موت جو ظالم پاڇو جگر جدا ڪيو ڇڏي. پر اهي انسان جيڪي موت جي ڏاڍ کان ڏاڍا ٿيندا آهــن سي هميشه زنده رهندا آهن. سائين علي اڪبر بہ انهن مان هڪ آهي. ٺيڪ آهي جسماني طرح ڪٿي هو اسان کان جدا ٿي ويو پر روحاني طور هو هميشه اسان سان گڏ رهندو.

## (١٣) صوفي جهامنداس

شڪارپور.

قاضي صاحب اوهانجو والد صاحب تہ هيو مگر حقيقت ۾ اسانجو جوڙ ٽٽي پيو. درگاه جو فقراه، دل گهريو سائي ۽ منهنجو هردم حال محرم هيو. سندس يـاد ۾ مـان چـاڪريان سواء اڪين مان ڳـوڙها وهائڻ جي ڇو تہ:

علي اڪبر تو اچي ياد، تہ بس هنهاءٌ ڏري ٿو
ويهـان ٿـــو لـڪـڻ، تہ قلم سرد آہ ڀري ٿو
درگاه جـو فقير هيو، منهنجو دل گهريو سائي
ڳالهيون ٿو ڳڻيان تہ، منهنجي اڪين آب تري ٿو.

## (۱۴) اداره سچل سرمست

شڪارپور.

هـن ريت تعزيت جو ٺهراءُ پاس ڪري ٿو.

اداره سچل سرمست جـي هي ميڙ سنڌ جي نامور شاعر ، اديب ، ڪافـي ڪتابن جـي مصنف قـاضي علي اڪبر درازي، جـو حضرت سچل سرمست جي شيدائي هيو. ان جي انتقال پرملال تي سخت ڏک ۾ برابر جو شريڪ ٿي رب العزت جي درگاه ۾ دعاگو آهي ته مرحوم قاضي صاحب کي جنت‌الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سندن پوين کي صبر جميل جي طاقت بخشي (آمين).

قل پڙهي مرحوم جي روح کي ثواب بخشيو ويو ۽ سندس احترام ۾ ۵ منٽ خاموشي اختيار ڪئي ويئي.

## (۱۵) محترم صوفي آزاد ڏوهري-

قاضي صاحب اسان جـي دل جو گل هـو هڪ نيڪ دل ، فقير، صوفي، اديب؛ اهل‌الله ۽ ظاهر باطن علم جو گوهر هو. سندس ادبي خدمتون ۽ مرشد پاڪ حضرت سچل سرمست جي ڪلام جون تصنيفون ماڻهن ڪان ڪڏهن ڪين وسرنديون. سندس ڪلام پـڻ قابل تعريف آهي جنهن ۾ هر اها خوبي موجود آهي. جنهن سان هڪ عشاق جـا خيالات اظهار ٿين ٿا. قاضي صاحب جو روح سدائين زنده رهندو. چاڪاڻ ته هوهڪ "موتوقبلل" فقير هو.

قاضي صاحب کي هيل ادب ۾ پهريون نمبر انعام به مليو هـو. جيڪو ٽي- وي تي ڏيکاريو ويو هو. قاضي صاحب کي اهو عزت جو اعزاز پڻ حال حيات ۾ نصيب ٿيو.

## (١٦) محترم عبدالله آخوند

ٺٽہ نئگر.

جناب قاضي علي اڪبر صاحب جي وفات جو اخبار ۾ پڙهي سخت صدمو پهتو. اکيون اشڪبار ٿي ويون. ڪجھ وقت تہ ڪجھ بہ سمجھ ۾ نہ پئي آيو. آخر رب جي رضا تي راضي رهڻ کان سواءِ ڪجھ بہ نظر نہ آيو. قاضي صاحب پنهنجو وقت تمام چڱو گذاريو. مرحوم کي خداوند تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جاءِ عنايت فرمائي. (آمين)

## (١٧) محترم قاضي عبدالحي

رتوديرو.

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي صاحب جي لاڏاڻي سبب سنڌي قوم جو هڪ وڏو نقصان پڻ ٿيو آهي. انهيءَ نقصان جو اندازو لفظن ۾ ڪڍي نٿو سگهجي. صرف محسوس ٿي ڪري سگهجي ٿو.

قاضي صاحب جي وڇڙي وڃڻ ڪري قوم ”سچل سائين“ جي هڪ سچي عاشق شارح کان محروم ٿي وئي آهي.

## (١٨) محترم مقصود گل

رتوديرو.

مرحوم قاضي علي اڪبر صاحب منهنجي خاص بزرگ مهربانن مان هڪ هو. قاضي صاحب ”سچل سائين“ جو سچو عاشق هو. هن پنهنجي زندگي سچل سائين جي تحقيق لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. سنڌس ادبي خدمتن کي تاريخ هميشہ سونهري اکرن سان ياد ڪندي رهندي.

## (١٩) صوفي حسين بخش پيو

عمر پيو تعلقه ڏوڪري.

هوهڪ سچو صوفي فقير هو سندس مرشد پاڪ حضرت سچل سرمست لاءِ ڪيل ڪتابي ۽ عملي خدمتون قابل تعريف آهن. مرشد پاڪ جي قرب ۽ محبت جو مجسمو هو. الله پاڪ ۽ مرشد پاڪ سائس راضي آهي. هو سنڌ جو پڻ هڪ واحد اصلاحي ۽ ادبي اديب هو. مذهب ۽ تصوف سان سندس بيحد پيار هو. انشاءَ الله سندس تصنيف ٿيل ڪتاب سدائين سندس ياد ڪي نئون تازو ڪندا رهندا. ۽ عوام جي دلين ۾ سندس ترجمان ۽ سندس خود جو ڪلام محبت سان پڙهيا ويندا.

## (٢٠) محترم جاويد چانڊيو

اباوڙو.

"بيشڪ هر شيءِ خدا جي طرفان آهي ۽ انهيءَ ڏانهن رجوع ٿيندي" هر مسلمان انهيءَ ڳالهه تي ايمان رکندو آهي. دنيا ۾ چڱا ماڻهو گهٽ ئي پيدا ٿيندا آهن. پر هو هميشه زنده رهڻ لاءِ پيدا ٿيندا آهن. انهن جو جسم ته فاني ٿيندو آهي. پر انهن جي شخصيت ۽ سيرت ۽ ڪردار غير فاني ٿيندو آهي. مرحوم قاضي صاحب (ڏاڍي ڏک سان لکجي ٿو) به اهڙين شخصيتن مان هڪڙي شخصيت هيو!!

## (٢١) محترم محمد حسن و گل لغاري

مدرسه دارالهديٰ مسڻ وڏا.

جناب علي اڪبر صاحب درازي سائين سچل سرمست عليه الرحمة جا سچا شيدائي ۽ سنڌي ادب جا خصوصي خادم واصل بحق ٿي ويا. الله پاڪ مرحوم کي جنت الفردوس نصيب ڪري.

مرحوم جن سنڌي ادب جا دلي درد رکندڙ ۽ سچا خادم هئا. پاڻ سچل سائين تي گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب لکي سنڌي قوم جي دلين جي ترجماني ڪري مٿس وڏو احسان ڪيو اٿن. الله پاڪ مرحوم جن جي پاريل شمع کي تادير روشن رکي. مگر سندن وفات ڪري هڪ خال ضرور محسوس ٿي رهيو آهي.

### (٢٢) محترم محمد اسلم رسول پوري

تحصيل جام پور- ضلع ديره غازي خان.

جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب جـي وفات حسرت آيات جو ٻڌي بي حد دلي صدمو پهتو. قاضي صاحب منهنجو روحاني استاد هو. مان علمي طور تي قاضي صاحب مرحوم کان بي حد فيض حاصل ڪيو آهي. بيشڪ هوهڪ قابل احترام انسان هو.

### (٢٣) محترم محمد اڪرم انصاري

ميمبر سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن حيدرآباد

مرحوم جـي سادگي، نهٺائي، عظمت ۽ بلند خيالـي هميشه ياد رهندي. سندس قول ۽ عمل اسان ۾ نت نئون جذبو پيدا ڪندو رهندو- ۽ سچل سرمست جي مشن کي اميد ته اڳتي وڌائيندا رهنداسون. شال الله تعاليٰ مرحوم کي جنت ۾ خاص مڪان عطا فرمائي.

### (٢٤) محترم سعيدالله قاضي

شعبه اسلاميات پشاور يونيورسٽي.

قاضي علي اڪبر درازي صاحب مقتضائي الاهي وفات ڪري ويو.

انا الله و انا عليه راجعون. مرحوم واقعي وڏي خدمت انجام ڏيئي رهيو هو. سون سان هن جو خط و ڪتاب ڪافي وقت ڪان ٿيندو رهندو هو. اسانکي هڪ ڏينهن موت جو پيالو پيئڻو آهي. الله تعاليٰ مرحوم و مغفور کي غريق رحمت ڪري.

## (٣٥) محترم احمد علي چانڊيو

شهداد ڪوٽ.

قاضي علي اڪبر درازي حقيقت ۾ هڪ اڻٿڪ محنت، هڪ اڻوسڙندڙ زندگي ۽ اڻ لهندڙ سج، اڻميو ماڻهو هيو. اگر اهڙي شخصيت ڊارين وٽ هجي ها ته اقبال ٿي اڻي ها. ارسطو ٿي ابري ها. افلاطون ٿي لهي ها. مگر سائين هڪ سماجهو سنڌي محقق دانشور دانش آموز هيو. جنهن زندگيءَ ۾ اميدن جي جهولي شايد پوري ڪانه پري. اسان جا وري پنهنجن کي موروثي نه سهن. ٿورو اڳيرو پر اڳيروئي نه سهن. ان جي هستيءَ مان چار لڪائي کڻي ظاهر ڪن. مگر ائين ڪرڻ انهن لاء ڪٺن آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو بلندي بجاء پستيءَ طرف روان دوان آهيون.

## (٣٦) محترم آفاق صديقي

ميرپور خاص. (اردو جو ترجمو)

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم اسانجي انهن محسن ۽ ڪرمفرمائن منجهان هڪ هو جنهن جون بي لوث علمي ۽ ادبي خدمتون اسانجون ۽ اوهانجون عظيم تهذيبي ورثو آهن. مونکي ان تي بيحد فخر آهي ۽ اهڙي جليل القدر عالم ۽ فاضل. يگانه روزگار سند جي نياز مندي ۽ خدمتن جو شرف حاصل رهيو آهي.

يقينن قاضي صاحب جي وفات نہ رڳو هڪ فرد واحد جـي وفات آهي. پر اهڙي علمي ۽ ادبي ماڻهوءَ جي وفات آهي جنهن علم ۽ ادب جا گوهر ۽ شعور گهر گهر پهچايو. پروردگار اسانجي عظيم قاضي صاحب کي پنهنجي جوار رحمت ۾ جڳهہ ڏي. اسان سڀ پنهنجن دلين کـي قاضي صاحب جي بي نظير ڪتابن سان روشن ڪندا رهون.

## (٢٧) محترم سليم جهانگير

ايڊووڪيٽ. لاهور. ( اردو جو ترجمو )

جڏهن اوهانجي والد صاحب جي وفات جي خبر پيئي تہ آءٌ لاهور ضلع جي ماضيءَ جي طرف موٽي ويس. مون کي اهو نقشو اکين سامهون گهمندو رهيو جـڏهن مرحـوم و مغفور سان چند سال اڳ درگـاه سچل سرمست. درازا شريف تي ملاقات جي سعادت نصيب ٿي. کهڙو نہ فقيراڻو نرالو انداز هيو جو درگاه شريف سان لڳ هڪڙي حجري ۾ زمين تي وڇايل هڪ تڏي تي ويٺو هيو. اسانجي سلام عرض ڪرڻ سان. پـاڻ اٿي بيٺا ۽ پنهنجي شفقت وارو هٿ مـون کـي منهنجي چند لاهوري سائين سان گهڙي گهڙي وڏي قرب سان هٿ مـلائيندا رهيا. سندن گفتگو جي انداز منجهان ڪنهن بہ شخص کي اهو اندازو ڪونہ پئي لڳو تہ اسان قاضي صاحب سان پنهنجي حياتيءَ ۾ پهريون ٿي دفعو ملاقات ڪري رهيا آهيون. نهايت شفيق ملنسار ۽ بي تڪلف، ٿورڙي گهڙين ۾ اسان جي پڪي دوستي ٿي ويئي. جنهن کي مرحوم پنهنجي آخرين ساهه کڻڻ تائين نڀايو. نئين تصنيف ٿيل ڪتاب باقاعدگيءَ سان موڪليندو رهيو ۽ خيريت پڇندو رهيو. مون کي هميشہ سندس ان ناتي تـي فخر رهندو. هاڻـي اهڙا انسان ڪٿي آهن. اهـڙو صدق جانفشاني. محبت. ايمانداري جو مجسمو ۽ شمع سچل جو پورو پورو پروانو ۽ عاشق صادق هيو. مان يقين سان چوانٿو تہ سچل سرمست

جي مزار جي ارد گرد ڪجين جا جهڳٽا اچان ٿــائين سر مٿي ڪري هن جي راهه تڪيندا هوندا. سائين صاحبڏنه انهن ڪان بــار بار پڇندو هوندو ته منهنجو عاشق- منهنجو ديوانو قاضي علي اڪبر ڪنهن راهه سان اوهان کي ايندي نظر اچي ٿو ته:

"وارث شاه ميان اوه نهين مرندے،
جنهيــان ڪيتيــا نيڪ ڪمايـــان"

هــي پير وارث شا جو مصرح قاضي صاحب مرحوم تــي بلڪل ٺيڪ ٿو لڳــي. مرحوم پنهنجي ڪم ۽ نالــي جي حوالي سان اڄ به زنده و جاودان آهي ۽ سدائين به رهندو.

## (۲۸) محترم گياني بيوس

پونا- ڀارت.

قاضي صاحب درگاه شريف جو هڪ ڳهڻو هو. سخي شهنشاه جي وقت ۾ هن وقت جي اهم ڪڙي هئي. سندن وفات ڪري جيڪو خال پيدا ٿيو آهي. سو مشڪل سان پرجي سگهندو.

سندن درگاه شريف جون خدمتون لاثاني ۽ بي لوث هميشه يــاد رهنديــون. رب العالمين کين جنت ۾ جــاءِ ڏيندو ۽ سندن مٿــان رحمت برسائيندو.

## (۲۹) محترم جوڳي

بمبئي- ڀارت.

پياري درويش قاضي علي اڪبر درازي جي رحلت جو ٻڌي ارمان

۽ ڏک ٿيو. واه! واه! جو يار تو خدمت ڪئي. بس آخر فنا آهي. نيٺ هرهڪ جو مڪان آخر اهوئي آهي. وجي پنهنجي محبوبن جي ڪچهريءَ ۾ داخل ٿيو. بيشڪ هن مرشد موليٰ جي بيحد خدمت ڪئي ۽ سنگت ۾ سرفراز ٿيو. بس انسان جنهن ڪم لاءِ آيو آهي- هن ڪيو. رب پنهنجي نظر ۾ رکندا.

باقي دنيا فاني آهي- رب جي رضا تي راضي رهڻو آهي.

## (۳۰) محترم ديو ملشاراماڻي

بمبئي- ڀارت.

قاضي صاحب نه صرف اوهانجو والد هو پر اسان لاءِ به والدڪان گهٽ نه هو. روهڙي شهر کي اهڙن بزرگن ڪري ناز آهي ۽ رهندو ۽ روهڙي جي اصلي باشندن لاءِ به سندن وجود مسعود فخر جو باعث هو- اهڙيون هستيون نادر پيدا ٿين ٿيون. هو به ذات هڪ انجمن هو- پنهنجي آخري زندگي هڪ ئي مقصد ۽ هڪ ئي آدرش جي پوئواري ڪندي گذاري- اڪيلي سر پنهنجي هڙان ۽ وڙان پئسا سيڙائي پنهنجا سک ۽ آرام ڦٽائي جنهن نموني حضرت عبدالوهاب سچيڏنه جي ڪلام تي روشني وڌي ۽ سنڌين آڏو هن کي اعليٰ شاعر پيش ڪرڻ جي ڪوشش ورتي سا تعريف جوڳي آهي- ۽ سنڌي ادب ۾ سون سان لکڻ لائق آهي. حضرت بيدل جي لفظن ۾ قاضي صاحب سهي معنيٰ ۾ مرد هو ۽ هو ڪڏهن نه ما مرن.

شال خدا تعاليٰ- هن جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي- نه فقط اوهان لاءِ- اسان لاءِ- هر سنڌيءَ جو فرض آهي ته اهڙي ذوق وچان سنڌي زبان سنڌي ادب- تصوف- سنڌي تهذيب جي شايان شان خدمت ڪن ۽ عوام جي اڻ پڙهيلن جي، ڪريلن جي جوڳي خدمت ڪن، جيئن هو اڳتي وڌن ۽ ويجهن ۽ سنڌي تهذيب جا علمبردار ٿين.

هن ناچيز روهڙي کي وساريو ناهي- هردم ياد آهي ۽ ياد رهندي- ۽ ڪڏهن به ڀلائي نه سگهبي. جنهن شهر قاضي صاحب جهڙا فضيلت ۽ علم جا صاحب پيدا ڪيا. يا اگي ڪيئي عالم شاعر صوفي ۽ عرفان جا صاحب وجود ۾ آيا. سو شهر ڪيئن وسري ٿو سگهي.

## (٣١) محترم ڊاڪٽر ناري

گرين وي- لنڊن.

سخت افسوس جو اسانجو درويش قاضي علي اڪبر درازي هن فاني دنيا مان لڏ پلاڻ ڪندي رمندو رهيو. سخي داتا سان روح رهاڻ ۾ محو هوندو. اسين سچل سائين وٽ اهائي وينتي ٿا ڪريون ته درويش درگاه در خوش باش هجي.

مونکي هن درويش سان ملڻ تي ڏاڍي دل هئي ۽ ڏينهن پڻ ڳڻيا ته ڊسمبر ۾ وڃي سخي بادشاه جون ڳالهيون ڪري سندن دعا گهربي. جيتوڻيڪ گهڻو وقت خط پٽ جي ڳالهه ۾ گهڻو وقت نه سمايو ته به مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ته تمام گهڻي وقت جي سڃاڻپ آهي. سندن قرب جهڙا ۽ عزت ڀريا خط مان پنهنجي ساه وانگر سنڀاليندس. مان سندن لک لک شڪر گذار آهيان جو مون تي مهر ڪري دعائون ڪيائون. اهڙي درويش جو ته هن دنيا ۾ چڙيو، پر سخي داتا درگاه وٽ به مان آهي. شل اسين انسان سندن نصيحت تي هلي پنهنجو جنم سڦلو ڪريون.

## (٣٢) محترم سبط الحسن

ڪرشن ننگر لاهور.

اسانکي ڊڍي بيحد ڏک ٿيو ته هڪ وڏو بزرگ هن فاني دنيا تان

منهن متائي ويو۔ قاضي صاحب مرحوم انهن بزرگن منجهان هڪ هيو جنهن ڪـان ماڻهو فيض حـاصل ڪندا هيا. اهڙا ماڻهو مشڪل سان ملندا آهن جيڪي پنهنجي سڄي زندگي عوام جي ڀلائي ۽ بهتري لاء گذاري ڇڏين.

قاضي صاحب مرحوم جي زندگيءَ جو هڪڙو ئي مقصد هيو تـه سچل سرمست سائين جـي ڪلام ۽ سندس فلسفي ڪـي عوام تائين پهچائجي۔ اهـو هڪ وڏو مشڪل ڪم هيو، جـو هن ضعيف البدن ڪري ڏيکاريو ٻيو ڪوبہ ڪري ڪونہ سگهيو. هنن جـي مٿان هڪ عظيم ذميداري هئي، هڪ تـہ هن سچل سرمست سائين جـو ڪلام گهر گهر پهچايو ۽ تنهن سان گڏوگڏ فيض پڻ رسائيندا رهيا.

مان ڪوشش ڪري تقريبات ۾ ضرور اچي شامل ٿيندس. ڇو جو منهنجي دلي تعلق بکر جي بزرگن سان آهي. جيئن جو منهنجو بزرگ محمود شاه مڪي شير سوار ۽ امير شاه صدرالدين زنده و جا ودان جي خاندان جـو معتقد آهيان. جتي آءٌ فـاتح پڙهي دلي سڪون حـاصل ڪندو آهيان.

آءٌ پنهنجي دل جي حضور سان قاضي صاحب مرحوم جي روح کي ثواب پهچائڻ لاء سوره فاتح ۽ قل‌شريف ۽ درود شريف پڙهي بخشيان ٿو. تنهن سان گڏ رب العزت جي بارگاه ۾ دست بدعا آهيان تہ الله تعاليٰ هن کي پنهنجي پيارن سان گڏ ڪري۔ (آمين)

# ( ڀاڱو ٻيون )

## نثري ادب جو تنقيدي جائزو

محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
لاڙڪاڻو سنڌ

### (۱) "سچل جو سچو شيدائي"

حقيقت هي رهي آهي تہ سچل سائينءَ جي جنهن عقيدت ۽ ادب سان مرحوم علي اڪبر درازيءَ خدمت ڪئي آهي، تنهنجو مثال ملڻ محال آهي. هن تن من ۽ ڌن خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيا هئا. جنهن جو دليل اهو آهي جو مرحوم پنجاهہ ڪتاب ترجمو ۽ تصنيف ڪري ويو آهي. هڪ شاعر تي ايڏو ڪم ڪرڻ ڏيکاري ٿو تہ هن سچي چمار سچل سائينءَ جي ڪلام کي سمجهڻ ۾ صرف ڪئي آهي. اڄ ڪٿي آهن اهڙا غواص جـي شاعر جـي بحر بي بحران ۾ هٿين خالي وڃـي موتين جـون مٺيون ڀري اچن. خـدا کين ان پاڪ پورهئي جو اجر عظيم ڏيندو. ( آمين )

محترم عبدالرئوف قريشي
روهڙي سنڌ

### (۲) "شفيق شهري"

مرحـوم و مغفور قـاضي علي اڪبر درازي هڪ مخلص انسان، علم دوست همدرد ۽ شفيق شهري ۽ پڪو مسلمان هيو. مرحوم تمام گهڻين خصلتن جو مالڪ هيو. علم ۽ ادب جي خدمت پيريءَ ۽ ضعيف بينائيءَ ۾ بہ ڪندو رهيو.

شهر ۾ هر شهريءَ سان همدرديءَ جو قدم کنيائين. هلڻ جا عاجز هئا مگر لٺ جي سهاري ٻه شهرين سان غميءَ جــو پير ضرور پرپندو هيو. اهڙين خانداني شخصيتن جي طفيل خانداني رشتا هميشه قائم ۽ زنده رهندا آهن. ڪيترا ڀيرا شديد نظرياتي اختلافات هوندي ڀي انهن ماڻهن سان غميءَ ۾ ضرور شريڪ ٿيندو هيو هڪ وڏي بلند اخلاق ۽ ڪردار جو مالڪ هيو.

مرحوم کي تعليم جي گهٽتي ۽ استاد جو وڏو احترام هوندو هيو. پنهنجي پاڙي جي اسڪول جي بهبودي ۽ فلاح لاءِ سدائين ڪوشان رهندا هئا. ۽ تعليمي آفيسرن سان ان ڏس ۾ رابطو قــائم رکنــدا هئا. ساليانې امتحان واري ڏينهن تي ان اسڪول جي استادن ۽ ممتحن کي چــانهه پيارڻ ۾ وڏي خــوشي محسوس ڪندا هئا. ان روايت کــي آخر تائين قائم رکيائين. مرحوم صوم و صلوات جو نهايت پابند هيو. ۽ مذهبي خيالات رکندو هو. سچل سائين جو سچو عاشق هو، جنهنڪري سندس طبيعت ۾ سچ پرپل هو.

روهڙيءَ ۾ سندس وفات جــي ڪري جيڪا خــلا پيدا ٿي آهي. شايد ئي ان کي ڪوئي پري. چاڪاڻ جو ڏينهون ڏينهن اهڙا ماڻڪ موتي لڪندا وڃن ٿا.

خدا کين جنت ۾ جاءِ ڏي (آمين)

## محترم ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي

لاڙڪاڻو سنڌ

## (٣) "تصوف جي تحريڪ"

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم عظيم شخصيت جو مالڪ هو. هو سنڌ ۾ تصــوف جــي تحريڪ جــي آخري نشاني هــو. هن حضرت سچل سرمست جي ذڪر کي عام ڪرڻ لاءِ سڄي عمر ڀــاڻ پتوڙيو.

هو پنهنجي تحريڪ ۾ ڪامياب ويو ۽ هينئر سرمست سائين جي فڪر جو چوڏس چوپولو آهي. جيئن تہ مون کي تصوف سان دلي لڳاءُ رهيو آهي. انهيءَ ڪري حضرت قاضي صاحب جي مون سان بي انتها محبت هئي. هو هڪ سچو انسان هو. ۽ صحيح معنيٰ ۾ انسان دوست هو. هو سدائين پنهنجي مرشد جي محبت ۾ محو رهيو، سندس وفات تي مونکي دلي صدمو پهتو.

حضرت قاضي صاحب جي وفات علم ادب ۽ تصوف جي تحريڪ ۾ اهڙو خال پيدا ڪيو آهي. جيڪو ڀر نٿو ٿي سگهي. دعا آهي تہ الله تعاليٰ مرحوم کي جنت‌الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي. (آمين)

## محترم حافظ محمد احسن چنو

دادو سنڌ

### (۴) ” ملاقاتيون ۽ يادگيريون “

محترم الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ سان منهنجو پس غائبانہ تعارف تہ ورهين ڪان هو. مگر ملاقات پهريون دفعو سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ ٿي. مون پنهنجي فرزند نورچشم منظور احمد کي سچل سرمست ڪاليج ۾ فرسٽ ييئر ۾ داخلا لاءِ ويس جو ڪاليج جو پرنسپال منهنجو خاص دوست پروفيسر محبوب علي چنا صاحب هو. اتي الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. قاضي صاحب مونسان عزت ۽ تعظيم سان پيش آيو. سائس روح رچنديون ڳالهيون ٻوليون ٿيون. جنهن ڪري ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. ان بعد ٻہ ٽي دفعا قاضي صاحب سان سچل سرمست ڪاليج ۾ ملاقاتيون ٿينديون رهيون ۽ تعلقات وڌندا رهيا.

جڏهن مون اخبار آواز- سنڌ دادوءَ مان جاري ڪئي تہ قاضي صاحب کي هر هفتہ اخبار باقاعديءَ سان موڪليندو رهيس جو اڄ تائين اهو

سلسلو جاري آهي. قاضي صاحب جيڪي ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا. انهن جون ٻه ٻه ڪاپيون مونڏي موڪليندو رهندو هو. آءٌ سندس ڪتابن تي تبصرو لکي پنهنجي اخبار ۾ شايع ڪندو رهيس. مونکي لکندو هو ته اوهانجو تبصرو مونکي گهڻو پسند ايندو آهي، پيا اشتهار- تحريرون ۽ پنهنجا شعر اخبار ۾ شايع ڪرڻ لاء موڪليندو هو. خط و ڪتابت جو سلسلو جاري هوندو هو.

قاضي صاحب سچل سرمست عليه رحمت جو سچو معتقد- ارادتمند- بلڪ سچو ۽ صادق عاشق هو. جنهنکي "فنا في الشيخ" جو لقب حاصل هو- سچل سرمست جي فارسي مثنوين ۽ ڪلام جو اردو ۽ سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪري مفت تقسيم ڪندو رهيو.

سچل سرمست کي هفت زبان شاعر ثابت ڪرڻ لاء سندس ستن ئي ٻولين جا شعر ڇپائي عوام کي ڏيکاريائين ۽ تسليم ڪرايائين ته برابر سچل سرمست هفت زبان شاعر هو.

صاحب موصوف صحيح اعتقاد وارو موحد ۽ عاشق- رسول هو. سندس شعر حضور اقدس جي شان ۾ ۽ چئن يارن ۽ پنج تن پاڪ جي تعريف ۾ ڪافي چيل آهي. جي مون پنهنجي اخبار ۾ وقت بوقت شايع پئي ڪيا.

پنهنجي مرشد سان والهانه محبت، عاشقي جي درجي جي هئي. علم ادب جي سچي زندگي خدمت ڪيائين. اٽڪل پنجاه ڪتاب ڇپائي مفت علم دوست اصحابن ۾ تقسيم ڪيائين جي علم و ادب ۾ اضافو ڪندڙ آهن. آخر ۾ "قرآني آيات" جي آيتن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري ڇپائي اجر عظيم ۽ ثواب دارين حاصل ڪيائين.

"موتين مٺ" ۽ "رهائيون" ڪتاب سندس ڪارنامن ۽ ڪارگذارين جا صحي مجموعا آهن. قاضي صاحب هڪ علمي انجمن هو- فارسي- عربي ۽ اردو جو ماهر ۽ قابل هو.

خدا تعاليٰ دنيا ۾ سندس وڏي عزت ڪئي. ۽ الله تعاليٰ جل جلال هو جنت الفردوس ۾ سندس جايون عطا ڪندو. (آمين)

## محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
اسلام آباد

## (٥) ”هڪ لائق انسان“

قاضي علي اڪبر مرحوم ذاتي طور هڪ وڏو لائق انسان هو. صداقت ۽ سچائي سندس اعليٰ اخلاق جا نمايان پهلو هئا. سچل سائين سان سندس ارادت ۽ عقيدت بي مخلصاڻي ۽ والهاڻي هئي. باوجود مشڪلاتن جي ۽ اڪيلي سر هن سچل سائين جي صحيح ڪلام ۽ صحيح فڪر جي وڏ ۾ وڏ اشاعت ڪئي. ڪو سال خالي ڪونه هو جو سندس طرفان ڪو ڪتابڙو شايع نه ٿيندو هو. مونتي سندس خاص مهرباني هئي جو هر ڪتاب شايع ٿيڻ سان موڪلي ڏيندو هو.

قاضي صاحب پنهنجي پروگرام کي صرف زباني تبليغ تائين محدود ڪونه ڪيو. هن پاڻ کي به فقيري جي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو. ۽ پڻ موحداڻي ۽ فقيراڻي حال کي پنهنجي ڪلام ۾ آندائين جيڪو قابل قدر آهي.

## محترم اظهر گيلاني
گهوٽڪي ضلع سکر سنڌ

## (٦) ”قاضي علي اڪبر درازي“

مرحوم مغفور قاضي علي اڪبر درازي کي قدرت انيڪ خوبيون عطا ڪيون هيون. ڇا وجاهت. ڇا ذهانت؟ هو خوش بياني. خوش خلقي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هو شاعر به هو. اديب پڻ. هو مقرر به هو. مفڪر پڻ. جڏهن به لکڻ لاءِ قلم ڪاغذ تي هلڻ شروع ٿيندو هو. يا اسٽيج تي اچي ڪجهه چوڻ چاهيندو هو. ته اعتدال ۽ تناسب هميشه نظرن

کان اوجهل ٿي ويندا هئا، اڻ ملهه جواهريات سان گڏ ڪنڪر ذره به انهيءَ وهڪري ۾ وهي ويندا هئا.

هو سچل سرمست جو عاشق صادق جان فدا ۽ پرستار، خليفو ۽ صوفي سچارو هو. خودي جي علمبردار ”دولهه درازيءَ“ جي تعليم، فڪر، فن تي مدار رکندڙ مواد سموهڻ ۽ ترتيب ڏيڻ جي ڪم ۾ مصروف ۽ مشغول نظر ايندو هو. هن مختلف موضوعات تي ننڍا ننڍا ڪتابچه به لکيا آهن. انهن مان هڪ به تنقيدي تيرن جو نشانو به بڻيا آهن. مگر قاضي صاحب جو محور ۽ مرڪز سچل جي شاعري ۽ شخصيت رهيو آهي.

هو محبت ۽ مروت جو پتلو، خلوص ۽ وفا جو پيڪر هو. سچن دوستن تي سر فدا ڪرڻ لاءِ تيار رهندو هو. چو ته پاڻ صاف گو ۽ صداقت جو پرستار هو. بعض اوقات ٿوري ڳالهه تي ايتري قدر ٽپي لعل ٿي ويندو هو. جو دوستي ۽ محبت طاق تي رکيل نظر ايندي هئي. در اصل دوست به هن جا جان نثار ۽ فدائي هئا. ليڪن پاڻ ڪنهن به طرح محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيئن هڪ آتش پرست خود کي باهه جي ويجهو رهندي به پاڻ کي باهه کان بچائيندو رهندو آهي. هو پنهنجن دوستن، همدردن، رفيقن، درگاه جي عقيدت مندن، اديبن، شاعرن، سگهڙن، فقيرن، درويشن غريبن سان شفقت ۽ عنايت، قرب ۽ مروت سان پيش ايندو هو.

قاضي صاحب ساري حياتي علم ۽ ادب جي خدمت ڪئي آهي. جڏهن به ڪو ڪتاب ڇاپ ٿي صفح شهود تي آڻيندو هو. ان جون ڪاپيون فورن سنڌ جي اخبارات کي تبصره لاءِ روانيون ڪندو هو. انهيءَ سلسلي ۾ هفت روزه ”ذوالفقار“ جو نالو سر فهرست رهيو آهي. اخبار ملڻ کانپوءِ نه صرف شڪريه جا خطوط ملندا هيا مگر ڪيل تبصره جي خاص نڪتن تي قلمي ضرب به ڏيندو هو، مون سچل سرمست جي شاعري تي چند مضامين لکيا. جيڪي سنڌ جي مختلف رسالن ۾

شايع ٿيا. قاضي صاحب انهن مضامين کي پنهنجي تاليف ۾ شڪريه سان جاءِ ڏني ۽ مونکي اهڙو خط لکيو.

حضرت سچل سرمست جي ورسيءَ جي موقع تي ڪوشش ڪري مونکي دعوت ڏياريندو هو. نظم پڙهڻ تي دل کولي داد به ڏيندو هو. قاضي صاحب ظاهري طرح ته پيرسن هو. مگر بباطن آهني انسان هو. هن جو عزم ۽ اراده جوان. همت ۽ جرئت قابل تحسين هئي. انهيءَ عمر ۾ به مطالع جي موج ماڻي. ڪتاب لکڻ ڇپائڻ. دوستن ڏانهن ياد ڪري سوڪلڻ وڏي دليري ۽ همت جو ڪم هو. پنهنجي مرشد جي ورسين تي سفر جون صعوبتون سهي محفل مشاعره و مقالات ۾ شرڪت ڪرڻ مذاق نه هئي.

قاضي صاحب پنهنجي ڌن جو پڪو ۽ ايترو پڪو هو جو جتي به بيٺو آخر دم تائين پهاڙ وانگر پختو رهيو. هر جائز ذريعن کي ڪم ۾ آڻي. مخالف قوتن جو همت ۽ دليريءَ سان مقابلہ ڪرڻ. محنت و مشقت کان ڪنڌ نه ڪيرائي. رات ڏينهن ڪم ۾ مصروف رهڻ. تساهل ۽ ڪاهليءَ کي ويجهو نه آڻڻ، سندس ازلي عادت هئي. وڏي ڳالهه وري اها آهي جو هو ڪڏهن به پنهنجي ڪچي ڦڪي ڳالهه يا ڪمزوري نه لڪائيندو هو. چوندو هو ته الله پاڪ ته سڀ عيب ۽ ڪمزوريون پيو ڏسي ۽ ٻڌي باقي خلق خدا کان اهي ڇو لڪايون وڃن؟ قصو ڪوتاه جيڪي دل ۾ اهو زبان تي- جيڪي زبان مان نڪتو. اهو قلم جي زبان سان قرطاس تي تحرير ٿي ويندو. ڪڏهن به اها پرواهه ۽ ڊپ نه ڪيائين ته ان ڪرڻ سان ذاتي نقصان رسندو. يا ماڻهو مذاق اڏائيندا. هو هميشه عزت، ذلت، نيڪي بدي، فائدو نقصان خدا جي طرف کان سمجهندو هو. هن مرد مجاهد جو پنهنجي خالق ۽ مالڪ ۾ پورو ڀروسو ۽ ويساهه هو. واقعي هو هڪ سچو مسلمان ۽ صاحب ايمان هو.

قاضي صاحب ڏاڍو خوش قسمت انسان جو ان جو اولاد به

سعادت مند ۽ فرمانبردار. نيڪ ڪردار ۽ علم ادب جي شائق آهــي. آءٌ وڏي وات چــوندس ته اها قاضي صاحب جـي تربيت، محنت ۽ ڪوشش، ذاتي دلچسپي ۽ نيڪ نيتي جو ڦل آهي.

دنيا ۾ جنس جي اٿاڻ ڪانهي! مگر قــاضي علي اڪبر درازيءَ جهڙا مدبر، بلند نظر، شريف النفس، نيڪ خيال شخص گهٽ ڏسڻ ۾ ايندا.

"مشڪ جي خاڪ ۾ ملندي ٻـ ڪڏهن بو نه وئي،
صحبت گـــل ۾ رهيو خـــار مگر خـو نه وئـي."

## محترم گل محمد گلاٽي

شهداد پور

### (٧) "ماريا نہ موت"

موت برحق آهي. هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي. جـو آيو آهي تنهنکي وڃڻو آهي. جو گهڙيو آهي. تنهن کي ڀڄڻو آهــي. مگر هر انسان کي موت ماري نٿو سگهي. ظاهري ته پيلو پري ٿــو وڃي، پر وقت جـي واريءَ ني جيڪي نشان هو ڇڏي ٿا وڃن اهي صدين تــائين ايندڙ نسلن جي رهبري ڪندا ٽـا رهن. سندن ڪارنامــا روشنيءَ جا اهڙا مينار هوندا آهن جن جي وسيلي ڪيئن واٽ وڃايل واٽ لهندا آهن ۽ آخر وڃــي پنهنجي منزل ماڻيندا آهن. اهــڙا انسان صاحب عظمت انسان هوندا آهن. هنن جو عزم هميشه جـوان هوندو آهي. وقت جا وهڪرا. لاهيون ۽ چاڙهيون. ڪاميابيون ۽ ناڪاميون انهن جي عزم کي شڪست ڏيڻ نه سگهنديون آهن. هنن کي زندگيءَ جو ڪونہ ڪو واضع مقصد هوندو آهي. ۽ هو تنيءَ ۽ تڏيءَ ان ڏانهن ڪاهيندا آهــن. اهــڙن عظيم انسانن منجهان هڪ انسان مرحــوم علي اڪبر درازي هو.

سال ١٩٧٣ع ۾ جڏهن منهنجي روهڙيءَ بدلي ٿي ته سائن ملاقاتن

جو سلسلو شروع ٿيو. وڏي عمر، ٻيڙو جسم، پر عزم جوان، ڪم ڪرڻ جو جذبو قائم. پنهنجي مرشد جي محبت ۾ هميشه غرق. يقينن فنا في الشيخ جي مقام کي پهتل هئا. پهرياڻين ته پاڻ پئي لکيائون ۽ پڙهيائون. پر پوءِ اهو دور به آيو جو سندن نظر گهٽجي ويئي. ته پڙهائي پڙڻ ۽ لکرائڻ لڳا. سندن ادبي ذوق ۽ شوق آخـر تائين نـه گهٽيو. هرسال پنهنجي بـاغ ۾ سچل سرمست جـي چونڪي لڳائيندا هئا. ۽ ضد ڪندا هئا ته ضرور اچجو. سندن فرمائش رد ڪرڻ ممڪن ڪونه هوندي هئي.

جڏهن ۱۹۸۱ع ۾ منهنجي روهڙيءَ مان شهدادپور بدلي ٿي تـه ساڻن ملاقات لاءِ حاضر ٿيس. ان وقت طبيعت ڪجهه ناساز هين پر عمل جي راهه ۾ ڊوڙڻ جو جذبو اڃا سوڌو جوان هين. ڪجهه نون ڪتابن لکڻ جو اڃان به پروگرام پئي ٺاهيائون. ڪانئن موڪلائڻ وقت سوچيم پئي ته روهڙيءَ جو شهر جنهن ۾ ساڍا ست سال رهڻ ڪانپوءِ هتان جو ڪيترين ئي حسين ۽ شيرين يادگيرين پـاڻ سان کڻي ٿـو وڃان، ان کي وساري ته نه سگهبو. قرب وارن جي ڪشش ڪڏهن نه ڪڏهن پاڻ ڏي ڇڪيندي، پوءِ جڏهن هتي اچبو ته درازي صاحب سان وري به روح رهاڻيون ۽ قرب ڀريون ڪچهريون ٿينديون. اها ته خبر ڪانه هئي ته قدرت ڪو ٻيو فيصلو ڪري ڇڪي آهي.

جڏهن اوچتو اخبارن ۾ سندن هن جسماني جامي ڇڏڻ جو پڙهيم ته سندن نوراني ۽ پر عزم چهرو وري وري اکين اڳيان ڦرندو پئي آيو. يقين نه پئي آيو پر حقيقت کي تسليم ڪرڻ کانسواءِ ڪو ٻيو چارو به ڪو نه هو. اجل جو فرشتو پنهنجو ڪم ڪري ويو هو. هـن ڪان ڪير ٿو بچي سگهي. پير ۽ پيغمبر هجن يا دارا ۽ سڪندر. ڪکاين جهوپڙين ۾ رهڻ وارا هجن يا ڪوٺن ۽ قلعن ۾ رهڻ وارا. هو هرهڪ کي پنهنجي مقرر وقت تي وٺي ويندو. جڏهن اجل ايندو ته هڪ ساعت

نہ اڳتي هئندي نہ پوئتي. موت انسان کان سندس جسماني جامو تہ جدائي سگهي ٿو پر هرهڪ کي ماري نٿو سگهي.

جهڪي اڳـي ئي محبت ۾ ماريا ويا آهن. سي تہ مري مات نہ ٿيندا. جتي هميشه رهڻ واري زندگيءَ ۾ پنهنجي منزل ۽ مقصد کـي پهچندا اتي هن جهان ۾ بہ سندن داستان ڪڏهين ڪم نہ ٿيندو.

"مٺا جي محبت ۾ - ماريا نہ موت."

## محترم غوث بخش "خادم" کهڙائي

کهڙا ضلع خيرپور

### (٨) "گهڙيون گذاريم جانب سين"

"ڪچو سچو ڪين ٿـي - توڙي اچي رنگ
سچي سندي سنگ - ڪچا سچا ٿـي ويـــا"

(سچل سرمست)

ميز جي خاني مان فائيل ڪڍي ڪي ڪاغذ پي ڳولهيم تہ هڪ لفافي تي نظر پيئي. جيئن لفافو اڳ جو پڙهيل هيو تيئن سمجهي ويس تہ هي خط بہ هڪ نهايت مهربان ۽ شفيق علم دوست جو تحرير ٿيل آهـي. جيڪو هن وقت هن فاني جهان ۾ موجود نہ آهي. هـن فاني ڪائنات ۾ ڪئي لاثاني مرد مجاهدن جي آمدن و رفتن ٿـي. تن مان هڪ پيرسن بزرگ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي بہ هڪ هيا. مرحوم قاضي صاحب باحيا. باسخا ۽ زنده دل محسن رهيا.

"غـــلام اڪبر احقر - ڪري عجز آزي
مون سان عشق هردم - ناتو شل نباهي."

(علي اڪبر درازي)

اهو خط جنهن جو مون دوباره مطالع ڪيو. سو سندن وصال کان (وصال ٣٠- آڪٽوبر سنه ١٩٨١ع رات ساڍا نو بجا) هڪ ڏينهن اڳ جو تحرير ٿيل هو. جنهن دولهه درازي ۾ ٻين ڪتابن جو ذڪر ۾ کهڙا شهر جي اچڻ فقير درگاه جي هڪ فقير مهان شوڪت سائين جي وفات جو ڏک ۾ درگاه ڏانهن تعزيتي لفظ لکيل هيا.

قاضي صاحب جن گهڻي مدت کان وٺي خط و ڪتاب ڪندا رهيا. سون ڏانهن بيشمار خط لکيا اٿن. اهو سندن احسان. شفقت ۽ نظر ڪرم آهي.

جناب درازي صاحب جن ڪٿي احوال اوريا تن ۾ خاص مرشد سائين جي محبت ۽ عقيدت جو اظهار. ڪتابن جي ڇپائي ۽ تقسيم جو ذڪر وغيره.

الحاج قاضي صاحب جن ڇهاسي سالن جي ڄمار کان به وڏڙا هيا. سندن اکيون ۽ جسم زندگيءَ ۾ گهڻي محنت. رياضت ڪري ضعيف ٿي ويون هيون. تاهم به ڪتابن لکڻ ۾ تمام واسطيدارن سان خط و ڪتابت جو مشغولو آخري گهڙي تائين هلندو رهيو جيتوڻيڪ پاڻ لکي پڙهي نٿي سگهيا. تڏهن به پنهنجن پوٽن يا واسطيدارن جي معرفت لکائي پڙهائي جو دستور قائم رکيو.

ڪتابن ۾ خاص طرح حضرت سچل سرمست رح جي زندگي ۽ سندس مختلف ٻولين ۾ چيل ڪلام ۽ روحاني احوال کان روشناس ڪرايو ۽ پڻ جيڪي به درگاه حضرت سچل سرمست رح جا سجاده نشين ٿي گذريا آهن تن جو احوال لکيو.

”مان صدقي وڃان تن تان جن زوري لانو نينهن
غلام اڪبر غريب تي آڏو محبت سندو مونهن
عشق آهي ٻهر شينهن. جنهن ماري مون کي مات ڪيو.“

(نوٽ: سندس مٺي مرشد سخي قبول محمد دوم احترام ۽ ادب

خاطر غلام اڪبر سڏيندو رهيو. قاضي پنهنجي شاعري ۾ غلام اڪبر تخلص استعمال ڪيو آهي.)

قاضي صاحب جن پنجاهه ڪن ڪتاب لکيا جيڪي سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيا. درازي صاحب پالڻ ڪسان پيرسنيءَ تائين سچي چمار درگاه درازا شريف تي گذاري جنهن ڪري پاڻ درازي جي نالي سان به مشهور رهيا ۽ پنهن مرشد جي نسبت خاطر به درازي سڏيا ويا. ضعيفي عمر جي ڏينهن ۾ پنهنجي گهر روهڙيءَ ۾ وقت گذاريو - لنگائي چڱائي جي حالت ۾ به درگاه تي پيرو ڪندا رهيا. حضرت سچل سرمست رح ۽ حضرت سخي قبول محمد دوم رح جي عرس شريف جي موقعن تي زندگيءَ جي پوري چمار ۾ ڪڏهن به پيرو نه ڀڳائون. روهڙي ۾ هجن يا ڪٿي به ٿڏهن بـه باقاعده درگاه شريف تي ايندا رهيا. ادبي ميڙن ۾ راڳ رهاڻ جي محفلن ۾ شرڪت ڪندا رهيا. پڇاڙي واري ڏينهن ۾ ايترا پيرسن هيا جو اسٽيج تي پهچڻ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ جي سهاري پهچندا رهيا.

ڊاڪٽر تنوير عباسي جو فقرو ياد ٿو اچي ته جڏهن به ڊاڪٽرصاحب اسٽيج جا فرائض ادا ڪندو هو. تڏهين هن پيرسن مرد ڪي سڏ ڪرڻ کان اڳ هڪ سهڻي انداز ۾ چوندو رهيو ته " جهونا ٿيا جهاز ست نه جهان سڙهه جي" اها جهوني عمر پڌائيندي هئي ته هـي جهونو جهاز ڪڏهين به هلڻ وارو آهي.

جهوني قاضي صاحب جون يادون ستائينديون آهن. سندس مٺا ٻول پريا گفتا ۽ ڪچهري واريون گهڙيون اڄ به ڪنن ۾ گـونجن ٿيون. هڪ ڀيري آءٌ قاضي صاحب کان پڇيو ته " چا چا سائين. اوهان هيترا سارا ننڍا وڏا ڪتاب لکي ڪري پنهنجي خرچ تي شايع ڪرائي هرسال عرس شريف جي موقعي تي مونکي ورهائڻ لاءِ ڏيو ٿـا. جيڪي آءٌ مفت ۾ تقسيم ڪندو اچانٿو. ۽ تمام ٿـوري تعداد ۾ اوهان ڪتاب وڪرو ڪيو ٿا. تن جو صحي معاوضو نه ٿو ملي. اوهانکي يقيني نقصان ٿيندو هوندو."

پاڻ مشڪي فرمايائون ته "بابا!! زندگي ۾ اهڙي قسم جو نقصان محسوس نه ڪيو آهي. اها هڪ هڪ خيرات يا صدقو آهي. خيرات ڪرڻ جا به ڪيترا طريقا آهن. ديني ۽ ادبي ڪتاب لکي ڪري تقسيم ڪرڻ به هڪ علمي خيرات آهي. بهر حال ڪابه خيرات ڪرڻ ڪس نه آهي بلڪ هڪ سٺي ڪسر آهي.

هڪ دفعي چيائون ته "مرشد مٺي جي ثنا ڳائڻ جو آهو به هڪ سٺو گر آهي جو مرشد جا احوال لکي ڪري تقسيم ڪرڻ."

سچل سرمست جي سموري شعر ۽ فڪر کي سمجهڻ ۽ پرجهڻ لاء قاضي صاحب وٽ هڪ وڏي صلاحيت موجود هئي جو سندس ڪتابن لکڻ جو گهڻو موزوع ٿي اهو رهيو آهي.

" ڳالهه سچل جي سالڪ سمجهن،
عام ليکي الائي ڇا آهي"
(سچل سرمست)

هڪ ڏينهن آءٌ جناب الحاج قاضي صاحب ڪان دريافت ڪيم ته " چاچا سائين! اوهان جي چڱي ڄمار ٿي آهي. هاڻي الاجي ڇا حياتي. اڳي پوء ته هرهڪ کي هلڻو آهي. اوهان پنهنجي ڄمار ۾ مرشد جي خدمت جي بجا آوري ڪئي. ملازمت به خير و خوبي سان عمر جي حد تائين پوري ڪئي نهايت ايمانداري ۽ وفاداري سان. اوهانجي اولاد به نيڪ صالح ۽ تعليم يافته ۽ سٺي ملازمت ۾ آهي. علمي ۽ ادبي ذوق به رکو. هن وقت تائين لکڻ جو شوق رکو پيا جيتوڻيڪ ضعيفي به آهي. سٺا شاعر به آهيو جو هر پهلو ۾ شعر چيو اٿو. مختلف بولين ۾ انعام ۽ وظيفا به حاصل ڪيو پيا. خدا جي فضل سان مالي طرح به خوش آهيو. حج جي سعادت به حاصل ٿي. ۽ ڪربلا معليٰ ڪان به ٿي آيا آهيو. انهيء ڪان علاوه به ٿي ملڪ پڻ گهميا آهيو. هينئر ٻڌايو ته اجان زندگيء ۾ ڪا حسرت رهجي وئي آهي؟"

پيڙي درويش شڪر جو ساهه کڻندي چيو ته "بابڙا !! احوال تــه گهڻو ڪجهه ڪيو. موت تائين انسان جون حسرتون ۽ اميدون ختم نــه ٿيون ٿين. منهنجي البت هڪ حسرت رهجي ٿي. شل اهــا پوري ٿئي! "مــون پنهنجي زندگيءَ ۾ محنت ۽ محبت سان حضــرت سچل سرمست رح جي فارسي ڪلام جي مجموعي "ديوان آشڪار" جو منظوم ترجمو سنڌي ۽ اردو ۾ ڪيو آهي. انهن ٻن وڏن ڪتابن جــي ڇپائي ڪرائڻ لاءِ چڱو خرچ اچي ٿــو. ايترو سمورو خرچ آءٌ برداشت ڪري نٿو سگهان. باقي مختلف ماڻهن تي زور رکيو آهي ۽ اهي واعدو ڏيڪاريندا پيا اچن ته جلد شايع ڪرايا ويندا جــن ۾ سنڌي ادبي بورڊ- اوقاف کاتو تعليم کاتو ۽ ڪن ٻين ادارن آسرا ڏنا آهــن. جڏهن ته آءٌ هڪ پائي به معاوضي وٺڻ لاءِ تيار نه آهيان. فقط ان ديوان کي پنهنجي حياتيءَ ۾ ڇپيل ڏسان. انهيءَ جهڙي ڪابه خوشي نه آهي. جو اها حسرت به جيڪر پوري ٿئي- جڏهن ته "ديوان آشڪار" جي ترجمي ڪئي چڱا سال گذري ويا آهن."

جيئن جو جناب الحاج قاضي علي اڪبر درازي اسان کان جــدا ٿي ويا آهن هينئر سندس علمي ادبي ذوق ۽ ڪتابن جو ذخيرو يادگار آهــي. سندس مٺا ٻول ۽ پيار ڀريا گفتا ياد پيا اچــن ۽ سندس آخري خواهش يا حسرت اها رهي جو "ديوان آشڪار" شايع نه ٿيو ۽ ڪي گهڙيون انتظار ۾ گذريس ته اهو ديوان ڇپيل ڏسندس. پاڻ موجود نه آهن سندس علمي لياقتن واريون خوبيون موجود آهــن. جيڪر هينئر به سندس ترجمي وارو "ديوان آشڪار" شايع ٿئي تــه سندس روح کي تسڪين ملندي.

مرحوم قاضي صاحب کي گذريل سال عرس مبارڪ جي موقعي تــي هڪ خصوصي انعام جيڪو سندس علمي خــدمتن جي خــاطر ۽ حسن ڪار ڪردگيءَ جو هڪ سهڻو سرٽيفڪيٽ ۽ هڪ هــزار روپيه نقد جناب غلام محمد ميمڻ ڊپٽي ڪمشنر خيرپــور جــي تعاون سان

بدست مبارڪ جسٽس سيد غوث علي شاه وزير تعليم و ثقافت سنڌ طرفان مليو. انهيءَ کان علاوه ٻيا ڪيترا انعام ۽ وظيفا ۽ سندون حاصل ڪيون.

گذريل سچل سائين جي عرس جي موقعي تي مرحوم جناب حسام الدين شاه راشدي پنهنجي تقرير ۾ چيو ته اهو وقت ايندو جو قاضي علي اڪبر درازيءَ تي به مقالا ۽ مضمون لکيا ۽ پڙهيا ويندا. پير صاحب هڪ بحث ڪي نبيرڻ خاطر اهي لفظ چيا ۽ وڌيڪ فرمايائون ته قاضي صاحب جي سچل سرمست جي درگاه سان والهانه محبت ۽ عقيدت آهي جنهن خاطر اها جستجو پيو ڪري ۽ واقعي قاضي صاحب جون خدمتون ۽ ڪاوشون تعريف جوڳيون آهن ۽ سندس ذات تعريف جي مستحق آهي.

مرحوم مولانا غلام محمد گرامي صاحب جا لفظ مونکي ياد ٿا اچن ته هڪ موقعي تي قاضي صاحب کي چيائون ته واقعي اوهان محبت ۽ عقيدت ۾ چڱو علم پرايو آهي ۽ مرشد جي سٺي سعادت حاصل ڪئي آهي. حقيقت آهي ته درگاه سان عشق- محبت ۽ عقيدت جي ڪري ڪتابن لکڻ جو شوق پيدا ٿين.

ڪئي ڳالهيون ۽ واقعا ذهن تي تري اچن ٿا. هن بزرگ کي درگاه جا طالب مريد خادم احترام ۽ ادب ۽ پيار وچان فقير بابا- قاضي بابا ۽ خليفه بابا سڏيندا هيا. هن فقير جي جدائي کي ڀلائي نٿو سگهجي ۽ جاذب سان ڪي گذاريل گهڙيون ياد پيون اچن.

ڏوه گناه ڪيم ڪيترا - ڏوه ته منهنجو ڏاج
بخشڻ ٻچڙائون بندن جون - تنهنجو آه رواج
غلام اڪبر غريب جو - آهين تون سرتاج
م ڪر مون محتاج- ڏسي ڏنگايون منهنجون.
(غلام اڪبر)

محترم ڊاڪٽر محمد لائق زرداري
مورو سنڌ

## (٩) ”عظيم خوبين جو مالڪ“

انسان ذات جي اوائلي دور ۾ سنڌ جي اولهندي وارو جابلو حصو آباد هو. نئين پٿر جي دور جي انسانن جي اجهن جا آثار سنڌ ۾ لڪي ڪيرٿر جبلن جي قطارن ۽ روهڙي وارين ٽڪرين ۾ آهن. اڄ به اروڙ جي ڪنڊرن ۽ آس پاس جي ٽڪرين ۾ اهڙن آبادين جا آثار چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا. دراوڙن جي تباهي آرين آندي. ڪئين قومون اروڙ ۾ آباد ٿيون.

محمد بن قاسم جي حملي وقت اروڙ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. اروڙ جي تباهي برهمڻ خاندان جي پڇاڙي ڪئي. عربن جي شروعاتي دور ۾ سنڌ جي گادي اروڙ مان ڦيرائي منصوره ۾ مقرر ٿي. ڏهين صدي عيسوي ۾ جڏهن درياهه پنهنجو رخ ڦيرايو ته اروڙ برباد ٿيڻ لڳو. ان جا ماڻهو آهستي آهستي روهڙيءَ ۽ بکر ۾ آباد ٿيندا ويا. اهي ٻئي شهر اڳ ۾ ئي آباد هئا. مگر اروڙ جي ڦٽڻ سبب بکر ۽ روهڙيءَ جي آبادي ۽ رونق ۾ اضافو آيو. بکر شهر ايتري ترقي ڪئي جو اتر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هيو.

روهڙي ۽ ننڍ شهر جي عظمت ۽ حيثيت هڪجهڙي آهي. ننڍي ۽ روهڙي شهر جا رهاڪو سوا لک مماتي وارن پيرن. درويشن ۽ عالمن جا آستان آهن. روهڙيءَ جو شهر آدم شماريءَ جي لحاظ کان سکر کان گهٽو وڏو هو. مگر ضلعي جي حيثيت سکر کي ملڻ سبب روهڙيءَ جي آباديءَ ۾ ڪو خاص اضافو ڪونه آيو. روهڙيءَ ۽ سکر جي ڏسڻ سان انگلنڊ جو سياح ڪيس لنڊن سان مشابهت ڏيندو. جنهن ۾ قدرتي حد بندي ۽ درياهه جو نظارو مڪمل طور لنڊن جي شهر جهڙو آهي. روهڙي شهر جي بيهڪ ۽ هيٺ مٿاهين سواءِ آبهوا جي باقي ڪوهه مريءَ وانگر آهي. ٻئي طرف روهڙيءَ سان لڳ ڪجين جا وڻ. ۽ ٽئين طرف

جبل ۽ ڏکرين جون قطارون ۽ ريگستان جي ڪري عربستان جو ڪو شهر نظر ايندو. روهڙيءَ جي عظمت آثار قديم جي جاين مسجدن مقبرن جي ڪري ۽ ان سان گڏ حضور پاڪ جو وار مبارڪ ۽ پيران پير سيدنا عبدالقادر جيلاني جي تبرڪات هئڻ سبب روهڙيءَ جو مان مٿاهون آهي. روهڙي شهر جي عزت سچا عالم ۽ اديب به آهن. روهڙيءَ کي اهو فخر آهي ته سنڌ جو عظيم عالم. سچل سرمست رح جو پارکو قاضي علي اڪبر درازي هن شهر ۾ پيدا ٿيو.

روهڙي جي وچ شهر ۾، سنهيون، گهٽيون ۽ چاڙهيون لتاڙي قاضي محلي اندر قاضي علي‌اڪبر جو آستانو آهي. جتي علم ادب جي شمع روشن نظر ايندي. هن جاءِ تي سچل سرمست کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ جو ذڪر و فڪر ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ ايندو. سچل سائين جي فڪر جو دروازو قاضي علي اڪبر هو. روهڙيءَ ۾ منهنجي ساڻس ملاقات سنه ١٩٧٥ع ۽ پيهر ٣٠- اپريل ١٩٧٨ع ۾ ٿي. محترم غلام صديق قادري صاحب (رٽائرڊ ڊي. آءِ. جي) مون کي شروعات ۾ قاضي صاحب سان ملاقات ڪرڻ جو اشتياق ڏياريو. حالانڪ قاضي صاحب جي اڳ ۾ شهرت ٻڌي هيم. اها شهرت ڪنهن سياست ۽ دولت جي ڪري ڪانه هئي. مگر علمي ۽ ادبي حيثيت ۾ منهنجي دل ۾ عزت ۽ احترام اڳ ۾ ئي موجود هو. ميان محڪم‌الدين قادري (اسسٽنٽ ڪمشنر) سان گڏجي روهڙيءَ جا پراڻا آستان گهمي ڦري موٽ تي قاضي صاحب جي حويلي تي حاضر ٿيس. سندس ڪمرو ڪتابن ۽ عالمن جي تصويرن سان سينگاريل هو. قرب ۽ پيار سان پاڪر پائي مليو. ويهي ڪچهري ڪئين سون. سندس گفتگو سچل جي فڪر ۽ پيغام لاءِ وقف ٿيل هئي سچل سرمست جو سچو عاشق ۽ مداح هو. هر لفظ ۾ سچائي ۽ شائشتگي هوندي هئي. هرهڪ بيت جي شرح ۽ سمجهاڻي عالمانه هئي. سندس ڪو ڪچهري ۾ ويٺل ٻڌڻ لاءِ مجبور هوندو هو. وقت گذرڻ جو احساس نه رهندو هو. ٻه چار ڪلاڪ - اڌ ڪلاڪ نظر ايندو هو. آيل

مهمان جي عزت ۽ احترام ڪندو هو. هر وقت ڪانئس چانهه ۽ ماني ۽ بابت پڇندو رهندو هو. قاضي صاحب سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين صوفي شاعرن ۽ بزرگن جي بيتن - قولن ۽ ڪلامن جي سچل سرمست جي شاعريءَ سان ڀيٽ ڪندو رهندو هو. سچل سرمست جي بند ٿيل ڪنيءَ جو ڍڪڻ قاضي علي اڪبر درازيءَ لاٿو. سچل سائين سان بيحد عقيدت ۽ پيار هرهڪ لفظ مان نمايان هو. پڙهندڙ پڙهندڙ لاءِ آتو هوندو هو. مهمان نوازيءَ ۾ رسم ڪانه هوندي هئي. بلڪ مهمان جي خدمت مان ڪيس دلي سڪون ۽ راحت ملندي هيس. پيرسني ۽ ڪمزوريءَ هوندي به بسڪوٽ ۽ مانيءَ جو ٿالھو هٿ ۾ کڻي مهمان کي کائڻ لاءِ آماده ڪندو هو- هي به کائو- هي به کائو. مان هڪ خوش نصيب آهيان جو قاضي صاحب سان ٻه چار ملاقاتون ڪيون اٿم. قاضي صاحب کان محبت ۽ خلوص جا سبق پرايا اٿم. واقعي قاضي صاحب سچو ۽ مخلص انسان هو.

سندس سلوار ۽ پهراڻ ۾ سنڌ جي شرافت ۽ اخلاق جي جهلڪ نمايان نظر ايندي هئي- سچل سرمست جو سچو عاشق هو- عملي طرح سان به ثابت ڪري ڏيکاريو. سچل سائين جي پيغام ۽ فلسفي کي عام ڪرڻ لاءِ سنڌي- اردو- ۽ انگريزيءَ ۾ پنجاهه ڪن ڪتاب لکيا ۽ پنهنجي خرچ سان ڇپرايا. ان کان علاوه ڇپرائي مفت ۾ ورهايا. هزارين روپيه خرچ ڪري سچل سرمست سائين جي پيغام کي گهر گهر پهچايائون. قاضي صاحب پنهنجي سچي محبت ۽ حقيقي عقيدت جو اظهار پنهنجي شاعري وسيلي پڻ ڪيو آهي. قاضي صاحب سخي- مهمانواز- عالم- اديب- شاعر- مفڪر- سچل جو سچو عاشق ۽ پارکو هو.

محترم قاضي علي اڪبر درازيءَ جهڙا گل سنڌ ۾ شايد وري ٻيهر پيدا ٿين. سچل سرمست جو عاشق ۽ شيدائي هو. جيڪو روهڙيءَ ۾ پيدا ٿيو پر پاڻ کي مرشد جي نسبت درازي سڏايائين.

محترم هادي بخش لاڙڪ
خيرپور ميرس

## (١٠) "الحاج قاضي علي اڪبر درازي"

منهنجي جاني سڄڻ پيرڀائي پيرو قاضي علي اڪبر درازي مرحوم سان ان وقت ٿي جڏهن سال ١٩٥٩ع ۾ سچل اڪيڊمي قائم ڪرڻ لاءِ خيرپور جي ادب دوست سڄڻن جو ميڙ جناب جمال ابڙي جسي جڳهه تي ڪٺو ٿيو هو. ان گڏجاڻي ۾ سچل سائين جي پوئلڳن سان قاضي علي اڪبر مرحوم سان گڏ استاد حاجي امام بخش ڦلپوٽو، مرحوم شيخ رحيم بخش ۽ ٻين ڪوامي معتدلالا شرڪت ڪئي هئي. منهنجي رهنمائي لاءِ ۽ اڪيڊميءَ جي ڪاروبار کي اڳيرو ڪرڻ لاءِ قاضي صاحب کي جائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ آخري وقت تائين منهنجو ٻانهن ٻيلي ۽ مددگار ٿي رهيو.

جيتوڻيڪ ٻئي روهڙيءَ جا رهاڪو هوا پر پنهنجي نالي جي پٺيان هميشه درازي لکندا هوا. شروع ڌاري مرحوم مون کيس درازا شريف جو رهواسي سمجهندو رهيس، پر پوءِ معلوم ٿيو ته حافظ درازيءَ رح سان بي پناهه محبت ۽ عقيدت جي علامت طور ٻئي درازي لکائڻ ۽ سڏائڻ سان دلي ۽ روحاني سڪون حاصل ڪندا هوا.

سچل اڪيڊميءَ اڳ حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۽ پيغام تي تحقيق ڪرڻ ۽ سندس ڪلام کي ٻين ٻولين ۾ شايع ڪرڻ شامل هوءِ پر اڪيڊميءَ جي مالي مجبورين ۽ محدود وسيلن باعث هن ڪم ۾ اسين ڪجهه ئي ڪري سگهياسون. مگر هن سچل سائين جي عاشق ۽ بي لوث طالب قاضي علي اڪبر درازيءَ مون ۽ سمورو بار اڪيلي سر پنهنجن ڪمزور ڪلهن تي کڻو ۽ پنهنجي خرچ ۽ ڏيان سچل سائين جي حيات مبارڪ، ٻين گادي نشين ۽ سندس طالبن فقير نانڪ يوسف فقير غلام حيدر شر، ڪوجهي فقير وغيره جا ڪلام پنهنجي تبصره سميت دولهه درازي ڪتاب ۾ لکي شايع ڪرايو. ان کان علاوه

سرمست سائين جون مثنويون سنڌي ۽ اردو ترجمي سان الڳ الڳ ڪتابي صورتن وقت بوقت شايع ڪندو رهيو. گذريل ڪجھ سالن ۾ حضرت سچل سرمست جي سوانح حيات، ڪلام، پيغام ۽ فلسفي تي اٽڪل پنجاھ ڪن ڪتاب مختلف ٻولين ۾ شايع ڪيا اٿس. ان ضعيف العمريءَ ۾ ايترا ڪتاب لکڻ ۽ شايع ڪرائي، عرس مبارڪ جي موقعي تي سچل سائين جي عقيدتمندن ۾ مفت تقسيم ڪرڻ ۾ قاضي علي اڪبر درازيءَ جيو ثاني سنڌ ۾ نه ٿيو آهي ۽ نه ڪو ٿيندو.

قاضي صاحب مرحوم جو حضرت سچل سرمست سان عشق جنون جي حد تائين هو. پاڻ ڪڏهن به سرمست سائين جي شعر، فڪر ۽ فلسفي جي تنقيد برداشت ڪري نه سگھندو هو، خطن لکڻ، اخبارن وسيلي ۽ ڪتابن جي صورتن ۾ لکندو هو جو مؤثر جواب ڏيندو رهندو هو، ۽ جيستائين تنقيد ڪندڙ مطمئن نه ٿئي، يا اڳتي لاءِ اهڙي زيادتيءَ کان بس نه ڪري، تيستائين قاضي صاحب جو قلم جنبش ۾ رهندو هو. اسين عرس مبارڪ جون تياريون هن موقعي تي ڪندا رهيا آهيون. پر سائين قاضي صاحب مرحوم، سچل سرمست جي ڪلام ۽ فلسفي کي روشناس ڪرائڻ لاءِ پاڻ تي مٿا پنهنجي روال رکندو هو. ان جون ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته قاضي علي اڪبر درازي صاحب پنهنجي زندگي درگاھ درازا لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو.

اڄ قاضي صاحب اسان ۾ موجود ڪونه آهي، هن وقت تائين هند ۽ سنڌ ۾ لکين طالب مريد ۽ معتقد ٿي گذريا آهن يا موجود آهن، پر هن ويهين صدي ۾ سچل سرمست جي پوئلڳن ۾ قاضي علي اڪبر درازي جي حيثيت انفرادي ۽ نمايان رهندي، پاڻ جيڪي ڪجھ سچل سرمست جي ڪلام ۽ فلسفي تي تحقيقي ڪم ڪيو اٿس تنهن باعث سرمستي عاشقن ڏيھ توڙي ادبي دنيا ۾ ڪيس هميشه لاءِ بلند مقام حاصل رهندو.

کي آسان بڻائي عوام تائين پهچائيندا آهن. حضرت قاضي علي اڪبر درازي مرحوم اها هستي هيو جنهن ڪوشش ڪري سچل سائين جي گهڻن لفظن کي آسان لفظن ۾ آڻي عوام جي ذهن ۽ سوچ تائين سندس ڪلام پهچايو.

جيتوڻيڪ قاضي صاحب مرحوم کان سواءِ ٻيا به، ڪيترا اسڪالر ۽ عالم هيا ۽ آهن، جن سچل سائين جي ڪلام بلاغت نظام تي وڏي تحقيق ۽ جاکوڙ ڪئي آهي. جنهن جو انڪار ڪرڻ ذري گهٽ سچل سائين جي ڪلام جو انڪار آهي. پر سوچيندڙ ۽ پڙهندڙ اهو ضرور محسوس ڪندو ته قاضي صاحب مرحوم جي هن تحقيقات ۾ علم ڪالسواءِ وڌيڪ دخل سندس عقيدت ۽ محبت جي جذبي کي آهي. جيڪا عقيدت ۽ محبت ڪنهن ٻي عالم ۽ فاضل ۾ گهٽ هوندي. ان جذبي کان مجبور ٿي قاضي صاحب هيڻي چوڻ تي حق بجانب ٿيو ته سندس چاهه دنيا جا شاعر حضرت سچل سائين جي پيٽ ۾ اچي نٿا سگهن. انهي حال کي چاهيو آهي.

"من نمي گويم انا الحق يار مي گويد بگو" (آشڪار)

مان ڪٿي چوان- پر يار ٿو چوي ته "چئو"

جناب قاضي صاحب مرحوم کي ان سلسلي سان ڪيتري محبت ۽ عقيدت هئي اهو هن واقعي مان پروڙي سگهجي ٿو، پاڻ فرمائيندا هئا ته:

جڏهن حج تي وڃڻ ٿيو حڪومت جي پاران سڀني حاجين کي هڪ ڪارڊ مليو ته هن سفر ۾ ڪٿي به اوهان سان زيادتي ٿئي ته ان ڪارڊ پٺيان پوسٽ ڪريو. قاضي صاحب جن کي مدينه پاڪ ۾ هڪ موٽرڪار جي عرب ڊرائيور کان ڪا شڪايت ٿي. جڏهن زيارتگاهه تي آيا ته ان ڪارڊ تي ڪجهه لکي شڪايت ڪرڻ گهرڻ پيا ته قلم ڪڍيائون ته هٿ ساڄو ۽ سڄو ئي وڌيو. سمجهيائون ته شڪايت ۽ پورسش ڪرڻي ٿيو آهي. ڪجهه وقت ڪاڇوءِ ورڻي قلم ڪڍيائون، ورڻي ساڳي حالت. اهڙي طرح چار دفعا ڪوشش ڪيائون،

مگر ھر وقت ساڳي حالت ٿيڻ لڳي. سو ارادو لاھي نماز لاءِ مسجد نبويءَ ۾ ويا. اتان مسجد نبوي جي دروازي داخل ٿيا مس تہ عالم درس ڏيندي ھي حديث پڙھائي رھيو ھو ”جيڪو مديني وارن جو دشمن آھي. سو منھنجو دشمن آھي.“ سو سڄي مام ھڪ سيڪنڊن ۾ معلوم ٿي ويئي تہ ھٽ ساڻو ڇو پئي ٿيو. سوچيو اھو آھي تہ ھڪ عام ماڻھوءَ لاءِ شڪايت لکڻ تي قاضي صاحب جو ھٽ ساڻو ٿي پيو. پر ان مسجد نبوي ۽ ڪعبة الله جي طواف وقت ڪيسن ڪٽيندڙن ڪي ڪجھ نہ ٿو ٿئي. ان مان ظاھر ٿو ٿئي تہ ڪو خاص تعلق ھيو. اھڙو ڳانڍاپو ھيو جنھن ڪري قاضي صاحب مرحوم کي شڪايت لکڻ کان ھن طريقي سان روڪيو ويو.

محبت ۽ عقيدت جو ھي عالم آھي جو ڪنھن تقرير ڪندڙ تقرير ۾ نعت جي سلسلي ۾ ڪيترن شاعرن جا نالا ورتا مگر حضرت سچل سرمست جو نالو نہ ورتو. تہ قاضي صاحب مرحوم تڙپي اٿيو. ۽ ”سچل سرمست عاشق رسول الله“ جي عنوان سان نہ فقط ڪتاب لکيو مگر فورن ڇپائي عوام آڏو پيش ڪيو.

اڄ ڪالھ سچو جھان ڏوڪڙن تي ھلي پيو. پر قاضي صاحب مرحوم نہ فقط ڪتاب ڇپايا. مگر مفت عنايت ڪيا. مورڳو ٽپال خرچ بہ پاڻ پريائون. ساڳي وقت ھڪ خط بہ موڪليندا ھيا تہ ڪتاب مليو يا نہ مليو. اھا عادت مھنو ڏيڍ نہ ھلي بلڪ سالن جا سال ھلي پرھ ان جنون کي ڪھڙو نالو ڏجي؟ اھائي ھڪ سچي محبت ۽ عقيدت ھئي ۽ جنون جي حد تائين چاھيندڙ کي ھرڪو حق آھي تہ ڀلي چوي تہ منھنجي محبوب جي مٽ ڪوبہ نہ آھي.

✓ ان عظيم انسان جي پنھنجي مرشد سان محبت اول ڏينھن کان جا شروع ٿي تہ آخرين گھڙيءَ تائين ھڪ جھڙي رھي. ان ۾ ذرو بہ ڦيرو نہ آيو. پوءِ اھي زندگيءَ ۾ ۽ زندگيءَ کانپوءِ بہ ڇو نہ سونھن.

الله جا پيارا سچائي ۽ جرئت جا مينار ھوندا آھن. ڪنھن جون

اوٺايون منهن تي چوڻ سچائي ۽ پنهنجائپ آهي. ۽ ڪنهن جو اوٺايون پرپٺ چوڻ حماقت آهي. انسان جو اصول هجي جيڪا ڳالهه نه وڻي ته ڳالهائيندڙ کي آت جو آت ۽ روبرو چوڻ جرئت ۽ جوانمردي آهي. ۽ پرپٺ چوڻ بزدلي آهي. قاضي صاحب مرحوم ان اصـول تـي ايڏو ڪار بند هيو. جو ڪنهن خام کي هام هڻڻ جي جرئت نه ٿيندي هئي جو ڪابه غلط بياني ڪري سگهي.

مونکي ياد ٿو اچي ته هڪ ماڻهو سروس ٽڪلي موڪلي ڪتابن جي ڏکهي لسٽ لکي موڪلي ته جيئن ان ٽڪليءَ ذريعي اهي گهربل ڪتاب موڪليا وڃن. قاضي صاحب مرحوم ڪجهه ڪتاب روانا ڪيا ۽ خط به موڪليو ته تون هڪ غلط قسم جي ٽڪليءَ ذريعي جا واپس ڪجي ٿي، ذري گهٽ روهڙيءَ جو شهر گهرائڻ ٿي چاهيو. جا ڳالهه منهنجي وس کان ٻاهر آهي.

سنڌ جـي عظيم شاعر ۽ صحافي جناب پروانـي ڀٽي روزانه آفتاب ١١ جولائي ١٩٨٢ع جي اشاعت ۾ سائين سچل سرمست جي ١٩٨٢ع واري ميلي بابت مشاهدو لکيو. ادبـي ڪچهري ۾ ٿيل بـور قسم ۽ واهيات راڳ متعلق به لکيو آهي ۽ چيو ته افسوس جو نه هيو قاضي علي اڪبر درازي نه ته اهڙن راڳيندڙن کي اهڙي واهيات راڳ پيش ڪرڻ جي ڇا جرئت هئي. ان جرئت ذريعي انسان زندگـي لاءِ هڪ نصب العين اپنائي وٺندو آهي. ۽ مضبوط ايمان جي نشاني پڻ اها آهي ته ڪنهن ڏاڍي ۽ ارڏي ماڻهو جي آڏو حق جـو ڪلمو چئجي. جنهن بي خودي ۽ مستي جو علمبردار سائين سچل سرمست پاڻ هيو ۽ ان جي سچن طالبن ۾ اهڙي جرئت ضرور هجڻ گهرجي. سچائي جا دعويدار ته ڪيترا ماڻهو آهن ۽ سچل جـي تعريف ڪرڻ وارا بـه ڪروڙين آهن. پر عملي طرح ڪير ڪين سچ پڌائي يا سندن آڏو سچائي ڪـان ڪم وٺي ته انهن جي دعوائن جي ڪاڪ محل ۾ ڏار پئجيو وڃـن. ان سچائي جي ڪري ضرور قاضي صاحب ڪان به ڪيترا دوست منهن

مٽي ويا هوندا. ڇو جو هنن کي جڏهن پنهنجي هستيءَ جي پروڙ نه هوندي ته، ڪنهن ٻئي جي هستي کي ڇا ليکيندا.

شيخ سعدي شيرازي فرمائي ٿو ته بر بيابان ۾ وڃان پيو اوچتو هڪ شخص شينهن تي سوار نظر آيو خوف ۽ حيرت وٺي ويئي مگر شينهن جي سوار هڪل ڪري چيو اي سعدي عجب نه ڪاهه. جيڪي پنهنجي رب ڪان ڏڇن ٿا ۽ ڪائنات جي وري هر شيء انهن ڪان ڏڇي ٿي. ساڳي وقت جيڪي رب جي حڪم ۾ آهن تن دنيا سندن حڪم ۾ آهي. مرحوم قاضي صاحب به هڪ خدا ترس ماڻهو هيو. ان ڪري خاص طرح سندن پٽ ۽ پوٽا سندن فرمان ۾ هيا. جو جڏهن پيرسنيءَ ۾ لکڻ پڙهڻ ڪان معذور ٿي ويا. اهو ڪم سندن ارشاد موجب پٽن ۽ پوٽن ڪيو. نه ته، اڄوڪي دور ۾ اولاد ڪي پنهنجي پوڙهن سان جيڪا ڏاڍيائپ آهي سا مثالي آهي. اهو سڄو ثمر ان خدا ترسيءَ جو آهي. جيڪا قاضي صاحب جن کي عطا ٿيل هئي.

سنڌ اندر ڪيترا صاحب قلم ٿي گذريا آهن يا موجود آهن جن سچل سائين جي ڪلام يا ذات جي جاکوڙ سان گڏ ٻين علمي ۽ ادبي موضوعن تي به لکيو آهي سنڌ جي واحد هستي جناب قاضي علي اڪبر صاحب درازي جن جي هئي، جنهن سواءِ سچل سائين جي ڪنهن موضوع تي ڪونه لکيو. سندن هر لکڻي سائين سچل سان يا سندن ڪلام سان منسوب هئي. ڇڻ ته قاضي صاحب مرحوم وٽ ٻيو موضوع هيو ئي ڪونه يا ڇڻ ٻئي ڪنهن موضوع لاءِ وٽن وقت ڪونه هيو. سچل سائين جن جي محبت سندن رڳ رڳ ۾ سمائجي چڪي هئي. زندگيءَ جو سمورو سفر ان تلاش ۾ گذاريو. اهڙي سوچ رکڻ وارا ماڻهو تمام گهٽ ملندا جيڪي پنهنجي مرشد ۽ رهنمائن لاءِ ان انداز ۾ سوچين.

قاضي علي اڪبر مرحوم هڪ علمي گهراڻي جو فرد هو. جيڪو روهڙي شهر ۾ نهايت معزز ليکيو ويندو آهي. پاڻ ان خاندان ۾ ۱۸۹۵ع

۾ چاوا ۽ ١٥ مارچ ١٩٠٥ع سندس زندگي جو اهو ڏينهن لکيو ويندو جو ان سعيد ڏينهن تي پاڻ سچل سرمست جي دربار درازا ۾ پهتا ۽ سخي قبول محمد دوم جي عقيدت ۾ گرفتار ٿيا. ان ڏينهن کان وٺي سڪرات گهڙيءَ تائين سخي بادشاه سخي بادشاه چئي ساهه نس نس ۾ کڻيو ۽ آخر اهو درجو مليو جو دربار درازا ۾ قاضي صاحب جي جداگانه حيثيت هئي. جا بئي ڪنهن عقيدتمند ۽ مريد ڪي مشڪل هجي. قاضي صاحب پنهنجي خلوص ۽ وفا جي صدقي ايتري منزل کي پهتا جو جڻ درازا دربار جا ڪوڙا جانشين هي پڻ هئا. نه فقط مريد با صفا جي عقيدت هئي بلڪ سائين سخي جي نظرڪرم پڻ هئي. هيڏانهن از حد شفقت هئي ته هوڏانهن ازحد محبت هئي. شفقت ۽ محبت گڏجي هڪ قاضي علي اڪبر درازي رونما ڪيو. سچل سائين جي بين مريدن ۽ عاشقن جي پيٽ ۾ قاضي صاحب مرحوم دربار درازا جو وڏي ۾ وڏو چراغ آهي. الله تعاليٰ سندن تربت کي پنهنجي رحمتن سان پرنور رکي.

قاضي صاحب مرحوم ساڳي وقت شاعر ۽ اديب به هيا. ملازمت سان گڏ الله پاڪ جي ياد ۾ سندن دلپسند مشغلو هيو سندن شاعريءَ جا ڪافي ڪتاب موجود آهن. اڄ تائين حضرت سچل سرمست جي ڪلام جي شرح گهٽو ڪري نثر ۾ ڪيو اٿن. جيڪي ڪتاب منهنجي نظر مان گذريا آهن. انهن ۾ "عشق حبيب" قاضي صاحب جو عجيب ۽ انوکو ڪتاب پاڻمانئو. هڪ اندازي موجب قاضي صاحب جي ترتيب ڏنل ۽ تاليف ڪيل ڪتابن جو انداز پنجاه کن ٿيندو. جنهن منجهان ڪافي ڪجهه ڇپجي چڪا آهن. باقي اڻ ڇپيل ڪتاب سندن لائق فرزند ڇپائي پڌرا ڪري رهيا آهن. فرمان بردار اولاد جي هن ڪارنامي نه فقط حضرت قاضي صاحب جي روح کي سڪون بخشيو هوندو. پر پوري سلسلي کي سڪون ڏنو هوندو.

جناب قاضي علي اڪبر صاحب درازي پنهنجي وقت جو ڪامل

صوفي ۽ سچل سائين مشرب جو علمبردار رهي چڪو آهي. هي ذات جو مهنار جمع ۲ محرم الحرام ۱۴۰۲ھ بمطابق ۳۰ آڪٽومبر ۱۹۸۱ع اسان ڪان موڪلائي ويو ۽ پنهنجي ابائي قبرستان روهڙي ۾ دفن ڪيو ويو. پنهنجي پويان وڏو علمي ۽ ادبي يادگار ڇڏي. ان ساٿ سان وچـُـي شامل ٿيو، زندگــيءَ ۾ جنهن ساٿ لاءِ سڪ جـي ورڪا ڪندو رهيو.

سندن خدمتن جـو اعتراف ڪندي ۱۹۸۲ع واري سچل سائين جي ميلي تي گولڊ ميڊل ڏنو ويو. اسان وٽ سندن خدمتن جي اعتراف ۾ گولڊ ميڊل ته ڪونه آهن البت سندن ياد ۾ ڳوڙها وهائي، سندن لاءِ دعائون گهري رهيا آهيون.

## محترم علي محمد مهر

حيدرآباد

## (۱۲) "قاضي مرحوم جي ياد"

روهڙي شريف سان، مرحوم و مغفور، پنهنجي استاد محترم سائين عبدالحسين شاه مــوسوي ۽ سائين وڏن جـي ڪري. بيحد محبت ۽ عقيدت اٿم. وري ٻي دفعا انهن بزرگن جـي خلوص ۽ محبت ڪري اتي نوڪري به ڪئي اٿم. ان ڪري مــوسوي خاندان ڪــان علاوه، روهڙيءَ جي ٻين ڪيترن خاندانن جي وڏڙن توڙي ننڍن سان به ڪافي سڪ ۽ شناسائي اٿم.

انهن سڪ وارن منجهان مرحوم الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ سان بـه بيحد اڪير هيم. نهايت شفيق ۽ سلڇڻا، نهٺا ۽ نماڻا هئــا. جڏهن بـه ملاقات ٿيندي هئي تـه وڏڙن جو سڪون پيــا لاهيندا هئا. پدرانه شفقت ۽ خلوص سندن چهري مان پيو پڌڪندو هيو.

جنهن ڳالهه مون کي وڌيڪ متاثر ڪيو سا هئي قــاضي صاحب

مرحوم جي سچل سرمست سائين رح سان سچي ۽ والهاڻي عقيدت ـ اهڙا ٿورا شخص منهنجي نظر مان گذريا آهن. جن جي پنهنجي مرشد سان مجنونءَ وانگر بي پايان. بيحد محبت ۽ عقيدت هجي. جن تہ سراپا سچل سائين رح جي سڪ ۾ مستغرق هئا. اهوئي سبب آهي جو ڪين پنهنجي مرشد جي ڪلام ۽ تصوف جي نڪتن تي ڪافي عبور هو. ڪاٻہ ڳالهہ ڪجي تہ پنهنجي مرشد سڳوري جو ڪلام ۽ عقيدت جا گل سندن وات منجهان پيا نشاور ٿيندا هئا. جڏهن بہ ملندا هئا تہ پڏائيندا هيا تہ پنهنجي مرشد جي ڪلام جي ڪنهن نڪتہ تي ڪو تبصرو لکيو اٿن ۽ ڇپايو اٿن.

الله پاڪ شل اهڙن سچن معتقدن ۽ مخلصن جهڙي سچي سڪ ۽ محبت اسان سڀني کي عطا فرمائي. ( آمين )

مرحوم هينئر اسان کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويا آهن پر پنهنجي حليم طبيعت ۽ مرشد جي عقيدت ۾ جهڪي ڪتابي صورت ۾ موتي ڇڏيا آهن ان ڪري پاڻ کي هميشه لاءِ زنده ۽ جاودان ڪري ڇڏيو اٿن.

## محترم قاضي عبدالحي
رتوديرو

### (۱۳) ”سچل سائين جو پروانو“

مٺيا دار محسن ويا هن لڏي
ادب ۽ علم جي ويا ماڙي اڏي
سدائين درازيءَ جون وسنديون وسن
وڏو فيض قائل اچن ٿا تڏي
قربدار علي گوهر ۽ علي مردان مخلص
محبت سان مانجهي ڇڏن ٿا آڏي.

قلم قاصر زبان خاموش جو مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي خوبين جو اظهار ڪري ۽ وستار ڪري.

مرحوم قاضي صاحب سچل رح سائين جي دعائن جو اڏيل هو. هو سچل رح سرمست سائين جو عاشق صادق ۽ پروانو هو. رات ڏينهن سچل رح سائين جي ثنا خواني ڪندو رهيو. محنت ڪري ڪيئي ڪتاب قلمبند ڪري پنهنجي جيب منجهان ڇپرائي پيارن، قربدارن، اهل علم وارن، طالبن، شاعرن ۽ اديبن ۾ ورهائيندو رهندو رهيو. ۽ بي لوث خدمت ڪندو رهيو. قربائتو قاضي صاحب محسن، مخلص، هردلعزيز هم طبع هو. جنهن به انسان سندن هڪ دفعو زيارت ڪئي ته عمر ڀر پيو تعريف ڪندو رهندو. سندن قربائتي گفتار چقمق وارو ڪم ڪندي هئي ۽ حاضرين کي موهي ڇڏيندي هئي. بنده جي صاحب صفت سان ويهن سالن کان وٺي نياز مندي جو رستو هو. جن جي هدايتن ۽ حڪايتن جو ڪافي اثر ٿيو. سائن سچل رح سائين جي درگاه تي خواهه سندن آشياني تي ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون.

پڇاڙيءَ ۾ ضعيف البدن هوندي به سندن قربائتي رهاڻ جي سرهاڻ دلين کي معطر ڪري ڇڏيندي هئي. اهو ڪڏهن به محسوس نه ٿيو ته قاضي صاحب جن ڪمزور يا بي حس آهن. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهري ڪندي مستقل مزاج- پر همت رهندا هئا. آيل ڪائنن دعائون حاصل ڪري واپس ورندا هئا.

قاضي صاحب سچل رح سائين جن جا سچا ثناگر هئا. جن جي دعائن سان رڱجي رتا ٿيا ۽ چڱو مڪان ماڻيائون.

هن وقت جيتوڻيڪ قاضي صاحب جن لڏي ويا آهن ۽ دارالبقا ۾ داخل ٿيا آهن، مگر سندن قول- سندن فعل- سندن عمل ۽ اشاعتون اهو ثبوت ڏين ٿيون ته قاضي صاحب جن زنده آهن ۽ زنده رهندا. اها دست بدعا آهي ته خدا وند عالم کين جنت الفردوس عطا فرمائيندو. (آمين)

ازانسواءِ اها ڳالهه به فخر جو باعث آهي ته سندن نينگر قاضي علي گوهر خواهه قاضي علي مردان ۽ ٻيا قريب پڻ قربائتا آهن ۽ مرحوم

قاضي صاحب جي پاريل شمع کي قائم دائم رکڻ لاءِ ڪوشان آهن ۽ سندن نقش قدم تي هلڻ لاءِ گامزن آهن.

رب پاڪ کين طاقت عطا فرمائيندو ۽ قاضي صاحب جن جي علمي ادبي عملي مشعال کي روشن رکندا. (آمين)

محترم پروفيسر لعل شاهه بخاري

شڪارپور

## (١٤) "يادگيريون"

جڏهانڪر ٿيام ـ سا جاءِ سپرين سين
تڏهانڪر تر جيترو ـ هڪ ويل نه وسريام
اندر روح رهيام ـ سڄڻ اوطاقون ڪري!!

مونکي اهو ياد ڪين ٿو پويم ته مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ سان منهنجي واقفيت ڪڏهن ٿي ۽ ڪيئن ٿي؟ مگر ايترو ضرور ياد اٿم ته هن فقير جو اچڻ وڃڻ منهنجي محترم استاد ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي تمغہ امتياز وٽ سکر ۾ ٿيندو هو. جتي آءٌ به رهندو هوس. سو يقيناً سائس پهرين ملاقات ۽ ڪچهري اُتي ئي ٿي هوندي. بس پوءِ ته اهي روح رهاڻيون ڪڏهن سکر ته ڪڏهن روهڙي ۾ سندن جاءِ تي وقتن وقتن ٿينديون رهنديون هيون.

جيتوڻيڪ قاضي صاحب مرحوم عمر رسيده هو. پر مان سائس ڪچهري ڪندي اهو ڪڏهن به محسوس نه ڪيم ته ڪنهن پيرسن سان صحبت ٿي رهي آهي. مگر هو گفتگو وقت هڪجيڏن وانگر کِلڻ ڳالهائڻ ۾ حصو وٺندو هو ۽ ان سان گڏوگڏ سنجيده گفتگو پڻ ڪندو رهندو هو. قرب سندس خمير ۾ الله تعاليٰ پري ڇڏيو هو تنهن ڪري وٽس وڃبو ته ڪيس بي انتها خوشي ٿيندي. ۽ هيٺانپ هوندي به اٿي به قدم اڳتي وڌي. ڏاڍي انس، اتساهه ۽ پاڻپوءِ سان ملندو. آئي وڃي جي

آڱريءَ لاءِ هي بزرگ پاڻ وٽ هميشه بسڪوٽ ۽ دال مگ وغيره هروقت رکندو هو. مونکي پنهنجي لاءِ ياد آهي ته هڪ چاهه نه پر ٽي چار چاهيون گهرائي وٺندو هو. اهو ان لاءِ ته جيئن چڱي مهل تائين ويهاري ڪچهري ڪري. موڪلائڻ مهل به سندس سڪ اکين ڪان اگهري هوندي ۽ ائين چوندو رهندو ته جهٽ ته ويهو. چا وجي ڪندؤ وغيره وغيره. مطلب ته منجهس محبت جا پنڊ پريل هئا. پوءِ اسرار ڪرڻ تي موڪل ڏيندو ۽ چند قدم گڏجي به هلندو هو.

رٽائرمينٽ کانپوءِ هن بزرگ کي لکڻ جو شوق ٿيو ۽ جيئن ته حضرت سچل سرمست سان کيس بيحد عقيدت هئي ۽ پاڻ سخي سائين قبول محمد دوم جا فقير به هوا. انڪري هن جيڪي ڪجھ لکيو سو صرف سچل سائينءَ تي. حضرت سچل سرمست کان متي قاضي صاحب ڪنهن به شاعر کي نه سمجهندو هو. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي شاعر کي مٿانهون ظاهر ڪندو ته هي بزرگ ڏکوئجي پوندو هو. هڪ پيري اسلاميه ڪاليج سکر ۾ کيس شاهه لطيف جي ورسيءَ لاءِ ٻڌائڻ ويس ته پاڻ فرمايائون ته اوهين لطيف ڏي ته ملهايوٿا. باقي سچل ڏي ڪونه ٿا ملهايو. پوءِ ڪجھ ڏينهن رکي وري اسان سچل ڏي جو انتظام ڪيوسي. جنهنجو جڏهن ٻڌائين ته بيحد خوش ٿيو. مطلب ته حضرت سچل سرمست سائين سان مرحوم جي محبت جذباتي حد تي پهتل هئي ۽ هميشه پنهنجي روحاني رهبر کي مڙني کان مٿانهون ڏٺائين ۽ ٻئي ڪنهن کي به متي ٻڌڻ پسند ڪونه ڪيائين.

سماجي تعلقات نڀائڻ ته ڪو کانئس سکي. جنهن سان به سندس واسطو هو تنهن وٽ ضرور پيرو ڪندو هو. ۽ وتي وجهڻ چٽڪ وڏس گناهه عظيم هو. پيرسنيءَ جي باوجود به پيو پنڌ ڪندو هو. نه فقط ايترو پر ڪم ڪار لاءِ به جيڪو وٽس لڙي ايندو هو ته ان سان گرميءَ سرديءَ ۾ سفر ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو. پاڻ چوندو هو ته ”مان ته وڃي اڳئين کي چوان پوءِ باقي اڳلي جي مرضي سجي يا نه مڃي.“

اهو مائهن لاءِ ولس معيار هو. سائل کي بہ ”معاف ڪر“ بنهہ ڪونہ چوندو هو ۽ خيرات اُني وچ دروازي وٽ کيس ڏيئي ايندو هو. ننڍين ٻارڙن لاءِ بہ هن فقير وٽ ڪٽمٺڙن۔ ٽڪين ۽ بسڪوٽن جو هر وقت ذخيرہ رهندو هو. اهي اچي ”لالا بابا“ چئي ڪائنس شيءِ ۽ پئسا وٺي ويندا هئا. مطلب تہ هي فقير ٻارن کان وٺي ٻڍن تائين سڀني سان نينهن نڀائيندو رهيو.

هر جمع رات پنهنجي اوطاق تي ڪجهہ راڳيندڙ گهرائي مرشد مٺي جي چونڪي ڪرائيندو هو ۽ انهن ويراڳين کي پنهنجي هٿان ڪجهہ ڏيئي راضي ڪندو هو ۽ ايندڙن لاءِ وري چانهہ پاڻيءَ جو بندوبست ڪندو هو. اهو شغل بہ هن سڄي عمر جاري رکيو. انڪانسواءِ باغ تي هر سال مقرر تاريخ تي راڳ ويراڳ ڪرائيندو ۽ ڪجهہ لنگر جو بہ بندوبست ڪندو هو. پنهنجي باغ کي سڏيندو ئي ”سخي آباد“ هو.

هن فقير جهڪي بہ ڪتاب ڇپرايا سي سڀ پنهنجن پئسن سان ڇپايائين ۽ ٻاهرين محبتن ڏانهن پوسٽ جون ٽڪليون بہ هٿان هٿي موڪليندو هو۔ ۽ ويجهن کي هلي وڃي هٿ سان ڏيندو هو. سندن ننڍا وڏا ڪتاب تقريبن پنجونجاهہ کن ٿيندا. جهڪي سڀ هن فقير مفت ورهايا ۽ پئسن سان وڪرو ڪونہ ڪيائين. شاهہ درازا شريف سان هن جي دلي الفت هئي. ان ڪري اوڏنهن بہ پيرو ڪندو رهندو هو. انهن بزرگن وڏان کيس خلافت جو خرقو عطا ٿيل هو. جيڪو سائي رنگ جو ڊگهو چوغو کيس درازن ۾ ورسيءَ جي موقعي پيل ڏنو ويو.

مهڙي سخت ڇڪتاڻ واري مادي دور ۾ مان هن فقير کي روحانيت ۽ مرشد جي خدمت يا علمي خدمت لاءِ ڪوشان ڏٺو. پر ان سان گڏوگڏ پنهنجن پٽن ۽ پوٽن سان بہ سندس محبت رهندي آئي. ۽ شرعي طور انهن سان بہ پيار ۽ ٻاجهہ. قرب ۽ محبت۔ پيار ۽ پريت سان نڀائيندو آيو۔ ۽ سندن پلاڻي لاءِ ٻچاڙيءَ تائين ڪوشش ڪندو

رهيو. سندس سماجي تعلقات مختلف ماڻهن سان هئا ۽ انهن سان ڪنهن به درجي بنديءَ ڪانسواءِ ڏاڍي قرب سان نيبهه ڪندو رهيو.

منجهس ڪنهن قسم جو ڪٽر پڻو ڪونه هو. اسلام عليڪم! ڪندڙ کي مرڪي وعليڪم السلام چوندو هو. يا علي مدد جو جواب مشڪي سخي پير مولاعلي مدد سان ڏيندو هو. وري حق موجود جو جواب به سدا موجود پڻ خنده پيشانيءَ سان ڏيندو. حج بيت‌الله ڪرڻ کانپوءِ ڪربلا معليٰ جي زيارت پڻ ڪري آيو. هو مذهب جي رنگ کان بلڪل نرالو صوفي صاف دل هو.

ورهين جون يادگيريون ذهن جي سطح تي اڀرن ٿيون. جنجي لکڻ جي گنجائش هن ڪاغذ جي قرطاس تي اڻپوري آهي. انڪري انهن سمورين يادگيرين مان چند سي به مختصر ترين ڪري هتي لکيون اٿم. شال يوسف جي خريدارن جي پوڻيءَ واري مثال وانگر قبول پون. (آمين)

محترم عبدالرشيد پٺي

سکر

## (١٥) ”عشق ڪيو آجو“

بکر. روهڙي ۽ اروڙ جي قاضين سنڌ جي تاريخ. علم. ادب ۽ مذهبي معاملن ۾ نمايان خدمتون سر انجام ڏنيون آهن. مخدوم نوح بکري قاضي قاضن ۽ قاضي اسماعيل انهن ۾ نمايان حيثيت جا مالڪ آهن. هينئر هنن خاندانن جا پونئير روهڙي شهر جي قاضي محلي ۾ رهن ٿا. هن صديءَ ۾ هن گهرائي ناميارا ۽ مشهور شخصيت وارا انسان پيدا ڪيا آهن. هن خاندان جو هڪ مرد مجاهد قاضي علي اڪبر درازي جنهن پنهنجو نالو ۽ پنهنجي وڏڙن جو نالو روشن ڪيو.

قاضي علي اڪبر درازي سنڌ جي وڏي حصي جي ادبي حلقن ۾ ۽ وحدت‌الوجوديءَ فڪر رکندڙ طبقن ۾ پنهنجو وجود تسليم ڪرائي

چڪو آهي، هن جي لکڻ جو ميدان محدود هيو. هن پنهنجي قلم ۽ دانش کي پنهنجي مرشد - هادي برحق- حقيقي رهبر- سچ جي لازوال سونهن سچل سرمست سائين لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو. فقط قلم ۽ ذهن ڇا؟ پر هن پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجو سڀ ڪجهه- هن سنڌ جي عظيم وحدت الوجودي مفڪر کي ارپي ڇڏيو هو. جيترو وقت جيئرو رهيو- وت، ست ۽ سرندي سارو- هڙان وڙان سچل جي سنيهي کي عام ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو- دنيا ۽ ماسوا جي فڪرن کان آجو- سڀ ڪٿين ۽ ڳڻ ڳوت کان بي پرواهه ٿي صرف سچل سرمست جي فڪر ۽ عقيدت ۾ غرق ۽ بڏل رهيو. ۽ سرمست جي هن ڪلام جي پوري پوري عڪاسي ڪيائين.

” عشق ڪيو آجو - دنيا جي ڪل دور کان “

درازن جي دربار جي هن پانڌيئڙي، جيترو سچل سائين تي لکيو آهي- اوترو ٻئي ڪنهن نه لکيو آهي. سندس لکڻين جي معيار تي ڳالهائڻ کان پاسو ڪندي- مان ايترو چوندي هرگز نه ڪيٻائيندس ته سندس خلوص ۽ لکڻ قابل تحسين ۽ صد احترام آهي. عام ماڻهوءَ تائين سچل سرمست ۽ سندس سچ جي سنيهي کي پهچائڻ ۾ قاضي صاحب جي نمائي ڪاوش جو گهڻو دخل آهي. هن سچل سرمست جي سوانح حيات- شاعري- فڪر ۽ فن تي اڪيچار ننڍا ڪتابڙا ۽ وڏا ڪتاب ڇپرايا- ۽ سچل سائين جي فارسي ڪلام ” ديوان آشڪار “ ۽ جمله مثنوين جو سنڌي ۽ اردو ۾ ترجمو ڪري ڇپرايو- انگريزيءَ ۾ سچل تي تعارفي ڪتاب لکي ڇپرايو- سنڌ واسين کي سچل جي فارسي ڪلام کان درازيءَ واقف ڪيو. هن درازي درويش نه رڳو ڪتاب ڇپرايا پر پاڻ مفت وراهيا به سهي- سچل سرمست جي پرچار جڻ هن جي زندگيءَ جو مقصد متن هيو. نظر ۽ جسماني ڪمزوريءَ سبب آخرين دم تائين ڊڪٽيشن ڏيندو هو. ڪتاب پاڻ نه ورهائي سگهندو هيو نه سچل جي سالڪن تائين ٽپال رستي پهچائيندو هيو. پيرسني- ڪمزوري

۽ ھٺائيءَ جي باوجود سچل جي پيغام جي پرچار ۽ درازن جي درگاھ تي حاضري ڀرڻ کان بس نہ ڪيائين.

مرحوم قاضي صاحب جھڙو سچل سرمست سان عشق ۽ عقيدت والهانہ ۽ جنون جي حد تائين ھيو. ايترو عشق ۾ غرقان ھيو جو ھُن کي ڪنھن بہ شاعر جو نالو سچل سرمست جي ورسي ۽ ادبي ڪانفرنس جي پليٽ فارم تان ڳنھڻ يا ٻڌڻ پسند نہ ڪندو ھيو. سچل سائين سان ان عقيدت دنيا جي ھر وڏي ۽ عظيم شاعر کي ھن جي آڏو سچل ڪانسواءِ ننڍڙو ۽ جيئامڙو ڪري ڇڏي ھيو. سندس عشق جي ان حد جي ترجماني شاہ سائين جي بيت جي ھن سٽ ئي ڪري.

”عاشق عزازيل – پيا مڙئي سڌڙيا“

سچل سرمست ھڪ ھنڌ چيو آھي تہ ”عشق امام سچل جو يارو“ يعني تہ سچل جي رھنمائي ۽ ان فڪر جو محرڪ عشق آھي. منھنجي خيال ۾ قاضي صاحب جي ان مسلڪ مانڻ، سچل سان عشق جي اھڙي پيچ پائڻ جو محرڪ بہ عشق ۽ عاشقانہ طبيعت آھي. جا روھڙيءَ جي مٽيءَ جي خميرہ ۾ سمايل آھي ۽ ان جو مظھر بيدل ۽ بيڪس جھڙا صوفي شاعر ۽ مفڪر آھن. پنھنجي ئي ھڪڙي لکيل ڪتاب ۾ قاضي صاحب مرحوم بي باڪي ۽ بي ريائي سان اعتراف ڪيو آھي تہ ھن کي روھڙيءَ جي ڳانگوٽي گرائونڊ ۾ مجازي عشق جو تير لڳو جنھن ھن کي درازن واري فيض جي در تي پھچايو. ان سرمدي مسنت ۽ بيدل بيڪس جي روايت پروري قاضي صاحب کي نروان يا ڇوٽڪارو نصيب ڪرايو. ھو ازلي حقيقت کان آشنا ٿيو. سچ جو سالڪ ۽ الاھي عشق جي راھ جو راھي ٿيو. سندس ساري زندگي ۽ زندگي جي سموري ميڙي چونڊي ۽ حاصل ڪيل. اھو عشق ئي ھيو. بقول سچل سرمست تہ:

”سچل پاڄھون عشق دي – پيا نہ ڪوئي ھنر سکياسين“

محترم عبدالغني "الفت" بروهي
فريد آباد ميهڙ

## (١٦) "هڪ هستي- هڪ شخصيت"

سنڌ سڄوري ۾ ڪي اهڙيون شخصيتون ٿي گذريون آهن جن منجهان بهار جي خوشبوء، گلن جي تازگي ۽ هيرن جهڙي روشني هوندي آهي. انهن منجهان هڪ عظيم و مهربان قاضي علي اڪبر درازي مرحوم انتهائي عظمتن جو مالڪ هيو. مان هڪ ادني شاگرد سندن عظمتن جا ڪهڙا ڳڻ ڳائي سگهان ٿو.

سندن علمي اهميت کي پروڙڻ لاءِ مون وٽ ايترو علم ۽ ڄاڻ نه ڪونه آهي البت سندن بي پناه عنايتن کي آءٌ وساري نٿو سگهان ۽ نڪي وري وسرنديون.

هن دنيا دورنگي جو اهو دستور رهيو آهي- ته پنهنجي پنهنجي حيثيتن واري ماڻهن کي ياد ڪيو آهي ۽ ڳانڍاپو ڳنڍيو آهي يا وري ڪنهن مفاد خاطر انهن سان تعلق نباهيو آهي. مگر هت چرخو ئي نرالو آهي. حضرت قاضي علي اڪبر درازي مرحوم عام ذهنيت- سوچ ويچار کان بعيد ۽ هروڀرو واري وڏ ماڻهپائي جو دشمن هيو. سندس نظر ڪرم و عنايت اسان جهڙن ابهم انسانن لاءِ به عام ۽ هڪجهڙي هئي- هڪ اڌ مثال هجي ته عرض رکان. مگر حضرت قاضي علي اڪبر درازيءَ مرحوم جي احسانن ۽ عنايتن جو سلسلو ايترو ته وسيع آهي، جو ڳاڻاٽي ۾ اچڻ هڪ مشڪل مرحلو آهي.

هن مادي دور ۾ جت نفسا نفسي جو عالم هجي. ڪنهن کي ڪنهن سان واسطو نه هجي پنهنجائپ سڪرات ۾ هجي- دوستي ۽ چڱائي اوپرا جزا پيا لڳن. ان ساعت هر ڪتاب جي اشاعت موڪلي ڏين- ساڳئي ساعت خط لکي ڪتاب موڪلڻ جو اطلاع ڪرڻ تنهن سان گڏ ڪتاب جي پهچ جو بيچيني سان انتظار ڪرڻ. هن دور ۾

مثالي ڪردار ناهي ته ٻيو وري ڇا آهي؟ هن مهانگائي جي دور ۾ هي سڀ ڪجهه ڪرڻ اڻ مڃجندڙ نيڪين ۾ لکبا. اهو جوش ۽ ولولو ڪيس پنهنجي مٺي مرشد جي سچي عشق جي نشاندهي ڪري ٿي.

حضرت سچل سرمست سائين جي ذات ۽ ڪلام تي جيڪو ڪم هن ڪيو آهي سو هڪ امل ڇنبو. اسان ٻارن الجاڻن ۽ طفل مڪتب کي ايترو ڪجهه معلوم ٿيو ته روحانيت ڇا آهي ۽ سائين سچل سرمست ڇاجو پرچار ڪري ٿو ۽ اسانکي ڇا ٿو سمجهائڻ گهري ۽ اسان ڇا آهيون؟ اهو سڀ ڪجهه اسان کي هن فقير صفت درويش قاضي علي اڪبر درازيءَ جي طفيل مليو. جنهن لاءِ آءٌ هر دم ان لاءِ دعاگو آهيان ۽ رهندس.

مان ائين ٿو محسوس ڪريان ته سندس وفات جي ڪري سچل سائين جي ڪلام ۽ ذات جي اشاعت ۽ سنڌي ساهتا لاءِ هاڃيڪار آهي. تنهن سان گڏ اسان شاگردن لاءِ به عنايت مهربانين ۽ دعائن جو سلسلو ٻڇ بند ٿي ويو.

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي سچل سرمست سائين لاءِ پنهنجيون ذهني صلاحيتون- مالي قوتون ۽ زندگيءَ جون گهڙيون تياڳي ڇڏيون.

**محترم پروفيسر جمال الدين "مومن"**

نوان جتوئي

## (١٧) "هڪ سچو اديب"

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي- سراپا سونهن ۽ سون هئا. محنت ۽ مشقت ڪندڙ انسان پنهنجو مقام پاڻ حاصل ڪندو آهي. سڄي زندگي علم و ادب جي خدمت ڪندي ڪندي صرف ڪيائون. هر فن و فڪر تي قلم کي خوب هلايائون. سچل سائين جا تہ سچا عاشق صادق هئا. درازي لفظ ان نسبت جي نشاندهي ڪري ٿو.

درازي مرحوم وٽ ۽ وس آهر سچل سرمست رح جي ڪلام کي عام ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيائين. سندن اسم گرامي ادبي دنيا ۾ تا زندگي دائم و قائم رهندو.

شال!! مالڪ الملڪ کين مدني ۽ ٻرين جو ٻاڙو نصيب فرمائي. (آمين)

مڪتوم الله بخش سومرو
حيدرآباد سنڌ.

## (١٨) ”مرحوم قاضي صاحب“

مرحوم قاضي علي اڪبر صاحب فقير طبيعت ملنسار ۽ عالم شخص هيا. هي عاجز جڏهن اسسٽنٽ ڪمشنر خيرپور سال ٦٣-١٩٦٢ع ۾ هيو تڏهن کان وٺي قاضي صاحب مرحوم سان نياز مندي جو ناتو قائم ٿيو. هي ناتو مرحوم پڇاڙيءَ تائين نڀائيندو آيو.

وري جڏهن سال ٧٧-١٩٧٦ع ۾ هي احقر ڪمشنر سکر ڊويزن مقرر ٿيو. قاضي صاحب پنهنجو فقيرائو قرب ڪري سکر ۾ به ملاقات جو شرف بخشيندا هيا. خط و ڪتابت به باقاعدگيءَ سان ڪندا هئا.

مرحوم کي حضرت سچل سرمست رح سان والهانه محبت هوندي هئي. پنهنجن ملاقاتن ۾ هميشه درگاه سچل سرمست رح جي بهبودي و بهتري لاءِ اسرار ڪندا رهندا هئا. کين بيحد شوق هوندو هو ته سچل سرمست رح جي ڪلام جي گهڻي کان گهڻي تشريح ۽ اشاعت ٿئي.

الله سائين مرحوم کي سرڪار مدينه صلي الله عليه وسلم جي صحابي پنهنجي بخشش عطا فرمائي. (آمين)

## محترم ڊاڪٽر حيدر سنڌي
اسلام آباد

### (١٩) ”درازي سراپا سونهن“

هڪڙو قلم ڪٺي اهڙي برگزيده هستي- صاف دل انسان ۽ سچي قلمڪار بابت پنهنجي راءِ لکڻ ڪجهه دشوار ڳالهه آهي.

اوهين يقين ڪريو تہ عرصي دراز سوچڻ جي باوجود- آءٌ اهو فيصلو ڪري ڪين سگهيو آهيان تہ محترم قاضي علي اڪبر درازي صاحب جي سچ ڳوئي- ۽ بي باڪ قلمي ڪوشش جو ذڪر ڪريان يا سچل سرمست سان سندس سچي عقيدت جو بيان عيان ڪيان يا سنڌي ٻولي لاءِ سندس ڀلهار وچڻ جا مذڪور ڳڻايان يا علم دوستي ۽ علم پروري جا تفصيل ڇٽيان جن جو ثبوت سندس نابينائي واري دور ۾ بيناءَ انسان لاءِ لکيل لکڻيون پيش ڪن ٿيون.

سائين منهنجا قاضي علي اڪبر درازي مرحوم سستي وانگر پاهڻ کي پٿون ڪرڻ واري اوڏل ارادي جو مالڪ هو- سستيءَ بہ تہ ڏونگر کي ٻوري عزم سان للڪاريو هو تہ :

”اکيان ڏکر ٿر - متان روهہ رنيون ٿئين.“

ساڳي ريت درازي صاحب مرحوم جي صحت جواب ڏئي وئي، جسم ۾ ويهڻ جي طاقت نہ رهي، هٿن مان قلم ڪٺڻ جي سگهہ ختم ٿي وئي، بينائي موڪلائي وئي پر هن ٻر عزم انسان جا حوصلا جوان رهيا- لکڻ جي لگن جاري رهي- پين ڪان لکرايائين پر لکڻ ۾ ڪوتاهي ڪڏهن ڪانہ ڪيائين ۽ نہ وري بي نوريءَ جو ٻهانو ٺاهي عذر ڪري لکڻ ڇڏيائين يا زماني جي بي حسي بي ثباتي ۽ پنهنجي بي سرو ساماني جو ليکو لکي نا اميد ٿي ويهي رهيو. مگر هو محاذ تي اٽل رهيو ۽ قدم اڳتي وڌندو رهيو. پوئتي قدم جو نانءُ نشان نہ ڪنيائين.

هو سچل سرمست سائين جو پورو پورو شيدائي هو ۽ اتان ڪيس جيڪا سرمستيءَ جي سرڪ ملي تنهن ۾ اهڙو ته مست رهيو جو آخري گهڙيءَ تائين ڪنهن موت ملڻ جو آسرو ڪونه ڪيائين. ڪنهن به تنقيد تي ڌيان ڪونه ڏنائين ۽ نه وري پنهنجي پيري ۽ ضعيفيءَ جي باوجود ڪنهن عملدار، آفيسر يا سربراه جي ڪا خوشامند لکيائين. هن هميشه سچ جو ساٿ ڏنو ۽ مون کي پڻ هميشه اهڙي تلقين ڪندو رهيو.

مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ سان اگرچ منهنجي ڪڏهن به روبرو ملاقات ڪانه ٿي پر خط وارو اهو ملاقات جو سلسلو ڪڏهن ڇنڻ ڪونه ڏنائين. اگر ڪڏهن منهنجي ڪوتاهين ۽ ڪمزورين سبب خط جي جواب ۾ دير ٿي ويندي هئي ته پنهنجي پدرانه شفقت واري نموني يادگيري ڏياريندو هو.

اهڙيءَ طرح قاضي علي اڪبر درازي مرحوم نه صرف قلمي نموني پر عملي نموني به هر طبقه فڪر کي تنيءَ ٿڌيءَ ڪام واري قول تي عمل ڪرڻ جي تلقين ڪندو رهيو.

آءٌ ته ائين چوندس ته هي جهان ته هرهڪ کي ڇڏڻو آهي ۽ ڇڏيندا به رهن ٿا پر مرحوم قاضي صاحب درازيءَ پيارا ڪي ڪي انسان پنهنجو پاڻ کي اهڙو دوام بخشي ويندا آهن، جو جيتوڻيڪ هو اسان وٽان بظاهر هليا ويندا آهن ليڪن سندن قول ۽ عمل کين هميشه زنده رکندو آهي.

محترم احمد علي چانڊيو
شهداد ڪوٽ

(٢٠) ”سائين غلام اڪبر درازي“

”نه دلبر ڏسون ٿا — نه در مان ڏسون ٿا،
نه منزل، نه منزل جو، نشان ڏسون ٿا.“

زندگي ۾ هر انسان لاءِ اڻاهه جذبا اڀرندا آهن. پر آهي انسان جي گذري وڃن ٿا ۽ سندن ياد هرهڪ وقت تازي رهي ٿي. سي گوهرا گذريا ٿي ڪين آهن. اڄ به مونکي فقير قاضي غلام اڪبر درازي ياد آهي ۽ تا حيات ياد رهندا. هو پيرسن ۽ آءٌ ٻالڻوستا ٻاويهن سالن جو ٻالڪ، جڏهن ملاقات ٿي ته ائين محسوس ڪيم ته هو عمر ساز، احوال پيو اوريان ۽ ادبي ڳالهيون ٿيون.

حقيقت ۾ هن ظالم زماني جو فسانو انڊلٺ سمان ٿئي ٿو. جنهن ۾ پرڪشش رنگ ته ڪافي ٿين ٿا، مگر حقيقت ڪانه. تهڙي طرح هن ظالم ننگري جي حسين ۽ رنگينن تي ڪافي معصوم پتنور پلجي برباد ٿيا. هن بي بقا ننگريءَ ۾ رهي ڪري انسان اميدن جا ڪيترا محل اڏي ٿو ۽ ڊاهي ٿو. ۽ ڪن جا خواب اڌورا رهجي وڃن ٿا. هڪ دونهون جو هوا ۾ تقسيم ٿيو وڃي ۽ وجود ڪونه ٿو رکي. ڪي زندگيون ڪنهن جي ڪم آيون ۽ ڪانه ڪا ٻاجي، چاهي ڪڙي چونه هجي پوئتي ڇڏي، هن ڌرتيءَ جي ميدان تي ڏک، سوين بلڪ هزارين ۽ ڪڙورين روپ ڌري آيا. ڪن ڏکن منجهان پرايو، ڪن هارايو. ڪن شاعرن ڪن ڪي شرابي، ڪن ڪي بلندي، ڪن ڪي پستي، ڪن ڪي شاهي، ڪن ڪي گدائي تي پهچايو. مگر ڏکن مان ٻرائڻ واري هستي قاضي غلام اڪبر درازي تخيل جي راهه ۾ اهم مقام رکندڙ آهي. جيڪا شخصيت صديون ياد رهندي. ازل تائين هن جي تخليقي ادبي موتين مان ڪئين زندگيون فائدو وٺنديون.

سائين پرواني ۽ سچل قاضي علي اڪبر درازي جن پنهنجي قليل عرصي ۾ سرائڪي، انگريزي، اردو ۽ سنڌي ۾ ڪافي بهترين ڪتاب لکيا، مرزا قليچ بيگ مرحوم ڪانپوءِ اهڙا ليکڪ هئا جن ايترا سارا تقريباً اڌ سؤ ڪن ڪتاب لکيا ۽ پنهنجي خرچ تي ڇپرائي قوم جي جذبي لاءِ مفت ورهايا، جن جي ورق گرداني مان ڪيترا اديب محقق. دانشور. دانش آموز. شاعر. سگهڙ ۽ سالڪ پيدا ٿيندا. سائين غلام اڪبر

درازي هڪ مشفق پيءُ هئا هڪ شفيق استاد. هڏ ڏوکي ۽ راز دان رهيا آهن. هر ڪتاب پوري پوري جوابداري سان موڪليندا هئا. هر ڏک سک ۾ شريڪ ٿيندا هئا. هن منهنجا ڪجهه ڪتاب منهنجي لائبرري لاءِ مفت ارسال ڪيا. مان نه رکو پر هر پڙهندڙ کين جنت‌الفردوس ماڻ جون دعائون ٿو ڏئي. ۽ سندس اولاد کي پڻ ڏينهن ڏيڻ لاءِ رب القدوس جي در دست بدعا آهن.

هڪ ڏينهن منهنجي ڪنن منحوس خبر ٻڌي ته قاضي غلام اڪبر درازي جسماني طرح اسان‌کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويا آهن. اڄ ساڳيو ڏينهن اکين اڳيان ڦري ٿو جڏهن اها خبر ٻڌي هر اک اشڪبار ۽ دل بيقرار نظر ٿي آئي. ائين ٿي لڳو ته ڄڻ سيني جو هڏ ڏوکي نا خدا کين وچ بحر ۽ غمن جي سمونڊ ۾ ڇڏي هليو ويو هجي. سڀ مايوس نظر ٿي آيا. ۽ هر طرف کان مون وٽ اچي ڪنا ٿيا جيئن ڄڻ ڪو منهنجي سر تان سايو هٽيو هجي ۽ حقيقت به ائين آهي. اڄ به سندس چشم و چراغ مونکي پيارو گهرن ٿا. مگر اهڙو شايد ڪو پيار پلئه پوي.

محترم الله جڙيو انصاري
سکر

(٢١) ”منهنجو محسن سائين“

جنت آشياني قاضي علي اڪبر درازي رح قاضي عبدالسميع محلا روهڙيءَ ۾ تولد ٿيو. ڀي پاڻ هئا. خداوند تعالي پنهي پاڻن کي علم جي زيور سان آراسته ڪيو. سندس وڏي پاءُ جو نالو قاضي علي رضا هو. هي پهريون شخص هو جنهن پرشن ۾ ايم. اي جي ڊگري بمبئي يونيورسٽي مان حاصل ڪئي.

منهنجو سائين علي اڪبر رح عربي ۽ فارسيءَ ۾ هڪ جيتري دسترس رکندو هو. انگريزيءَ ۾ صرف ميٽرڪ پاس هو. مگر پنهنجي

اورچائي- ان ٹک ڪوشش سان هن زبان تي بہ ڪلي ضابطہ هوس.
آخر ۾ پاڻ ٽريزري آفيسر ٿي ريٽائرڊ ٿيا. مرحوم قـاضي صاحب سان
منهنجي ملاقات پهريائين همدرد پريس ۾ ٿي- جتي پاڻ ڪتاب ڇپائڻ
جي سلسلي ۾ آيل هيا. سندن محبت قرب ۽ رس پري رهاڻ مونکـي
پنهنجو گرويده بنائي ڇڏيو. اهڙي املهہ در جي دروازي تي وڃڻ مان
لاڀ پرائبو ۽ ايڪانت حاصل ٿيندي. اهي انسا منهنجي دل ۾ سندس
ملاقات کان پوءِ آتپن ٿيا. اتفاق سان ٻئي ڏينهن تي سنڌ جو خاموش
شاعر ميان عبدالنبي "خاتم" جانوري بنده جي غريب خاني تـي آيا.
تنهن سان قاضي صاحب جو ذڪر ڪيم. جنهن مرحوم قاضي صاحب
جي علم- حلم- عشق ۽ محبت جون ڳالهيون پنهنجي شاعرانہ طبع جي
نوءَ تي سٽايون- هينئر دل ريلو ڏنو تہ ڪهي وڃي ان قربائتي جـي
قرب پري ڪچهري مان ڪا وٽ وٺجي- اسين نوڪري پيشي انسان
۽ گرهستي زندگي ۾ محو و مگن تن ڪي ستين ڏينهن وارو موڪل جو
ڏينهن بہ گهرجي پڙ تول ۾ گذريو وڃي. مگر آءٌ مصمم ارادو ڪيو تہ
هن آچر تي ضرور وڃبو. خاتم صاحب پوري ائڊريس ڏني. هونئن بہ
آءٌ اصل سنڌي دائري جو رهندڙ- تنهن کـان روهڙي کهڙي ڳجهي
هوندي. سو آچر ڏينهن تي سوير پرو وڃي قاضي‌صاحب جي دولت ڪده
تي پهتس- پاڻ اوطاق ۾ ويٺا هئا. قاضي صاحب مرحوم وڏي پاٻوهہ سان
مليا، حال احوال بعد ڪجهہ وقت سنڌي ادب، سنڌي اديبن جي سرد
مهري ۽ پاڻ ۾ رسا ڪشي تي بحث هليو. آخر سچل سرمست رح جي
فارسي شاعري تي حاصل وضاحت ڪيائون- انهن ٻن ڪلاڪن جي
ڪچهريءَ منجهان آءٌ گهڻو ڪجهہ پرايو. هن قربدار جي قرب منهنجي
دل کي مقيد ڪري ڇڏيـو. هينئر سندس جـي حاضري ڏيـڻ منهنجو
معمول رهيو. هر مهيني ۾ هڪ ٻہ دفع وڃڻ ٿيندو هو. سندس زندگيءَ
جا پهريان پنج سال آءٌ سندس صحبت ۾ رهيس نهايت قريبي ۾ سندس
مطالع ڪيم. مون جيڪو ڪجهہ ان منجهان حظ حاصل ڪيو ۽ روحاني
تسڪين ملي ان جو ڪجهہ بيان عرض رکندس.

پاڻ فرمايائون ته ابا! منهنجو ننڍ پڻ کان لاڙو فقيري طرف هيو. اسان جا وڏا به تصوف جا قائل هئا. سندن صحبتي به فقير تـن شخص هوندا هئا. بيدل جي ننگريءَ جي رهواسين کـي وحدانيت روحانيت ورثي ۾ مليل آهي. خصوصاً روهڙيءَ جا قاضي. قريشي. سيد ۽ هندو هـن رنگ ۾ رنـگيل نظر ايندا. پر اڪثر ڪري سڀ خامـوش لڪل لعل آهن.

سندن وڏا سچل سرمست جا معتقد هئا. انڪري مرحوم به وچي درازن جي در سخي قبول محمد دوم جو مريد ٿيو. مرشد جي محبت ۾ رچي رهتو ٿيو. جلد وچي خاص خليفن ۾ شمار ٿيو. پڇاڙيءَ تـاءِ ميلي جو سارو اهتمام ۽ ننگر جو سارو نظام سندن حوالي هيو. روهڙيءَ جي هندو خواه مسلم عالمن بزرگن سان والهانه محبت هين. جتي بـه خدا رسيد ۽ بـزرگ پڌندا هئا. ڪهي وڃي ان جـا ملاقي ٿيندا هيا. اڪثر ڪري ايڪانت ۾ گذاريندا هئا. تاهم دنيا داري سان پوري طرح منهن ڏنائون. پاڻ کي لڪائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪندا هئا. مگر هي پرينءَ جو پانڌيڙو ڪيئن ٿو لڪي. آءٌ بنا هڪ چوندس تـه مرحوم فنافـيالرسول وارو ڏاڪو لنگهي فنافـيالله جي واديءَ ۾ قـدم رکيو هئائون.

"سي مـون ڏٺـا ماءِ ـ جـن ڏٺو پرين کـي
تني سندي ڳالهڙي ـ ڪري سگهان نه ڪاءِ."

وحدتالوجود جو مسئلو: هڪ دفعي سچل سائين جي ميلي تان موٽيا. ٿئين ڏينهن ني آءٌ وٽس حاضر ٿيس. ميلي جـي حال احـوال ۽ اديبن جي شڪوه بعد آءٌ کين وحدتالوجود متعلق پڇيم. پاڻ حضرت جنيد رح بغدادي جو هڪ متشرح عالم ۽ صوفي بزرگ هو. ان جـو قول پڌايائون:

"تصوف اهـو آهي جـو خدا توکي توکان ماري ۽ پـاڻ ۾ جيئرو ڪري."

وڏيڪ فرمايائون ته سچل سرمست جن بيان ڪيو آهي ته:

”شخص را بينم اگر با شبسم من
من نيم هست آنکه ميگويد سخن.“

(آشکار)

ترجمه: انهيءَ شخص کي ڏسان جيڪڏهن مان هجان. مان نه آهيان. اهوئي پاڻ آهي جو ڳالهائي ٿو.

وحدت‌الوجود کي همه اوست به چون ٿا جنهن جي معنيٰ آهي سڀ ڪجهه اهوئي آهي يا سڀ ڪجهه خدا آهي.

وحدت‌الشهود. جنهن کي صوفين جي اصطلاح ۾ از اوست چون ٿا انجي معنيٰ سڀ ڪجهه خدا کان آهي.

خلد آشياني قاضي علي اڪبر رح جن فرمايو ته ابا!! جر. ڦوٽي ۽ لهر کي پاڻي به چئي سگهجي ٿو. باري تعاليٰ هڪ مطلق هستي آهي. جا ڪنهن فڪر وهم ۽ خيال کان گهڻو مٿي آهي. شيخ سعدي رح فرمائي ٿو ته:

”اے بر تراز خيال و قياس وگمان و وهم.“

هڪ دفعي علم تي بحث هليو اڄڪلهه جي تعليم تي به ڪن دوستن چوهه چنڊيا. وري جو ڪين خبر پيئي ته آءٌ پرائمري ماستر آهيان پوءِ ته همراهه حوصلي کان نڪري ويا. مرحوم و مغفور قاضي‌علي‌اڪبر درازي رح هميشه دنيا جي ڳالهين تي بحث ڪري رب العزت جي وحدانيت واري سبق کي دهرائيندا هئا. سو ڪجهه خاموشيءَ بعد فرمائڻ لڳا. ته ابا !! اهو ظاهري علم انسان کي فائدي بدران ظلالت جي ڦهر ۾ وجهيو ڇڏو ڪري. صرف ظاهري علم نانگ وانگر آهي جنهن ڪيئن عالم و فاضل ڪاٺي ڪپائي ڇڏيا. ۽ هي فارسي بيت پڙهائون.

”علم را بر تن زني مارے بود.“

پر هن علم سان گڏ علم باطنيءَ جي شناسائي هجڻ گهرجي. اهڙي علم لاءِ عارفن فرمايو آهي:

"علم را بر دل زني ياري بود."

اهڙو علم يار تو بڻائي. اهي هئا خيال جنت آشياني سائين قاضي علي اڪبر درازي رح جا تصوف بنسبت.

قاضي قاضن رح جن به علم ظاهري بابت هن طرح خيال آرائي ڪئي آهي.

"اڪر اکيان ايري واڳون ٿي وريام"

سنڌ جا اڪثر بزرگ وجودي آهن. جن مان سچل سرمست ۽ سائين بيدل و بيڪس ظاهر ظهور اناالحق جو نعرو هنيو ۽ صاف صاف ٻڌايو ته:

۱- آهيان پاڻ الله - عشق منجهان ٿو عبد سڏايان.

۲- سوئي ڪام ڪريجي- جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي.

اهوئي سبب آهي جو سچل سائين کي سنڌ جو منصور حلاج سڏين ٿا ۽ آغا بيدل سائين کي سنڌ جو منصور ثاني چوندو آهيان.

منهنجي محسن مرحوم و مغفور پڇاڙيءَ ۾ اکين جي نظر جي ڪمزوري ڪري ڪجهه لکڻ پڙهڻ گهٽائي ڇڏيو. جڏهن به سائن ملڻ وڃبو هو. ته نهايت محبت ۽ شفقت سان ملندو هو. خفو ۽ ٻخل جو وڏي عمر ۾ اڪثر ڏيندو آهي مگر قاضي صاحب جن ۾ اهي ٻئي شيون ڪونه هيون. الله وارن کي نه دنيا سان چاه نه انهن جي وٿن سان محبت - هو سدائين محبوب جي ديدار ۾ محو و مگن رهندا آهن.

مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر رح کي رب عزو جل جنت الفردوس عطا ڪندو. (آمين) اها منهنجي دعا آهي.

محترم نظام الدين جتوئي
سکر

## (٢٢) "بيباڪ اديب"

اها هڪ خوشيءَ جي ڳالھ آهي تہ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي جي حالات زندگي تي سندن پونئير ڪتاب شايع ڪري رهيا آهن.

منهنجي قاضي علي اڪبر سان ورهين کان وٺي سڃاڻپ هئي. دل گهريو تہ ڪيس خراج عقيدت پيش ڪري يوسف جـي خريدارن ۾ پنهنجو نالو ڳڻايان.

مرحوم قاضي صاحب هڪ بيباڪ اديب. شاعر. سخن فهم ۽ سخن سنج هجڻ سان گڏوگڏ هڪ راسخ العقيده مسلمان پڻ هو. صوم و صلوات جو آخري دم تائين پابند رهيو.

درازي مرحوم پنهنجي پوري زندگي سچل سائين جي پيغام ۽ فڪر کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. سچل سرمست سائين تي سندس اڪيل وڏا ٿورڙي ننڍڙا ڪتاب بين اديبن جـي ڀيٽ ۾ تمام گهڻا آهن. مطلب تہ سچل سائين جي ڄاڻ بنسبت هو بذات خود انسائڪلوپيڊيا جي حيثيت رکندا هئا.

کين سچل سرمست جـي خليفي هئڻ جـو شرف بہ حاصل هـو. سچل سائين سان کيس جنوني حد تائين محبت هئي. سندس ذڪر و افڪار کي عين عبادت بلڪ راه نجات تصور ڪندو هو.

سچل سائين سان والهانہ عقيدت جي بنياد تي پاڻ کي "درازي" چوائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو. حالانڪ پاڻ روهڙيءَ جو رهاڪو هو. هـو آسمان ادب تـي درازيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو جيڪا سندس عقيدت جي انتها هئي ۽ من جي منشا پڻ.

بهر حال جڏهن بہ علم و ادب جو ذڪر يا بحث ڇيڙبو ويندو تہ مرحوم درازيءَ جي ڪمي ضرور محسوس ٿيندي.

"جهجهون پسيان جهوڪ - آبل سگهارن جي." (شاه)

مکتوم الاهي بخش شيخ
ڪوٽ ڏيجي

## (٢٣) "قربدار قاضي"

تواريخ جي ورق گردانين مان گهڻو اڳ معلوم ٿيو هوم تہ روهڙي شهر ولين ۽ بزرگن جي آماجگاهن سان پـر نور آهـي. جتي هر دور ۾ زنده وليالله ۽ مجذوب ۽ درويش، وار مبارڪ جي حاضريءَ ۾ تا قيامت حاضر رهندا ايندا. ان نگاه شوق ڪي ذهن ۾ رکندي پاڻ بہ اچي پنهنجا پر ساهي روهڙيءَ جي پاسي پراڻہ سکر ۾ پساه ڪم ۽ وصل ڪي واجهائيندي هـر لمحہ آزادي ڪي روهڙيءَ جـي گهٽين ۾ گهمائيندي عاشقن جا تيرٿ تڪيندي گذاريم.

اسم گرامي قاضي صاحب جو تہ ٻڌو هوم. خلاصي ملاقـات لاءِ سوچيندو رهيم. پاڻ ئي پاڻ قرب ٿيو. ادنيٰ ڪي پنهنجو سمجهي حضرت سچل سرمست سائين جـي متوالن جـي محفل ۾ آسيءَ ڪـي قربدار ڪوٺي قريب ڪيو ويو. تهان پوء زندگيءَ جي مطالع لاءِ سندن دور ملازمت جي قصن ڪي دهرائيندي ۽ فقيري جي رنگ رچائيندي بسر ٿيندو رهيو. مون لاءِ سندن اهترو قرب ئي ڪافي هيو جو هر اشاعت جي موقع ۽ حضرت سچل سرمست رح جي ورسين ملهائيندي هميشه قرب جي ڪوٺ ڏيندا رهيا. اڄا دل جو اڪيچار دل ۾ ئي رهيو تہ پاڻ سنت ئي سانباهو ڪري هليا ويا. حـالانڪ ٻتڪيل روحن کـي اڃان سندن رهنمائي جي سخت ضرورت هئي.

"جيڪي ڏنائـون - سو سير ڏيئي صلح ھنـدڙا،
مَ ڇـؤ چنائـــون - اي ھـن ڳنڍئـــو سڄڻين."

## محترم سيد نواز علي شاه
محراب پور

## (٢٤) " سچل جو عاشق صادق "

شاه عبداللطيف رح فرمايو ته جيڪو ڪنو اسان چاڙهيو آهي، انهيءَ جو ڍڪڻ هي نينگر (سچل سرمست سائين) لاهيندو ٿيو به ائين ٿي.

انهيءَ ڪني کي وندي عام و خاص تائين فيض رسائڻ جي خدمت جو بار جنهن سچي خادم شوق و ذوق سان پنهنجي ڪمزور ڪلهن تي کنيو ۽ نباهيو، اهو هيو سچل جو سچو عاشق، فنا في الشيخ، صاف دل صوفي سخاوت جو سرچشمو، علم و عمل ۾ يڪسان، قول ۽ فعل ۾ برابر، يتيمن جو ياور، سيرت ۾ پوتر، صورت ۾ انور، درازي دلبر قاضي علي اڪبر.

هن پنهنجي نهوڙيل نينهن ۾ ڪڏهن به ناغو نه وڌو، ستاسي سالن جي عمر تائين، هڪ با همت نوجوان وانگر علم ۽ ادب جا واهڙ وهائيندو رهيو.

ڪنهن به ادبي اداري ڪي سچل سائين تي ايتري تحقيق ۽ تصنيف جي جرئت ڪانه ٿي سگهي ۽ شايد به نه ٿي سگهي! پر هن مرد مجاهد اڪيلي سر پنجاه ڪان به مٿي ڪتاب لکيا ۽ ڇپرايا.

قاضي سائين لاءِ ايترو چوڻ ڪافي نه ٿيندو ته هوهڪ اڪيڊمي هو، انجمن هو ـ انسٽيٽوٽ هو، ۽ سچل سرمست جي سڪ ۾ سرشار، هاديءَ جو حبدار، پرين جو پينار، طريقت جو طلبگار ـ معرفت جو ميخوار ۽ سرمست جو سراسر پيروڪار هو.

هن عاشق کي موت ماري نه سگهيو ۽ هو موت کان اڳهي مئل هو ـ حقيقي موت ڪانپوءِ به مري نه سگهيو آهي. جيستائين سج جي

روشني- چنڊ جي چانڊاڻ قائم آهن تهستائين سچل سائين جي طالبن ۽ معتقدن لاءِ قاضي صاحب انهن ٿي رهبري ڪندو جيئن قطب تارو راهه مسافرن لاءِ.

قاضي صاحب ڪي ڪو مئل سمجهي ته اها سندن پنهنجي ڀل آهي. هو زنده آهي ۽ زنده رهندو.

" مٺا جي محبت ۾ - سي مري ٿيا نه مات "

## محترم مولابخش جتوئي

لاڙڪاڻو

## (٢٥) "سچل سرمست جي ڪلام جو هڪ شارح ۽ هڪ عاشق."

سنڌ صدين کان وڏي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جو گهوارو رهي آهي. جنهن جي اڄ مهراڻ جي ماٿريءَ ۾ موهن جو دڙو قديم روايتن جي نشان دهي ڪري رهيو آهي. دنيا جي ڏسڻ وارا ماڻهون اهو اعتراف ڪري چڪا آهن ته سنڌ سڄي دنيا ۾ ان ڏس ۾ ٻهرئون مرڪز آهي. جنهن جي گود ۾ ٻر وقار ۽ ٻر ڪ انسان جنم ورتو، جن حقيقت ۾ نه رڳو سنڌ ٻر پوري ايشيا کنڊ ۾ پنهنجي جدوجهد سان ملڪ ۽ ملت جو نام روشن ڪيو ۽ پوري دنيا کي پنهن جي مثالي ڪارنامن سان واضع ڪري ڏيکاريو ۽ سمجهايو ۽ پنهنجو سڪو ڄمايو آهي. مهراڻ جي ٻنهي ڪنارن تي " زرخيز علائقا " قتل ڳوٺ ۽ شهر دڙن ۽ کنڊرات جي صورت ۾ نظر اچي رهيا آهن، سي سڀ انهيءَ وقت جي محنت، مشفقت، اور چانسي، عقلمندي ۽ مهارت جي ساک ڀري رهيا آهن.

سنڌ سڳوريءَ جي سر زمين اهڙن انمول هيرن. جواهرن، موتين جهڙن ماڻهن سان سدائين ڀرپور رهي آهي، جن ۾ اولياءَ، عامل، ڪامل،

عالم فاضل، اديب شاعر، مفڪر، صحافي، سياستدان، ماهر ۽ دانشور ٿي گذريا آهن. هن فن جا مالڪ ۽ صاحب ڪردار جا ڏٺي، پنهنجي پنهنجي وقت جو ڏاڪو ڇماٽي، جڳ مشهور ٿي، پاڻ ڪـي سج وانگر روشن ڪري، ملڪ و ملت جـي بي لوث خدمت ڪري، پاڻ ڪـي ڏکن ۽ ڏوجهرن ۽ تڪليفن ۾ وجهي، پنهنجون يـادگارون ۽ نشانيون ايندڙ نسلن لاءِ مشعل راهه ۽ رهبريون ڇڏي، پاڻ وڃي پنهنجي حقيقي هادي سان مليا هڪ ٿي ويا مگر هن دنيا ۾ پاڻ کي هميشه جـي لاءِ زنده ڪري ويا آهن.

اهڙن قابل تحسين، اعلي دماغ، مفڪرن، محققن، جيد عالمن، فاضل اديبن، شيرين بيان شاعرن واديءَ سنڌجي ناياب گوهرن منجهان محترم قاضي علي اڪبر درازي به هڪ هيو. هو منصور آخر زمان شاعر هفت زبان، شهنشاهه عشق حضرت سچل سرمست جو عقيدتمند، عاشق صادق ۽ سندس ڪلام جو شارح هو.

جيئن جو انهن ڏينهن ۾ سخي قبول محمد دوم فاروقي، سجاده نشين درگـاهه حضرت سچل سرمست، جن هڪ باڪمال صوفـي ۽ ناميارا عارف باالله بزرگ هئا. جنهن جـو پوري هندستان ۾ پيري فقيري ۽ بزرگي جو ڏاڪو ڇميل هو. سڄي هندستان ۾ سندن فيض جو درياهه سانوڻ جـي سنڌوءَ جيان مهاساگر وانگر بي انت ۽ بي ڪران ٿـي موجون ماري رهيو هو ۽ ڪيئن حقيقي پيار جا پياسا سيراب ڪري ڇڏيا.

سو محترم قاضي علي اڪبر ابتدائـي تعليم پوري ڪري تعليم خاص (تعليم تصوف) ڏوهه جواني ۾ عشق جي چڻنگ سندن چولي ۾ پئي ۽ مرشد وٺڻ جو شوق دل ۾ جاءِ ڳير ٿيو. سو ١٩١٥ع ۾ سخي قبول محمد دوم جن جا دست بيعت ٿيا. جـي سخي سائين جـو تمام پيارو ۽ دل گهريو طالب هيو ۽ مرشد جي دعا سان رنگجي لعل ٿيو.

قاضي علي اڪبر درازي صـاحب پنهنجي سروس جي دوران بـا رٽائرمينٽ ڪانپوءِ درگاهه سچل سائين تي پنهنجون مثالي خدمتون پيش

ڪيون ۽ انهن خدمتن جي باوجود سچل سرمست جــي ڪلام عام ڪرڻ لاءِ هن درويش انسان وڏي جا کوڙ ڪري سچل سائين جــي سموري فارسي ڪلام جو سنڌي ۽ اردو زبان ترجمو ڪري منظر عام تي آندائين. پنهنجي هڙان ۽ وڙان خرچ ڪري مرشد جي ڪلام کي اوج بخشيو. صرف ان مقصد سان ته ماڻهو فيض حاصل ڪن ۽ سچل جي ڪلام کي سمجهن، پروڙين ۽ عمل ڪن.

انهيءَ جــا کوڙ منجهان ثابت آهي ته پاڻ سچل سائين جو سچو عاشق ۽ شيدائي هــو. جيڪڏهن ڪابه فرصت ملندي هيس ته اهــي گهڙيون به مرشد جي درگاهه عالي تي وڃي گذاريندو هيو. مرشد جي ديدار ۽ درشن ۾ هفتا يا مهنا نه وڃهندو هيو. مرشد ياد پيو ته هڪدم جتي پير ۾ پائڻ يا ڪپڙا بدلائڻ يا ڪڍڻ به وسري ويندا هين. نهايت ئي سچو عاشق ۽ عقيدت مند هيو. جنهن جي صفتن ۽ مرشد جي خدمتن ڪرڻ ۽ ان جي اظهار ڪرڻ جــي منهنجي قلم ۾ طــاقت ۽ منهنجي وس کان ٻاهر آهي جو ساراهه ڪريان.

مرحوم قاضي صاحب اٽڪل پنجاهه ڪتابن جو مصنف آهي جن مان اٽڪل ٤٥ ڪتاب پنهنجي مرشد درازيءَ جي ريسرچ تــي آهن. باقي مختلف موضوعن تي لکيائين. فرصت جي وقت درگاهه تي به قاضي صاحب کي لکندي ڏٺو ويو.

اهڙو تذڪره پير سائين خواجه عبدالحق فاروقي جي خدمت ڪيو هوم ته قاضي صاحب کي پيري ۾ به ڏاڍو لکڻ تي شوق آهي. سو پاڻ فرمايائون ته قاضي صاحب سچي سائين ۽ سخي بادشاهه جن جو سچو عاشق صادق آهي عاشق کي سواءِ محبوب جي ڪوئي قرار نه ايندو آهــي. تنهن قاضي صاحب کي به نانڪ يوسف وارو پارٽ ادا ڪرڻو آهــي. جيتري قدر پنهنجن تــي آهٽ کاوڙ ڪندو يــا تڪليف ڏيندو آهيان، تڏهن بـــ منهنجي قريب ئي پيار وارو رابطو قــائم رکيون ايندا آهن. سو سجاده نشين مرحوم قاضي صاحب کي سچو عاشق ۽ سچل جــي

ڪلام جو شارح چئي ويا آهن.

مرحوم قاضي صاحب صوم و صلوات جو پابند هيو. راتين جون راتيون جاڳي عبادت الاهيءَ ۾ مصروف رهندو هيو، نهايت پرهيزگار ۽ متقي شخص هيو. سندس وفات ٣٠- آڪٽومبر ١٩٨١ع مطابق ٢- محرم الحرام ١٤٠٢هه بروز جمع ڏينهن تي روهڙي شريف ۾ ٿيائين ۽ سندن ٿي پنهنجي اباڻي مقام ۾ مدفن ٿيل آهي. اسان جي دعا آهي ته خدا پاڪ مرحوم درازي صاحب کي جنت۔ فردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي. (آمين)

محترم عبدالڪريم سعدي
ڪراچي

## (٢٦) "عقيدت جو اظهار"

سچ پڇو ته مان پاڻ کي انجو اهل نٿي ليکيم ڇو جو:

"چه نسبت خاک را ـ با عالم پاک"

ڪٿي مرحوم قاضي صاحب جو مرتبو ۽ ڪٿي آءٌ، جو هڪ سچار سائين جي لاءِ لکان جنهن پنهنجي زندگي ۽ جند جان عاشق باالله بزرگ شاعر هفت زبان سچل سرمست لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ڪافي عرصو آءٌ عجيب ڪرب ۾ مبتلا رهيس ته آخر هن بزرگ لاءِ ڪهڙي پهلوءَ تي لکان. اڄ مجبور ٿي قلم کنيون اٿم.

سرور۔ ڪائنات، فخر۔ موجودات حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم جو فرمان آهي ته:

"آلدنيا جيفة و طالبها ڪلاب."

"هي دنيا ڍونڍ آهي ۽ دنيا جي طلب ۾ پريشان ٿيندڙ ڪتا آهن." انهيءَ اسرار کي خاڪ پاڪ روهڙي شريف جي رهواسي الحاج

قاضي علي اڪبر درازي رح نہ فقط پروڙيو هو. پر ان حديث تي عمل بہ ڪري ڏيکاريو.

ڪاش! اسانجا پيا پائر بہ انهيءَ راهہ جا پانڌيڙا ٿين تہ جيڪر هن دنيا اندر بهشت جا مزا ماڻجن.

خلد آشياني الحاج قاضي علي اڪبر درازي ڪائيندڙ پڙهندڙ خاندان منجهان هو. سهڻي صورت سان گڏ کيس سهڻي سيرت بہ رب پاڪ عطا ڪئي هئي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ دنيا جا ڪيترا لاها چاڙها ڏٺا، انگريز فيل مست جي حڪومت بہ ڏٺائين. ان دور ۾ پر و قار نموني ۾ نوڪري بہ ڪيائين پر تنهن سان گڏوگڏ پنهنجي تن ۽ من کي اڇو اجرو رکيائين. ڇو تہ سندس دل ۾ مذڪوره حديث جو مفهوم سمايل هو.

قاضي علي اڪبر درازيءَ کي شاعر هفت زبان سائين سچل سرمست سان حقيقي عشق هو. جنهن جو اثر سندس اٿڻي ويهڻي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، ڪچهرين ۽ عام ملاقاتن هميشه نمايو رهيو آهي.

قاضي صاحب پنهنجي زندگي ۾ جيترا ڪتاب (شايد ٥٠ کان بہ مٿي هوندا) لکيا آهن. ايترا ڪتاب شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ لکيا آهن. ڪتابن مان منهنجو مقصد روحاني ڪتاب آهن، جن مان ياد الاهي، حب رسول، عقيدت آل اطهر ۽ سچل سرمست جي تعليم جو مفهوم هجي.

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي، لاريب، سلوڪ جي طريقت جو رهبر شخص هو. جنهن پنهنجي زندگي دنياوي طمع و لالچ ۽ ظاهري ڏاه ڏوه کي ٺوڪر هنئي ۽ ان فقيريءَ تي زندگي ڀر قائم رهيا.

”ترڪ دنيا“ متعلق سندس گفتا لکـائون. سندن چـوڻ هو تہ ترڪ دنيا اهو ناهي تہ پاڻ کي اگهاڙو ڪري ۽ لانگوٽو ٻـڌي ويهي رهي. پر ترڪ دنيا هي آهي تہ ڪپڙا بہ پائي. ڪاڏو بہ ڪائي ۽ جيڪا

حلال شيءِ ڪمس ملي، اها روا سمجهي، پر انجي جمع ڪرڻ جو لاڙو نہ رکي ۽ دل انهيءَ سان نہ لڳائي، اهو آهي ترڪ دنيا.

آخر ۾ دعا آهي تہ الله تعاليٰ ڪيس جنت ۾ جاهِ ڏئي.

محترم صوفي آزاد

ڏوڪري

## (٢٧) "قاضي علي اڪبر درازي"

قاضي علي اڪبر درازيءَ سان منهنجو روحاني رشتو هو. هو روحاني دنيا جو سدا روشن سج آهي، جو سدائين علم و ادب ۽ روحانيت کي روشني ڏيندو رهندو.

هن عشق جي عميق مان موتي ڳولهي- پريم جي پيالن آڏو تحفو رکيا آهن. هن عظيم انسان حضرت سچل سرمست سائين جي سِتن ٻولين جي تصنيفات کي پنهنجي فقيرائي ۽ رندانہ ترجمي سان علم و ادب سان سوجهہ و ٻوڌ رکڻ وارن اڳيان عالم آشڪار ڪيو.

قاضي صاحب هڪ بلند پرواز شاعر، بيباڪ رند، مصنف ۽ اهل‌الله فقير هو. دعا آهي تہ سندس خاندان جا چشم و چراغ سندس نقش قدم تي هلي سندس محنت ۽ محبت کي حق جي ڳولائڻ تائين پهچائيندا رهن.

"عاشق رند ڪتان نہ ليسن،
جي ليسن تہ پوتل هو سن رب سين."

(سچل سرمست)

محترم وزير علي بلوچ

ڳوٺ پڌل خان لغاري

## (٢٨) "هڪ عظيم انسان"

"سچا دوست دنيا ۾، اڄـان ڪي آهين،
نازڪ ناتـو نينهن جـو، لايــو نڀائين،
پير نہ پٺتي پائين، غلام اڪبر غريب چوي." (علي‌اڪبر)

هي بيت آن مجاهد ۽ عظيم انسان جو آهي، جنهن جـو عظيم نالو علي اڪبر درازي هو. درازي لفظ منجهان ظاهر آهي ته پاڻ سچل سرمست سائين جـو سچو ۽ مخلص طالب هو، حالانڪ پاڻ روهـڙي شهر جو رهواسي هو.

قاضي علي اڪبر درازي سچل سرمست سائين جـو سچو عاشق ۽ طالب هو، جنهن پنهنجي سڄي حياتي پـاڻ پتوڙي سچل سائين جـي ڪلام ۽ فلسفي کي عام ڪيو ۽ ڪيترائي ڪتاب پنهنجي خرچ تي شائع ڪرائي، مفت ۾ تقسيم ڪيا.

قـاضي صاحب صاف دل انسان هو ۽ هـن مادي دور ۾ اڪيلي سر تصوف جي تحريڪ هو. سندن دل من دنياوي غلاظتن کان پاڪ ۽ صاف هئي. ان جي وجود ۾ جيڪڏهن ڪجهه هو ته اهو جمال مطلق جو جلوو هو. جنهن ڪري سندن چهرو هميشه مهڪندڙ ۽ ٻهڪندڙ پيو نظر ايندو هو. ان ۾ نوراني تجلو نمايان نظر ايندو هو. مون وٽ ايترا الفاظ ڪونه آهن جو سندس تعريف ۾ لکان. اگـر قاضي صاحب جي باري ۾ لکجي ته هوند هڪ ڪتاب ٿي وڃـي. شاه صاحب جو هي بيت قاضي صاحب سان بلڪل ٺهڪي اچي ٿو:

” ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي مڙيئي نـه هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهارجي.“
(شاه صاحب)

آخر ۾ منهنجي هي دعا آهي ته:

” غلام اڪبر غازي، هجن توتـي سوين سلام
پهچايو آهـي تـو، سچل سائين جـو ڪلام
هوندو روشن، رهندو دنيا تائين تنهنجو نـام
خـدا توکـي ڏيندو، جـاءِ جنت ۾ تمام.“

محترم راهي چنا
ڄامشورو

## (٢٩) ”وڏي وٿ هئا پاروچل پنهور ۾ “

قاضي علي اڪبر درازي (مرحوم) سنڌي ادب جو هڪ اهڙو سچو پورهيت، بي باڪ ۽ خاموش ليکڪ هو جنهن بنا ڪنهن نمائش ۽ ڏيک ويک جي سچل سرمست سائين تي پنجاهه کن ڪتاب لکيا. وڏي ڳالهه ته هيترا سارا ڪتاب پنهنجي هٿان ڇپائي ادبين، دوستن ۽ سچل جي پانڌيڙن کي مفت موڪليا. نه زر جي خواهش، نه لوڀ ۽ نه نام جو خيال ڪين هو.

اسان سڀ هوند ڳالهيون ته تمام وڏيون وڏيون ڪندا آهيون. سنڌ، سنڌ، ادب، ادب ڪندي ٿڪان تي پوندا آهيون. ليڪن جئين درازيءَ مرحوم ڪيو، اهو هرڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي.

ٽيون سال حضرت سچل سرمست جي ساليانيءَ عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ درازن شريف وڃڻ ٿيو. سچل جي ديس پهچي، درگاه تي حاضري ڀريم. قاضي صاحب مرحوم سان منهنجو ٧-٨ سالن کان وٺي خط و ڪتابت جو سلسلو هو. ليڪن ملاقات ڪانه ٿي هئي. سچل سائين جي حاضري ڀرڻ کانپوءِ درگاه شريف جي فقيرن کان قاضي صاحب جي پڇا ڪيم. جن مونکي قاضي صاحب سان ملايو. نالو ٻڌائي واقفيت ڪرايم ۽ ڀاڪرين ٻنجي ويو. جهور پوڙهو، بنهه سادي پوشاڪ مٿي تي اڇي زريءَ جي ٽوپي هٿ ۾ لڪڻ، اکين جو نور گهٽ ليڪن دل جو سوجهرو سرس. اها سڄي رات سندس درگاه واري ڪوٺڙي تي ڪچهري ٿي. سچل سرمست سائين جي هن شيدائي سان اها منهنجي پهرين ملاقات ۽ آخرين ملاقات ثابت ٿي. ڪچهري دوران چيم ته سائين هاڻي صفا جهونڙا ٿي ويا آهيو، ٽنڪر ورهائڻ، ميلي جي ننڍي وڏي ڪم جي نظرداري ڪرڻ، تاج پوشيءَ

جي رسم ۾ شريڪ ٿيڻ هاڻ توهان لاءِ ڏکيو ٿو لڳي. مرڪي چيائين ته ميان اڄ جيڪي هي رونق ۽ بر ۾ بازار ڏسين ٿو. ڪو زمانو هو جو مورڳو ١٥-٢٠ ماڻهو ميلي تي ايندا هئا. جن ڪي آءٌ پنهنجي هٿن سان ماني پچائي کارائيندو هوس. گذريل ٦٠ سالن کان وٺي درگاه شريف جو پانديڙو ۽ ڀاربدار آهيان، مرشد جي محبت ۽ عشق ويهڻ نٿو ڏئي، جيسين سيءَ ۾ ساهه آهي پيرو نه پڇندس. مون دل ئي دل ۾ هن اڏول انسان جي عظمت کي جهڪي وڏي ادب سان سلام ڪيو. سندس ڏکوئيندڙ وچوڙي تي پنل نيڻن سان هي تاثر لکندي، بس ايترو لکي سگهيو آهيان ته: "وڏي وڻ هئا، ٻاروچا پنيور ۾."

محترم ڊاڪٽر ممتاز بخاري
هالا نوان

## (٣٠) "حضرت قاضي علي اڪبر درازيءَ جي شخصيت منهنجي نظر ۾"

اها هڪ واضح حقيقت آهي ته ڪريم ڪارساز جي ڪائنات ۾ ڪنهن به شيءِ جي ڪمي ڪانهي. قدرت جي قادر پنهنجي ڪرم سان جيئن هن ڪائنات کي خلقيو، تيئن ئي هن ۾ سونهن ۽ سوڀيا بخشي. انسان کي سهڻي صورت ۽ مهڻي مورت ڏيئي اشرف المخلوقات جو تاج پهرائي ڌرتيءَ تي پنهنجو خلوفو مقرر ڪيائين ۽ سندس سيني ۾ فطرتي ڪائنات کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ هڪ ڌڙڪندڙ دل به رکيائين.

انسان ڏئي جي عنايت ٿيل سمجهه ۽ سوچ سان ڌرتيءَ تي علم ۽ دانش، فهم ۽ فراست، عقل ۽ ادراڪ جا اهڙا جوهر جرڪايا جو انسان انس ۽ انسانيت جو مجسمو ٿي مالڪ حقيقي جي ڏنل ۽ ڏسيل قانون فطرت تي عمل پيرا ٿي پنهنجي پروردگار جي وحدانيت جي واڪاڻ ڪرڻ لڳو.

قدرت جو اهو ڪرشمو ڇنجي جو هن ڌرتيءَ تي لکين نہ پر ڪروڙين شيون پيدا ڪيون اٿس ۽ هرڪنهن جي شڪل ۽ شباهت، رنگ ۽ روپ پوري جسامت جي لحاظ کان بہ وڏو فرق رکيل آهي، نہ صرف ايترو بلڪ مٽي مٽي ۾ رب جا راز رکيل آهن. هر خطي کي پنهنجي فضل و ڪرم سان نوازيو اٿس. هونئن تہ ڏٺي جي ڌرتي ساروئي سون آهي، پر قدرت پنهنجي ڪرم سان سنڌ جي سندر ڌرتيءَ کي سونهن ۽ سوڀيا، سيرت ۽ صفت، سک و سانت، صلح ۽ سلامتي، سچائي ۽ صداقت، صبر ۽ ساجهہ، سرهاڻ ۽ سينگار، سڪ ۽ سوز جهڙين صفتن سان خاص نوازيو آهي.

جيڪڏهن پوري دنيا جي تهذيب ۽ تمدن ڏانهن نظر ڦيرائبي تہ اسان کي چڱيءَ ريت پروڙ پوندي تہ واقع ڪريم ڪار ساز هن خطي تي خاص ڪرم ڪيو آهي؛ جو اسين اوچو ڳاٽ ڪري وڏي واڪي فخر وچان پنهنجي تهذيب ۽ تمدن کي دنيا جي آڏو نروار ڪيو بيٺا آهيون. دنيا جي قديم ترين تهذيبن ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن هڪ انوکي حيثيت جي مالڪ آهي هونئن بہ سنڌ کي صدين کان علم و ادب جي دنيا ۾ جا اهميت حاصل رهي آهي، اها پنهنجي جاءِ تي روز روشن جيان نروار آهي. هي خطو علم ۽ دانش، فضل ۽ ڪمال، پيار ۽ پريت، محبت ۽ مروت، اخلاق ۽ شائستگي جو بحر بيڪران آهي. هن جي سڪي ستابي ڌرتيءَ هيرن ۽ جواهرن جي هڪ اڻ کٽ کاڻ آهي. جنهن سان صدين کان سوين موتي پنهنجي سياوڪ چمڪ ۽ گونا گون رعنائين سان نروار ٿيندا رهيا آهن. اهڙن گوهرن جي قدر ۽ قيمت جو ڪوبہ ڪاٿو ڪٿي نہ سگهيو. اهڙن املهہ موتين هر دور ۾ پنهنجا جرڪيدار جوهر پئي ڏيکاريا. ڪن دين جو درس ڏيندي پنهنجو وقت پورو ڪيو تہ ڪن انسانيت سان پيار ڪندي پنهنجيون گهڙيون گهاريون. ڪن پنهنجي ڌرتي جي خدمت کي زندگيءَ جو مقصد سمجهي لڪ لٽائي ڇڏيا ۽ ڪن وري پنهنجي ٻولي ۽ علم ادب جي

واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ڀاڻ پٺي پتوڙيو. انهن جوڌن جوانن پنهنجي پنهنجي سگهه ۽ سماٿپ سان هن ڌرتيءَ تي انسانيت جي ارتقائي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن جي اوسر ۾ جيڪي ڪارناما سر انجام ڏنا آهن؛ اهي بي مثل ۽ بي بها آهن. اهڙن املهه ماڻڪن منجهان قاضي علي اڪبر درازي مرحوم به پنهنجي مٽ پاڻ هو. هي سنڌ جو سپوت سون خوبين جو مالڪ، روهڙي شريف جو رانجهن اسان سيني ڪي جدائي جو داغ ڏيئي پنهنجو اصلي هنڌ وڃي هٿ ڪيائين. ڏڻيءَ در دعا آهي ته شل کيس پنهنجي جوار رحمت ۾ رکيس.

← حضرت علي اڪبر درازي هڪ فرشته صفت انسان هو، دانائي ۽ دور انديشي، زماني شناسي ۽ بيباڪي، صبر ۽ تحمل، محبت ۽ مروت جهڙيون خوبيون کيس ورثي ۾ مليون هيون. پاڻ سنڌ جي هفت زبان شاعر حضرت سچل سرمست جو پانڌيڙو هو ۽ سچل سائين سان حد درجي جي عقيدت به هيس. جنهن جو ثبوت اڄ اسان جي آڏو سندس لکيل عقيدت جا گل انهيءَ ڳالهه جي ساک ڀريو بيٺا آهن ته درازي واقع درازن واري سائين جي سچي محبت ۽ رياضت ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو هو؛ جيئن پاڻ فرمايو اٿس ته :

> "سبق سار سيکاريو، پنهنجو ڀاڻ سڄاڻ،
> ونحن اقرب ويجهڙو، اهو رک اهڃاڻ،
> "غلام اڪبر" غير تون، اصل پاڻ نه ڇاڻ.
> ساجن تو سان ساڻ، پوءِ ڪاڏي ٿو ڪن ڪرين."

(علي اڪبر)

← قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي ذات ۾ هڪ ڪامل ۽ مڪمل شخصيت هئي. انسان ذات سان انس سندس زندگيءَ جو مقصد هو. اهل علم ۽ اهل دل سندس ذات سان سچو پچو پيار ڪندا هئا. ڪيترن ئي مشهور ۽ معروف هستيون وڏي ادب ۽ احترام سان سندس آستان تي ڪنڌ نوايو بيٺيون هونديون هيون. سندن پيار ۽ پريت،

قرب ۽ قرار واري ڪچهري ۾ جنهن هڪ پيرو سڪ ۽ سرور جي ستي سري، اهو درازيءَ جي در تي هميشه لاءِ دامن گير رهيو.“ سندس سيني ۾ علم جو سمنڊ سمايل هو جنهن جي ڇولين ۾ هزارين هيرا ۽ لکين لعل لڪيل هئا؛ پر افسوس غواصن تي، جن پنهنجي هميشه جي هير جيان اهڙي جرڪيدار جوهر جو قدر نه ڪيو. مگر هي مانجهي مڙس سر جو سانگو لاهي سدائين سچ جو سندرو ٻڌيو بيٺو هوندو هو.“ پنهنجي زندگيءَ جي آخري مرحلي ۾ به سندس قلمي ڪاوش ۾ ڪمي ڪانه آئي، ويتر هرگهڙي اڳي ڪان به ٻه وکون اڳيرو پئي ٿيو. عمر جي اهڙي ڏاڪي تي جوڏن جوانن جيان علم ادب جي جنگ جوٽڻ ڪا ڇرڇي جهڙي ڳالهه نه هئي. ڪيس جس هجي جو اهڙي نفسا نفسي جي عالم ۾ به جهان جي جنجالن کي پاسيرو رکي آخري دم تائين علم و ادب لاءِ ڪشالا ڪڍندو رهيو.

درازن جي سچي سائين سچل سرمست جي سچي عاشق، درازي درويش پنهنجي مرشد جي سنيهي کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائڻ لاءِ جا جاکوڙ ڪئي، انهيءَ لاءِ سچ پچ ڪيرون لهڻيون.“ پاڻ انگريزي، اردو، سنڌي زبان ۾ ڪيئي نادر ڪتاب جوڙيا آهن جن ۾ پنهنجي ڪامل مرشد سان پيار ۽ پريت، سڪ ۽ سوز جي پرچار ڪانسواءِ انسان جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي پهچ آهر پاڻ پتوڙيو اٿن. اهي سندس قلمي ڪاوشون سنڌي علم ۽ ادب ۽ سنڌ واسين لاءِ هڪ نادر نموني جي حيثيت رکن ٿيون.“ واڌايون لهڻي، دردن ڀريو درازي، جو ويندي ويندي به پال پلايون ڪندو ويو. پٽ جي گهوٽ سچ چيو آهي ته:

”اي گت غواص، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتال جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين.“

(شاهه)

افسوس آهي اسان جي شوم نجستي تي جو اسان هـن ڪان اڳ وڏڙن ويچارن جي ورثن جو ڪهڙو قدر ڪيو آهي، جو اڄ ڪنداسين، اهي ته پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي اسان جي حال تي حيران هئا ته ڪهڙو هير گنبذ جو واهُ لڳو آهي جو ڪنهن جي اڻ ٿڪ محنت ۽ ڪاوش تي ڪو سچيءَ دل سان شاباش چوڻ لاءِ به تيار نه آهي!!

هونئن به اسان جي قوم جو دستور ٿي چڪو آهي ته قدر وارن جي قدرداني نه بلڪ بيقراري ۽ بيزاري هرحال ۾ ڪنداسين. سچ پڇ ته اسين زنده پرست نه پر مرده پرست آهيون. ڪيڏو بـه ڪٿي علم ۽ عقل، فن ۽ فڪر جو مجسمو ڇو نه هجي. اسين ڪيس جس ته ڪجا، پـر سندس مخالفت ۽ عيب جوئي ڪرڻ عين جهاد سمجهندا آهيون. پر سندس اوچتو اکيون پورڻ ۽ اسان جو واهيلا مچائڻ! پوءِ تـه سندس ساراهه وچان گهڻائي ڪاغذ ڪارا ڪنداسون. اخبارن ۾ سرخيون لڳنديون ۽ اداريه لکبا، مضمون ۽ مقالا ڇپبا، ورسيون ملهائبيون، خاص نمبر ڪڍبا، قبر تي گلن جـون چادرون چاڙهبيون، معتبرن جـا ميڙ ٿيندا ۽ وڏي واڪي واڪاڻ ڪبي. ڪو چوندو ته منهنجي ساڻس ورهين کان ڏيٺ ويٺ هئي ته ڪو چوندو ته منهنجي ساڻس انتها محبت ۽ عقيدت هئي. مطلب ته هرڪو پنهنجي وـون ڪين گهٽائيندو. پلا اهي دانهون ۽ ڪوڪون ڪهڙي ڪم جـون. ڪيڏي نـه ستم ظريفي ڇٽبي جـو جيئري سزا ۽ مئي جـزا ڏبون. اهڙن مثالن سان اسانجي تواريخ پري پيئي آهي.

← الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ پنهنجي پوري حياتي هيٺي حال هوندي به سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ وقف ڪري ڇڏي، پـر امان هميشه پـه اڪيائي وارو رويو روا رکيو. ڪڏهن به ساڻس حال پائي ٿي سندس سيني جي سورن کي سنوارڻ جي ڪوشش نه ڪئي. جڏهن سندس اندر ۾ جهاتـي پائي ڏسون هـا ته سندس گهايل دل مان اهـو آواز اچي ها ته :

"حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لـڳي ماڻ مرن ڪـي، ڏونـگر پـون ڏري،
وڃـن وڻ ٻـري، اوپـر اپـري ڪين ڪي."

(شاه)

درازي دلبر دنيوي، جهوت جا ڏينهڙا اهڙي ته نمائي نموني سان گذاريا جو تنگدستي جي پيڙا ۾ پيڙيو رهيو، ۽ اسين الست جا مست ٿي بي خبريءَ جي عالم ۾ پنهنجي ٿي پورن ۾ ٻـورا رهياسين. هينئر اها عظيم هستي جڏهن اسان وٽ نه آهي ۽ عالم ارواح ۾ پهچي چڪو آهي ته ثلهي ثنا خوانيءَ مان سندس روح ڪـي ڪهڙي راحت ايندي. سندس حياتي ۾ ته حال پاڇي نه ٿياسين ۽ نه ڏک سک جا سائي ٿياسين پر هن وقت به سندس روح سان اسان ڪهڙو رويو رکيو آهي. ڪيس دوا نه پر دعا جي ضرورت آهي. جنهن ڪان به اسين قاصر آهيون. اچو ته اسين صدق دل سان هن نيڪ نيت انسان لاءِ دعا گهرون ته ڏاڍـي ڪيس پنهنجي پاڇي ۾ رکيس. ( آمين- ثم آمين )

محترم پروفيسر عبدالمجيد قريشي
پيشارو

## (٣١) "درازي دلبر قاضي علي اڪبر"

روهڙي جـي مردم خيز سر زمين جي قاضي خاندان جـو سپوت سائين علي اڪبر درازي، ڪنهن به ادب دوست ڪـان ڳجهو ڪونه آهي. هي مهاپرش، هر ادبي محفل جو چراغ، هرهڪ مجلس جو سينگار، انسان دوست، شرافت، صداقت ۽ فضيلت جـو صاحب نندي خـواه وڏي، پيي توڙي پار، سچل سرمست سان عقيدت رکندڙن جو بار هو. عمر جي لحاظ کان لڙندڙ پاڇولو، غروب ٿيندڙ سج، بت ۽ قد جـو پورو پنو، ڪتابي چهرو، سانورو رنگ، سفيد سونهاري، سفيد پوشاڪ اکين تي سفيد چشمو چڙهيل، مٿي تي ڳاڙهي ترڪي ٽوپـي، هٿ ۾

ٿلهي ٻيڌ جو لڪن، آهستي آهستي مور جي چال هلندي ايندي ڏسو ته پڪ چائجو ته اهو درازن جو شيدائي، سخي قبول محمد دوم جـو خاص الخاص مريد، فنافي‌السچل، سائين درازي آهي.

سائين علي اڪبر درازي، ٻالجتيءَ کان وٺي، عمر جي آخري لمحن تائين سچل سرمست سائين جي درگاه جي خاص خدمتگارن مان هڪ هو، سندس اها ڪيفيت هوندي هئي جو هميشه غريق- بحر سچل‌سرمست رهندو هو. هن پنهنجي زندگيءَ جون سموريون گهڙيون، سچل سرمست جي شاعريءَ تي اپٽار لاءِ وقف ڪري ڇڏيون هيون. ڪين تصوف جي ڪائنات ۾ سواءِ سچل سرمست جي ٻيو ڪوبه مٿاهون نظر ڪونـه ايندو هو. هن جي نظر ۾ سچل سرمست جو درجو ان ڪنول جي گل مثل هو، جيڪو پاڻيءَ جي لاهه ۽ چاڙهه سبب به هميشه پاڻيءَ جي سطح کان مٿاهون رهندو آهي. بقول قاضي صاحب جـي شاعريءَ ۽ تصوف شهنشاهه عشق حضرت سچل سرمست تـي ختم هئا. سچل سرمست جي شاعري، وحدت جي پانڌيئڙن لاءِ عشق جي ٻوٽي (ڏاکڻ) آهي.

۴ هفت زبان شاعر سچل سرمست جي فارسي شاعري جي تشريح، جنهن انداز ۾ مرحوم درازي صاحب ڪئي آهـي، شايد ڪنهن ٻئي شارح، مفسر يا اديب جي قلم کان ٿي هجي؛ سدا سرمست سائين جي شاعري خواه شخصيت متعلق لکيل ۽ شايع ڪرايل ڪتابن جو سلسلو جيترو قاضي صاحب جـي هٿان مڪمل ٿيو آهـي؛ شايد ڪنهن ٻئي ايترو ڪم ڪيو هجي. ائين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته قاضي صاحب ڏينهن کي ڏينهن ۽ رات کي به ڏينهن ڄاڻي سچل سرمست جي اشاعت کي عبادت سمجهي ڪم ڪندو رهيو. پيرسني ۽ بينائي جـي ڪمي هجڻ جي باوجود، پنهنجي منزل جـي تلاش ۾ پوري رفتار سان هلندو رهيو. اهـڙي ڏکئي وقت ۾ جيڪڏهن جيڪي سندس هـڏ ڏوکي ۽ همدرد يا هم رڪاب هئا، اهي هئا مهربان ۽ شفيق استاد سائين ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد ۽ سائين لعل شاه بخاري، جـن قاضي صاحب کـي

هر وقت سڏ ۾ سڏ ڏنو ۽ سندس پاڻهن ڀيائي ٿيا. سائين ميمڻ صاحب جن جي شاگردي ۾ رهڻ جو شرف هن ناچيز کي به حاصل ٿيو آهي. جنهن ڪري استاد محترم جي حڪم تي هڪ ٻه دفعا قاضي صاحب جي صحبت حاصل ڪرڻ جو موقعو مونکي به مليو. پروف يا ڪتابن جي سلسلي ۾ اڪثر وٽس ايندو رهندو هوس ۽ پوءِ سندس زبان منجهان نڪتل نصيحتن پريا نڪتا ۽ سچل سائين جي ثنا جو جام پي، فيضور ٿيندو رهندو هوس. اهڙن قربائتن ڪچهرين منجهان روحاني خوراڪ حاصل ڪندو هوس. اهڙي قرب سبب مان کيس ڪنهن به صورت ۾ روحاني مرشد کان گهٽ ڪونه سمجهندو هوس.

سکر خواه سکر کان دور هر اهو اجتماع، هر اها مجلس، هر اهو ڏينهن جيڪو سچل سرمست سان وابسته هوندو هو، قاضي صاحب جو اتي پهچڻ، اولين فرض هوندو هو. پيا پلي ته دير سان پهچن پر قاضي صاحب سڀ کان پهريائين اتي موجود هوندو. ڪابه ادبي مجلس، مذاڪرو يا مباحثو قاضي صاحب کانسواءِ اڌورو هوندو هو. اهڙين محفلن ۽ مجلسن ۾ سندس پڙهيل مقالا سچل سرمست سان وابسته هوندا هئا. جيڪي اڄ به ادبي جريدن ۾ محفوظ آهن.

درازن جي درگاه، منصور ثانيءَ جي عرس مبارڪ جون ذميواريون به قاضي صاحب جي سر تي هونديون هيون. ان موقعي تي منعقد ڪيل ثقافتي نشست جو بار به سندس ٿي ڪلهن تي هوندو هو. قاضي صاحب جي شيرين زبان مان نصيحت پريا نڪتل نڪتا، سندس صحبتون لاءِ نگاهه ڪرم ۽ تبرڪ کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ ڪونه هوندا هئا. هر صحبتي سندس رنگ ۾ رڱجي نڪرندو هو ۽ سندس عقيدت مندن جو حلقو ويو ٿي وسيع ٿيندو. قاضي صاحب نه صرف سچل سائين جو شارح هو، پر پاڻ به هڪ سٺو شاعر هو. سچل سرمست جي عقيدت ۾ سندس چيل ڪيترائي شعر ۽ ڪلام اڄ به موجود آهن. شاعريءَ جو لب و لباب وحدت جو نڪتو هوندو هو؛ مثلاً

"وهم وجودي ڪر ڦٽا، آتـي الف سان اور،
محبت رکي من ۾، وڃي چرخي کي چور،
فذڪروني اذڪر ڪم، اهو سڳو سور،
"غلام اڪبر" غير کي، قلب منجهان ڪور،
وڃي ورڪي ووڙ، متان وڃئي ويل گذري."

قاضي صاحب شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص غلام اڪبر ڪتب آندو آهي.

محترم عزيزالله ٻروهي
محمدپور اوڍو

## (٣٢) درازن جو پروانو قاضي علي اڪبر

"مالهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي" (شاه)

افسوس آهي اسانجي حال تي جو پنهنجي اعليٰ دماغ انسانن صاحب۔ قلم ۽ اهل۔علم هستين لاءِ سندن زندگيءَ ۾ ڪجهه نٿا ڪريون. مرده پرستن، وانگر انهن جي بقاءَ ڏانهن روانگيءَ بعد ارمان جا ٻه ڳوڙها ڳاڙيون ٿا ۽ بس. پنهنجي مهربانن ۽ محسنن کي جيڪي انسانيت جي تعمير ڪن ٿا، سندن زندگيءَ ۾ ئي وساري ڇڏيون ٿا. حق ته هي آهي جو دوران حيات کين هر طرح مدد ڪري زياده کان زياده علمي خدمتون سر انجام ڏيڻ لائق بنايون. جن بزرگن صفت عالمن، اديبن ۽ شاعرن ڪثير التعداد تصانيف وسيلي سنڌي زبان جو دامن وسيع تر بنايو تن ۾ قاضي علي اڪبر درازي مرحوم جو نالو نمايان نظر اچي ٿو.

سرچشمه عشق، تصوف ۽ روحاني رازن جي مالڪ ، هفت زبان، شاعر درازن جي داتا حضرت سچل سرمست رح متعلق جيتري جستجو

حضرت قاضي علي اڪبر درازي صاحب مرحوم ڪئي ۽ جيترو لٽريچر لکي ڇپايو، ايتري تحقيق ۽ ايتريون تصنيفون ٻين سيني لکندڙن جون گڏجن ته به ايتريون نه ٿينديون. حضرت سچل سرمست جو ڪلام سراسر روحانيت ۽ فلسفو آهي. خيالات جو دائرو وسيع ۽ لامحدود اٿس، انهن جي ر-زن، معنيٰ ۽ مطلب کي صحيح سجائي شرح ڪرڻ وارو قاضي علي اڪبر صاحب به ڪنهن پر گهٽ نه هيو.

قاضي صاحب کي نظم ۽ نثر ٻنهي تي حيرت انگيز دسترس حاصل هئي. سنڌي ادب تي وڏا وڏا احسان ڪري ويو. ننڍا کي وڏا جملي پنجاه ڪتاب لکي ڇپائي ڏيئي ويو نه فقط ايترو مگر پنهنجي خرچ سان ڇپائي مفت تقسيم ڪرڻ، اهو هڪ وڏو ڪمال آهي. پاڻ اخلاص ۽ عشق جي روحاني دولت وسيلي اهو ڪم عملي طور سر انجام ڏيئي ويو. ذهني ۽ روحاني ڪمال جو اعليٰ نمونو، قدرت جي فياضن جو حسون مجموعو هو. روهڙيءَ جهڙي قديم ۽ انسان اپائيندڙ ساهتي شهر جي زيب و زينت بڻيو. محنت ۽ مطالبي سان نهايت اڻانهون ۽ اتم ٿيو.

قاضي صاحب جو موضوع. تحرير ڪنهن نه ڪنهن نموني سان پنهنجو مرشد رهبو پر سوچي ڏسبو ته سندس املهه لکڻين ۾ دنيا جو فلسفو ۽ ادب سمايل آهي. تصوف جا نڪتا نمايان ڪري ٿو. مان ته اٿين چوندس جن به مالڪن کي سائس صحبت جو موقعو مليو، تن جا تاثرات يا جن وٽ سندس خطن ۽ تحريرن جا مسودا محفوظ آهن، انهن سيني کي يڪجا ڪري ڇپايو وڃي. ڪو زمانو ايندو جو انهن جي سخت ضرورت پوندي. هي هڪ عظيم علمي اڻاڻو آهي. عالمن جا قول انتهائي ڪارگر هوندا آهن. اگر ايندڙ نسلن کي پنهنجن املهه موتين جو علمي خزانو منتقل نه ڪيوسين ته تاريخ اسان کي معاف نه ڪندي. ممڪن آهي ته قاضي صاحب جا رهيل نسخا سنڌ حڪومت ڪنهن نه ڪنهن نموني ڇپائي.

قاضي صاحب صوفياء ڪرام جي شان ڪي سڃاتو. فلسفہ زندگي ۽ مقصد حيات متعلق صحيح ڄاڻ حاصل ڪئي. ادب کي اصلاح نفس لاءِ پيش ڪيو. عام فهم زبان ۾ جيڪي ڪجهہ نثر يا نظم لکيائين تنهن جي مڪمل تعريف بيان ڪرڻ محال آهي. سير نفس ۽ ذاتي لوڀ لالچ کان بالاتر اسڪالر هو. اهڙا شخص خليق، حليم ۽ با عمل عالم و اديب ۽ شاعر ورلي ملن ٿا. ڀاڻ انسان دوستي ۽ ادب نوازيءَ جو اعليٰ مثال قائم ڪري ويو. دماغ سوزي ڪري قلم ۽ مس سان ادب ۾ اضافي جي ڀرپور ڪوشش ڪيائين. هن سلسلي ۾ پنهنجي ڪيسي کي بہ استعمال ڪرڻو پيس ڇو جو ادب لاءِ امداد ڪو ڏئي نہ ڪونہ. ادب تي گهران ۽ هڙان خرچ ڪيائين مگر ادب کي ڪڏهن ذريعہ معاش نہ بڻايائين.

قاضي صاحب کي عشق جي چڻنگ سچل سرمست کان عطا ٿي ۽ قلم ذريعي ساري ڄمار اهي ئي وارداتون بيان ڪندو رهيو. حضرت سچل سرمست جي ڪلام جي گهوڙهائيءَ کي هرطرح کولي بيان ڪيو اٿس. اردو، سنڌي، فارسي، انگريزي ۽ هندي ٽوڙي سرائڪيءَ ٻولي ۾ پڙ هيو. انگريزي ۽ هندي کي ڇڏي باقي انهن سڀني زبانن ۾ شاعري ڪيائين. سچل سائين جي ڪلام جي شرح پڙهڻ سان ائين محسوس ٿئي ٿو گويا اسان کي نئون لڪل خزانو هٿ آيو آهي. ڪيترن ئي سڄڻ هن موضوع تي لکيو مگر قاضي صاحب جي موتين مٽ ڪوئي نہ ٿيو. حقيقتن پر وقار ۽ روشن دماغ انسان هو. سندس قابليت جو ڪهڙو ذڪر ڪجي، صرف لکيل تصنيفون ڏسوس. ڪتاب جا ورق اٿلائي پڙهو تہ ڀاڻهي اندازو ٿي ويندو.

قاضي صاحب نظم جي هرصنف تي طبع آزمائي ڪئي. وڏي تعداد ۾ بيت، ڪافيون ۽ سہ حرفيون ڇپايائين. سندس سموري شاعري تصوف تي مبني آهي. ”عشق عجب اسرار“ عنوان سان سندس مجموعہ ڪلام اڳ ۾ ڇپجي مقبول ٿي چڪو آهي. ڪافين ۾ گهڻا سر

۽ قسم ڏيکاريا آهن. ياد رهــي ته حضرت سچل سرمست رح پنهنجي ڪلام ڪــي صرف ڪافي يــا بيتن تائين محدود نه ڪيو مگر سندس شعر ڪافي، بيت، سي حرفي، مرثيه مولود، مرغ نامو، قتل نامو، جهولڻو، گهڙولي، رباعــي، مثنوي، مخمس، مسدس ۽ مستزاد وغيره مطلب تــه هر صنف، سخن ۾ ڪامل الفت هئي جو ثبوت ڏنو ۽ انهن سڀني جو تذڪرو قاضي صاحب پنهنجي تصنيفن ۾ ڪيو آهي.

قاضي صاحب شعرن ۾ تخلص ”غلام اڪبر“ سان گڏوگڏ جا بجا غريب لفظ به استعمال ڪيو آهــي. ان مان سندس نمائائي ۽ حليمانه نوڙي شريفانه طبع جي نشاندهي ٿئي ٿي. ياد رهي ته ”علي اڪبر“ نالي جي ادب ۽ احترام سبب مرشد مٿس ”غلام اڪبر“ نالو رکيو هو، انڪري قاضي صاحب شعرن ۾ غلام اڪبر جو نالو ڪم آندو آهي. مختلف سرڪاري عهدن تي فائز رهڻ بعد ڊپٽي آفيسر جــي عهدي تان رٽائر ڪيائين. تنهن سان گڏ مرشد جي عشق ۾ پڻ مخمور رهيو. عشق جو اهو رنگ سندس قلب تي گهرو ٿيندو ويــو ۽ فنافي الشيخ جي درجي تي پهتو. درگاه شريف تي عزت ۽ عقيدت وچان هــرڪو کيس ”قاضي بابا“ ۽ ”خليفو بابا“ سڏيندو هوس.

صاحب دل مرشد جي ڪرامت چئجي جو درازن جي داتا حضرت سچل سرمست رح جــي لکين شعرن جــي شرح ڪيائين ۽ محبوب مرشد جي عقيدت ۾ سلطان العاشقين حضرت سخي قبول محمد دوم رح متعلق ”سخي سرتاج“ شايع ڪرايائين. عقيدت جا گل مرشد هادي رهبر نوڙي محبوب سبحاني، سرڪار دوعالم ۽ بارگاه الاهيءَ ۾ پيش ڪيا اٿس. عاجزانه انداز ۾ بخشش ۽ مغفرت گهري ٿو. سندس شاعري ۾ واحد جــي واڪــاڻ، حب رسول ص، آل نبي سان عقيدت ۽ مرشد پير مغان سان محبت اظهر ۽ عيان آهي. هر وقت هرهنڌ سچائيءَ جو سبق ڏيندي، تصوف جو پرچار ڪندي نظر آيو ٿي.

زندگي جا ۸۷ ورهيه علم و عرفان جــي خاطر پتوڙڻ بعد پيريءَ

يعني آخري ڏينهن ۾ ڪيس ڪن ادارن طرفان مختصر وظيفا ملڻ لڳا جڏهن ڪم ڪرڻ جي توانائي ختم ٿي چڪي هئي. هي سڀ ڪجهه انهيءَ ڪري ٿيو جو پاڻ بي ٻهچ ۽ حقيقي قلمڪار هئا ۽ ڪڏهن ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيائون. هٿن لکڻ جڏي ڏنو ۽ بينائيءَ بي وفائي ڪئي ته پوءِ به ٻس نه ڪيائين. دوستن، عزيزن ۽ عقيدت مندن کي پير ۾ وهاري به انهن کان پڙهائي سرور حاصل ڪيائين ٿي ۽ ان حالت ۾ لکڻ وقت پاڻ چوندو ٿي ويو ۽ ٻئي ٻئي لکيو. ۽ ڪيئي ڪتاب ان ڪيفيت ۾ لکيائون.

ڪيترا سال روهڙي ميونسپل تعليمي بورڊ جو چيئرمن، سچل سرمست رح جي درگاه جي وقف ڪاميٽي جو سربراه ۽ سچل سرمست ڪاليج نواب شاه ٺوڙي راڻي پور جي گورننگ باڊيءَ جو ميمبر پڻ رهيو. حضرت سچل سرمست سائين جي فارسي ڪتاب ”ديوان آشڪار“ جو اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ ترجمو ڪري سنڌس پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ اوقاف کاتي طرفان انجي اشاعت جو اهتمام پڻ ڪيو. هڪ بهترين مقرر ۽ فرشته صفت انسان هو. دينيات تي پڻ قلم کي ڪافي چوريائين. صبر و استقامت اصل طبع هين. ننڍ پڻ کان ئي دنيا ۽ دولت کان بيزار ۽ عشق رسول تي مائل هئا. آزمائش کي منهن ڏيڻ جا اول کان عادي ۽ جفاڪش زندگيءَ گذارڻ جا قائل هئا.

ننڍ پڻ کان وٺي سندن طبيعت فقيري ڏانهن مائل هئي. مرشد جي لقب ”سخي“ جو اثر مٿس غالب رهيو. الله جي نالي تي جنهن سئن هٿي، ان کي ضرور ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو هو. ڪوبه فقير در تان خالي نه موٽيو. ڪيس اوتروئي ڏنائين ٿي، جيترو پنهنجي اولاد کي ڏبو آهي. عام پلي جي ڪمن لاءِ پاڻ کي وقف ڪيو هئائين. پوري ۽ ڪمزوريءَ جي باوجود اڙٻل کي سات ڏيڻ سعادت سمجهائين ٿي. ماڻهن سان مختلف ڪمن ڪارڻ لاءِ پري پري پنهنجي خرچ سان

ٻهچڻ، هڪ هڪ آفيسر جي درتي وڃي ٻين جي ڪمن خــاطر ڪين ستائڻ. ڏسو! ڪيڏي نہ عظيم قرباني ڇٽبي.

بدلي وٺڻ جي عادت موورن ڪانہ هيس. دشمن سان چڱائي ڪرڻ ۽ ٻري سان ڀلو هلڻ مرحوم جي خاص خصلت هئي. نفس امــاره سان جهڳڙو هيس. بيماريءَ جــي حالت ۾ بہ ڪڏهن ڪاشيءِ گهري نــہ ورتي. جهڪو مليو بسم‌الله، ان اصول تي عمل ڪيائين تــہ جيڪي الله ڏني انجي ڪاڻ سان آخرت ۾ حساب نہ ڏيندو. باقي جنهن طلب ڪري ڪاڌو انجو حساب ڏيڻو پوندو. زندگيءَ جــي آخرين مرحلي ۾ اچڻ جي باوجود منجهس دانائي، دليري، هوش و عقل، فهم و فراصت، سمجهہ ۽ سياڻپ، حافظو ۽ يــادگيرون جوانــن جهڙيون تيز هيون. انجي تصديق آخري عمر ۾ سندس ڪثير تعداد تصانيف مان ٿئي ٿي.

قاضي علي اڪبر درازي صاحب جڏهن بقيد حيات هو تہ بہ سندس مجموعہ ڪلام ”عشق عجب اسرار“ جون عارفانہ ڪافيون هــر جمع رات جو سندس آستاني تي حضرت سچل سرمست جــي ڪافين سان گڏ ڳايون وينديون هيون. صادق الاعتقاد، صوم و صلوات جو پابند هيو. راڳ ويراڳ سان لڳاءُ هيس. سندس تصنيفون غافل ۽ مرده دل انسان لاءِ آب حيات آهن. خدا پرستي ۽ نفس تي ضابطي جو درس ڏيئي ويو.

فرقہ بندي کان بيزار انسانيت جو علمبردار هو. ۽ هر وقت انهيءَ ڌڻ ۾ هوندو هو تہ پيغام سرمست جي سلسلي ۾ ادبي جلسا، مذاڪرا ۽ مشاعرا منعقد ڪيا وڃن ان مقصد لاءِ مکيہ ماڻهن سان ملندو، پري پري پنڌ ڪندو، صعوبتون سهندو، مختلف زبانن ۾ لکپڙهون ڪندو، پمفليٽ ورهائيندو، ۽ درخواستون يا خط لکندو نظر ايندو هو.

مرشد سان از حد عقيدت سبب قاضي علي اڪبر درازي سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو. انهن ڪرڻ سان اعتقاد کي تقويت پئي مليس. حضرت سچل سرمست جــون اٺ مثنويون اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايائين. سوانح سرمست بہ ٽنهي زبانن اردو سنڌي ۽

انگريزيءَ ۾ تفصيل سان تصنيف ڪري ڇپائي منظر عام تي آندائين. ناڪاره جسماني حالت هوندي به سندس ايتري جدوجهد مان ظاهر آهي ته سر زمين سنڌ ۾ روحانيت جو پرچار ڪرڻ وارا مجاهد اول ڪان آهن. حضرت عشق جي راه ۾ قاضي صاحب چڱا قدم ڪنيا. سندس ڪلام مان مشاهدي جي قوت نمايان نظر اچي ٿي. سال ۱۹٦۴ع ۾ حج بيت‌الله لاءِ مڪه معظمه ۽ مدينه منوره ويو. اهو سمورو تفصيل پنهنجي مجموعه ”عشق حبيب“ ۾ ڏيڪاريو اٿس. حضرت رسالت ماب محبوب خدا، سرور ڪائنات جي عقيدت ۾ وڏيڪ مجموعا اقرةالعين‌الرسول ۽ بيعت الرضوان تصنيف ڪيا آهن. هجرو فراق، سوز و گداز جي ڪيفيت جو ڪهڙو بيان ڪجي. عشق جي اوڙاه اندر دلگذار انداز ۾ هيئن پڪاري ٿو:

”سري ويندس سڪ ۾ سڄڻ تو سواءِ،
”غلام اڪبر“ غريب کي پرين پاڻ پساءِ،
دلبر دير نه لاءِ، ڪيو مهر مسڪين تي.“

”همه اوست“ جي صاحب حضرت سچل سرمست رح جي وحدت‌الوجود جو نظريو کولي بيان ڪيو اٿس. درازن جي دانا کي سمجهڻ لاءِ قاضي صاحب جيڪي ڪاوشون ڪيون آهن، تن جي ورق گردانيءَ سان سڀ ڪجهه عيان ٿي ويندو.

هي علم جو گوهر ۲٦ جولاءِ ۱۸۹۵ع ۾ روهڙيءَ جي محله قاضي عبدالسميع ۾ پيدا ٿيو. زندگيءَ جا تقريبن ۸٦ سال گذاري آخر ۳۰ آڪٽومبر سنه ۱۹۸۱ع تي جمع ڏينهن هن دنياءِ فانيءَ کي الوداع ڪري وڃي حقيقي حبيب سان مليو. آخر ۾ دعا آهي ته رب‌العزت کيس جنت فردوس عطا ڪري. (آمين)

محترم جاويد چانڊيو
اپاوڙو ضلع سکر

## (۳۳) عظيم شخصيت

مرحوم علي اڪبر درازي رح اسان جي سنڌي ادب جو هڪڙو روشن باب هيو. جنهن اسانجي ادب کي هڪ وسيع تناظر عطا ڪيو. سچل سرمست تي مرحوم جي لکيل ڪتابن مان صاف اندازو ٿو ڪري سگهجي ته انهن جي تحقيق ڪيتري قدر قيمتي آهي ۽ نگاه ڪيتري عميق آهي.

انهيءَ پهلوءَ کان صدف نظر مرحوم هڪ عام انسان جي حيثيت سان به وڏي خوبين جو مالڪ هيو. هرهڪ ماڻهوءَ سان ڏاڍي محبت ۽ شفقت سان ملڻ، نوجوانن جي حوصله افزائي ڪرڻ ۽ اهڙيون ڪيترين خوبين جو مالڪ هو. جيڪي ڪيس عام ماڻهن کان ممتاز ڪن ٿيون. ان کان علاوه اڪثر ڏٺو ويو آهي ته جيڪي ماڻهو سٺو لکي سگهندا آهن ته اهي سٺي نموني تقرير نه ڪري سگهندا آهن، مگر مرحوم ڳالهائڻ جي قوت ۽ هرموضوع تي تفصيلاً بحث ۽ تقرير ڪرڻ به خدا داد صلاحيتن سان نوازيل هو.

عرض ته انهيءَ شخصيت کي هڪ عظيم شخصيت قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

”رکيوئي هردم پنهنجو رب راضي
تو اهڙو هئين علي اڪبر درازي
تو سچل رح جي سچائي جو پيمبر
شريعت سان پڏل پڪو نمازي.“

محترم جمال الدين ملڪ
اوپاوڙو ضلع سکر

## (۳۴) مرحوم علي اڪبر درازي

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم هڪ عظيم انسان، دانشور، مفڪر،

بهترين ۽ ايماندار رونيهو آفيسر هيو. آءٌ کيس هيڊ اڪائونٽنٽ جـي زماني کان وٺي سڃاڻيندو هوس، جڏهن هو صاحب سکـر خزانه آفيس ۾ هيو، هو قول ۽ فعل جو سچو ۽ هڪ نيڪ دل انسان هيو.

ازانسواءِ هو سٺو ليکڪ دانشور، شاعر ۽ اديب هيو. هيءُ صاحب هفت زبان شاعر سچل سرمست جو سچو شيدائي ۽ مداح هيو. مرحوم قـاضي صاحب جهڙا انسان صديون کانپوءِ پيدا ٿيندا آهـن ۽ پنهنجي ڪارڪردگيءَ سبب هميشه هميشه زنده رهندا آهن.

الله پاڪ شال مرحوم کي جنت‌الفردوس عطاڪندو.. (آمين)

## محترم پروفيسر شيرمحمد بلوچ

پرنسپال اسلاميه ڪاليج سکر

### (۳۵) ”موتي ناهي فوتي“

اڄ نـه پسان سي، آئون ڪتيم جن سين،
هاڻي تنين کي، ڪندي ڪاڪ نهاريان!!

چت ۾ چاهتن جي بي پناه، اڇهل ۽ اٿاهه هجوم، جوش ۽ جنبش هوندي به، قطب جو درياهه اٿل ۽ آڇل کان الائي ڇو عاجز ۽ هيٺو، جهڪو ۽ جهيڻو آهي. قلم مڏو ۽ ذهن جڏو ٿو ڏسجي! نه ڄاڻان ڇو اڄ قلم چرپر ڪرڻ کان پٺتيءَ پڙ ڪيو بيٺو آهي.

چاهه ۽ اُتساهه، ذوق ۽ شوق، انس ۽ آس هوندي به ذهـن ڪم نٿو ڪري، ته ڇا لکان! ذهن ڪورو ۽ قلم قاصر آهي. دل جي ڪيفيت وري اها آهي، جو وڏا وس ڪري رڙي ٿي، ته مان گهڻو ڪي ڪٿو. لسو يا کسو، ڪورو يا ڪچو، رکو يا سکو، راهه عشق ۾ فنا ٿي، دائمي بقا ماڻيندڙ ۽ وڇوڙي جي ورونهن ڏيندڙ، يار نيڪ اطوار متعلق، حتميءَ طور ڪجهه نه ڪجهه لکي ۽ دلي عقيدت جـو پرپور اظهار ڪريان، احتراماً ۽ تڪريماً! پـلا پوءِ ڇـو قلم بيهڪ جي نشانيءَ

تـی بہ تہ خشڪ ۽ خـاموش، ٻوتو ٻهيو ٻهلو آهـي؟ ۽ ذهـن مطلق ۽ معلق.

خدا يا !! هيءَ ماجرا ڇا آهي؟ هونئن ته اڪ ڇنڀ ۾ ڀنن جا ڀنا ۽ صفحن جا صفحا، نوڪ قلم جي سپرد ڪندي ويرم ئي نتي لڳـي. پر پنهنجي پياري، مربي، محب ۽ محسن متعلق ڪن لفظن کي تحريري جامو پهرائڻ پر، قلب جي جنبش ۽ قلم جي حرڪت، الاڻي ڇو ماٺ ۽ مائي، سائي ۽ هيٺي جهڪي ۽ جهيٽي آهي!!

اگيان ٻـہ تـہ مهيب ۽ پرحشمت همالہ پربت کـان آناهين ۽ متانهين، جـاڏي شخصيت ۽ سندس پـر شڪوه عظمت آهي! سنڌي ساهت جو سڌير سڄاڻ، علم و ادب جي کاڻ، شعر و سخن ۾ سنـدس برک مقام، سروپچ صوفي سرواڻ، عشق صادق جنهنجو سچو امـام، زهد ۽ تقوا جو عظيم پيڪر!!

تحقيق ۽ تجسس، جستجو ۽ تلاش، ڪوشش ۽ ڪاوش ۾ شايـد ڪو سائس در ميچي سگهي. اهڙي ٻڌائتي، ڳڻائتي ۽ وڻائتي، سباجهڙي ۽ سلڇڻي انسان بنسبت، جنهن سان وندر ڪندي، مقدر جي ڪايـا پلٽجندي هجي ۽ جنهن جـي رس ڀري رهاڻ ۽ محو مـوج ۾ آئيندڙ صحبت مان، قصد جا اڻ ميا موتي جهوم جهوليءَ ۾ جام پوندا هجن. قلم فرسائي ڪرڻ، منهنجي ليکي سهنجو ۽ سٺائو ڪم ڪونهي، بلڪ بيحد اهنجو ۽ اڻاڻو مسئلو آهي.

”آناد که بنظر خـاک را کيميا کنند

آيا بود که گوشہء چشمے جسما کنند“

بس!! شال سندس ئي نظر فيض اثر جو ڪرشمو شامل حال رهي. وگر نہ، آن جي پر وقار عظمت ۽ پر ڪشش شخصيت، سچ پچ، هٺي هيٺو، سائو ۽ نستو ڪري ڇڏيو آهي اهو پڻ هر وقت دامنگير آهي تہ

متان سندس شان ۾ ڪجهہ گستاخيءَ جـو مرتڪب ٿـي، ندامت ۽ شرمساريءَ سان هميشه پلؤ اڳڪي ۽ ڪنڌ جهڪيل رهي.

منهنجو مربي، منهنجو محسن، منهنجو ڀلـي خـواه، گهڻگهرو ۽ هڏ ڏوکي! مخلص، محترم، مڪرم ۽ فيض جو درياهہ! هروقت منهنجي پياس ۽ پاس کـي ٺارڻ جو ڀرپور وسهلو. افسوس! اڄ اسان کي وڇوڙو ڏيئي هميشه لاءِ جدا ٿي ويو. وڇوڙو بہ وري اهڙو جو ٻيهر وصل جو ڪو موقعو ئي نظر نٿو اچي!

”وڇـوڙو ڪو نہ ماريندو؛ نڪو ساڙي ۽ ڳاريندو؛
جدائي جو مگر ارمان، ضرور هڪ ڏينهن رئاريندو!!“

آهي متل مجلسون هاڻي ماڻيبون لڳيون پيون آهن. انهن محفلن جو سٿ ۽ ساٿ، رس ۽ رچاءُ، مشڪل ٻيهر ٻڙ پوي. اهـي مڙهيون مارين ٿيون، اهي ٽاڻا ۽ ٽڪاڻا پسا پيا لڳن. اهڙن لاهوتين جي لڏ پلاڻ جيءَ جهوري وڌو آهي. اهڙا خال مشڪل سان پر ٿيندا آهن.

” اڄ نـــہ اوطـاقن ۾ طـالب تنـــواريـــن،
آديسي اٿي ويـــا مڙهيون مـــون مـــارين،
هو جـــي جيءَ جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.“ (شاه)

ها! البت هن مانجهي مجاهد جـي علمي ذوق، عملي جـدوجهد، قلمي صحبت، رسمي سنگت، جـوان خلوص، سچـي صـداقت، حب، آڪير ۽ هيج واريون خصلتون، اڄ بـي ادبي ۽ علمي ڪچهريـن ۾ سونهون ۽ سوجهري جون سنئون سنواڻيون علامتون سمجهيون وڃن ٿيون. هـن شمع جي اها لاٽ، تا ابد ٻرندي رهندي ۽ مـون جهڙن ڪورن ۽ ڪچن کي؛ هن پر متاع شعاع سان پرنـور روشني ملندي رهندي. سندس هنن ئي ڪاوشن موت کي ماري مات ڪيو آهـي ۽ پاڻ تا ابد حيات آهي.

”موت خود فوت آهي، موت ناهي سورمن.“

انهيءَ آڏار ني بجا طور اسان چئي سگهون ٿا ته ”موتي ناهي فوتي.“

عشق جو همه تن تصور، محبت جي رنگ ۽ نينهن جـي امنگ سان سرشار، پريت جي هن پانڌيڙي جهڙو مهاجيؤ، هر مادي دور ۾ مشڪل سان ڪو ڳولهيو لڀي! جيئن جيئن پڌاڻ جي چڙهت مٿس چڙهندي پئي ويئي، تيئن تيئن سندس عاشقاڻو امنگ، عزم، ولـولـو، جوش و خروش، همت ۽ حوصلو، جنون ۽ جذبو، جوان ۽ بلند ٿيندو پئي ويو ۽ سندس معمول ۾ ترِ ماتر به فرق ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيـو. هن ۾ نه هٺي نمائش، نه ڏيکاءُ، نه وري تصنع ۽ تڪلف جي ڪا هلڪي ڦلڪي جهلڪ! صداقت ۽ سادگيءَ جو اهو شيوو پڇاڙيءَ تـائين قائم ۽ دائم رهيو.

عشق جو اسرار اظهار ۽ دستاويز هو. صداقت جو سفير، هدايت جو سرچشمو، سچائيءَ جو پيڪر ۽ وفا جو هڪ شاهڪار!

”هرگز نميرد آنکه دلش زنده شد بعشق
ثبت است بـرجـريده، عالم دوام ما.“ (حافظ)

هن معاشري ۾ هن جهڙا مثالي ڪردار، آڱرين تي ڳڻڻ جيترا به ڪونه ٿا ملي سگهن. ”المجاز قنطرة في الحقيقة“ جو جيئرو جاڳندو مثال اسان جي اکين آڏو، پنهنجي عملي صورت ۾ ڪالهه تائين اسان ۾ موجود هو ۽ سندس مثالي زندگي هن وقت به اسانجي سامهون آهي.

اهو نينهن جو ناتو وري ڪنهن جهڙي تهڙي شخص سان ڪونه هوس. بلڪ عاشقن جي امام، سورهين جي سردار، محبتن جي مهندار، همه تن حال ۽ استغراق ۾ محو، منصور ثانـي حضرت سچل سرمست جهڙي عظيم المرتبت ۽ فقيدالمثال هستيءَ سان، سرمست جي عشق ۾ سرشار، شيدائي ۽ متوالي تي ڪيڏي مستي طاري هوندي. اها پروڙ مستي ۾ محو ۽ مگن مستانن کان پڇجي.

مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر درازي صاحب ننهن چوليءَ عشق

جي زنگ ۾ رنگيل هو. سندس هر صدا ۾ من موهيندڙ ساز ۽ درد پريل سوز سمايل هو. عشق امر آهي! اسانجو قاضي درازي، عشق جو مظهر، سر ۽ ساز هو. پڻ امر آهي. فنا کيس فوت کيو کونهي. جيتوڻيڪ جسماني طور اسان سان گڏ نہ آهي، پر سندس شمار زنده ۽ تابنده آهي.

”ڪٿي ساڻ فراموش ڪيان، جانب جو تصور،
واڪو هو ڪري سڏ، مون سان گڏ متواتر.“

هن جاوداني جوت جي جهرمر هميشه جهان کي جرڪائي، روشنيءَ سان مالا مال ڪندي رهندي ۽ اسان هتان رهنمائيءَ جو درس حاصل ڪندا رهنداسون.

جيسين تائين دنيا ۾ حسن ۽ عشق جو چوڇول رهندو ايندو، تيسين تائين، قاضي صاحب جو شعار اسان لاءِ رهبريءَ جو مينار ۽ سونهون رهندو. روحاني طور هو تا ابد اسان سان گڏ هوندو. اسان سندس سونهاري شعار جي جرڪندڙ شمعن مان هميشه جهمڪي جي جوت جهٽيندا رهنداسين.

”مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ مات
هوندا مي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا.“

## محترم ڊاڪٽر تنوير عباسي

خيرپور

## (٣٦) ”سچل جو عقيدت مند“

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي، سچل سرمست جو عاشق صادق هو. هن جي درگاهہ شريف سان عقيدت رکڻ عقيدي تائين محدود نہ هئي، پر هن صاحب سچل سرمست جي ادبي ڪارنامن تي پڻ ڪم ڪيو.

سنڌي ڪامورا رٽائر ٿيڻ کانپوءِ بيڪار ٿي ويندا آهن، مگر

ان جي برعڪس مرحوم قاضي صاحب آخري دم تائين ادبي ڪم ڪندو رهيو. ايتري قدر جو ڪمزوريءَ ۽ ضعف سان گڏ نظر به ويهجي وين، پر تڏهن به ادبي ڪم ڪي نه ڇڏيائون. اهڙا مثال سنڌ ۾ تمام ٿورا آهن، جو سڄي زندگي ادبي ڪم لاءِ وقف ڪئي ويئي هجي ۽ پنهنجي هزارن وڏين رقمون خرچ ڪري ڪتاب ڇپايا ويا هجن.

قاضي صاحب مرحوم پنهنجي وسيلن ۽ علم آهر، سچل سائين تي زندگيءَ جي آخرين دم تائين ڀوري تندهي سان ڪم ڪندو رهيو. سچل سائين جي سوانح حيات هجي، سندس فارسي مثنوين جا ترجمان هجن يا سندس طالبن جو ذڪر، مرحوم هر پهلوءَ تي ڪم ڪيو آهي.

”ديوان آشڪار“ جو اردو ترجمو جيڪو تازو اوقاف وارن ڇپايو آهي، اهو هڪ يادگار ڪارنامو آهي ۽ سچل سرمست ڪي اردوءَ جي حلقن سان روشناس ڪرائڻ جي سٺي ڪوشش آهي.

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم، ضعفي جي حالت ۾ به سچل سرمست جي ورسيءَ جي تقريبن ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندو رهيو ۽ سندس اهو جذبو ۽ جوش عمر سان گڏ هر روز وڌندو رهيو.

پلڻ سچي عمر ان عشق جي جذبي ۾ جذب رهيا. اها ڪيفيت هر وقت مٿن طاري رهندي هئي. عقيدت، پرستش جي حد تائين وڃي پهتي هئي. سچل سرمست جي هن شعر جي عملي صورت هئا.

”شوريده احوال ما، پرسي چه از ما قاضيا
هرکس نه داند حال ما، پرسي چه از ما قاضيا.“ (آشڪار)

محترم حسين بخش
ڏوڪري

## (۳۷) ”سدا حيات قاضي علي اڪبر“

سنڌ سونهاري درويشن جو ديس آهي. جنهن پتائي، قلندر ۽

سچل سرمست جهڙن اولياءالله ۽ عشاقن کي الله تعاليٰ جي نور- معرفت سان سدا روشن ڪيو آهي. انهن جي فيض منجهان وهندڙ چشمن هرهڪ سالڪ جي روح کي قوت بخشي. اهڙن حق جي راه جي پانديئڙن مان اسانجو قاضي علي اڪبر درازي به هڪ آهي. جنهن پنهنجي زندگي سچل سرمست سائين جي فيض درياء کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ ۾ بسر ڪئي. ائين چوڻ ۾ ڪو وڌاء نه ٿيندو ته سچل سائين جي فلسفي ۽ عارفاڻي ڪلام مان فيض حاصل ڪري، خود عارف الله بڻجي ويو هو. مرحوم قاضي صاحب جي زندگي "اطلب العلم من المهد الي الحمد" جي عملي زندگي هئي. اسانجي آئينده نسل لاء مثالي زندگي ۽ شمع راه رهندي ۽ گمراه انسانن کي هادي حقيقي در ڏانهن وٺي گامزن ڪندي رهندي. قاضي صاحب، سائين سچل سرمست جي فيض جو هڪ زنده مثال هو جنهن جي حياتي رات ۽ ڏينهن مرشد مٺي جي علم و فڪر ۾ گذري ۽ هڪ گهڙي ان عشق کان غافل رهڻ گناه ڪري سمجهندو هو. پاڻ ڪيترائي ننڍا ۽ وڏا ڪتاب سچل سائين جي باري ۾ لکيائين. جنهن ۾ اردو ۽ انگريزي ترجما ڪري شاعرن جي سرتاج سچل سرمست سائين کي بين الاقوامي شاعر تسليم ڪرايائين، جيڪا سندس محنت ۽ ڪاوش ڪڏهن وسرڻ جي نه آهي ۽ نه وري وساري سگهبي. هي درويش ظاهري ۽ باطني علم جو مهاساگر هيو. جنهن ڪري سچل سائين جي اندروني راز کي حاصل ڪري، پنهنجي روح جي ٻوٽي کي پاڻي ڏيئي، سر سبز ڪري وڻ بڻائي ڇڏيائين.

قاضي صاحب مرحوم توحيد ۾ مستغرق ٿي، همه اوست جا نعرا ٿي هنيائين، ته ڪڏهن عاشقان رسول مقبول جو پيغام ٿي ڏنائين، ته ڪڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه جو مستانو ٿي صفت ۽ ثنا ٿي ڪيائين. اهوئي هڪ ڪامل مرشد جي صحيح هدايت ۽ راز آهي. سندس زندگي صرف الله ڪارڻ هئي ۽ اونداهيء کي ڪيڏي، حقيقي

خدا جي ويجهي ڪرڻ لاءِ هئي. مطلب ته سندس خيالات پاڪيزه ۽ دنيا واري ڏنڌي کان دور رهيا. اندر جي اونداهيءَ وارن انسانن کي علم جي روشني ڏيڻ لاءِ هر وقت ڪتاب لکي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مفت تقسيم ڪيائين. اهو سندس علم ۽ ادب وارن لاءِ وڏو احسان آهي. الله تعاليٰ پنهنجن خاص ٻانهن ذريعي پنهنجي مخلوق کي علم جي روشني سان منور ڪندو آهي. اهائي ڊيوٽي مرحوم قاضي صاحب پنهنجي ضعيف ڪلهن تي کنئي ۽ آخرين دم تائين نڀايائين ۽ زر، مال متاع قربان ڪري ڇڏيائين. ان عملي جي عيوض هن دنيا ۾ ڪيس سچل گولڊ ميڊل مليو.

قاضي صاحب سدا حيات آهي. اڄ ٻه اسان وٽ آهي ۽ رهندو. منهنجي هي دعا آهي ته رب‌العزت کيس نبين، صالحن ۽ عاشقن سان گڏ ڪندو. (آمين)

”ڪڪ سڙيا، پن سڙيا، سڙيو سائو گاهه
جن ريجهايو الله، تن نه آيو تن کي.“ (شاهه)

محترم پروفيسر محمد حسن ”محسن“
لاڙڪائو

## (۳۸) ”آهه قاضي علي اڪبر درازي“

ڪيڏو نه پيارو دل کي ڀائيندڙ، من موهيندڙ مورت، هميشه پيو هوندي معصوم چهرو. سچ جو ڳولائو. سچ پرکيندي، سچل سرمست سائين جي طالب ٿيو. اهڙو رنگ لڳس جو روحڙيءَ جو رهواسي، دل جي حضور سان درازي ٿي ويو.

هو هڪ سچو صوفي هو. سچل سرمست جي تعليم سندس رڳ رڳ ۾ سمائجي ويئي هئي، سچ لکندو هو، سچ چوندو هو. مشنويون لکندي لکندي سچل سچ نشانبر ڪيائين. مونڌانهن خط لکندو هو ۽ ڪتاب

موڪليندو رهندو هو. ڏوريءَ جا ڏوراپا پڻ ڏيندوئي ڏيندو هو. هو پار، اسين آر. ميلي بنا ڪيئن ملون. ميلو اچي ته ملون ........ ملون ته ڇا ملون، پاڪرين لڳاسون ته ڇڻ ڪي سالن جا سڪايل، ورهين جا وڇوڙيل ملياسون. پاڪر پنجي ويا، جدائي ڪير. سچ ۽ سڪ جو سوداگر، ڳلي لڳي ته لڳوئي رهي. ههڙا ماڻهو، اسلهه ماڻڪ جيان صدين پڄاڻان ئي پيدا ٿيندا آهن.

قاضي علي اڪبر درازي سراپا شفقت هئا. هو پيءُ وانگر پيار، ڀاءُ وانگر حال ۽ دوست وانگر محبت ڪندا هئا. محفل ۾ ويٺا ته ويٺائي رهندا، جوان ٿڪجيو پون پر پاڻ ورچن ئي ڪين.

قاضي صاحب جن مرشد سان بيحد عقيدت رکندا هئا. سندن شان ۾ معمولي گهٽ وڌائي هرگز برداشت نه ڪري سگهندا هئا. ميلي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۾ غير موضوعاتي مضمون ڪي سخت ننديندا هئا ۽ چئي ڏيندا هئا ته سچل جي اسٽيج تي پنهنجي شهرت جا متوالا سچل سرمست سائين سان ڪو به انصاف نٿا ڪن.

هو ويا ته ڇا ويا، مٿل ميلا ۽ رتل رنگ اجاڙي ويا. هجن ها ته اڄين ڪين ٿئي هـا، اجا وڌا رنگ لڳن ها. ته بــ، ويندي ويندي رنگ لائي ويا.

سندن لاڏائي جي دردناڪ ۽ اندوهناڪ خبر پڌنديئي هزارين دليون رنيون ۽ اڻ ڳڻت اکيون پنيون ۽ محسن به رنو.

”ارتو اوتيائون، اکين آب آگوندرو،
لڏي ويـا لـــوءِ مان، لائق لاهوتـي،
اهـــي آڏونـــي، مولا محسن ميڙئين.“

”روئي روئي ڇهرا ڏوئي، ٻارڪي ياد ڪندائي آهيون،
هردم ساريون،ڪيئن وساريون، پرهي پاڙيندائي آهيون.“

اي منهنجا قاضي صاحب! جڏهن تون ياد پئين ته مون پاڻ ڪـي وساري ڇڏيو. ان لاءِ جو مان تون آهين ۽ تون مان آهيان.

محترم ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ
ڪراچي سنڌ

## (۳۹) "تنهائي جو مسافر"

هيءَ دنيا ڪيترن ئي ماڻهن سان ڀري پئي آهي جيڏانهن ڏسو تيڏانهن ماڻهن جو اٿاه سمنڊ پيو ڇوليون هڻي. پر انسان ڳولهبا تہ ڪٿي ڪٿي نظر ايندا. ٻنهن اڪيلا، وڳاڻا ۽ انسانيت لاءِ اداس! جيئن سمنڊ جو پاڻي کارو، تيئن ماڻهن جو ذائقو بہ تکو ۽ کٽو. چکي ڏسبو تہ سارو وجود ئي زهر ٿي ويندو. هن کٽي ۽ کاري ماڻهن جي سمنڊ ۾ ڪي ڪي موتيءَ جا داڻا پيا لڳندا. پنهنجي تنهائي جي سپ ۾ محفوظ ۽ پنهنجي مقصد سان مشغول!! ماڻهن جي زندگيءَ جو واچوڙو دڳ ئي ميٽائيو ڇڏي، پر هي ويچارا، انسان تنهائي جا مسافر ٻڌجي پيا انهيءَ پيچري تي انسانيت جا پير ۽ پيرن جا نشان پيا ڳولهن!!!

اهڙي قسم جو مسافر مون بہ ڏٺو ۽ اهو هئو منهنجو بزرگ دوست مرحوم قاضي علي اڪبر درازي. جنهن پنهنجي ڄمار جو گهڻو حصو زندگيءَ جي کهڻ- واڻي هنڌ تي ويهي، ايندڙ ويندڙ انسانن کي قرب جو پاڻي پياريو ۽ "سچي ادب" جي سهاري سان سچ جو دڳ ڏسيو. هن پنهنجي سموري ڄمار انهيءَ ڪرت ۾ ڏسي ڪم آندي. اهو تہ سندس زندگيءَ جو مقصد هو. پاڻ انهيءَ مقصد کي ماڻي وڃي محبوب حقيقيءَ سان مليو.

ڇيو وڃي ٿو تہ قاضي علي اڪبر درازي وفات ڪري ويو آهي. بيشڪ انسان ڇمندو بہ آهي ۽ مرندو بہ آهي. ليڪن اٿون سائين علي اڪبر درازيءَ جي حياتيءَ جو شاهد آهيان. مون سندس موت ڪونہ ڏٺو آهي، ان ڪري مون لاءِ فوتي ڪونہ آهي.

هونءَ بہ زندگيءَ ۽ موت جي ڪسوٽي منهنجي نرالي آهي، مان زندگي انهيءَ کي چوندو آهيان، جيڪا موت کي شڪست ڏئي ۽

موت انهيءَ کي چوندو آهيان جيڪو زندگيءَ کان مقصد کسي وٺي. انهيءَ حساب سان ٻه قاضي علي اڪبر درازي موں لاءِ مري ڪونہ ويو آهي. ڇو تہ هن جي زندگي مقصد کان خالي نہ هئي. پر جيڪڏهن خاڪي جسم خاڪ ۾ ملي ويو تہ ڇا ٿيو؟ ڀلا موںءَ ٻہ اهـو ڪهڙو انسان آهي جيڪو پنهنجي جسم تان ميرا ڪپڙا لاهڻ وقت روئـي ويهي. مجال ٿو تہ انسان مري ٿو سگهي. مگر ٽالي کي ڪير ماري؟ خدمتن جـو ڦلو تہ اڳتي وڏي وڻ ٿيندو آهـي. اهو وڻ وڏي ڦـل جهليندو آهي. انهيءَ ڦل مان انسانيت لاءِ پرائيندي آهـي. منهنجي پياري بزرگ قاضي علي اڪبر درازيءَ تہ هڪ نہ پر هڪ کان وڌيڪ ٻوٽا هنيا هئا. ”سچي ادب“ جي آبياري ڪئي هئي. انهيءَ گلستان جو هو تہ مالهي هئو. جيتوڻيڪ مالهي هن وقت ڪونہ آهي، پر انجا لڳايل ٻوٽا ۽ گل تـہ موجود آهن. اسان کي انهن جي خوشبوءِ ڏ۔ہ هر وقت، هر ساعت ايندي رهندي.

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي، اهڙو معمولي انسان تہ ڪونہ هيو، جنهن کي وساري سگهجي. هو نہ رڳو علم و ادب جي تاريخ ۾ پنهنجو روشن نالو ڇڏي ويو آهي، بلڪ بي لوث ۽ پر خلوص دوست جـي حيثيت ۾ پنهنجي دوستن ۽ قدردانن جـي حلقن ۾ يادين جـي خوشبوءِ ڇڏي ويو آهـي. سندس اهو ڪهڙو دوست آهي، جـن ڏي مرحوم مفت ۾ ڪتاب ڪونہ موڪليندو هو؟ اهو ڪهڙو ساٿي آهي، جن ڏي پاڻ بلا ناغي خط نہ لکندو هو؟ دوستن کان دير ضرور ٿيندي هئي، مگر پوءِ ٻہ سار سنڀال قاضي صاحب مرحوم لهندو هو. پاڻ لکي نہ سگهندو هو تہ ٻہ پوٽن کان خط پٽ لکرائي حال احوال وٺندو هو. اڄ اسان مان ائين ڪير ٿو ڪري؟ ڪير آهي جو قاضي علي اڪبر درازيءَ جهڙا گڻ ڏـو رکي. مرحوم تـہ موتيءَ جو داڻو هو. هيرن سندو هار هو.

هن هيرن جي هار کي اسان پنهنجي ڳچين ۾ ڪو نـہ وڌو. سچ

تہ اسان سندس قدر ڪونہ ڪيو. ۽ ٿدو دلو تہ پاڻ ڪسي پاڻ ڇانو ۾ رڪرائيندو آهي. مرحوم پوءِ بہ پنهنجو مقام ماڻيو. اسان هن املهہ انسان جي ڪٿ ڪري نہ سگهياسين. ان ڪري اسان ڏوهي آهيون.

اڳئي سمجهندو هيس تہ سچ جا راهي سڪي ٿيندا آهن. ليڪن هاڻي ٿي خبر پئي تہ پاڻ جهڙا انسان انهيءَ وقت واڳون ٻڌجي وري ويندا آهن، جڏهن سچ ۽ حق جي ڳالهہ ڪبي آهي. پنهنجي حال ڪي ڏسي مرحوم قاضي علي اڪبر درازي ياد ٿو پيم. هيءُ مرحوم تنهائي جو مسافر ٻڌجي ڪيئن بگهڙين جي راڄ ۾ گذاريو هوندو. پاڻ ڪان گذاريو نہ ٿو پڄي. اڄ سندس ڪيڏي نہ ياد ستائي ٿي.

دل ٿي چاهي تہ اڄ قاضي علي اڪبر درازي هجي ها تہ هوند سائس سور سلي سگهجن ها. ڪاڻس حياتي گذارڻ جو گر پڇان ها. اڄ سندس غير حاضريءَ جو ڪيڏو نہ احساس ٿئي ٿو. آئون جو قاضي علي اڪبر درازي مرحوم ڪي تنهائي جو مسافر سڏيندو هيس، سو پاڻ تنهائي جو مسافر ٻڌجي ويو آهيان. لڳي ٿو تہ مرحوم ويندي ويندي تنهائيءَ جي سوغات مون لاءِ ڇڏي ويو آهي.

محترم ڊاڪٽر اياز حسين قادري

ڪراچي سنڌ

(٤٠) ”هڪ سچو سالڪ“

مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ ڪي، مان جڏهن ننڍو ٻالڪ هوندو هوس، تڏهن کان درگاهہ شاهہ دراز جي خدمت ۾ مشغول ڏسندو هوس. سائين سخي قبول محمد دوم ڪيس پنهنجي محبت ۽ عشق جو اهڙو پيالو پياريو هيو جو هو پنهنجي سڄي حياتي درگاهہ سان وابستہ ٿي ويو ۽ آخرين دم تائين هن درگاهہ شريف جي پنهنجي وت ۽ وس کان وڌيڪ عشق ۽ محبت سان خدمت ڪندو رهيو.

مونکي ياد آهي ته جڏهن سائين ميان جان محمد عرف سخي قبول محمد ثالث بن سائين صاحبڏنه فاروقي سجاده نشين هيا، تڏهن چوڏهين مبارڪ ۽ ٻارهي مبارڪ جو گهڻو ڪم سندس سپرد هوندو هو. مرحوم قاضي صاحب ميلي تي ڪجهه ڏينهن اول اچي حاضر ٿيندو هو. فقير رجب علي ٻه روهڙيءَ جو هو، ماستر امام بخش ڦلپوٽو جو خيرپور هو، خليفي رسول بخش مغل جو شڪارپور جو رهواسي هو ۽ درگاه جو وڏو خليفو هيو، جنهن پنهنجي سڄي عمر درگاه شريف تي سائين جن جي خدمت ڪندي گذاري ۽ ٽولي وارن جن ۾ سردار بهادر محمد بخش شيخ عرف ڪوجهي فقير، رحيم بخش شيخ، ديوان وليداس جو ڪراچي جو هو ۽ ديوان مڪندلال ۽ ٻين سان گڏ ڪم ۾ شريڪ ٿي ويندو هو. جڏهن ميلو مبارڪ گل ٿيندو هو ته ٻه ٽي ڏينهن ترسي سموريون جوابداريون تمام پوءِ سائين بادشاه جن کان اجازت ملڻ تي واپس روهڙي ويندو هو.

قاضي علي اڪبر درازي کي سچل سائين ۽ سندس ڪلام سان بيحد عشق هو، هو هميشه چاهيندو هو ته پنهنجي مرشد هادي جي پيغام کي جيڪو مذهبن کان مٿي، هندو ۽ مسلمان جي ويڇي کان دور، انسانن جي قلب جي ڪارنهن کي لاهڻ ۽ کيس حقيقي راه تي گامزن ڪرڻ وارو هو، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائي، هن ان ڪم کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد ۽ اصول ڪري ورتو هو. مون کي چڱيءَ طرح سان خبر آهي ته مرحوم نه زميندار هو ۽ نه وري سرمائيدار، ته به هن مرشد مٿي جي فلسفي ۽ پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ الائي ڪيترا ڪتاب لکيا ۽ انهن کي ڇپائي گهڻي قدر مفت ۾ تقسيم ڪيائين. مرحوم قاضي صاحب پنهنجي ذات خود سچل سرمست بورڊ، سچل سرمست انجمن ۽ سچل سرمست بزم هو. هن فقير کي هر وقت اهــا تات دامنگير هوندي هئي ته هو سچل سرمست جي پيغام کي وڌ ۾ وڌ مشهور ڪري. درگاه شريف تي جيڪي به سرڪاري جايون، مسافرن

۽ مريدن لاءِ آسائش جو انتظام ۽ سچل سرمست ادبي اڪيڊمي قائم ٿي آهي، تنهن ۾ هن جي ڪوشش جو وڏو حصو آهي. انهيءَ چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي مرشد ملي جي عشق ۾ پاڻ خوب ملهائي ويو.

محترم نظام الدين شمسي
بيچاجي- سکر

## (٤١) "مهراڻ جو موتي"

اسان جي سنڌ سونهاري، پساڳن واري اوائل ڪان وٺي پنهنجي مٽيادار مٽيءَ مان اسان کي سوين سوپيا وان سپوت ڏنا آهن. انهن جو مثال ائين آهي جيئن املهہ ماڻڪ يا ملهہ مهانگو موتي. هنن جي جوهر سندو جرڪو نہ فقط ديس واسين تائين محدود مگر ڏوراهن ڏيهن تائين پيا پچارجن ۽ واکاڻجن. اهڙن موتين جا گولهائو غواص عميق ساگرن ۾ غوطا هڻندا وتن، پر جڏهن مهراڻ جي موجن سان ملي پاتال پهچن تہ هنن کي ڪيئي ماڻڪ، موتي، لعل هٿ اچن. اهي ڏوپا ميڙائــو، ميڙڻ جي موہ ۾ ڊاپن ٿــي ڪونہ ڇاڪاڻ تہ هتي ڪوٽ يا ڪال تــہ آهي ٿــي ڪونہ. صدين ڪان وٺي هيءَ سرزمين انهيءَ ڳــالهہ جــي ساکائتي رهي آهي.

منهنجو محترم الحاج، زوار قاضي علي اڪبر درازي پــڻ مهراڻ جو اهو موتي آهي، جنهن جو آب و تاب ۽ جلوه دار جوهر ڪڏهــن بہ جهڪي ٿيڻ جهڙو نہ آهي. قاضي صاحب سان منهنجي پهرين ملاقات تعلقي آفيس روهڙيءَ ۾ ٿي هئي، پاڻ پينشن واري سلسلي ۾ هتي آيل هئا، واسطيدار ڪلارڪ کي جيڪو ڪم سونپيو هيائون سو تہ ڪين ٿيو، بلڪہ يعني بنا ڪنهن دير جي ٿي ملهيو، مگر ڪچهريءَ جــو سواد چکڻ جهڙو نہ هيو. جيتوڻيڪ هي صاحب ٨٠ ورهين کان بہ چڙهيل

پڻي محسوس ٿيو. مگر ميل ميلاپ ۾ ڏاڍو فراخدل ۽ قربائتو، پڪ سان سندس همت اهڙن سوڙو جوان هئي.

مرشد عالي مقام، شاعر هفت زبان حضرت سچل سرمست بابت ڪجهه ڪتاب به ڪيس ساڻ هئا. پهرين ملاقات ۾ ئي اهڙو قائل ۽ گهائل ڪري وڌائين جيئن ڪنديون مينهون پور پونديون آهن. هي درازي فقير يقينن فنافي الشيخ جي منزل تي راسخ هو، ان ڪري مرشد سائين جي مدحت ۾ اڳاهين اڳيرو. بنا اجرت جي ڪتاب به ڏنائون ۽ قرب جون ميخون به اندر ۾ جڙي ويا. سندن انهيءَ جادوئي ملاقات جو اهو اثر ٿيو جو وقتي طور سندن آستاني تي حاضري ڏيڻي پيئي. هيءَ فقيرائي جامي ۾ اميرن ڪان امير، اهڙي نموني تہ دل ڪواي ڪچهريون ڪري جو سالن جا ٿڪ ئي لاهي ڇڏي. قرب ڀري ڪچهريءَ مان اڻنديڻي دل ئي ڪونہ ٿئي، چڻ تہ اولائي لهي وڃن. مان ائين چوندي بہ حق بجانب آهيان تہ قاضي صاحب جن جي زندگيءَ جو رنگ ڍنگ بلڪل ائين هو، جيئن حافظ شيرازيءَ پنهنجي هڪ شعر ۾ فرمايو آهي تہ :

” آسائش دو گيتي تفسير اين دو حرف هست

با دو ستان تلطف بــا دشمنان مــدا را “ (حافظ)

جيڪڏهن قاضي صاحب جن جي شخصيت جو جائزو وٺون تہ هوند وستار ٿي وڃي. پاڻ اهترا تہ شفيق طبع جا مالڪ هئا، جنهن لاءِ ڪو اهل دل ۽ اهل ذوق ئي چڱيءَ ڀر اندازو لڳائي سگهي ٿو. سندن دوستن، احبابن جو حلقو اهترو تہ وسيع هو جو ورلي ڪنهن جو اهڙو ميل ميلاپ هجي. مان سمجهان ٿو تہ ڌڻ جي ڌنار ڪان وٺي، حڪيم ، استاد ، عالم، فاضل، فقيه، مصنف، مولف، مورخ، محقق، شاعر، اديب، صحافي، امير، وزير، رئيس سردار، ننڍي ڪاموري ڪان وٺي اعليٰ عملدار تائين سندس هرهڪ سان دوستيءَ جو ناتو هو.

قاضي صاحب جن جو جيترو وسيع مطالعو هو، ان کان وڌيڪ مالڪ حقيقيءَ کين مشاهدي جي قوت عطا ڪئي هئي.

حضرت سليمان رح عليه جن جو قول آهي ته " جفاڪش جو هٿ حڪمران هوندو ۽ سستن جو هٿ خراج ڏيندڙ رهندو." هن قول جي روشنائيءَ ۾ ڏسجي ٿو ته قاضي صاحب جن جنهن جفاڪشيءَ کان ڪم ورتو آهي، تنهن جو مختصر بيان ڪرڻ ائين ٿيندو جيئن سج کي آئينو ڏيکارڻ. پاڻ جيڪا عرق ريزي ڪئي اٿائون ۽ سندن قلمي ڪاوش آئينده جي قلم ڪندڙن لاءِ راهه نه بلڪ شاهراهه هموار ڪئي آهي. هن صاحب کي سچل سائين جي ڪلام جو شارح ڪوٺجي ته به برحق آهي ۽ ذري ماتر به مبالغو نه ٿيندو. اها هڪ فخر جي ڳالهه آهي ته حضرت سچل سرمست بابت جيترو مواد قاضي علي اڪبر درازيءَ ڏنو آهي، ايترو مواد اڄ تائين ڪوبه سنڌي اديب ڪونه ڏيئي سگهيو آهي. هي اهو مرد مجاهد هو جنهن پنجاهه کن ڪتاب سنڌي اردو ۽ انگريزيءَ ٻولين ۾ لکي پنهنجي هزارن ڇاپرائي مفت ورهايا آهن. اهڙي صداقت واري روش تي اعليٰ ظرف، سخنور ۽ سخندان مطلب ته هرطبقي واري جس ۽ شاباش جا نعرا بلند ڪندي، زباني ٿوڙي قلمي سنيها موڪليا. انهن منجها ڪيترائي مختلف ڪتابي شمارن اندر شايع ٿي چڪا آهن.

قاضي علي اڪبر درازي "مجازي" چيپٽ ڪاڏي، نيٽ حقيقت واري واٽ ورتائين. صاحب موصوف هڪ طرف پنهنجي مرشد جي ڪلام جي شرح ڪئي آهي ته ٻئي طرف پاڻ به شاعر ۽ قلمڪار هئا. پاڻ سچا عاشق رسول الله هئا. رسول مقبول صلعم جن جي عشق جا اندر ۾ اهيرا ڪيل هئن. جنهن سوز ۽ گداز مان عاجزيون، نيازيون ۽ مناجاتون ڪيون اٿن، ان لاءِ سندن ڪلام ئي ڪافي ثبوت آهي. قاضي صاحب جي من ۾ ڪافي اڪير ۽ لوچ پوچ هئي. جيئن سنڌڙيءَ

جي سدا حيات شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي بيت اندر فرمايو آهي تہ:

"سکڻ سڏ نہ مور جي- ڳهايل ڪيئن ڳهارين،
پيل پاسو ڀٽ تــان، واڍوڙ نـــہ واريـــن،
ٻر ۾ ٻچڻ ٻـرين لاءِ، هئي! هنجون هـــارين،
سچڻ جـــي سارين، تن رويو وهامي راتڙي." (شاه)

عظيم دانشمند ارسطو جو قول آهي تہ: "خواهش، ارادو ۽ ڪوشش سرون آهن، جن سان اميدن جي تڪميل جو محل اڏائي سگهجي ٿو." انهيءَ دانشمنديءَ تحت قاضي صاحب جن ڪيڏانہ دوررانديش هئا جو پنهجي اپامڪاريءَ ۾ پنهنجي بي بها تخليقن يا لکڻين کـــي ڪتابي سلسلي ۾ آڻي، آئينده جو اونو لاهي ويا. ٻي صورت ۾ اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ هتي سواءِ چند افراد جي باقي وڏن جا ڇڏيل علمي ذخيرا وڃي اوڏهن جو کاڄ ٿين.

قاضي علي‌اڪبر درازي ذخيرن جي اهڙي نموني دردنـــاڪ موت کي ڄاڻندي، پنهنجي هوندي ئي هزارين روپيہ هڙان خرچ ڪري علمي ۽ ادبـــي ذخيرن کـــي محفوظ رکيو آهـــي. اهـــو سڀ ڪجهہ سندن جفاڪشي، اورچائي ۽ دوراندیشي جو هڪ واضح دليل آهي. اها وڏي قدر ۽ قيمت جـــي ڳالهہ آهي جو پيرسني جنهن لاءِ عـــام طرح چيو ويندو آهي تہ "پنهنجا بہ بيزار" مگر هي تہ اهڙو مستقل مزاج ماڻهو هو جنهن عمر جي رفتار ۽ ڍنگ بہ قبول نہ ڪيو. پر ان کي پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ ڏانهن ڇڪي ورتـــو ۽ انهن کـــي مزاج ۽ ذوق مطابق هلائيندو رهيو.

جناب قـــاضي علي اڪبر درازي صاحب جن جـــو اسانجي اداري "مخمور ادبي سنگت" سگر سان نهايت پر خلوص همدردي ۽ تعاون جو واسطو رهيو. هن اداري طرفان هتي سکر ۾ ڪافي اهڙيون محفلون ٿيون جن ۾ جناب قاضي صاحب جن دعوت قبول فـــرمائي شرڪت

ڪئي. هن اداري جي صدر هئڻ جي حيثيت ۾ منهن جـي هڪ تمنا
يا خواهش رهجي ويئي، جيڪا قاضي صاحب جن جـي پڇاڙيءَ وارن
ڏينهن سان واسطو رکندڙ هئي. مان هن اداري جي نائب صدر صاحب
جن کـي چيو هوم تہ حياتي تي ڀروسو ناهي. سو هڪ ادبي رهـاڻ
ڪوٺايون يا قاضي صاحب جن سان ”شام“ ملهايون، جنهن ۾ قاضي صاحب
جن کي شرڪت لاءِ روهڙيءَ کـان وٺي اچون. مگر جيئن آءٌ بدين
نوڪريءَ جي سلسلي ۾ هليو ويس، ۽ منهن جي هيءَ تمنا منزل ماڻي
نہ سگهي. ۽ اجل جي اوچتي ڌڪ لڳڻ ڪري آتي جـو آتي ڪافور
ٿي ويئي.

” هاڻ هارا سڀرين، رڻان تان نہ رهن “ (شاهہ)

محترم علي احمد بروهي
ڪراچي

(۱۴۲) ” سچو سالڪ “

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم سچل سائين جو نہ فقط معتقد هيو،
پر ديوانو عاشق پڻ هيو. سندس عقيدت، الفت جي چوٽ تي چڙهيل
هئي. مونکي ياد نہ آهي تـہ مون پنهنجي عمر ۾ سچل سائين جـو
” آغا صوفي “ ۽ ” ڪوجهي فقير “ کـانپوءِ ڪو ٻيو اهـڙو عاشق
صادق ڏٺو هجي. سچل سهڻي جي شعر ۽ فڪر کي اجاگر ڪرڻ ۾ به
درازيءَ جون انٿڪ ڪاوش ۽ ڪوششون سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق
آهن. اهڙن درويشن جي سوانح حيات ڇپائي پڌرو ڪرڻ ۽ عوام آڏو
آڻڻ هڪ وڏي ادبي خدمت ٿيندي.

محترم علي محمد راهو
ڪراچي

(۱۴۳) ” درازي درويش “

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي جي باري ۾ پنهنجا تاثرات پيش

ڪريان! هي نهايت ئي ڪٺن ڪم آهي. خاص ڪري مون جهڙي لاءِ جنهن کين فقط ۽ فقط هڪ دفعو ڏٺو. سو به هائي جڏهن سندن تصور ٿو دهرايان ته ائين محسوس ٿو ٿئي ته ڄڻ هڪ خواب ڏٺو هيم. جيئن ته پاڻ بحيثيت شارح سچل جي نهايت اهم مقام تي فائز هيا، تنهن ڪري سندن نالي کان آءٌ اڳ ۾ ئي بخوبي آگاهه هيس. پر ان ڏينهن جڏهن جو آءٌ سچل سائين ۽ سندن بزرگن جي پهريون دفعو زيارت ڪري رهيو هيس ۽ گهڻيون مرقدون ڏسي ڪري منجهي پيو هيس ۽ هيڏانهن هوڏانهن نظرون ڪنهن رهبر جي ڳولا ۾ ڦيرائي رهيو هيس ته اهڙو ڪو ملير جيڪو انهيءَ باري ۾ ڪجهه رهبري ڪري سگهي. انهيءَ وچ ۾ آءٌ هڪڙي اهوجهه فقير کان پڇا ڳاڇا ۾ مصروف ٿي ويس ۽ هو ويچارو منهن جي سوالن جا جواب تسلي بخش نه ڏيئي رهيو هو. تنهنڪري هن چيو ته اهڙن سوالن جا جواب صرف قاضي علي اڪبر درازي ئي ڏيئي سگهي ٿو. اسين پيئي چٺا مقبري جي اندر اترين پاسي يعني مزارن جي سيراندي کان پيئل هئاسون. اچان هن درويش قاضي صاحب جو نالو مس اچاريو ته پڪا پڪ مقبري جي ڏاکڻي دروازي کان قاضي صاحب جن جلوه افروز ٿيا، چوندا آهن ته:

"ڪن ڪي سڪندي ٿيــن سال،
ڪن کي رانول مليو هڪ رات ۾."

پر مون کي رانول اک ڇنڀ ۾ ملي ويو. سبحان الله!! ڇا لڪجي سندن عقيدتمندگيءَ جي باري ۾ !!! پيرانديءَ کان جو هرهڪ مرقد کي چمڻ شروع ڪيائون سو اچي اترينءَ مزار تي دنگ ڪيائــون. چمڻ به صرف بار لاهڻ خاطر نه هو بلڪ نهايت ڏـي اطمينان ۽ آرام سان. تڪڙ جو ته ڪو ڪم ئي نه هو. پهرين ساڄي اک تي رکيائون ۽ تنهن کانپوءِ کابي. انکانپوءِ وچي ئي چپن سان چمڻ جو وارو آيو. انهيءَ وچ ۾ مون کين پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرڻ مناسب نه سمجهيو. تنهن ڪري جڏهن پاڻ اهــا خدمت سر انجام ڏيئي ڪري آرام سان

اچي ويٺا ته مون وٽ جي سنڌن پاسو ورتو. ٻهراڻ پيٽي هٿ ڇهيو مان. پشم جهڙا نرم هٿ، هٿن جي نرمي هينئر ب، محسوس ڪري رهيو آهيان. ڪافي سوالن جا جواب نهايت ئي اطمينان بخش ڏنائون ۽ وڌيڪ پنهنجي ڇپيل مواد جي موڪلڻ جو واعدو ڪيائون. موڪلائڻ وقت دل نٿي چاهيو ته کو ڪانئن جدا ٿجي. جو ته سنڌن شخصيت نهايت ئي شفيق ۽ خوش خلق هئي. روانـي ٿيڻ وقت ڪئين دفعا پوئتي نهاري الوداعي نظرن سان ڪانئن موڪلائي رهيو هوس. گويا " ثم ارجع البصر ڪرتين " وارو منظر هـو. ڪهڙي خبر هئـي ان وقت ته اها نه صرف ٻهراڻ ملاقات هئي پر آخرين پڻ. انسان ويچاري کي مستقبل جي باري ۾ ڪو پتو ڪو نه ٿو پوي! "وما تدري نفس ماذا تکسب غدا وما تدري نفس باي ارض تموت." خير آءٌ درازن کان گوٺ ويس. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن آءٌ ڪراچيءَ پهتس ته سنڌن هٿ اکرن سان لکيل خط سان گڏ مواد پڻ مليم. سنڌن مواد مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيم. حاصلات سان گڏوگڏ ذهن ۾ ڪئين ڳالهيون، ب اچي گڏ ٿيون جيڪي نوٽ ڪندو لکندو ويس ۽ ايرادو اهوئي هيم ته هڪ واري وري درازن جو يا روهڙيءَ جو سفر ڪري سچل جـي هن سچي شارح سان ڪا نشست رچائي پنهنجي انهيءَ تشنگيءَ کي دور ڪري سيراب ٿيندس پر:

" ما درچه خيال و فلڪ درچه ؟"

ڪو دراز عرصو ڪونه گذريو جو قاضي محلہ روهڙيءَ کـان، سنڌن هن دنيا منجهان ڪوچ ڪرڻ جي خبر آئي. صوفي مشرب سان لڳاءُ رکندڙن ۽ سچل سائينءَ جي پانڌيئڙن لاءِ اهو هڪ وڏو سانحو هو. مون بر وقت ئي تعزيتي خط لکيو. خط لکڻ وقت منهنجي جا ڪيفيت هئي، سا منهنجي خط مان ئـي خبر پوندي. حقيقت هيئن آهـي تـ اسانجو مشرب مشترڪ هـو، تنهنڪري هڪ ئـي لڙهيءَ ۾ پـوتل هئاسون. البت قاضي صاحب جي وفات سان هن لڙهيءَ جو هڪ مکيہ

مٿيو اسان کان الڳ ٿي ويو. سندن باري ۾ اهي ٿي منهن جا تاثرات آهن، جيڪي بروقت ۽ هينئر ڏک ۽ جوش جي ڪيفيت ۾ لکي ويس. باقي دلي ڪيفيتون اهڙيون به هونديون آهن، جيڪي صرف محسوس ڪري سگهبيون آهن. اهي ڀلا قلم جي نوڪ سان نڪري ٻني تي ڪيئن ٿيون ڦهلجي سگهن! وڏيڪ توهان سندن فرزند آهيو ۽ منهنجي احساسن جو توهان بخوبي اندازو لڳائي سگهندا ته جنهن شخص جي سيني اندر سچل سائين جي باري ۾ سوين سوال هجن ۽ هن کي خوشقسمتي سان سچل سائين جو شارح به ملي وڃي، پر سوالن پڇا کان اڳ ۾ ئي شارح هميشه لاءِ نظرن کان غائب ٿي وڃي. مٺا سائين!! اهو فراق سهڻ ڪو سهڪو يا سولو ڪم ناهي. چوندا آهن ته ”ڀڄ ڀرائي سور- سيڪا پنهنجا روئي.“ پوءِ اوهان کان والد ويو ۽ مون کان سچل سائين جو شارح!! اهڙيءَ طرح ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون، باوجود انهيءَ جي جو اسان جا تعلقات سائن مختلف هئا. باقي رهيو سوال تاثرات لکڻ، سو به مون هيچمدان. تنهن لاءِ عرض ڪندو هلان ته سچل سائين جي شارح لاءِ خود به هڪ شارح جي ضرورت آهي، جيڪا اڳتي هلي ڪا قدرت پوري ڪري ته ٺهيو. باقي هن درازي درويش جي جاءِ مشڪل سان پرجي. ”دگر دانائي راز- آيد ڪه نه آيد.“ اڳتي ايترو ضرور لکندس ته جيڪڏهن سچل سائين دولهه درازيءَ جي نالي سان ڪوٺيو ويو ته سندس شارح ”درازي درويش“ ضرور سڏبو.

تنهن ڪانپوءِ اها به هڪ الڳ حقيقت آهي ته قاضي صاحب جن نه صرف سچل سائين جا شارح هيا مگر سچل سرمست سان سندن بي انتها محبت ۽ والهانه عقيدت هئي. نه فقط ايترو بلڪ ائين ڪٿي لکان ته سندن ڪعبو قبلوئي چڱڪ سچل سائين هيو. هن جو صرف ۽ صرف هڪڙو سائين هيو، جنهن جو نالو ”سچل“!! سچل سائين ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هئي ڪي ٻيهارڻ لاءِ هو ڪنهن به حالت ۾ گوارا نٿي ڪري سگهيو. سندس انهيءَ مسلڪ تي لکندي گهڻي ديگهه ڪونه ٿو ڪريان،

صرف ايترو لکي ٿو ڇڏيان ته سرمد جي هن سٽ جو قاضي صاحب زنده جاويد مثال هو.

”يک قبله گزين و سجده غير مکن“

پاڻ قاضي صاحب پنهنجي لفظن اندر هيئن ٿو اظهار ڪري ته:

”غلام اڪبر غريب تان لاه غير جا غلاف تون“

جيڪڏهن انهيءَ نقطه نظر کان قاضي صاحب کي جانچبو ۽ پرکبو ته هو سچل سرمست جي ٻاري ۾ مومن موحد هو. مومن معتقد جي اها هڪ وڏي نشاني آهي ته هو غير جي آڏو نه جهڪي. بهر حال اهو به هڪ وسيع موضوع آهي جنهن جي جيڪڏهن اپتار ڪبي ته، اتي صفحن جا صفحا ڪارا ٿي ويندا. البت ايترو عرض ضرور آهي ته ”درازي درويش“ هميشه زنده ۽ جاويد آهي.

## محترم عبدالنبي ”خاتم“ جانوري

پٿي - روهڙي

(۱۹۴) ”سنڌ جو سرمد“

”غمزده آهي قلم ڇا سان لکان،
مونکي آهه تحرير ڪرڻو داستان،
ٿو چوي ڪاغذ ته جهوري ٿو جهران،
هٿ ڌڪن ٿا آهه ساعت جسم و جان،
چو نه دل منهنجيءَ ۾ پارڻ ٿو ٻري،
ويو اسان کي غمزده قاضي ڪري.“ (خاتم)

سنڌ سڳوريءَ جي عظيم شخصيت، اسانجي وڻجاري وطن جو روح- روان، فرشته صفت انسان، حضرت سچل سرمست رح جو

شارح الحاج قاضي علي اڪبر درازي، اسان ڪان گهڻو دور هليو ويو ۽ ايترو پري جو هن سان وري ملڻ مشڪل ۽ محال آهي.

"آئان ۽ مينهان دا ـ ڪڏهن نه ٿيون ميلا،
هو چـــرن جهنگ، ته هو چـــرن ٻيلا."

سنڌ جي هن سدا بهار سوڪڙيءَ جي نوراني چهري مبارڪ ڪـي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ اڄ اسانجون اکيون آتيون آهن. سندن قرب ڀـري ڪچهريءَ ۾ هدايل نصيحت ڀريا نڪتا ۽ گفتا اڄـان تائين اسانجي قلب کي قرار ۽ روح کي راحت بخشي رهيا آهن.

قاضي صاحب هڪ عظيم قلمڪار هو، جنهن پنهنجي مرشد مٺي جي محبت ۾ اٺ سؤ کان به وڌيڪ ڪتاب تصنيف ڪري ۽ مفت ۾ تقسيم ڪيا آهـن. سندس انهيءَ قلمي قربانيءَ ۽ محنت کـي پوري ملڪ جي فاضل شخصيتن، اديبن ۽ عالمن ساراهيو ۽ داد بخشيو آهي. هن جي اها واکاڻ ملڪ جي ڪند ڪڙڇ ۾ هلندي رهي ٿـي. اهڙين باڪمال شخصيتن جي اوچتي اُٿي وڃڻ ڪانپوءِ قحط رجالي جو دور شروع ٿي وڃي ٿو. انهن جي ڇڏيل خال جو جلدي پرجي وڃڻ وري نهايت مشڪل ۽ محال ٿيو پوي. بقول علام اقبال:

"هزارون سال نـرگس اپني بے نوري پہ روتي هے
بڑي مشکل سے هوتـا هے چمن میں دیده ور پیدا"

حضرت قاضي علي اڪبر درازيءَ سگهوري جي فقيرائي آستانه تي ڪيترين ئي نامور ۽ مشهور و معروف هستيون وڏي ادب ۽ احترام سان جهڪنديون نظر آيون. مرحوم جي فقيرائي ولوا، جـي پڙوڙ ٻن ڪتابن هرهڪ "موتين مٺ" ۽ "رهائيون" مان پڻجي سگهي ٿي. جن ۾ ڪيترن ئي سنڌي خواه هندي خواه اردو ادب جـي خواندن، عظيم عالمن، دانشورن، اديب و شاعرن ۽ عقيدت مندن جا نادر تبصرا ۽ شعر قلمبند ٿيل آهن، جيڪي مذڪوره ٻن ڪتابن ۾ اخبارن تـان وٺي ۽ خطن سان گڏ جمع ڪيا ويا آهن.

اسانجي وطن عزيز جو هيءُ مرد مجاهد، قديم قربدار، روهڙيءَ جو رند درازي دلبند، سنڌ جي وڏين هستين ۽ شخصيتن جي قطار ۾ شامل ۽ شمار ڪيو وڃي ٿو. قاضي سڳورو حضرت سچل سرمست رح جي مريدن ۽ معتقدن ۾ نمبر اول ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. پوري سنڌ ۾ سچل سائينءَ جو اهڙو سچو عاشق ڪو ورلي نظر ايندو، جنهن پنهنجي مرشدِ مٺي جي محبت ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪيو هجي. قاضي صاحب نظمي ادب خواه نثر نويسيءَ ۾ هڪ بي بدل ۽ بي بها اديب هو، جنهن حضرت سچل سائين جي سنيهي ۽ پيغام کي سنڌ جي ڪنڊ ڪنڊ ۽ ڇپي ڇپي تائين پيامبر بڻجي پهچايو.

حضرت روهڙيءَ شريف جو هيءُ رند فقير روهڙيءَ جـي خطه ۾ هڪ اڻ لڀ در ۽ موتي ليکيو ويندو آهي، جنهن پنهنجي فيض جـي وهڪري مان ڪيترن اڃايلن جي اُڃ اُجهائي ۽ پياس پوري ڪئي. صاحب موصوف پنهنجي شعر کي حضرت سچل سرمست جـي سچي محبت ۽ رياضت ۾ هڪ خراج عقيدت ڪري ٿـو سمجهي. سندس شعر تي سچل سائين جي شعر جو گهڻو رنگ چڙهيل آهي. هن جون ڪافيون، بيت ۽ سه حرفيون گهڻي تعداد ۾ ڇپيل آهـن ۽ سموريءَ شاعـريءَ ۾ صوفيانه رنگ ڀريل آهـي. ۽ سندن شعر سنڌي، هندي، سرائڪي ۽ اردوءَ ۾ ڇپيل آهي. تنهن کان سواءِ سندس ڪيترن شعرن ۾ عربي الفاظن جو استعمال ٿيل آهي.

هن وقت پڻ هر خميس جي شام جو بعد نماز مغرب جي قاضي صاحب جـي فقيرائي آستاني ۽ بيٺڪ تـي محفل سماع ٿيندي رهندي آهي، جيڪا قاضي علي اڪبر درازيءَ مرحوم هر خميس ڏينهن شام جو پڻ مرشد مٺي جي محبت ۾ ڪرائيندو رهيو.

آخر ۾ آءٌ حضرت قاضي علي اڪبر درازي مرحوم جـي شان ۾ "رهائيون" ۾ ڏنل هڪ مخمس جو فارسي شعر عرض رکي، پنهنجي قلم کي بند ڪريانٿو، جنهن ڪتاب جي ترتيب ڏيڻ جـي الله تعاليٰ

مونکي توفيق بخشي ۽ سندس حياتيءَ ۾ ئي اها سوکڙي ڇپائي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيس:

”در حکمت و علم و عمل چون آفتاب اکبر علی
اندر گروه همسران عزت ماب اکبر علی
فخر گهر رشک عطر زر لاجواب اکبر علی
”خاتم“ که در انگشتري باد آن جناب اکبر علي
در هر زمان و هر مکانش باد قائم برتري“

محترم خيرمحمد کوکر
حيدرآباد

## (۴۵) ”منهنجي ملاقات“

الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ مرحوم سان منهنجون ملاقاتون سچل سرمست جي عرس مبارڪ جي موقعي تي اڪثر ٿينديون رهنديون هيون ۽ سچل سرمست سائين جي ڪلام ۽ هن جي روحاني پيغام بابت تبادله خيال ٿيندو هيو. انهن ملاقاتين منجهان مون اهو محسوس ڪيو ته مرحوم قاضي علي اڪبر درازي، سچل سائين سدا سڪ وارو سالڪ ۽ سچو عاشق، هن جي پيغام ۾ پڪو ايمان ۽ اعتقاد رکندڙ، هڪ نهايت نيڪ، صاف دل، صاف گو ۽ انسانيت سان عميق محبت رکندڙ انسان هو.

مرحوم قاضي صاحب سچل سائين جي ڪلام، سندن سوانح حيات وغيره تي جيڪا اعليٰ تحقيق ڪئي ۽ ڪتاب ڇپايا، سو هن مانجهي مرد جو ئي ڪارنامو آهي. هن پنهنجي زندگي سچل سائين ۽ هن جي پوين جي خدمت ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي.

هڪ ڀيري قاضي صاحب ملاقات ۾ فرمايائون ته ”دنيا جيڪڏهن سچل سائين جي پيغام کي صحيح نموني سمجهي ته، جيڪر انسان

ذات ۾ جهيڙا، فساد ۽ نفرتون هوند ختم ٿي وڃن ۽ جنهن عالمي امن لاءِ پاڻ پتوڙيو پيو وڃي، اهو جيڪر آساني سان ۽ صحيح نموني حاصل ٿي وڃي.

مرحوم الحاج علي اڪبر درازي نہ صرف تمام سٺو نثر لکندا هئا، مگر سٺا شاعر بہ هئا. مختلف زبانن ۾ سٺيون ڪافيون چيون اٿن. هو هڪ صوفي صاف دل هو ۽ معرفت جون ڪيتريون منزلون طي ڪيون هئائين، پر انهن جو ڪنهن تي اظهار ٿيڻ نہ ڏنائين. پاڻ هميشه اڪيلا هيري وانگر رهڻ پسند ڪندا هئا. هنن تحريرن جي شڪل ۾ جيڪو خزانو ڇڏيو آهي، سو هميشه سنڌي ادب جي تاريخ ۾ وڏي قدر ۽ منزلت سان ڏٺو ويندو. اها سندن ڪامل مرشد جي ڪرامت چئجي جو مرحوم سچل سائين جي سڄي مثنوين ۽ ديوانن جا سنڌي، اردو ۽ انگريزي ترجما ڪيا ۽ اڌ سؤ جي برابر ڪتاب لکيا ۽ مفت ۾ تقسيم ڪيا. آئون سمجهان ٿو تہ سندن ۾ سچل سائين جو هن جهڙو سچو عاشق، اديب، شاعر ۽ سچ جو ڳولائو مشڪل پيدا ٿيندو.

محترم حسين بخش ڏاهپر
گمبٽ

## (٤٦) " قاضي علي اڪبر درازي مرحوم "

الحاج قاضي علي اڪبر درازي مرحوم سان هن ناچيز جي ويهن سالن کان بہ وڌيڪ مدت کان واقفيت، ڏيٺ ويٺ، بلڪ بعد ۾ قريبي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. هوئن صحافت واري واقفيت بہ چئجي مگر آءٌ صحافي نہ بہ هجان هان تہ ڏهن بہ قاضي صاحب سان سندم چاچي فقير امام بخش نانڪا شاهي ۽ سوٽ جان محمد عرف ڳلڻ فقير جا مڙوئي چڱا مراسم هئا. مون غالبن ١٩٧٠ع ۾ قاضي صاحب جي فقيرائي آستاني تي روهڙيءَ ويو هيس. ان وقت آءٌ روزنامہ نواءِ انقلاب سکر سان وابستہ هيس ۽ قاضي صاحب جو ڪو ڪتاب انقلاب پريس

پرڀس ۾ پهچي رهيو هو. قاضي صاحب مرحوم واقع تڏي جو مڙس ماڻهو هيو ۽ خنده پيشانيءَ سان پيش آيو ۽ ڪافي خاطر تواضع ڪيائون.

قاضي صاحب جن پنهنجيءَ وارن پنجن سالن ۾ متعدد دفعا هفتيوار "مظلوم" ڪمبٽ ۾ مضامين شايع ڪرايا، "مظلوم" جو مدير راقم خود آهي. ۽ هن بندي کي ذاتي طرح ياد ڪندا هئا ۽ جتي به ملندا هئا، اتي پيار سان ڀاڪر پائي ملندا هئا، جا سندن وڏي شفقت هئي.

محترم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي حضرت سچل سرمست سان محبت عقيدت بلڪ عشق عالم آشڪار ۽ الم نشرح هيو جنهن جي تعريف ۽ توصيف ڪرڻ جي قلم کي ڪابه قدرت نه آهي جو بيان عيان ڪري سگهي.

بهر حال بندو هتي قاضي مرحوم جي سچل سرمست سان عقيدت، صداقت ۽ محبت، بلڪ عشق جنون جا ٻه مثال پيش ڪري ٿو:

۱- جڏهن سال ۱۹۶۰ع ۾ اڳڙا ۾ لطيف لائبرري جو قيام عمل ۾ آيو تہ قاضي صاحب لائبررين جي نالي هڪ خط موڪليو. جنهن اندر تحرير ڪيو تہ لئبرري جو لطيف نالو واقع وڻندڙ ۽ پيارو آهي. ۾ ڳاڙي جي پير سچل سرمست سان نالو منسوب ڪريو ها تہ مزيد موزون ۽ بهتر هيو.

ٻيو مثال عام معلوم آهي تہ حضرت سچل سرمست جي عرس مبارڪ جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۾ خبر نہ آهي تہ پروفيسر ڊاڪٽر عطامحمد "حامي" کي ڪهڙي پيئي جو ڀري ميلي ۾ انڪشاف ڪيو تہ حضرت سچل سرمست شاعر هفت زبان نہ هيو........!

بابا!! پوءِ تہ بس قاضي صاحب مرحوم ٽپي باه تي ويو. ان وقت ناچيز ڪيس نزديڪ ٿي ڏٺو تہ قاضي صاحب جو چهرو ڳاڙهي جيان لعل ٿي ويو هيو ۽ هو اهو بہ پنهنجي مرشد مٺي جي شان ۾ برداشت ڪري نٿي سگهيو.

## محترم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو
چام شورو

### (۴۷) "عاشقاڻو جذبو"

مرحوم قاضي علي اڪبر صاحب سچل سائينءَ جي پيغام کي شايع ڪرڻ ۾ جيڪا جاکوڙ ڪئي، ان کان ڪير واقف نه هوندو. مرحوم قاضي صاحب سچل سائين جي ڪلام کي جنهن نموني ظاهر ڪيو، سو سندس سچي عشق جو نتيجو هو. اهو ڪو معمولي ڪم نه هو جيڪو هن اڪيلي سر سرانجام ڏنو. جنهن ۾ سندس والهانه محبت ۽ عقيدت جو وڏو دخل رهيو.

آءٌ سچل سرمست سائينءَ جي شاعرانه عظمت جو قائل آهيان ۽ قاضي صاحب جي عاشقانه جذبي کي وڏي واکي ساراهيانٿو ۽ اهو منهنجي عقيدي ۾ شامل حال آهي.

## محترم پروانو ڀٽي
حيدرآباد

### (۴۸) "حقيقت هن حال جي"

ڪيترو عرصو گذريو، اهو ياد نه اٿم، باقي اهو احساس ضرور آهي ته ڪافي وقت کان مون لکڻ پڙهڻ کي ڇڏي ڏنو آهي. ڪهڙو سبب آهي، انجي به سچ پڇو ته خبر ڪانه اٿم. بس هڪ ذهني الائي ڪهڙو ريچڪ آيو ۽ اهو فيصلو ڪرڻو پيم ته مصلحت آهي ته مان خاموش ٿيان. ان مصلحت جي ڪري گذريل ٻن سالن ۾ ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ مضمونن يا هڪ اڌ غزل جي ٻيو ڪجهه، لکي نه سگهيو آهيان.

هونئن به آءٌ ڪو وڏو اديب ۽ شاعر نه هوس، جو منهنجي خاموشيءَ سبب ڪو خال پيدا ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿي وڃي ها. چڱا چڱا لکندڙ

راه رباني وٺي ويا ۽ اسان پنهنجن تفريحي بيانن ڇپرائڻ جـي شوق ۾ اهو لکندا رهياسين ته مرحومن جو خال پرجڻ ناممڪن آهي. پر اسانجي گناهگار اکڙن ڏٺو ته سونهن تائين به ان مرحوم اديب جـي يادگيري ماڻهن ته ضرور ڪئي، پر اسان جي اديب برادريءَ انکي بلڪ وساري ڇڏيو. ها! البته ايترو صرف ضرور ٿيو ته جهڙو منهن تهڙي مڃائـي!! اگر اديب پئسي وارو هو، زميندار هو، فلمن جو مالڪ هـو، لکاپتي هو ته انجي چاليهي تائين به بيان هليا.

پـر جيڪڏهن ڪو قـاضي علي اڪبر درازيءَ جهڙو غـريب ۽ با اصول شخص هجي ته پوءِ پيو ته خير پر ان غريب اديب کي سڃاڻڻ جـي به اسانجي انهن خود ساخته، نام ڪئين اديبن کـي ڪانه پئي. سو مون اهو عرض پئي ڪيو ته انهن حالتن ۾ مون اهو سوچيو تـه ڪٿي مان ڪجي ته بهتر ٿيندي ۽ اڄ تائين چپ آهيان. مگـر سائين علي اڪبر درازيءَ سان منهنجي پهرين پوڻ جي وات اڄ کان ٽيهه سال اڳ جي هئي. ٿيندو برابر سچل سائين جي عرس مبارڪ تي ديدار هو، پر اهــو ديدار به خلوص تـي مبني هوندو هـو، انکري سال جـون سڪون لهي وينديون هيون. الحاج قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي ذات ۾ هڪ انجمن هو. هو هڪ مڪتب هو. هڪ ڪليل ڪتاب هو. هو ساده ۽ پر خلوص انسان، جيڪو پنهنجي مرشد سائين جي عشق ۽ محبت ۾ سراسر سرشار هو. ان پنهنجي سڄي ڄمار سچل سرمست سائين جي پيغام ۽ ڪلام کيءام ڪرڻ ۾ صرف ڪئي ۽ اهو پنهنجي مرشد جي بارگاه ۾ نذرانه عقيدت پيش ڪرڻ جو اهو بهترين طريقو به هو. هـن سچي محبت کيس هميشه هميشه جـي لاءِ امر بنائي ڇـڏيـو. شهنشاهه عشق حضرت سچل سرمست سائين جي ڪلام کـي ترتيب ڏيڻ وارن ۾ ڪيترن ئي مريدن، مخلصن، اديبن جا نالا ملن ٿـا، مگر جيڪا محنت، محبت ۽ عشق جي حالت ۾ سائين علي اڪبر درازيءَ ڪئي، اهو اعزاز اڄان تائين ڪنهن کي به نصيب نه ٿيو آهي.

"خدا مغفرت ڪري، عظيم انسان هو."

محترم صفيہ سلطانہ قاضي
ميرو سنڌ

## (۴۹) "هڪ حقيقت"

الحاج قاضي علي اڪبر درازي، عشق جي ملڪ جو واقفڪار، عشق جي اٿاه سمنڊ جو غواص، پنهنجي مرشد مٺي جي محبت ۾ سڀ ڪجهہ قربان ڪرڻ وارو، مرشد جي مشن کي روان دوان ڪندڙ، انسانن ۾ انسان ۽ ڪامل مرد اڪمل هو.

قاضي علي اڪبر درازي، عشق۔ حبيب، عاشق رسول الله، فنافي المرشد، خادم الفقراء ۽ پنهنجي مرشد مٺي جي تعليم کي اجاگر ڪندڙ هو.

منهنجو محترم پنهنجي مرشد جي حق ۾ ڪتاب ڇپائي مفت تقسيم ڪندڙ، هڪ حقيقت شناس، نيڪ منش، غريبن ۽ اڙين جي ڪم ڪار لاءِ پنهنجي خرچ تي هلي وڃي ڪم ڪرائي ڏيندڙ مانجهي مرد هو.

قاضي صاحب سچ جو هميشه سوداگر، مرشد جي علم جي زڪوات ڏيندڙ ۽ هڪ بيباڪ اديب هو.

محترمہ سلمہ سلطان قاضي
ميرو سنڌ

## (۵۰) "هڪ تاثر"

قاضي ميان علي اڪبر درازي هڪ صحيح محقق، شارح درازي دلبر جو، صاف گو شخصيت، مجسمہ اخلاق، ستن زبانن جو ڄاڻيندڙ ۽ رند بيباڪ هو.

قاضي علي اڪبر درازي هڪ صحيح معنيٰ ۾ ڪامل انسان، شاعر حق، شارح هفت زبان ۽ اديب اعليٰ هو.

قاضي صاحب مرحوم راڄن راڄو، محبت جي ميدان ۾ هڪ املهه هيرو ۽ زندگيءَ جي آخرين لمحي تائين مرشد سهڻي سان سچائـي ۽ خلوص رکندڙ ۽ نباهيندڙ هو.

منهنجو قاضي صاحب مرحوم موڙهان کي رستو ٻڌائيندڙ ۽ ٻي واهن جي واهر ڪندڙ انسان هو.

## محترم ڊاڪٽر عبدالخالق "راز"

خانپور ضلع شڪارپور

## (۵۱) " جيئڻ ڏنو موُن "

قاضي علي اڪبر درازي، جنهن کي اڄ مرحوم چوڻ دل ۽ دماغ سان گڏ زبان تي ڪيڏو نه گران لڳي ٿو. قاضي صاحب جـي ادبي خدمات تي آءٌ ڪمترو به لکان، اهو سنڌس علمي ۽ ادبي خدمتن جي سلسلي ۾ تڇ برابر آهي، ڇاڪاڻ ته هڪ اديب جي ادبي ڪارنامن ۽ عظيم صلاحيتن تي اسان فقط چند لفظن جو خراج ڏيئي سگهون ٿـا، پر حقيقي خراج تحسين خدا تعاليٰ وٽ آهي. قـاضي صاحب پنهنجي سڄي زندگي حقيقت جا گل ميڙيندي گذاري. ارادي جي مضبوطي ۽ مستحڪم مزاجـي، ۸۷ سالن جـي عمر رسيده بزرگ جـي ڪامـل نصب‌العين تي دلالت ڪري ٿي، جنهن جو مثال ادبي تاريخ ۾ بيمثال آهي. پاڻ سنڌ جي عظيم صوفي بزرگ، منصور ثاني، حضرت سچل‌سرمست دولهه درازي رح جـو نه فقط عقيدتمند هو، پـر ان سان گـڏ سندس ڪلام جو شارح به هو. والهانه محبت ۽ عقيدت، رغبت ۽ ارادت جو هيءُ ڪمال هو، جو هن جيڪي به لکيو آهي، سو پنهنجي آقا جـي شان ۾ ۽ سندس فلسفي کي منظر عام تي آندو آهي.

سنڌي زبـان ۾ ننڍا وڏا ۳۴ ڪتاب، اردو زبـان ۾ ۹ ڪتاب، سرائڪي ۾ هڪ ۽ انگريزيءَ ٻوليءَ ۾ ۲ ڪتاب ترتيب ڏنل آهن،

ان کان علاوه ۾، ڪتاب ” ديوان آشڪار “ جو سنڌي ۽ اردو ترجمو سندس زندگيءَ جـي پوئين مرحلہ ۾ زيـر قلم هئا، هن طـرح سندس تصنيفات جو مجموعي تعداد ٤٨ آهي.

آءٌ قاضي صاحب جي تصنيفات جي هڪ وڏي حصي جو مطالعو ڪري چڪو آهيان، ان جو اعتراف نہ فقط هن راقمالحروف ڪي آهي، بلڪ ادبي دنيا ۾ هن چاتل سڃاتل شخصيت جي ادبي ۽ علمي شاهڪارن جو هرهڪ ذي فهم ۽ دانشور وٽ پورو پورو اعتراف موجود آهـي. قاضي صاحب جي قلم ۾ قوي طاقت هئي، جنهن لاءِ هرهڪ اديب جي دل رشڪ ڪائيندي رهي ٿي. هيءَ قلم جو زور سڀڪنهن محقق وٽ ساڳيو نٿو رهـي، ۽ اها هڪ قدرتـي ڏات آهي، جيڪا ورلي ڪن خوش قسمت انسانن کي نصيب ٿئي ٿي. هيءَ هڪ ڪسوٽي آهـي، جنهن سان مصنف يا مرتب جـي علمي استعداد ۽ ادبـي معيار کـي پرکي سگهجي ٿو.

” گـوهـر پاک بپاد کہ شود قـابل فيض،
ورنہ هر سنگ و کلي لؤ لؤ و مرجان نہ شود.“

پرک ۽ پروڙ جي معياري راهہ قائم ڪرڻ ڪا سولي ڳالهہ نـہ آهي، هن ڏس ۾ جيڪڏهن ڪو اديب ڏهن هزارن ڪتابن جي مطالعي جي وسعت رکي ٿہ اهو بہ اڃا طفل. مڪتب آهي، ۽ ان کان وڌيڪ موضوعن تي ساڳيو مطالعو رکي ٿو تہ پوءِ بہ نقاد جـي دعوا ڪري نٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ ادبي راهہ قائم ڪرڻ لاءِ ادب جـي تخليق ۽ تعمير ۾ عملي مشاهدن جي وسعت جي ضرورت آهي.

مرحوم قاضي صاحب جي علمي ۽ ادبي زندگي اسان جي سامهون سبق آموز آهي، جنهن مان اهو بہ هڪ اصلاحي درس ملي ٿو تہ وقت خدا تعاليٰ جي امانت آهي، جيڪو اجايو گذارڻ سان بہ گذري ويندو ۽ هرهڪ لمحہ لاءِ خدا تعاليٰ وٽ جواب ضرور ڏيڻو پوندو. هن ڏس ۾

قاضي صاحب وقت جو قدر سچائي زندگيءَ جي آخري گهڙي تائين قلمي ڪشالو ڪاٽيندو رهيو. هيءَ متاثر ڪندڙ حقيقت آهي ته، ستر سالن جي عمر کانپوءِ پيرانسيءَ ۾ اڪثر ماڻهو گوشه نشيني اختيار ڪندا آهن. مگر هن اهل۔ قلم بزرگ ايام آخر تائين قلمي سخا ۽ پنهنجو فيض عام نفس تائين پهچايو.

قاضي صاحب سان منهنجي پهرين ۽ پوئين ملاقات ماه جون ۱۹۸۰ع ۾ نصيب ٿي هئي، جڏهن آءٌ "ماڊرن پرنٽنگ پريس شڪارپور" جي دفتر ۾ عزيزي محترم حاجي غلام رسول ميمڻ صاحب جن وٽ ويٺو هوس ته، اتي جناب قاضي صاحب پنهنجي هڪ معاون سان گڏجي تشريف فرما ٿيا. مونکي ائين نظر آيو ته جسماني ڪمزوريءَ جي باوجود سندس دل ۽ دماغ طاقتور هو. سندس حافظو اڃا به قوي هو. ساڻس تبادلهء خيالات ۾ سندس علمي برتري ۽ ادبي صلاحيتن جي تصديق ملي ويئي ته جيڪي ڪجهه اڳ پڙهيو هوم ۽ پڙهيو هوم، سو عملي مشاهدي ۾ منهنجي خيالن جي نمايان تائيد ٿي ويئي "هڪ عالم جو قول آهي ته محنت ڪش جو هٿ حڪمران آهي ۽ سست جو هٿ خراج ڀريندڙ هوندو آهي" قاضي صاحب پنهنجي محنت سان ٿي مڃايو آهي.

حضرت دولهه دريا‌خان جي فڪر و تخيل جي وضاحت جنهن انداز سان قاضي صاحب پيش ڪئي آهي، ان جي نسبت سنڌ ۾ ٻيو مثال ملي نٿو سگهي، قاضي صاحب هڪ غواص هو. جنهن بحر بي پايان مان مراد جا موتي ميڙي ادبي سرمايه گڏ ڪيو ۽ اهو مقام حاصل ڪيو، جنهن لاءِ هرهڪ ليکڪ جي آخري تمنا هوندي آهي. قاضي صاحب، سنڌي ادب جي تخلوق، تعمير ۽ ترقي ۾ نمايان ڪارنامو انجام ڏنو آهي، ان جو قدر سڃاڻي ۽ سڃاڻ ئي ڪري سگهن ٿا. جيستائين قاضي صاحب جون تحريرون موجود آهن، ته سندس نالو ادبي تاريخ ۾ به زنده رهندو.

”هرگز نہ میرد آنکہ دلش زندہ شد بہ عشق،
ثبت است بــــر جریدہ عـــالم دوام مــا“

مونکي امید آهي تہ محترم قاضي علي مردان پنهنجي والد بزرگوار جي نقش قدم تي هلي علمي ۽ ادبي سرمايہ جي نہ فقط حفاظت جــو فرض پورو ڪندو پر ان سان گڏ علمي ۽ ادبي دنيا ۾ بہ پنهنجو نالو روشن رکندو. (آمین)

محترم سبط الحسن
لاهــور

(۵۴) ”سنڌي اديب سان عقيدت“

سال ۱۹۷۳ع ۾ اردو زبان جــي ”ترقي پسندن“ سکر ۾ هڪ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي. شفقت تنوير مــرزا، ميان سليم جهانگير ۽ راقم پنجابي اديب جي حيثيت سان شامل ٿياسين. سنڌي ڳالهائڻ وارن مان صرف هڪ شاعر پروفيسر خادم حسين شامل ٿيو. باقي تمام شاعر ”اهل زبان“ هيا. ڪانفرنس ۾ پاڪستاني زبانن، سنڌي، پشتو، بلوچي ۽ پنجابي جي حوالي سان اسانجو ميزبان دوست اسانتي نــاخوش نظر اچي رهيو هو ۽ فضا بيزار ڪن ٿي ويئي، ڇو تہ اسان ڪانفرنس ۾ شيخ اياز ۽ سائين علي اڪبر درازيءَ جي ڏسڻ ۽ پڙهڻ جــي خواهش ڪئي هئي ۽ هي حضرات انڪان بلڪ لاعلم هيا تہ ڪا سکر ۾ ادبي ڪانفرنس ٿي رهي آهي. ان لاءِ اسان پروگرام ٺاهيو تہ پنجاب کــان آيا آهيون تہ درازا شريف ۾ سچل سائين جي دربار تي حاضري ڏيئي اچون ۽ واپسيءَ تي روهڙيءَ ۾ قاضي صاحب ۽ سکر ۾ شيخ صاحب سان ملڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

درازہ شريف ۾ سچل سائين ۽ ٻين درويشن جي مزارن تــي فاتح پڙهي فارغ ٿياسين تہ خبر پيئي تہ قاضي صاحب جن تہ هتي درازا شريف

۾ تشريف رکن ٿا. دربار جي چوديواريءَ کان ٻاهر ڏکڻ اوڀر طرف واقع هڪ ڪوٺڙيءَ ۾ رهيل هئا. سندن اکيان چيٽن جي دهي دکي رهي هئي ۽ ادبين جو مجموعو لڳو پيو هو. شلوار قميس ۽ ڪوٽ پهريل هين ۽ مٿي تي ڪل جي ٽوپي. ٿلهي عينڪ ۽ ان پٺيان پر وقار، ذهين اکين مان جهاتيون پائيندڙ درجنن ڪتابن جو مصنف، درازا اسڪول جو زنده و جاويد قلمڪار ۽ سچل سائين جي فلسفانہ طريقہ ڪار کان واقف ڪندڙ شخصيت پلٿي ماريو هڪ گودڙيءَ تي ويٺل هئي.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ اوهان جنهن معزز، قابل ستائش شخصيت جي تلاش ۾ هجو ۽ اهو اوهان کي بنا ڪنهن تڪليف جي ملي وڃي تہ خوشي تہ ٿيندي ئي آهي، پر پريشان ڪندڙ حيراني بہ ٿيندي آهي. خوشي ان لاءِ جو سنڌ جو هڪ عظيم درويش اديب، محقق، نقاد، دانشور، مرتب، شاعر، سفرنامہ نويس، صوفي ۽ صاحب حال سان ملاقات ٿي ويئي ۽ حيراني انلاءِ جو اها تہ سولي ڳالهہ ٿي ويئي، اگر خواهش جي طلب ۾ اگر ڪجهہ پيو اضافو ٿي وڃي ها تہ ڏاڍو سٺو ٿي پوي ها.

اُتي هڪ ڪلاڪ کن ڳالهائڻ ٻولهائڻ ٿيو، مگر پاڻ انتهائي گهٽ ڳالهائيندڙ، مسڪين طبع، متواضع شخصيت ۽ مختصر انداز ۾ ڳالهايائون. اسان انهن کي پنهنجون ايڊريسون بہ ڏنيون سون. انهن جا خط ۽ ڇپايل ڪتاب مسلسل باقاعدگي سان حتاڪ وفات تائين ملندا رهيا.

منهنجي دل ۾ سندن لاءِ احترام جو سبب هڪ هي بہ هيو تہ اها تہ قاضي صاحب جن ان ڌرتيءَ تي پيدا ٿيا، جتي منهنجو بزرگ جدامجد سلطان خطيب صدرالدين محمد بن محمد مڪي شير سوار پيدا ٿيا ۽ اتي ئي دفن ٿيا.

مرحوم قاضي صاحب انهن بزرگن منجهان هڪ هو جيڪي دور افتاده مقام تي رهڻ جي باوجود اهڙا علمي و ادبي ڪم ڪري ويندا

آهن، جهڙي وسائل هجڻ جي باوجود. اهـا حسرت دل ۾ کڻي قبـر داخل ٿيندا آهـن. سنڌي ۽ پنجابـي شاعري ۾ درازه اسڪول جـي "وحدت‌الوجود" کي قاضي صاحب پاڪستان ۾ ڏـي نه پر پارت ۽ برطانيه ۾ روشناس ڪرايو، جيڪو هڪ وڏو ڪارنامو آهي.

خواهش جي باوجود زندگيءَ قاضي صاحب سان پيهر ملڻ جـو موقعو نه ڏنـو. ليڪن انهن جـي لکڻ ۾ ڪم ڪرڻ جـي انداز مان هميشه روشني حـاصل ڪندو رهيو آهيان ۽ انشاءالله مستقبل ۾ بـه انهن جون لکڻيون اسان لاءِ مشعل راه ثابت ٿينديون.

قاضي صاحب جي وفات، هڪ عالم جو موت هئي. ۽ اسان جهڙي پسمانده ۽ علمي دولت کان محروم قوم لاءِ هي هڪ وڏو حادثو آهي. مگر موت ڪنهن کي به نه بخشيو آهي.

اگر قاضي صاحب جون سڀ تخليقات ۽ لکڻيون بن ٽن جلدن ۾ گڏ ڪري شايع ڪرايون وڃن ته ڏاڍو سٺو ٿيندو. منهنجي دلي خواهش آهي ته درازا جي سيني متعلقين کان اهائي شفقت ملندي رهندي جنهن سان قاضي صاحب جن نوازيندا هئا.

محترم نياز رجباڻي

سکـر

## (٥٣) "زندگيءَ مڌ جهڙ درياءَ"

محترم قاضي علي اڪبر درازيءَ مرحوم جي شخصيت تي پنهنجا تاثرات لکڻ لاءِ جنهن ڏينهن کان سوچي رهيو هوس، ان ڏينهن کـان وٺي دماغ ۾ سوچن جو سمنڊ اڀامي‌آيو آهي ۽ ابتريون ته سوچون اچي نمايان ٿيون جو منهنجو ذهن هڪ واٽڙي اجنبي واٽهڙوءَ جيان، جيڪو ڪنهن چوراهي تي پهچي، چئن طرفن پنهنجون حسرت ڀريون نگاهون چو دڳيءَ طرف ڪري، ان سوچ ۾ غلطان هجي ته آيا هـو ڪهڙي

وات وٺي. ان دماغي ڪشمڪش دوران مونکي ڪنهن سڄڻ وري اکڻ لاءِ هٿايو. مگر ذهن اها ڳالهه قبول ڪا نٿي ڪئي ته آءٌ ڪجهه ان برگزيده بزرگ متعلق لکان چاڪاڻ ته منهنجي ناقص دماغ ۾ هڪ ٿي چيز ويهجي ويئي ته، مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر درازي صاحب ته علم و ادب جو هڪ اٿاه درياهه هو ۽ انکي آءٌ دنگيءَ ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني سان سمايان.

ان عجيب ڪيفيت دوران حضرت سچل سرمست منصور الثاني جي هن شعر جي آلاپ جو پڙلاءُ منهنجي ڪن تائين پهتو ته:

"متي راه روئـان گهڻو، ڪارڻ ڪميڻڙن،
سگها شال اچـن، ڪرن غـور غريب جـو."

هن پڙڻ ڪانپوءِ ته لهرن ۽ ويرن جيان دماغ ۾ هڪ عجيب طلاطم پيدا ٿيو، جنهن سبب يڪدم قلم و ڪاغذ هٿ ۾ کڻي هـي ٻه چار اکـر قلم بند ڪيا اٿم. هـي الفاظ آهن ته قلم جـي ڪهاڻي ليڪن در حقيقت آهي منهنجي دل جي سچي ڪهاڻي.

الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ کي عشق جو اوتار، محبت جو مهراڻ، ادب جو اٿاه سمنڊ چئجي، تڏهن به سندس شخصيت انهن کان آناهين آهي. جڏهن به مون سندن پيشانيءَ طرف نگاه ڪندو هيس ته مونکي سرمد، منصور ۽ تبريز جو چهرو نظر ايندو هو. مان سمجهانٿو ته سندس لدني ڪشف واري نگاه سبب، ان جي مئخاني منجهان مونکي به جيڪا سرڪي نصيب ٿي، اڄ ان جي طفيل مون وٽ جـو ڪجهه آهي، سو سندس ڪان ئي مليل آهي. مان ته ائين محسوس ڪيانٿو ته منهنجو هي ڪشتو ان بزرگ جي ذُتل ذات سان پرپور آهي. مقصد ته مرحوم قاضي علي اڪبر درازي هڪ دنگيءَ منجهه سمايل درياهه جي مصداق هڪ منش، قوي ۽ عظيم انسان جي روپ ۾ هڪ ديوتا هو! هو هڪ ديوتا هو!!! منهنجو تن من تسليم ڪري ٿو هو هڪ ديوتا هو!! ديوتا !!! ديوتا !!!

محترم آزر ناياب صديقي
رائيپور ضلع خيرپور

## (۵۴) "عاشق الاهي قاضي علي اڪبر درازي"

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم ڪي مون سان پيار هيو. جنهن جا ٻه سبب هئا. پهريون سبب اهو هيو ته مرشد ڪامل سائين سچل سرمست عليه رحمت جي ٻانهن منجهان هڪڙو ڪمترين ٻانهو مان به آهيان. جنهن جو اظهار مون گنهگار جي دل، سچي زندگي مختلف موقعن تي ڪندي رهي آهي. منهنجي اهڙي عقيدي مرحوم کي مونتي مهربان ڪيو ۽ اهو پيار ۽ اها مهرباني منهنجي روح ۽ منهنجي قلب ۽ ذهن جي تربيت جا بهانا ۽ حيلا بڻجي ويا.

ٻيو سبب مرحوم جي هڪڙي مجبوري هئي. مرحوم پنهنجي مرشدرح جي عشق مجازي جي وسيلي، عشق حقيقي ۾ ايتري قدر غرق ۽ فنا ٿي چڪا هئا جو انگريزي ليکڪ جي بقول:

"Beauty is Truth, Truth is Love, Love is God and that's all." جي منزل تي يا ٻين لفظن ۾ "حق موجود- سدا موجود" جي بلند و بالا منزل تي فائز ٿي چڪا هئا. جنهن سبب هڪي رب العالمين و احسن الخالقين جي هرڪنهن مخلوق سان پيار ٿي پيو هو. قاضي صاحب مرحوم به عشق جي سرشاري ۽ سرمستيءَ ۾ فنا ٿي سراپا عشق ٿي، معصوميت جو حامل ٿي پيو هو. ۽ رب پاڪ جي خلقيل هرڪا شيءِ جنهن تي نظر پوندي هئي، اها پيار جي انهيءَ رنگ ۾ رڱيل نظر ايندي هئي، جيڪو هن مرحوم جي دل، جان، اکين ۽ پنهنجي روح بلڪ رڳ رڳ ۽ نس نس ۾ رچيل ۽ رسيل هو.

عشق خداونديءَ جا ٻه ۾ رخ آهن. ١- جلالي ٢- جمالي. جيڪي درويش ۽ پهتل ٻانها رب العزت جي جلالي ڪيفيات جي معرفت عشق حقيقي حاصل ڪري ٿا وڃن. اهي ڪنهن به مخلوق کي ويجهو اچڻ

ئنا ڏين. لکڙ ۽ پٿر هٿي ماڻهن کي پاڻ کان پري رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڇو ته انهن ڪيفيتن کي عام ماڻهوءَ جي دل نٿي سهي سگهي.

جمالي ڪيفيت جي معرفت رکڻ وارا بزرگ، ماڻهن کي پيار، راڳ رنگ، شعر و شاعري، وعظ ۽ پندو نصاح، علاج معالجي ذريعي پاڻ ڏانهن مقناطيسي قوت سان ڇڪن ٿا. عبادتون ۽ رياضتون، درس و تدريس، واعظ و نصيحت، راڳ و رنگ، شعر و شاعري، هن طرح جا هزارين علم و فن بذات خود پيار جي اظهار جا مختلف ذريعا ۽ وسيلائي نه آهن، بلڪ پيار جا مختلف روپ به آهن. عشق ۽ پيار ۾ ڪنهن به قسم جي رياڪاري، خود غرضي جو شائبو به نه هوندو آهي. انهيءَ ڪري عشق جي اعليٰ منزل تائين پهتل حضرات ڪير پياڪ ٻارڙن وانگر سادا ۽ معصوم ٿي ٿا پون. انهيءَ ڪانسواءِ عشق جي ٻي خاصيت انجي بقا آهي. يعنيٰ عشق باقي رهڻ وارو ۽ امر هوندو آهي هن ڪي فنا ناهي. نتيجي طور سچا عشاق جيڪي رياضت ۽ دل جي سچائي جي ڪري مجازي عشق جي وسيلي، عشق حقيقي تائين پهچي ٿا وڃن. اهي به امر ٿي ٿا پون قاضي صاحب مرحوم ۾ محبوب درازيءَ مجازي جو جمال ايتري قدر اثر ڪري ويو هو، جو هو به پنهنجي مرشد وانگر محبوب حقيقي ( آنحضرت صلي الله عليه و سلم ) جي عشق ۾ رڱجي ويو. مرحوم جو عشق اهڙو ته ڀرپور ۽ صادق هو جو انجي اڳين کي اهـا جرات نه هئي جو ماڳ مٿائي پڻي در واجهائين ها. پاڻ سچـي حياتي ” فنا فـي السچل “ رح رهيا. نظـر، قلب، ذڪر فڪر، اعضاءَ و جوارغ، رفتار و گفتار، تحرير و تقرير سڀ ڪجهه پنهنجي مرشد لاءِ وقف هو. هڪڙي ٻي موضوع تـي لڳ ڀڳ چار ڊزن ڪتاب لـکڻ مرشد جي ذهن سان سوچڻ، انجي زبان ۾ ڳالهائڻ ۽ انجي اکين سان ڏسڻ، مرحوم درازيءَ کي دنيا کان بي نياز ڪري ڇڏيو. نه ته ٿورڙيءَ محنت ۽ ڪوشش سان، عـام ليکڪن وانگـر مرحوم بـه وقت جي تقاضائن، عوام جي پسند ۽ نا پسند کي ذهن ۾ رکي مختلف موضوعات

تي نثر و نظم ۾ لکي ها نہ گھٽ ۾ گھٽ مرزا قليچ بيگ مرحـوم جھڙو بلند پايہ قلمڪار سمجھيو وڃي ها. مگر انجي منزل ڪنھن بہ قسم جي مشھوري ۽ مقبوليت يا دولت نہ ھئي بلڪ انجي منزل مقصود عشق حقيقي ھئي. جنھن رستي ھنڪـي پنھنجي مـرشد مٿي وانـگر امر ڪيڻو ھو.

قرآن ڪريم ۾ ٻہ دفعا تاڪيد سان حڪم ڪيو آھي تہ :

ولا تقولوا لمن يقتل فـي سبيل الله اموات بل احياءٌ ولاكن لا تشعرون۝

پاره ۲- رڪوع ۴، سورة البقرة آيت ۱۵۲

جيڪي خدا جي راه ۾ قتل ٿيا انھن کـي مئل نہ سمجھو بلڪ اھي زنده آھن ليڪن توھانکي انھن جي زندگيءَ جو شعور نہ آھي.

وري ٻئي دفعي ارشاد ٿيو:

ولا تحسبن الذين قتلوا في سبيل الله امواتا بل احياءٌ عند ربهم يرزقون.

سورة آل عمران پاره ۴- رڪوع ۷ آيت ۱۶۹

گمان بہ نہ ڪريو تہ الله جي راه ۾ مارجي وڃڻ وارا مئل آھن. بلڪ اھي زنده آھن ۽ پنھنجي رب کان رزق حاصل ڪا ڪن.

يعني في سبيل الله، راه حق ۾ جيڪي شھيد ٿيا اھي ڌرتيءَ جي رھاڪن وانـگر زنده آھن ۽ زندگيءَ جـو ثبوت اھو آھي تہ اھـي بہ ھرڪنھن زنده مخلوق وانگر رزق جا محتاج آھن، جيڪو رب العزت انھن کي عطا فرمائيندو آھي. انھن جي زندگي امر آھي. جنھن جـو شعور فاني انسان جـي وس کان ٻاھر آھي. اسان حضور جـن سان غزوات ۾ شھيد ٿيڻ وارن کي ۽ امام عالي مقام سيدنا حسين رضہ جن ۽ انھن جي ساٿين کي ھـا وقت بوقت الله جل شانہ جـا جيڪي

برگزيده ٻانها انجي راه ۾ حياتي قربان ڪندا رهيا آهن، انهن کـي شهيد راه حق سمجهي وينا آهيون. جيتوڻيڪ حضرت امام حسين رضه جن شهيد راه حق نه آهن. ڇاڪاڻ ته حضورجن جـي حديث مبارڪ ( متفق ) آهي ته :

من مات علي حب محمد و آل محمد مات شهيداo

جيڪو حب محمد ﷺ و آل محمد ﷺ مئو اهو شهادت جو موت مئو.

هن حديث سڳوريءَ کي قرآن جي ٻنهي آيتن جي روشنيءَ ۾ ڏسجي يا هنکي انهن آيتن تي منطبق ڪجي ته اها ڳالهه بلڪل صاف ۽ چٽي ٿي وڃي ٿي ته آنحضرت محمد ﷺ ۽ آل محمدص شهيد راه حق نه آهن بلڪ اهي سڳورا پاڻ راه حق يا سبيل الله آهن ۽ جيڪو انهن جـو عاشق صادق هجي، اهو مرڻ کانپوءِ قتلو في سبيل الله يا شهيد راه حق آهي. ۽ اهو امر هوندو آهي. اهو مرڻ کانپوءِ ابدي حياتي حاصل ڪندو آهي ۽ هنکي رب العزت جي طرفان رزق ملندو آهي. قصو ڪتائڻ تـه قاضي علي اڪبر درازي مرحوم به هڪ شهيد آهي ۽ بقا واري ابدي زندگي ٿو گذاري جيڪا آنحضرت محمد صلي الله و آل محمد جـو سچو عشق دل ۾ کڻي زندگي گذاري ٿو فوت ٿيڻ جـو وڏي ۾ وڏو الاهي انعام آهي.

## محترم قمرالدين سهتو

خيرپور مدرس

### (۵۵) ”عظيم شخصيت“

مرحوم قاضي علي اڪبر درازي بزرگوار اها هڪ عظيم شخصيت آهي، جنهن جي نه صرف سندس اولاد کي، پر پوريءَ سنڌ کي ناز هجڻ گهرجي. هو سچل سرمست سائين رح جو سچو عاشق هو. سونهاري سنڌ جـو هي سپوت ۽ سنڌي ليکڪن، عالمن ۽ کوجنا ڪندڙن جو

سرواڻ هو. پاڻ به بلند پايه جو شاعر، عالم، اديب ۽ خاص ڳالهه ته نيڪ انسان هو.

قاضي صاحب مرحوم جيتري سچل سائين رح جي ڪلام جي تشريح ۽ اشاعت ڪئي آهي، شايد ئي ڪنهن عالم نه ڪئي هوندي. هن جو ادبي دنيا تي اهو هڪ وڏو احسان آهي. سندس ڪن جيترا به ڳايون ٿورا آهن. هن ناچيز تي به قاضي صاحب مرحوم جي خاص شفقت هوندي هئي ۽ جڏهن به ڪو نئون ڪتاب شايع ڪندا هئا ته مون ڪي موڪلي ڏيندا هئا.

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم جي "سوانح حيات" لکي ۽ ڇپرائي اوهان نه صرف پنهنجي فرض ادائيگي ڪندا، پر ادبي دنيا تي احسان ڪندا. الله تعاليٰ اوهان کي هن نيڪ ڪم سر انجام ڪرڻ جي توفيق ڏيندو ۽ اميد ته ڪاميابي عطا ڪندو. (آمين)

## محترم سيد ذوالفقار علي راشدي

شاه جو ڳوٺ نئوديرو

### (٥٦) "فلسفي جو راز- محرم"

اوهان پنهنجي والد مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي سوانح حيات قلمبند ڪري رهيا آهيو. اها سوانح پڪ ۽ پڪ سنڌ جي صوفيائي ادب ۾ اضافو ۽ سچل سرمست رح جي ساڃاه وڏائن ۾ هڪ سنگ ميل جي حيثيت رکندي. مرحوم قاضي صاحب کي سچل سرمست رح جو عاشق صادق، پارکو ۽ سندس پيغام جي چاڙهوءَ جي حيثيت ۾ نه مان هونءَ ٿي سڃاڻيندو هئس. پر سائس پهرين ۽ آخرين ملاقات رڳو هڪ پيرو سکر جي هڪ ادبي ڪانفرنس ۾ اڄ کان ١٥-١٦ سال اڳ ٿي هئي. انهي مرحوم مونکي پنهنجي تصنيف مان به ڪي ڪتاب سوکڙيءَ طور ڏنا هئا. جيڪي سنڌن دلي گهر ۽ محبت جي نشانيءَ طور

منهنجي ڇڙوڇڙ ڪتابن ۾ ڪٿي اچ به ڳنڍ رکيا هوندا. اهي ڪتاب به حضرت سچل سرمست رح متعلق آهن. مون کي اها ته خبر هئي ته مرحوم قاضي صاحب سچل سرمست رح جو سچو عاشق، تصوف جو ڄاڻو، وحدت‌الوجودي فلسفي جو راز محرم ۽ انيڪ خوبين جو انسان هو ۽ هي به خبر هئي ته سندس سڪونت روهڙي شريف ۾ آهي. مگر هاڻي اڻين به پڌم ته مرحوم قاضي علي اڪبر درازي، مرحوم قاضي علي رضا جو ننڍو ڀاءُ هو. قاضي علي رضا جي علمي ۽ تعليمي ڄاڻ سان گڏ، سندس وضعداري، سادگي ۽ دينداري پنهنجي اکين سان ڏٺي هيم. خدا رحمت ڪري انهن نيڪ فطرت انسانن تي. اهي ڪهڙا نه مٺا ماڻهو هئا!! هن بهر حال هڪ مثالي جيون گذاريو آهي.

محترم ڊاڪٽر عبدالهادي سرهيو
لاڙڪاڻو

## (۵۷) "سنڌ سونهاريءَ جو سپوت سورهو"

موت هڪ اڻ ٽر حقيقت آهي. هن فاني جهان ۾ هرڪنهن کي موت جو ذائقو چکڻو آهي، پر هن مانجهاندي جي ملڪ ۾ ڪي اهڙا مانجهي مرد مجاهد ٿي گذريا آهن، جن کي موت ڪڏهن به ماري مات نه ڪيو آهي. اهڙن امر انسانن مان سنڌ سونهاريءَ جو ڄاتل سڃاتل اديب، شاعر ۽ محقق، سنڌي ادب ۾ هميشه لاءِ زنده و جاويد رهندڙ الحاج قاضي علي اڪبر صاحب درازي آهي. هيءُ صاحب. موصوف سنڌ جي سون ورني ڌرتيءَ جو املهه ماڻڪ موتي ٿي گذريو آهي، جنهن جي ڪتابن جي سرهاڻ ۽ سڳنڌ جهر جهنگ واسي ڇڏيا آهن. سندس ڪيئن ڪتابن تعميري ادب سان سنڌ کي مالا مال ڪيو آهي.

هي صاحب صوفي منش ۽ درويش صفت روهڙيءَ جو رهاڪو تازو اسانجي اکين کان بتاريخ ۳۰ آڪٽومبر ۱۹۸۱ع بمطابق ۲-

محرم الحرام ۱۴۰۲ھ اوجهل ٿـي ويـو آهـي. پر مندس اڻ ورچندڙ تعليمي خدمت سدائين پيئي ڳائبي.

سنڌ جي صوفي ۽ بزرگ شاعر بنام حافظ عبدالوهاب فاروقي عرف سچل سرمست رح جنهن کي سرتاج الشعراءُ چئجي، تہ بہ بجاءِ آهي، انهيءَ جذب و جلال ۽ موج و مستي واري شاعر قادرالڪلام، هفت زبان جو شيدائي ۽ خاص معتقد زوار الحاج قـاضي علي اڪبر صاحب تي گذريو آهي. پنهنجي مرشد سچل سرمست رح جـي ڪلام کـي سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿس.

جيئن تہ قاضي علي اڪبر صاحب درويش يعني سرفروش هـو، تهن ڪري پنهنجو تن، من ۽ ڌن مرشد سچل سائين رح جي ڪلام کي جاءِ بجاءِ ڪرڻ لاءِ ارپي ڇڏيائين، محنت ۽ ايثار جـون نمايان خوبيون ڏيکاريائين. پريس جو خرچ خسارو سر تي کڻي انيڪ ڪتاب ڇپايا اٿس ۽ مفت تقسيم ڪيا اٿس. جس جوڳو ۽ همت پريـو ڪم ڪيو اٿس. سندس اهـا بي لوث خدمت تاريخ اندر چمڪندڙ ۽ جرڪندڙ رهندي ۽ سنڌ وارن لاءِ مشعل راهہ ٿيندي.

## محترم ڊاڪٽر حاذق جوڻيجو

لم شريف (ڳڙهي ياسين)

### (۵۸) ”آهہ قاضي علي اڪبر درازي“

”ادب بستان جو سدا، اڄ باغبان ويندو رهيو.“

جدائي هڪ ڪھڙو نہ جانگداز واقعو آهي، هن ڪان وڌيڪ ڌرتيءَ تي ڏکائيندڙ ۽ روح کي رلائيندڙ ٻيو ڪوبہ صدمو ٿـي نٿو سگهي. هيءَ ماجرا فقط محسوس ڪري سگهجي ٿي. مگر ٻڌائي يا لکي نٿي سگهجي. سڀني جدائن کان وڌيڪ زبردست ۽ هيانءَ ڏاريندڙ جدائـي موت آهي.

افسوس! صد افسوس!! اهو ڏينهن به آيو جو درد مندن جي پر گهور لهندڙ قاضي علي اڪبر درازيءَ جي لاڏاڻي تي هنجون از خود هارڻيون پيون. آءٌ ان ڏينهن شڪارپور ۾ هوس جو سندن موت جـي خبر پڙم ۽ پڙهيم. اکين منجهان بي اختيار لڙڪ وهي آيا. هي سڀ ڪجهه سندس نرم دلي، حياءَ ۽ بي پناه الفت جون نشانيون آهن. آءٌ نٿو سمجهان ته ڪنهن سنڌي اديب ۽ سنڌ سجاڳ وارن جي وفات تـي ايترا ۽ اهڙا رنج جا ڳوڙها ڳاريا هجن.

ان اڻ وڻندڙ گهڙيءَ سنڌ جي علم و ادب تي سياه هاشيه ڏاهيا ۽ اسانجي قلبي رنج و الم ۾ هڪ زبردست اضافو ڪيو. اهي سياه ليڪا سنڌي ادب تي دائمي داغ بڻجي ويا. اڄ جا سياه هاشيه سنڌ جي عالم، فاضل، اديب، شاعر ۽ مصنف قاضي علي اڪبر درازيءَ جي نام نامي اسم گراميءَ سان منسوب ڪندي، منهنجي دل بيچين ٿيو وڃي ٿي. هو ادب نواز، سنڌي ادب جي زبان جي معمارن منجهان هڪ هـو. پنهنجي سچي جمار حضرت سچل سرمست رح ۽ سنڌواسين لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. هن مفارقت اسانکي هڪ رهنما، هڪ مدبر اديب هڪ همدرد ۽ هڪ سچي انسان کان هميشه هميشه جـي لاءِ محروم ڪري ڇڏيو.

آءٌ سندن غير موجودگـي ڪهڙي نه سخت محسوس ڪيان ٿو. منهنجون اکيون پر آب آهن. آءٌ پنهنجن ڳوڙهن کي لڪائي ڇـڏڻ جي بي سود ڪوشش ڪيانٿو ته منهنجو گلو پر سوز ٿي وڃي ٿو ۽ هچڪن سان آواز بند ٿي وڃي ٿو. هن دلگداز تاثير منهنجي دل کي هميشه غمدار بڻائي ڇـڏيو آهـي. مونکي ياد آهي تـه مرحوم حافظ خير محمد اوحدي صاحب رح چوندو هو ته روهڙيءَ ۾ قاضي غلام اڪبر درازي رح جو دم غنيمت آهي. اوهانکي اخلاق جـي تڪميل ڏسڻي هجي ته ڪيس وڃي ڏسو. مونکي سچ ته حيرت ٿي ڪمن ڏٺي. جڏهن به ڪنهن مجلس ۾ وڃي ويٺا ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذرڻ بعد به پاسو

نہ بدلائيندا هئا. خدا کين فريق رحمت ڪري. اهڙي اخلاق جا ماڻهو اڄ ڪٿي آهن. ٨٧ سالن جي پنهنجي ھيڏي ساٿيءَ کان محروم رهيم.

اهڙيءَ طرح سندس وفات هڪ علمي مجلس جو خاتمو آڻي وڌو. مگر ياد ڪندڙ دلين کان ڪڏهن بہ وسري نٿو سگهي. ۽ اسان جي دلين ۾ هميشه زنده و جاويد رهندو.

محترم استاد محمد سچل
ڪرمپور سيوهڻ

## (۵۹) "منهنجو محسن قاضي علي اڪبر درازي"

هن سون ورني ڌرتيءَ تي ڪيترائي انسان ٿي گذريا آهن. جن پنهنجو پاڻ هر ڏس ۾ موکيو آهي. جن جو نام ناميءَ اسم گرامي اڄ تائين بہ قائم رهندو اچي ٿو. اهڙن عظيم انسانن منجهان منهنجو محسن الحاج قاضي علي اڪبر درازي بہ هڪ هو. جنهن سرڪاري نوڪريءَ کان رٽائر ڪرڻ بعد حضرت "سچل سرمست" رح جي ڪتابن شايع ڪرائڻ جو پختو عزم ڪري تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ۾ جنبي ويو. تن مان ڪن جا ترجمان جن جي پڙهڻ مان سندس مهارت جهلڪا ڏيئي رهي آهي.

هن واهہ جا محنت ڪئي آهي. جنهن جو اندازو اهي ماڻهو ڪري سگهن ٿا، جن هن راهہ ۾ پير پاتو آهي. ڪتاب تصنيف ڪرڻ ڪا سولي ڳالهہ ڪانہ آهي. ڇاڪاڻ تہ هن ڏس ۾ ڪئين رڪاوٽون رونما ٿين ٿيون. جنکي مصنف خوش اسلوبيءَ سان نباهي ويو آهي. جنهن منجهان سندس بي لوث خدمت ۽ دلي لڳاءُ جو ثبوت صاف ظاهرآهي.

سچل سائين جي هن عاشق صادق، مرد مجاهد سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڪتاب ڇاپي ۽ ڇپائي مفت تقسيم ڪرڻ جو سهرو هن ئي

اديب جي سرتي سونهي ٿو. جنهن ڪري هو سنڌ جي ڪيترن اديبن کان گوءِ کڻي ويو آهي. مرشد جي ڪتابن کي شايع ڪرائي، منظر عام تي آڻي مان سندس عقيدت جو اظهار نمايان نظر اچي ٿو. ”ديوان آشڪار“ کان علاوه ڪي اهڙا به ڪتاب آهن جي گوشه گمنامي ۾ هئا. نن کي ٻيهر لکي ڇپائي، عوام تائين پهچائڻ، ڪا گهٽ خدمت نه آهي. مرڻ گهڙيءَ تائين به هي سن رسيده اديب، ادب جي خدمت ڪندو رهيو. جيڪڏهن موت اجهان کيس مهلت ڏني ها ته شايد اجا به ڪي ڪتاب لکي ها.

## محترم سيد علي رضا شاهه جيلاني

ڪمبٽ ضلع خيرپور

## (٦٠) ”سچ جو ڪوڏيو“

آءٌ پنهنجي محسن الحاج قاضي علي اڪبر درازي صاحب کي پنهنجي ٻاروتڻ کان وٺي چڱيءَ طرح سڃاڻان. آءٌ نانا مرحوم ميان بدرالدين صاحب سان گڏجي جڏهن به درازن جي داتا حضرت سچل سرمست رح جي عرس مبارڪ تي وڃڻ ٿيندو هيو ته قاضي صاحب سان ملاقات فقير ميان رجب علي وٽ اڪثر ٿيندي رهندي هئي.

سچي سائين جي ڪلام، فن، فڪر، ۽ ذڪر ۾ خاصو وقت گذرندو هيو. قاضي صاحب جن جڏهن به ملندا هيا ته رڏي شفقت جي نگاه هميشه مونتي فياضانه هوندي هئي. جڏهن آءٌ لکڻ پڙهڻ جي قابل ٿيس. انوقت کان وٺي قاضي صاحب جون تصانيف ۽ تاليف ۽ سچل سرمست سائين جي ڪلام جا مختلف زبانن ۾ ترجما وڏي ذوق و شوق، عقيدي ۽ احترام سان پڙهندر رهيس. سچ پڇ حضرت سچل سرمست رح جي تصوف ۽ روحاني رازن ۽ رمزن تي جيترو قلمي ڪم منهنجي بزرگ مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ ڪيو آهي، انجو مثال ملڻ مشڪل

آهي. مگر تاريخي حقيقتن کي مٽائڻ وارا خود مٽجي ويندا آهن. اهو هڪ عام مشاهدو آهي.

منهنجو اهو به هڪ ذاتي مشاهدو آهي ته هن رک رڪاوٽ جي دور ۾ ڪنهن کي سچ چوڻ ايڏو مشڪل آهي جيئن ڪرٽ جي هيٺان ڇاٽي واڻي ڪنڌ ڏيڻ. پر قاضي علي اڪبر درازيءَ مرشد هادي جي حڪمن ۽ احڪامن جي سؤ فيصد بجا آوري ڪندي پنهنجي سموري زندگي بسر ڪئي. سچ .... سرعام قاضي صاحب سچ چئي ڪيترن ئي سومنات جي بتن کي ڀورا ڀورا ڪري ڇڏيو. ڇگن ڀلن جي پرواه نه ڪندي، جن جو عهدو ۽ وردي ڏسي ڪي ته انهن تي يڪدم ايمان آڻيندا هيا. مگر منهنجي قاضي صاحب انهن جي اکيان اعلانيه اناالحق جا نعرا هڻي، پنهنجي خيال جو اظهار ڪيو. اها ڪيڏي نه وڏي همٿ ۽ جرئت ڀري ڳالهه آهي.

عمر رسيده ۽ جهور پيرسني هوندي به مرشد محبوب جي شان جي خلاف ڪابه ڳالهه ٻڌندا هيا ته سڄي جسم ۾ گويا باه ٻري ويندي هئي ۽ ببر شير جيان مٿن تحقيقي حملا ڪندا هئا ۽ هو معافي گهرندي گهرندي هيٺ لهندا هيا. اهي ڀاڙت لاجواب ٿي شرم کي پرڇائيندي پرڇائيندي سهڻي ۽ سونهن ڀري چپڪي چمندي چمندي گوڙ ۾ گم ٿي ويندا هيا. ۽ درازي مهاپرش هر شان فقير اسان جي سٿ ۾ ويٺا هوندا هيا ۽ اج به اسان ساڻ آهن.

محترم حبيب الله صديقي

خيرپور

## (٦١) ”چاچو علي اڪبر درازي مرحوم“

تازو خيرپور ميرس ۾ ٻي سچل سرمست رح قومي سيمينار ٿي گذري. ان موقعي تي چاچو علي اڪبر درازي مرحوم هر عام و خاص

کي خاص طور تي ياد آيو. ڪيترن محققن پنهنجن مقالن ۾ سندس ذڪر ڪيو ۽ سندس رحلت کي عظيم سانحہ سڏيو. ڀائو تنوير "عباسيءَ" جو آواز ته چاچي علي اڪبر مرحوم جي ناليءَ وڃڻ سان گنيير ۽ ڀــر گدار ٿي ويو ٿي.

مون سوچيو ته چاچي علي اڪبر درازيءَ جو حضرت سچل سرمست سان ڪهڙو نہ گهرو تعلق هو. حضرت مخدوم محمد اسماعيل جــي مريدن سندس ڳوٺ تي نالو رکيو "پربالوءَ" جو ڪيس پربن ڪري ڪوٺيندا هئا. سندس ماڳ مريدن لاءِ بس " پربنءَ جي لوھ " هــو پر چاچو علي اڪبر درازي اصل روھڙي جو رهواسي هو. تنهن ڀــانڻ مٿان پربنءَ جــي ڳوٺ جــو نالو ڏري پالڪي درازي سڏائڻ لــڳو ۽ اهڙيءَ طرح محبت جي ميدان ۾ من تر اندر هڪ قدم اڳتي وڌي ويو.

سيمينار هلندي گنبٽ جي هفتيوار " آزادي " جو سچل سيمينار نمبر ورهائجي مليو. ائندي ئي صفح پهرين تي محمد علي جو " سچل تي لکيل ڪتابن جو وچور ڏنل هو. مون ڳڻيا ته ڪل ٧٠ ڪتاب چاڙايل هئا. جن مان ٣٦ صرف چاچي علي اڪبر درازي جا لکيل هئا.

عرس مبارڪ سچل سرمست رح سال ١٩٨١ع ۾ پاڻ نفس نفيس موجود هئا. هن ڀي سچل سرمست رح سيمينار ۾ نہ چاڻان تــہ لاشڪ سندن روح هر نفس جيءَ نفس نفس ۾ جاءِ نشين هوندو. هن سموري محفل ۾ سندن روح رکيل ۽ سمايل هوندو.

گذريل عرس مبارڪ ۾ سندن مقالي جو عنوان هو. " سچل خليفہ نہ پر شهنشاهہ!"

هن ٻيڙي عاشق جي دل ۾ آدمان تہ گهڻائي هئا، پر عمر ٻہ تــہ ڪا شيءِ آهي. وقت چمي آهٰ شاهہ. پاڻ پنهنجي مقالي ۾ فرمايائون:

" مونکي گهڻو ڪجهہ ڳالهائڻو هو. اهو ايرادو ڪري آيو هوس، مگر صبح لاڪون مان هتي ويٺو آهيان، ويهي ويهي ٿڪجي پيو آهيان. هاڻي مون ۾ ڳالهائڻ جي طاقت ناهين، تنهنڪري مختصر ڳالهائيندس...."

اهڙي نج ٻاجهاري ٻولي ڪرڻ وارو اڄ اسان ۾ موجود نہ آهي. پر سندس آخرين مقالي جا آخرين لفظ اڄ بہ اسانجي زير نظر آهن.

” ٻيو عرض مان ڪمائڻو تہ سچل سرمست جون اٺ مثنويون آهن. ٻارنهن فارسي ڪتاب آهن. هڪڙو ” ديوان آشڪار “ آهي. انهيءَ جو ترجمو سنڌي ۽ اردو ۾ مان ڪيو آهي .... هاڻي اهو اتي رکيو آهي“

هي لفظ انهيءَ فقير تن سخي مرد جا آهن، جنهن خود پنهنجي لفظن ۾ ٻڌايو:

” تنهن ڪانسواءِ ٻيون جيڪي بہ مثنويون آهن، اهي سڀ سنڌيءَ ۽ اردو ترجمي سان آءٌ شايع ڪرايون آهن. پنهنجي پئسن تي شايع ڪرائي مفت ورهايون اٿم. مان پنهنجو ڪتاب ڪنهن بہ اداري جي خرچ تي ڪونہ ڇپايو آهي. مان پنهنجي جيب مان پئسا خرچي في سبيل الله اهي ڪتاب هلايا آهن. وما علينا الاالبلاغ. جيڪو مونکي چوڻو هو سو مان ٻڌايو - سلام عليڪم.“

مون سوچيو تہ ويندي ويندي پر سال سچل جو ٻوڙهو پانڌيئڙو ڪهڙي نہ زبردست چوٽ ڪري ويو!! پر اسان ” ديوان آشڪار “ جو سنڌي ۽ اردو ترجمو هاڻي پنهنجي مرضيءَ سان شايع ڪرائينداسون. چاچو علي اڪبر درازي تہ آهي ڪونہ جو پنهنجي جيب مان پئسا خرچي ” في سبيل الله “ اهو ڪم ڪري .

منهنجي ذهن تي ” ديوان آشڪار “ جا هي شعر ترڻ لڳا. جيڪي چاچي علي اڪبر درازي مرحوم پاڻ پنهنجي مقالي ۾ ورجايا هئا. جڻ تہ سچل سرمست جي پوئواري ڪندي ڪندي، پاڻ بہ انهيءَ رنگ ۾ رڱجي شايد پنهنجو ئي حال بيان ڪري هليو ويو.

” اين چہ مي داني دلا، من گدائي مي کنم
از گدائي در دو عالم، بادشاهي مي کنم“

" اهو ڇا پئي پائڻن اي دل!! مون گدائي پئي ڪئي آهي؟ انهيءَ گدائي مان ته مون ٻنهي جهانن ۾ بادشاهي پئي ڪئي آهي."

## محترم بدرالدين اڇڻ

شڪارپور

### (٦٣) " سچل جو سچو عاشق "

عشق شهنشاه آهي. جنهن کي لڳي تنهن کي لال ڪيو ڇڏي. هي ڪو ويهين صديءَ وارو عشق نه آهي، جيڪو ڇت تان ٽپو ڏيڻ يا لڙڪڻ لاءِ مجبور ڪري. هي عشق ته عين عبادت، رياضت ۽ محبت آهي.

حضرت سچل سرمست جو عشق ته عالم آشڪار آهي. جو سمنڊ جي ڇولين جيان سدائين ڇلندو رهي ٿو. جيڪو به انجي ويجهو وڃي، صرف هڪ سرڪي چکي ٿو، اهو به عاشق صادق جي لسٽ ۾ شامل ٿيو وڃن.

قاضي علي اڪبر، سچل سرمست جو عاشق، ديوانو ۽ معتقد، اڄ اسان ۾ ناهي، پر هن جي عشق جا داستان اسان وٽ موجود آهن. پاڻ سڄي عمر سچل سائين جي عشق ۾ باغ بهار گذاريائين، ايتري تائين جو پاڻ کي مرشد جي شهر " درازن " جي نسبت سان سڏائڻ شروع ڪيائين. سندس دراز عمر ۽ جسماني ضعف به ڪيس عشق مرشد کان روڪي نه سگهيا.

سال ايڪاسيءَ جي شروعات ۾ مون ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ هڪ مقالو انگريزيءَ ۾ پڙهيو. انجو ترجمو "سچل سرمست ۽ ملان ۾ هڪ جهڙايون" هلال پاڪستان ۾ ڇپيو ته پاڻ هڪدم خط لکيائون ته مضمون جي ڪاپي ڏياري موڪل. بس اتان قلمي دوستيءَ جو آغاز ڪيائون. مان ته البت سندس دوستيءَ جي دعوي نٿو ڪري سگهان

ڇاڪاڻ تہ منهنجي لاءِ بزرگ هئا. پاڻ مڙني خط لکڻ جي سلسلي ۾ اڳرا رهندا هئا. مان صرف معذرتن ۾ ئي پورو هوندو هئس، پنهنجا ترتيب ڏنل ۽ لکيل ڪتاب موڪليندا رهيا. سندن ڪتاب ”رهاڻيون“ ڇپيو تہ ان جي ڪاپي عنايت ڪيائون. ان ڪتاب تـي مان تنقيدي مضمون لکيو. جيڪو هفتيوار ”آزاد“ ۾ ڇپيو. قاضي صاحب جنجو يڪدم خط پهچي ويو ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيائون.

قاضي صاحب سان خطن جـو سلسلو ڳنڍيو رهيو. رمضان شريف جي عيد جي ٻئي ڏينهن ڳوٺ کان دوست منظور سومـري سان سکر جو پروگرام ٿيو. سکر پهچڻ کانپوءِ مون قاضي صاحب سان ملڻ جي خواهش ڏيکاري. ٻئي گڏجي پڇا ڪندي روهڙيءَ ۾ قاضي صاحب جي اوطاق تي پهتاسين، قاضي صاحب وٽ ٻہ ٽي دوست اڳ ۾ ئي ويٺل هئا ۽ محفل متل هئي. سلام ڪري اندر داخل ٿياسين. تعارف ڪرائڻ بعد قاضي صاحب ڏاڍي سڪ ۽ قرب سان ڪلي مليو. خوش خير و عافيت ڪرڻ بعد پاڻ اٿي دريءَ مان ڪـائڻ لاءِ بسڪوٽ، نمڪين وغيره ڪيڏيائين ۽ چانهہ گهرائڻ لاءِ هڪ ڇوڪر کـي موڪليائين. اسان گهڻي ئي منع ڪئي سي پر سندن اهو چوڻ تہ پهريون دفعو آيا آهيو، ائين بنا ٿڌل جي مناسب نٿو لڳي. اسان کي تہ هئا قاضي صاحب جي چاهہ جا ڍڪ پرڻا، پوءِ چانهہ کي بہ چاهہ مان ٻئي پيتوسين ۽ سڪ جو سرڪيون ڀـري پئي سندس سهڻا گفتا ٻـڌاسين. ڪچهريءَ ۾ وقت گذرڻ جو احساس ئي نہ ٿيو. ڪافي ديـر ٿي چڪي هئي. ڪـائنس موڪلايوسين تہ پاڻ ڏاڍو زور پريائون تہ رات رهو تـہ اچان وڏيڪ ڪچهري ڪيون. خير ڪانئس اجازت وٺي ڳوٺ روانا ٿياسين. ان بعد خطن ذريعي نيم ملاقاتين جو سلسلو جاري رهيو.

آخر هڪ ڏينهن اهڙو بہ آيو جو وڏي ڏک سان، ان خبر کـي پڙهيو ويو تہ سچل سرمست سائين جو عاشق، درازي درويش هن فاني جهان مان ڪوچ ڪري، دائمي سفر تي هليو ويو. رسمي طور تـي

تعزيتي خبرون ڇپجنديون رهيون، پر وڇڻ وارا سپرين ڪنهن جي لاءِ به ترسي نه سگهيا. وڇوڙي جو داغ پنهنجن پيارن ۽ سڪ وارن کي ڏيئي، وڃي ابدي آرام حاصل ڪيائون. شال مولا سائين!! سندن روح کي راحت ڏئي.

قاضي علي اڪبر مرحوم جون قلمي ڪاوشون اڻڇپيون ته آهن جو انهن تي ڏار وڏو ڪتاب لکجي سگهجي ٿو. سچل سرمست سائين تي سنڌي اردو ۽ انگريزيءَ پر ڪافي ڪجهه لکيائون ۽ پنهنجي وس آهر انهن کي ڇپائيندا به رهيا ۽ موڪليندا به رهيا. جن جي پڙهڻ ۽ فيض حاصل ڪرڻ جو موقعو ملندو رهيو. اهو به منهنجي لاءِ سندن وڏي ڪان وڏو احسان آهي. جنهن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي.

قاضي علي اڪبر درازي جن پاڻ ته هن وقت هليا ويا، پر سندن قرب اڄان سودو مون تائين پهچندو رهي ٿو، جو پنهنجي پويان لائق ۽ فائق فرزند هرهڪ ميان علي گوهر ۽ ميان علي مردان جن موجود آهن، جن قلمي ڪرت جاري رکي آهي. پنهنجي بزرگ ۽ وفا جي پتلي جي دوستن ۽ احبابن کي ياد ڪندا رهن ٿا. اهڙا قرب ڀريا خط هن ناچيز ڏانهن به لکندا رهندا آهن. ۽ ڪانئن اها اميد ٿو رکان ته هو پنهنجي دل جي روانگيءَ واري دفتر ۾ ـي هن ناچيز جو نالو رکيون ايندا ته سندن وڏو احسان سمجهندس. هو پنهنجي والد جي بارڀل شمع جهڙي نموني سان روشن رکندا ٿا اچن، تن لاءِ ڪين جس هجي.

محترم گياني بيوس
پونو (پارٽ)

## (٦٣) ”درازا شريف جو گهٽو“

قاضي علي اڪبر صاحب درگاه شاه دراز شريف جو هڪ گهٽو هو. جيڪو سلسلو سخي داتا حضرت قبول محمد سائين جي وقت جاري

ٿيو، هي ان جي هڪ اهم ڪڙي هو. جڏهن ڪڏهن سائين ملڻ ٿيندو هو ته بلڪل منڙي ماٺوهه سان اهڙيءَ طرح قرب ونڊيندو هو جو منڙن مالڪن جي ياد هڪدم تازي ٿي ويندي هئي. چوندا آهن ته، ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي.

قاضي صاحب بلڪل سادو، نهٺو ۽ صابرين بزرگ هو. سندس ذاتي مصروفيتن کي ڇڏي صرف درگاه شريف جي باري ۾ سرگرمين جو جائزو وٺجي ته، ائين چوڻ ۾ بلڪل وڌاءُ نه ٿيندو ته، هو هڪ شخص نه بلڪ هڪ سنستا يعني انسٽيٽيوٽ هو.

وڏي محنت ڪري قاضي صاحب سچل سرمست ادبي اڪيڊمي برپا ڪئي اهو هڪ معجزو هو جو قاضي صاحب وڏي عمر جي باوجود نور نچوڙي حضرت سچل سرمست جي مڙني مثنوين جو ۽ ديوان آشڪار سميت سنڌي ۽ اردو ترجمو ڪري سچل سائين جي فلسفي کان سڀني کي روشناس ڪرايائين. تنهن کان سواءِ هن پير مرد محنت ڪري درگاه شريف جي باري ۾ تمام حقيقتون هڪ هنڌ گڏ ڪري ساڻ ساڻ سڀني سجاده نشينن صاحبن ۽ ٻين بزرگن جو احوال شايع ڪرايو. مالڪن جو انهن هڪ راز هو جو قاضي صاحب کي درگاه شريف جي خدمت ڪرڻ جو شرف بخشيو ۽ ٻئي طرف کين پنهنجي لاءِ هڪ لازوال يادگار قائم ڪرڻ جو موقعو ڏنو.

محترم نظام الدين ملڪي
روهڙي

## (٦٤) ”مون ڏٺو جيئن“

انسان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪئين حالتون ڏسي، مشاهده ماڻي، آزمودو پرائي ٿو ۽ تاثرات پنهنجي دل تي هميشه لاءِ نقش ڪري ڇڏي ٿو. ماضي، زمان حال جي پيٽ ۾ ڪيس وڏيڪ وٺندڙ ۽ زياده

پسند هوندو آهي. ماضي جڏهن ۾ جنهن به وقت ياد پوندو آهي تہ، سچ پچ اندر منجهان اکير نڪري ۽ زبان تي هاه! هاه!! جا لفظ بي‌اختيار اچي ويندا آهن.

مان پنهنجي ماضيءَ جون ڪجهه يادگيريون دهرائيندي، انهن‌عظيم شخصيتن جو ذڪر ڪرڻ چاهيانٿو، جن جي چڱيءَ صحبت مان گهڻو لاڀ حاصل ٿيو اٿم. هونئن تہ مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترءِون هستيون ڏٺيون آهن، مگر موقعي ۽ مناسبت جي لحاظ کان، هتي آءٌ پنهنجي محسن، مربي ۽ مهربان قاضي علي اڪبر مرحوم جو ذڪر خير لکڻ ضروري ٿو سمجهان، جو تازو هن دارالفانيءَ منجهان لاڏاڻو ڪري ويا آهن.

محترم قاضي علي اڪبر صاحب جن ١٩٤٩ع ۾ سکر خزانہ آفيس ۾ هيڊ اڪائونٽنٽ هئا، ۽ آءٌ ان وقت روهڙي مختيارڪاري ۾ خزانچيءَ جا فرائض انجام ڏيندو هوس. قاضي صاحب جن ڪسي پنهنجي ماتحت عملي سان نهايت مهربان ۽ همدرد ڏسي، هڪ ڏينهن مون کين پنهنجو شفيق شهري سمجهي بدلي جي باري ۾ عرض ڪرڻ مناسب سمجهيو.

محترم قاضي صاحب جن پنهنجي همدردي جي جذبي سان منهنجي بدلي پاڻ وٽ ڪرائي ۽ اهڙي طرح مان سندن زيردست ٿي رهيس. اهو چوڻ ۾ هرگز وڌاءُ نہ ٿيندو تہ قاضي صاحب جن نہ رڳو مونتي، پر پنهنجي سموري ماتحت عملي ڪانسواءِ پين تي مهربان هوندا هئا، جيڪي بل پاس ڪرائڻ لاءِ خزاني آفيس ۾ ايندا ويندا هيا. مون کين آفيس اندر ڪڏهن بہ ۽ ڪنهن تي ناراض ٿيندي نہ ڏٺو. جيڪا سندن خداداد خوبين منجهان هڪ خوبي هئي. جا وسارڻ جي باوجود بہ وساري نٿي سگهجي.

قاضي صاحب جن پنهنجي اڪائونٽ جي ڪم ۾ پوري پوري مهارت رکندڙ هيا، مون بہ ڪالئس ڪم سکيو ۽ پراڊو. جنهن لاءِ آءٌ

اڄ ٻہ سندن شڪر گذار آهيان. ڳالهيون هميشہ ڳڻ وارن جون ياد ڪبيون ۽ ڳائبيون آهن.

آءٌ هوند جيڪر قاضي صاحب ڪي حق ۽ صداقت جو پتلو چوان تہ بيجا نہ ٿيندو. هو عرصہ دراز گذرڻ ڪانپوءِ مون کي اڄ ٻہ چڱي ۽ چٽي طرح سان ياد آهــي تہ محترم قاضي صاحب جــن گريجوئيٽ آفيسر تنظيم لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي ۽ حق لاءِ پــاڻ پتوڙيــو، تنهن لاءِ سرڪاري رڪارڊ اڄ ٻہ شاهد آهي. بلاآخر پنهنجو پــاڻ مڃــائيندي، پنهنجو حق حاصل ڪيائين. جو هڪ مثال آهي.

پاڻ خدا ترس ۽ مخير ٻہ حد درجي جا هيا، سندس آفيس جو هڪ پٽيوالو، جيڪو پنهنجي محدود پگهار هوندي، تنگدستيءَ جو شڪار رهندو هو، تنهن سان قاضي صاحب جن پنهنجي پگهار سان مدد ڪرڻ فرمائيندا هيا. اها ڳالهہ ڪيتري عرصي تائين لڪل رهي. خبر پوڻ تي اسان قاضي صاحب کان پڇيو، جنهن تي پاڻ ورائيائون تہ خيرات اهڙيءَ طرح سان ڪجي جو ٻئي کي خبر نہ پوي.

مان سندن کهڙيون ڳالهيون لکي کهڙيون لڪان، مطلب تہ قاضي صاحب جن هر خوبيءَ جا مالڪ هيا. مون کين شرافت، صداقت ۽ سچائي جــي هر رنگ ۾ ڏٺــو ۽ پرکيو. آخــر ۾ خالق اڪبر جي در دست بدعا آهيان تہ خداوند ڪريم کين پنج تن پاڪ جي صدقــي جنت‌الفردوس نصيب فرمائي. (آمين)

## محترم ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو

ميرپور خاص

## (٦٥) "منهنجي عقيدت"

حضرت سچل سرمست رح جي عقيدت ۽ احترام ۾ مون جــو ڪجهہ چيو آهي ۽ ادبي حساب سان سچل سائين جــي سر مالڪوس

جو اڀياس آهي ۽ هن سلسلي ۾ هڪ نظم حضرت سچل سرمست رح جي عرس مبارڪ تي پڙهيو هوم. هن سچي ڪم ڪار ۾ مرحوم قاضي علي اڪبر درازي سان منهنجي صلاح ۽ ڳالهه ٻولهه ٿيندي رهندي هئي. پاڻ منهنجي تحريرن کي پسند فرمايائون ۽ هرطرح همت افزائي ڪندا رهيا. سون کين پنهنجو بزرگ سمجهي هميشه اهو ضروري سمجهيو ته حضرت سچل سرمست رح جي تحقيق جي ڪم ۾ ڪانئس مدد وٺڻ تمام ضروري آهي. مگر صد افسوس!! جو منهنجي حسرت دل ۾ رهجي ويئي ۽ خدا کين پنهنجو ڪري ورتو.

سچ پچ ته مرحوم قاضي صاحب هڪ مخلص، سچو ۽ باهمت انسان هو. هن پنهنجي ڳالهه بنا ڪنهن ڊپ ڏاءِ جي چئي ۽ انهن ڪنهن به امير ۽ حاڪم جي پرواه نه ڪيائين ۽ زندگي جو تمام وڏو حصو سچل سائين جي فڪر ۽ فهم تي غور ڪندو رهيو.

سندس تحريرون اڄ به اسان وٽ موجود آهن ۽ اهو سچل سائين جي ڪلام ۽ فڪر تي تمام وڏو ذخيرو آهي، جيڪو اڳتي وڌڻ ۽ لکڻ وارن جي ڪم ۾ سندن مدد ۽ رهنمائي ضرور ڪندو.

منهنجو اهو ناقص خيال آهي ته مرحوم قاضي صاحب جي ڪيل خدمتن جي اعتراف ۾ سندن نالي تي هڪ ايوارڊ به ڏنو وڃي ۽ تنهن سان گڏوگڏ سچل سرمست رح اڪيڊمي جي لئبرري ۾ مرحوم و مغفور قاضي صاحب جا ڪتاب مطالع لاءِ رکيا وڃن. توهان پنهنجي عظيم بزرگ والد صاحب جي نقش قدم تي هلي، پنهنجي عقيدت ۽ محبت جو ثبوت ڏيندا ته اها ڳالهه اسان لاءِ خوشيءَ جو باعث ٿيندي.

**محترمه مهتاب راشدي**

ڄامشورو

## (٦٦) ”هڪ مدبر“

قاضي علي اڪبر درازي مرحوم جن سچل جي عشق ۾ سرشار

ٿي، جيڪو ادبي سرمايو اسان لاءِ ڇڏيو آهي، سو علم، ادب ۽ تحقيق جي دنيا ۾ ايندڙ ڪيترن سالن تائين سندس نالي کي زنده رکندو. هنن ان ميدان ۾ ڪم ڪري ڀين ڪيترن لاءِ ڪم ڪرڻ جون راهون کوليون آهن. هونئن به جيڪو ڪم ڪيترن علمي و ادبي ادارن ۽ تنظيمن جو هو، سو هن اڪيلي سر ڪري ڏيکاريو. سندن ان علمي ڪاوش مان اسانکي سبق پرائڻ جي ضرورت آهي.

تمام خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو توهان پنهنجي لائق ۽ قابل صد احترام والد صاحب جي ”سوانح حيات“ لکي رهيا آهيو. جيڪو ڪم اوهان ڪري رهيا آهيو، اهو در اصل علمي و ادبي تحقيقي ادارن جو ڪم آهي. جس هجي جو سندن سوانح حيات کي سهيڙڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو اٿو. جيڪو بذات خود هڪ حوالي طور ڀين جي ڪم ايندو.

## محترم غلام رباني آگرو

اسلام آباد

### (٦٧) ”شخصيت ۽ ڪردار“

مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ سان منهنجي ميل ملاقات فقط تڏهن ٿي، جڏهن آءُ ڪنهن سرڪاري ڪم سان خيرپور ۽ سکر آيل هوس. هونئن ته سندس نالو گهڻي زماني کان ٻڌندو رهندو هوس.

ٻهرينءَ ٿي ملاقات ۾ مون ائين محسوس ڪيو ته قاضي صاحب سنڌ جي انهن مثالي ڀير مردن مان آهي، جيڪي زماني سازيءَ سان نفرت ڪندا آهن، سچ چوندا آهن، پوءِ ڪنهنکي وڻي يا نه وڻي.

قاضي صاحب جي اٿي ويٺي، گفتگو جو انداز خالص سنڌي طرز جي هئي. بلاشبہ ماڻهو قاضي صاحب جي ڪردار کي سنڌي تهذيب جو هڪ نادر نمونو ڪري پيش ڪري سگهي ٿو.

حضرت سچل سرمست رح جو سچو عاشق هو اهو عشق تهسين نڀاهائين جهسين سندس سر ۾ ساهه باقي هو.

الله پاڪ کين جنت ۾ جايون ڏئي. مان سندس روح جي مغفرت لاءِ رب جي دربار ۾ دعاگو آهيان.

غلام رسول

رسولپوري- راڄن پور

### (٦٨) "سچل سرمست جو سچو پيروڪار"

نامور صوفي شاعر حضرت سچل سرمست رح جي سرائڪي شاعري ۽ زندگيءَ تي ٿورو ڪم ڪرڻ جو مونکي به موقعو مليو آهي. انهيءَ حوالي سان منهنجي قاضي علي اڪبر درازيءَ سان خط و ڪتاب شروع ٿي. شروع شروع ۾ غائبانه طور پاڻ پنهنجي هڪ ڪتاب جي ديباچي ۾ منهنجي هڪ رائج الوقت علمي ڪوتاهيءَ جي نشان دهي ڪئي هيائون. انهيءَ جي شڪريه ادا ڪرڻ لاءِ مون سائن قلمي رابطو قائم ڪيو. پاڻ بيحد شفقت سان جواب ۽ پنهنجا ڪمترائي ڪتاب موڪليندا رهيا. اهو سلسلو سندن وفات حسرت آيات تائين جاري رهيو. اها منهنجي بدقسمتي آهي جو زبردست خواهش جي باوجود آءٌ سندن ملاقات کان محروم رهيس. پر خطن جي ذريعي سندن قرب ۽ محبت جيڪا مونکي حاصل رهي آهي، اها هميشه منهنجي دل کي گرمائيندي رهندي. پر ان کان به وڌيڪ اهي بيشمار ڪتاب منهنجي خوشي جو سبب رهندا، جيڪي پاڻ عطا ڪيائون ۽ جن جي ذريعي مون کي حضرت سچل سرمست کي سمجهڻ ۾ تمام گهڻي مدد ملي.

قاضي علي اڪبر صاحب جن حضرت سچل سرمست رح جا سچا پيروڪار هئا ۽ سموري زندگي حضرت سچل سرمست رح جي محبت ڀري تعليم کي عام ڪرڻ ۾ پوري ڪئي. پاڻ قربانيءَ جو عملي

نمونو هيا. پنهنجا اڪثر ڪتاب ذاتي خرچ سان شايع ڪرايا ۽ اهل-علم مائٽن کي اعزازي طور پيش ڪيا.

حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۽ تعليم کي سمجهڻ ۾ قاضي صاحب مرحوم جي ڪتابن کان بهتر ۽ سٺو ٻيو ڪوئي ذريعو ڪونهي. قاضي صاحب جن پوري محنت ۽ ڪوشش سان حضرت سچل سرمست جي زندگي ۽ ڪلام تي اردو، انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ تحقيقي ڪم ڪيو آهي ۽ سندن ڪلام کي بين الاقوامي سطح تي متعارف ڪرائڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو آهي. جنهن لاءِ پنهنجو ناڻو، محنت، وقت قربان ڪيو. اهڙي وڏي قرباني ۽ جذبي جو مثال علم و ادب جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي. قاضي صاحب جن حضرت سچل سرمست تي چاليهن کان به وڌيڪ ڪتاب لکيائون. مون حضرت سچل سرمست جي ڪلام تي ايتري گهري نظر ۽ پهچ ٻئي ڪنهن عالم و اديب ۾ ڪانه ڏٺي آهي.

مون کي انهيءَ ڳالهه تي نهايت گهڻو فخر آهي جو مون کي اهڙي عظيم انسان سان قلمي ۽ علمي ويجهڙائي جو شرف حاصل رهيو آهي. جيڪڏهن مان اها دعويٰ ڪريان ته حضرت سچل سرمست کي سمجهڻ ۾ مون کي قاضي صاحب جي شاگرديءَ جو اعزاز حاصل آهي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

محترم مخدوم طالب المولىٰ

هالا

## (٦٩) ”قاضي علي اڪبر“

قاضي علي اڪبر درازي صاحب حضرت سچل سرمست رح جو نه رڳو عاشق صادق، پر سچل سائين جي ڪلام کي سمجهندڙ به هو. ڏاڍو قربدار ۽ نيڪ انسان هو. قاضي صاحب ۽ منهنجي هڪ ٻه دفعا

ملاقات به ٿي هئي. ۽ سندن طرز گفتگو بيحد متاثر ڪندڙ هئي. الله کين جنت ۾ جاءِ ڏي. (آمين)

پروفيسر آفاق صديقي
ڪراچي

## (٧٠) "سچو عاشق"

محترم و معظم علامه قاضي علي اڪبر درازي رحمت‌الله عليه، علم و عرفان جو معني خيز خزانو هئا. عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ ٻين ڪيترن ٻولين ۾ انهن جي علمن تي کين جيڪو ملڪو حاصل هو؛ ان جي مناسب قدرداني ٿني سگهي. اهڙي عالم و فاضل ۽ صاحب-دل، مرد حق جي ڪارنامن تي ڀرپور روشني وجهڻ جي ضرورت آهي. مون کي پڪ آهي ته قاضي صاحب جي قابل قدر سوانح حيات جيڪا اوهان لکي رهيا آهيو، اها هر لحاظ کان سندس گونا گون شخصيت کي علمي و ادبي حلقن کي واقف ڪرڻ ۾ وڏي اهميت واري ۽ مفيد ثابت ٿيندي.

مون قاضي صاحب جو نالو اڄ کان ٣٧ سال اڳ ٻڌو هو. هيءَ انهيءَ ڏينهن جي ڳالهه آهي، جڏهن مون کي حضرت سچل سرمست رح جي شاعريءَ تي هڪ تحقيقي مقالو لکڻ جو ارادو هو. سنه ١٩٦٠ ۾ قبله قاضي صاحب سان منهنجي ٻهرين نيازمندانه ملاقات پاڪستان رائٽرس گلڊ جي هڪ ڪنوينشن ۾ ٿي هئي. هو ڏاڍي شفقت سان پيش آيا. سچل سائين جي باري ۾ مون کي سندن شفقتن سان ڏاڍي دل موهيندڙ ۽ فڪر انگيز معلومات حاصل ٿي. ۽ مون کي اها ترغيب ملي ته مان سندس لکيل مفيد ڪتابن مان فيض حاصل ڪري مڪمل ڪتاب ترتيب ڏيان. قاضي صاحب کي سچل سرمست رح جي پيغام ۽ ڪلام سان جيڪو سچو عشق هو، سو پنهنجو مثال پاڻ آهي. مان

دل جـي خلوص سان قاضي صاحب قبلہ جـي مثالي علميت ۽ سندس شخصيت جي داد لائق علمي و ادبي ڪارنامن جو عقيدت مند آهيان.

### محترم موتي لعل گاٻا

ڪراچي

## (٨١) "سچو طالب ۽ عاشق"

قـاضي علي اڪبر صاحب درگاه شـاه دراز ۽ حضرت سچـل سرمست رح جي ڪلام جي اشاعت لاءِ جا محنت ۽ عرق ريـزي ڪئي آهي سا الفاظن ۾ بيان ڪري نٿي سگهجي. ڪيس مرشد ملـي سان والهانہ عشق هو. سندس انهيءَ عشق حقيقي روهـڙي ۽ رانيپور جي وچ ۾ فاصلو ائين ختم ڪري ڇڏيو هـو. صبح جـو روهڙيءَ ۾ ۽ ڪن پلڪ ڪان پوءِ طالب ڪيس درگاه شريف تي ڏسندا هئا. هر وقت ڪيس مرشد هادي جي تن ۾ تات ۽ تنوار لڳل هوندي هئي. پيرسني ۽ نظر جي ڪمزوريءَ جي باوجود بہ سندس قلم مرشد جي ثنا ۽ ڪلام لکڻ کان قاصر ڪين رهيو. اهڙي مرشد جي سچي طالب ۽ عاشق جي لاءِ تاثرات بيان ڪرڻ عين عبادت آهي ۽ آءٌ خوشي محسوس ڪيانٿو.

### محترم علي ڏنو پنهور

## (٨٢) "مهراڻ جو ماڻڪ"

زندگيءَ ۾ آءٌ جن سنڌ جي معمر شخصيتن ڪان متاثر ٿيو آهيان، تن ۾ سنڌ جـي علمي و ادبي گهرائي سان لاڳاپو رکندڙ مهراڻ جـو ماڻڪ قاضي علي اڪبر درازيءَ جـو اسم شريف سر فهرست آهـي. قاضي صاحب جـن هونئن تہ اصل روهـڙي شريف جـا رهاڪو هيا، پر پنهنجي مرشد حضرت سچل سرمست رح جي شارح ۽ شيدائي هجڻ ڪري "درازي" سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هيا ۽ مشهور ٿيا.

قاضي صاحب جن سان منهنجي ميل و ميلاپ سال ١٩٦٣ع کان ٿيو، جڏهن آءٌ روهڙي ميونسپالٽي جو ائڊمنسٽريٽر هوس. آءٌ جڏهن ڊپٽي ڪمشنر خيرپور ۽ ڪمشنر سکر ڊويزن مقرر ٿي آيس. تڏهن قاضي صاحب جن وقتاً فوقتاً مون وٽ آفيس ۾ ڪمي ايندا هيا. مون کين هميشه مرشد جي محبت ۾ سرشار ڏٺو. کين مرشد سان والهانہ عشق هيو. جنهن جو اندازو مون هر ملاقات ۾ گفتگو دوران ڏٺو ۽ پرکيو. مرشد مٺي ۽ درگاه شريف ڪالسواءِ ٻين ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ ڪيائون.

قاضي صاحب حضرت سچل سرمست رح جي روحاني فقيرن منجهان هڪ بي لوث خدمت ڪندڙ فقير هيو. پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن قسم جي لوڀ و لالچ نہ رکيائون. پنهنجي مرشد تي ڪيترائي ڪتاب لکي، پنهنجي خرچ تي شايع ڪرائي، مفت ورهائيندا رهيا، جيڪا سندن سچي عشق جي سڃاڻپ هئي.

ها!! اها گهڙي بہ چڱي طرح سان ياد اٿم، جڏهن مون مختلف اخبارن ۾ قاضي صاحب جي وفات جي المناڪ خبر پڙهي، ڪن پل لاءِ خاموش ٿي، سوچيندو رهيس تہ سچل سائين جو شارح ۽ سچو عاشق گذاري ويو. سچ پچ تہ، قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ هڪ المناڪ واقعو آهي.

## ( ٻاڳون چوٿون )

### شاعري جو تنقيدي جائزو

**(۱) محترم صوفي جهامنداس "عاشق"**

شڪارپور سنڌ

۱- هـاء قاضي- هن دنيا مان موڪلائي ويو هليو
مشڪندي ۽ مرڪندي- وارو وڄائي ويو هليو

۲- قاضي علي اڪبر درازي- نام سان مشهور هو
بس روهڙي شهر جـو نعرو لڳائي وبـو هليو

۳- سهڻي سچل سرمست جـو- خاص شيدائي هيو
درگـاه سان سهڻو سچو ناتو نڀائي ويو هليو

۴- فاني جهان کـي ڇڏي- دارالبقا ويـو دائمي
پنهنجا پچا سائي سچا سڀ ڀـلائي ويـو هليو

۵- شاعــر ۽ اديب پڻ مـايه نــاز مصنف هيو
ادب جـي ميدان ۾ ڈاڪو ڄمائي ويـــو هليو

۶- بس ٻڌي ڏک جي خبر آئي چوٽ ۽ صدمو رسيو
مشڪندي وبو پاڻ ۽ سڀ کي رئائي ويو هليو

۷- علي گوهر ۽ ٻين جي ڪنهن کي پارت ڪري
الاجي راز ڪهڙا دل اندر دلبر ڏبائي ويو هليو

۸- ٿا پڇن روئــــي پچا- بابل ويـــو ڪاڏي پلا
مان تو سمجهان سڀن کي روزي رسائي ويو هليو

۹- دوستن جـــو دادلو ۽ ڪچهري؞ جو مور هو
مرد ٿـــي ميدان ۾ ميلو ملهائي ويـــو هليو

۱۰- آهہ صوفي جـي دعا شل جنت ۾ داخل هجي
پنهنجا پراوا سڀ هتي- هو آزمائي ويــو هليو

۱۱- مان ٻانهو پنجن ۽ ٻــارهــن سندو،
"عــاشق" سچل سرمست جــو
مــون سان ٻانهي فـقــراء جو
ٻيڄ ٻــاٿـي ويــو هــلــيــو.

## (۲) محترم وزير علي بلوچ "وزير"

سانگهڙ سنڌ

تو لاء دل روئي ٿـي اڄ ڀر - اي علي اڪبر
بزم عشق تو سان زنده هو - اي علي اڪبر

۱- مان ٿــا پڙهن لاء اڄ ٻـہ ڪيئين ڪتاب
تنهنجي ڪتابن جــو مٽ نـہ آهــي - اي علـي اڪبر

۲- وساري لوڪ ڇڏيــو جنهن نعري کــي
زنـده ڪيو تــو حق موجود کــي اڄ- اي علي اڪبر

۳- منصور الثاني ۽ جــا ڪيئين آهــن عاشق
هيئن سڀ کــان تــون عظيم و ڪامل- اي علي اڪبر

۴- بزرگن ۽ ڪاملن جون دعائون آهن هميشہ تو سان
خدا ڪري هجين سدائين جنت الفردوس ۾- اي علي اڪبر

۵- جيئن زنــده ڪيو تو سچل جي نالي کــي
تيئن خدا رکي تنهنجو نالو قيامت تائين روشن- اي علي اڪبر

۶- آهي دعاگــو هردم "وزير" تنهنجي لاء
خداتعال رحم و ڪرم ڪري تنهنجي آل و عيال تي- اي علي اڪبر

### (۳) محترم جوهر بروهي
فريدآباد ميهڙ سنڌ

ويو وچڙي اسان کان اوچتو. قاضي علي اڪبر
هيو حضرت سچل جو دادلو. قاضي علي اڪبر
سندس ڪوشش هئي. انسانيت جو ٻول بالا ٿئي
رکي ٻيو پيار وارو مشغلو . قاضي علي اڪبر
درازي ذات جو چاڙو . سچل سائين جو شيدائي
ته مدبر . پارکو ۽ پرجهلو . قاضي علي اڪبر
ڏيئي رت ست ڪري قربان پنهنجي ڪل مفادن کي
ڪري قائم ويو هڪ سلسلو . قاضي علي اڪبر
ادب جي آسمان تي چنڊ جهڙي روشني انجي
ڪيو آسان مشڪل مرحلو . قاضي علي اڪبر
نچوئي نور نيڻن جو . نپوڙي ساه نس نس جو
ڏنو آ سنڌ کي هڪ ولولو . قاضي علي اڪبر
بدن ناسوت آ فاني . مگر هي يادگيريون ٻه ته لافاني
ڪري ٿو ياد منهنجو حوصلو . قاضي علي اڪبر
هزارين ويا ويا وسري . اي "جوهر" هي نه ٿو وسري
جو بيشڪ هو هزارن کان پلو . قاضي علي اڪبر

### (۴) محترم احمد علي چانڊيو "صابر"
شهداد ڪوٽ

ڪيئن ڳالهه ياد پئي علي اڪبر سندي اوچتو
پيا ڍڪر ڍري "صابر" سڏايم ڪينڪي
اوتاري علي اڪبر جي جڏهن ڌرم پير
اڪين وهايم نير . هچڪين هام هئي ڏني

دلا سان ڏنم دل کـــي - اکين آنت ڏنــوم
تن تي کين مجيوم - روئي ونيون رت ڦڙا

(۵) محترم عزيزالله بروهي "عزيز"
ڳڙهي خيرو

اٿم ارمان اسان کان موڪلائي ويو علي اڪبر
جهان ۾ پنهنجو وارو بس وڄائي ويو علي اڪبر
ڇڏي دنيا ويو دربان هڪ دواهہ درازيءَ جو
نرالــي نمنهن جو ناتو نڀائــي ويو علي اڪبر
ڏسڻ ۾ ناتوان ۽ پرسن نازڪ طبيعت هـــو،
مگر مهڙا محبت جـــا مچائي ويو علي اڪبر
مجاهد مردهو مانجهي ڪجن ڳالهيون اهي ڪهڙيون
سچل سرمست لئہ هرشيءِ لٽائي ويو علي اڪبر
سدائين سچ جو ساٿي هميشه حق جــو حامي
اسان کي پي اها لوري لڳائي ويو علي اڪبر
هيو جو مور مجلس جو عجب انداز هو هن جو
اسان کي پول پاجهارا پڏائي ويــو علي اڪبر
ڪتابن جا ڏيئي تحفا ڪري احسان ويو ڪيڏا
تصوف جا عجب نڪتا سڻائي ويو علي اڪبر
بظاهر ويو نظر کان دور ٿي ڪنهن پنهنجي دنيا ۾
مگر جڻ لاٽ اونده ۾ جلائي ويــو علي اڪبر
وري قــاضي درازي پيو نــہ ٿئي سنسار ۾ پيدا
سچو صوفي پرين سان پيچ پائي ويو علي اڪبر
"عزيز"هو ساه کان مون کي هيو وحدت جو وڻجارو
اسان کي واس وحدت جا وڻائي ويو علي اڪبر

## (٦) محترم احمد خان ”آصف“ مصراڻي

هاه ويو رحلت ڪري ـ قاضي علي اڪبر جناب
هن خبر وحشت اثر ـ ڪيڏو ڏنو دل کي عذاب
اڄ عنا دل ـ دل جــو دل ۾ ڪن پيــا آه و بڪا
اڄ خوشين جي باغ جا ـ ڪومائجي ويا گــلاب
هـــو امانتي مهربــــان ـ حضرت علي اڪبر ميان
جــن اسان لاءِ هـــو ـ ابر ڪرم سايو سحاب
شائق و شارح ۽ شيدائـــي سچل سرمست جـو
ٿـــي ”فنافي الشيخ“ ٿيو مرد ڪامل ڪامياب
مام مرشد جـــي پروڙي ۽ سخن سمجهي سندن
جـــوڙيا جوش مان ۽ هـــوش سان عمدا ڪتاب
آڪٽومبـــر ٽيهه ـ ٻـي محرم مـــاه جـــي
ويو هليو حسين ڏي ـ ملندس شهادت جـــو ثواب
هيٺن چيو هاتف تـــ، قاضي ناجـــي و مغفور آه

١۴٠٢هه

ان کـــي اڄ الله کان ـ انعام مليا بـــي حساب
٨ـ ٿيو وڃـــي داخل ميان قاضي علي اڪبر بخلد

١٩٨١

ڏينهن جمع جي اي ”آصف“ مليو موليٰ سان شتاب

## (٧) محترم مولابخش ”مولائي“

لاڙڪاڻو

١ـ عشق حق جو پارکو ـ قاضي علي اڪبر هيو
سچل جي برم جـــو سرواڻ ـ سو دلبر هيو.

۲- جنهن نوازيو سنڌ کي پنهنجي نگاه ـ فيض سان،
سو ڪرم احسان جو ۽ مهر جو محور هيو.
۳- وقت پنهنجي جو مدبر ـ ذات جـــو مينار هو
سو درازي در هيو۔ عالم هيو۔ شاعـــر هيو،
۴- ياد جنهن جي سان ملي ٿو ذهن دل کي تازگي،
سو ڪلام سچ جو سائي هيو ساگـــر هيو.
۵- جنهن به سوچيو آهه سچل سائين جي تاريخ تي،
تنهن چيو قاضي بلاشڪ برک اسڪالر هيو.
٦- زندگي حضرت علي‌اڪبر جي سچي سون جهڙي،
سو دغا دلبي دوئي کـــان بالا ۽ برتر هيو.
۷- صاف دل ۽ پاڪ نيت ـ پارسا۔ پـــارس هيو،
پس ادب جي سونهن هو ۽ علم جوگوهر هيو.
۸- آهه مولابخش "مولائـــي" دعاگو دم بـــدم
شهنشاهه عشق جو هڪ ترجمان بهتر هيو.

## (۸) محترم صوفي آزاد "آزاد"

ڏوڪري

ابر۔ رحمت، سدا بـــرسر ـ مٿان قاضي علي اڪبر!
سٿائي صفدر۔ حامـــي حيدر۔ مٿان قاضي علي اڪبر!
محبت جـــو مجسم هو۔ درازيءَ جو دلـــي دم هو
خـــدا دادي خوبين خم هو۔ سدا قاضي علي اڪبر
علم عالي جـــو هو اطهر ـ بحر بيحد سندو ساغـــر
ظاهر بـــاطون جـــو ماهر ـ عالي قاضي علي اڪبر
نثر نظم جـــو گوهر ـ علم معرفت سندو جـــوهـــر
دلاور در در۔ داور ـ بـــالي قاضـــي علـــي اڪبر

سچل سرمست جـــو طالب ـ عشق الله جو غالب
سدا سهڻـو ـ سدا سالڪ ـ عالي قاضـــي علي اڪبر
روهـڙي شريف ۾ روشنـــيـ سدا آبـــاد سو گلشن
"آزاد" رحمت سدا پنجتن ـ مٿان قـاضي علي اڪبر

## (۹) محترم وزيرعلي لغاري بلوچ

سانگهڙ

" الله جي رحمت هجي قاضي علي اڪبر تـــوني
تنهنجي نيڪن پلائن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي
سچل سائين ۽ انجي طالبن سان گڏ آهي وفا تنهنجي
تـــو جهڙو مـــرد مجاهد ڪونـہ ٿـــو سجهي
خدا جـــي سلامتـي هجي سدائين اوهان تي. "

## (۱۰) محترم غلام مصطفيٰ "مشتاق"

لاڙڪاڻو

### " لاجواب قاضي "

دل جـــو نواب قاضـــي،
پنهنجو جـــواب قاضـي.

راحت ملي ٿي جنهن کان،
سو هـــو جناب قاضـــي.

عشق سچل ڪـــي هردم،
سمجهو ثـــواب قاضـــي.

مـــورخ اديب عـــالـم،
هو بـــي حساب قاضـــي.

اخـلاص ۽ وفـا جو،
پتلـو جناب قـاضـي.
اردو سنـڌي ادب ۾،
هـو لاجـواب قاضـي.
آواز هـو سچـل جـو،
مثـل ربـاب قـاضـي.
نـالـو رکـي درازي،
ٿـو کامياب قاضـي.
"مشتاق" جـي دعـا آ،
تـي فيضياب قـاضـي.

(١١) محترم غلام مصطفيٰ "مشتاق"
لاڙڪاڻو

(الف) گلستان- شاعري جـو بـاغبان مرحوم قـاضي
شاعر شيرين سخن هو خوش بيان مرحوم قاضي
زنـدگـي پوري کٽي جنهن فقيري ويس ۾
سو قلندر با وفا هو- بي گمان مرحوم قاضـي

(ب) سخنور سچـارو هو- مرحوم قاضـي
ادب جـو سهارو هـو- مرحوم قاضـي
هٿي کيس لالچ نـه دنيـا سنـدي
جهان کـان نيارو هو مرحوم قاضي

(١٢) محترم الحاج رحيم بخش لاکو "قمر"
نواب شاه

"راهـي ٿيـو رب ڏي"

علي اکبر وڏو- دلبر درازي

جانب جنت ۾ - ٽـــائينکو سو ٽيـڙو
پنهنجي رب رسول جو- نينهن ڪلي نهڙو
سچــو سامي هيڙو - جهونـــو جو ڳهڙو
صدمو رسيو سنڌ کي- ٻور پرين جو پيڙو
ڏوٽيئڙن جو ڏيئڙو- "لاکا" ويو لاهوت ۾

---

علي اکبر گهوٽ- ويـــو پنهنجي وطن تـــي
"لاکو" چئي لاهوت ڏي- مانجهيءَ ڪئي موٽ
قربن سندا ڪوٽ - "قمر" اڏي ويو ڪيتراء

---

علي اکبر گهوٽ - موليو پنهنجي مـــاڪ
مـــائيو جنهن محبوب - سبحانـــي سهاڳ
بيشڪ پلو پاڳ - "قمر" تنهن قريب جو.

---

علـــي اکبر اڄ - راهـــي ٿيو رب ڏي
ڪيو جنهن"قمر" چئي- رحمت منجهان رڄ
دائم جنهن جي دڄ- سکيو ساعت کي ڪيو

---

علي اکبر گهوٽ - ساعت جـــو سينگار
موليو پنهنجي ماڪ تـــي - مانجهي مٺيادار
جنت جنهن جي جوءِ ٿي - جنهن ۾ جلويدار
"قمر" ڪيو اقرار - جانب پنهنجي جوءِ ۾

## (١٣) محترم قاضي عبدالحي "قائل"

رتوديرو

ماڻڪ موتي محفل جو سينگار درازي علي اکبر هو
محبوب صفت انسان عجب اظهار درازي علياڪبر هو

پيار محبت الفت جا لک لعل لٽائـــي ڏيندو هـــو
سڪ ساڻ سڏي سڪ وارن سان سڪ سؤ سؤ وار ونڊيندو هو
ڪوڙ محبت ۽ ڪلفت کان ـ بيزار درازي علي اڪبر هو

علم ادب اخلاق جــا زيـــور پائي پــاڻ سنواري ويـــو
نـــور نچوڙي نيڻن جـــو هو روشن ڏيئڙا ٻـــاري ويو
هرهڪ ماڻهو ساڻ ڪندو بس پيـــار درازي علي اڪبر هو

طالب هو سرمست سچل رح جو شوق منجهاران شيدائـــي
پير مغان کـــان مستي واري سرڪ چکي ٿيو سودائـــي
مرشد جـــي مئخاني جـــو مئيخـــوار درازي علي اڪبر هـــو

عمر سڄي جنهن وقف ڪئي سرڪار سچل رح جي خدمت ۾
پـــاڻ پڄائي پروانـــو ٿيو سو پير مغان جـــي الفت ۾
دربان درازي دلبر در ـ هـــر وار درازي علي اڪبر هـــو

علم ادب جـــا موتـــي ميڙي ڪمئي هـــار بڻائي ويـــو
واٽ ونڊر جي ويندي وهندي سڀني کـــي سو سمجهائي ويو
هيرن جـــو وهواه ڪندو واپـــار درازي علـــي اڪبر هو

قرب ڪمائي پريم وڏائـــي ـ سڀ سان نينهن نڀائي ويـــو
مهر و محبت جـــا لک موتي گوهر وير ورهائـــي ويو
هرهڪ دل جـــو دلبر ۽ دلدار درازي علـــي اڪبر هو

ڪهڙي مان واکاڻ ڪيان تن محب صفت فرزانن جـــي
لفظن ۾ بند ڪونـــه ٿئي ـ تعريف اتـــم انسان جـــي
"قائل" قرب محبت جـــو پندار درازي علي اڪبر هـــو

(۱۴) محترم مختيار "گهمرو"

ٽئون ڏيرو

سچل جـــو پيارو ـ هو علي اڪبر درازي
وڏي مان شان وارو هو علي اڪبر درازي

درازن جي در جو هـو دربان قاضي
بلاشڪ پيارو هو علي اڪبر درازي

ادب جي افق تي هو ايرپو ۽ چمڪيو
سو روشن ستارو هو علي اڪبر درازي

محبت، مروت، صداقت، سچائـي
سخن جو سچارو هو علي اڪبر درازي

هيو نيڪ پـاڪ نمازي ۽ غـازي
خدا جو پيارو هو علي اڪبر درازي

سخي مرد مانجهي محبت جـو درياءَ
ڪرم جو ڪنارو هو علي اڪبر درازي

هيو مور محفل جو "مختيار" بيشڪ
وڏي شان وارو هو علي اڪبر درازي

## (١٥) محترم قاضي مقصود احمد "گل"

رتوديرو

محبت جـو مها ساگر علي اڪبر درازي هـو
دلـي دلـدار ۽ دلبر علي اڪبر درازي هـو
ڪدورت، ڪوڙ، ڪلفت کان هيو بيزار ۽ باغي
پرت ۽ پيار جو پيڪر علي اڪبر درازي هو.
"سچل" رح سرمست جو عاشق سچو المست مستيءَ ۾
نسورو نينهن جـو نوڪر علي اڪبر درازي هو.
سموري زندگي جنهن ڪئي وقف علم و ادب لئه
سخنور بـي بها بهتر علي اڪبر درازي هو.
سچو پيغام الفت جـو ڏيو هو پاڻ پهچائي
مروت مهر جو مظهر علي اڪبر درازي هـو.

نظارو نينهن وارن کي حقيقت جو پسائي ويو
صداقت جو صحيح منظر علي اکبر درازي هو.

ويو جيڪو محبت جـــي عجب خوشبوءِ ڦهلائـــي
"گـل" خوشتر وفـــا پرور علي اڪبر درازي هو.

## (١٦) محترم حبيب الله ڀٽائي "حبيب"

خيرمحمد آريجا. لاڙڪاڻو

سنڌي زبان جا خادم ڪيئي - پر تـــون خدمتگار ڀلو
ادب سنڌ جي ڀوڪئي ڀوڻا - تن جو ٿيو هيڪار ڀلو

جواني ڀي هن ڪم ۾ گذري، پيري ڀي تون پوري ڪئي
يـــاڳن وارو واهه ڀـلارو تـــون، مرد مجاهد يـــار ڀلـــو
محنت سان تصنيف ڪريـــن ۽ مفت اندر تقسيم ڪرين
واه سخا جـــو تون آ صاحب، لاشڪ تـــون شهڪار ڀلو
ادب سنڌ تـــو موتـــي ڀوڻا، وينجهر تنهنجا بخت وڏا
واه علـــي اڪبر اي قـاضي، تنهنجو هـــي وهنوار ڀلـــو
مرشد سائين جي دامن پڪڙي جوار رحمت حاصل ڪيو تو
ڪـڙهه لڳن سان لال رچـــي ٿئين، محبت سنڌه مهدار ڀلـــو
دولهه درازيءَ جا اي پيارا، محسن محب وطن جـــا جوهـــر
تنهنجي وڇـڙ سان خـــال ٿيو، پـــر تنهنجو ناماچـار ڀلـــو
توکـــي قربانـــيءَ کـــان ماڻيو، قربانـــيءَ جـــو ماه مگـــر
اڄ پـــي تنهنجي يـــاد آ تـــازي ۽ پوپـــن کـــي پيـــار ڀلـــو
دنيا فانـــي، فاني رهندي، ڪنهن کـــي ڪو بقاءُ نه آهـــي
اڄ پـــي تنهنجي ياد آ تازي، پوپن کـــي آ تنهنجو پيار ڀلو
هـــي "حبيب" آ هردم دعـــاگو، جنت ۾ مغفور رهين شل
صوفـــي صاف هـــو تنهنجو سينو، تنهنجو هـــو ديـــدار ڀلو

## (١٧) محترم علي حسن ڪولاچي "شان"

ڪولاچي ضلع دادو

### قطع

١- درازن ۾ اچــا تائين وهن ٿا فيض جـا درياه
سوين آسائتا هر روز سڪ مان ٿا اچن اچ پــي
جتي قــاضي علي اڪبر سندو آهــي مٺو مرشد
اتي علم و ادب وارن جا ميڙا ٿا مچن اچ پــي

---

٢- هيو سچل جـو ديوانو سدا قاضي علي اڪبر
محبت منجهه مستانو سدا قاضي علي اڪبر
علم و ادب جي شمع ٻاري هئي جا سچل سائين
رهيو ان جو ئي پروانو سدا قاضي علي اڪبر

---

٣- ادب ۽ علم جو چاڙهو هيو حضرت علي اڪبر
هئس سيني اندر سمايل سدائين پيار سچل جو
چيائين ٿي ته لـک احسان آهن مونتي سچل جا
رهيو ٿي زندگي ڀر خاص خدمتگار سچل جو

---

٤- عيوض ان خدمتن جي ٿي "سچل ايوارڊ" حاصل ٿين
سڄــي سنــڌ ۾ وڏو ٿــيــو اعــزاز آ هنجــو
ڀلي ريسون ڀيا ڪن۔ محترم قاضيءَ سان ماڻهو پر
اتي پهچي نه سگهندو ڪو ۔ جتي آ پــرواز هنجو

## (١٨) محترم قاضي عبدالحي "قائل"

رتوديرو

ڏٺا ۽ پڙا ڪئي مون مصنف عجيب
درازي انهن ۾ آ هڪ خــوش نصيب

سچل رح جـي اشعارن جو ناشر اديب
ٿا ڪن جنهنجي تعريف عـالم خطيب
آ علي اڪبر درازي ـ آ علي اڪبر درازي

سچل رح جو سچو آه صادق ثنا خـوان
غلامي سچل رح جنهن جو آهي مداح خوان
سچل رح جـو شعر جيڪو هفت زبان
انهيءَ جـو سراسر آهـي تـرجـمـان
آ علي اڪبر درازي ـ آ علي اڪبر درازي

هـا مصنف لکيا ڪيئي آهـن ڪتاب
سچل رح جي شعر جو ڪيو آ انتخاب
سندس ناهي محنت جـو ڪوئي حساب
ثنا خـوان ڪئي آه ثنـا لاجـواب
آ علي اڪبر درازي ـ آ علي اڪبر درازي

اهـا التجا آهـي بدرگـاه پروردگـار
درازيءَ تـي رحمت وسي بيشمـار
عطـا جنتـي نعمتـون ٿيـون هـزار
شفاعت جـو "قائل" آ اميـد وار
آ علي اڪبر درازي ـ آ علي اڪبر درازي

(۱۹) محترم سيد ذڪل شاه "ذڪوذل"

رتوديرو

عجب انسان اعليٰ تر گلستان هو علي اڪبر
ادب ۽ علم جو روشن چراغان هـو علي اڪبر
سچل جي باغ جو مالهي سخن ور صاحب سيرت
بزم جو بي بها موتي ـ مهربان هو علي اڪبر

"ڏکوئل" دل ڪندي ڪيئن نا - سچن ساري دعا دم دم
مٺن پيارن منجهان پيارو - قدردان هو علي اڪبر

(۲۰) محترم عبدالنبي جسڪاڻي "اسير"
صفر لاشاري لاڙڪاڻه

## ( نظم )

محبوب مصطفيٰ جو ثناگر علي اڪبر هليو ويو
الله جو پيارو - دلاور علي اڪبر هليو ويو

۱- اهل علم - اديب و مفڪر هليو ويو
مفسر هليو ويو ۽ مدبر هليو ويو

۲- الله ۽ رسول کي - راضي ڪري ويو
درس قرآن ڏيئي برابر هليو ويو

۳- سچل جي علم و سخن جي خدمت ڪندي ڪندي
سچل جو پاسبان ۽ مجاور هليو ويو

۴- سنڌ جي ته اديبن کي ويو غمزده ڪري
مشهور وڏو سنڌ جو اديب هليو ويو

۵- پنهنجا قريب دوست ۽ جاني جگر ڇڏي
پنهنجن کان موڪلائي مسافر هليو ويو

۶- پياري علي گوهر ۽ پسر علي مردان جي
دل کي هزار بار ڏيئي دلبر هليو ويو

۷- اڄ بي آ نام - محب جو زنده جتي ڪٿي
بس مات ڏيئي موت کي ظاهر هليو ويو

۸- بحر علم جي ڪاڻ جو عبدالنبي "اسير"
يعقوب لعل سوتي، جوهر هليو ويو

(٢١) قطع

وڏو آهه درد دلبر جـــو اميرن کي غريبن کـــي
علي اڪبر درازيءَ جـــو - حبيبن کي قريبن کـــي
خبر پئي ڪين ڪي ڪنهن کي ته ڪوجاني جدا ٿيندو
خدا جو هو حڪم اهڙو - ڇوي هرڪو نصيبن کي

## (٢٢) محترم علي حسن ڪولاچي "شاد"

دادو

هو عشق سندو اسرار هيو
هو الفت جـو اظهار هيو
هـو پورو پورو پيار هيو
هو چنڊ هيو چڱ تـارن ۾

عاشق پنهنجو جيءَ جلايو
پروانو ٿـي پاڻ پڃايـو
سچل جو هوس سوز سوايو
هو پيارو هو سيني پيارن ۾

سرمست سندو هو عاشق هو
عـالم فاضل فائق هـو
هو تعظيمن جي لائق هو
هو خشبو هو گـل وارن ۾

هو گل هيو گلزارن جـو
هو سونهن هيو سنسارن جو
هو ڏن هيو ڏرتيءَ وارن جو
هو هيرو هو - ڪردارن ۾

شهر درازا ديس سچل جو
جت قاضي آهہ قربدارن جو
هو مرد مجاهد ـ مڏدارن جو
سو سونهن هيو ـ سنسارن ۾

(٢٣) محترم پروفيسر شير محمد بلوچ "شاهد"
سکر

سچل سائين جو ديوانو ـ علي اڪبر درازي هو
مثل هـر مچ جو پروانو ـ علي اڪبر درازي هو.
گذاري عمر جنهن ساري ـ سدا سائين جي شيوا ۾
خودي ۽ خود ڪان بيگانو ـ علي اڪبر درازي هو.
ملامت مرڪ سمجهن ٿا ـ صفا صوفي سچا سالڪ
مگن هن مام مستانو ـ علي اڪبر درازي هو.
ڪچو اول ٿيو پختو ـ پڇي لال ۽ رتو پوءِ
درازن جو هي "دردانو" علي اڪبر درازي هو.
مري مرندا نہ سي "شاهد" جنهن جو پريم سان پيوند
ملوڪ ۽ مـرد مستانو ـ علـي اڪبر درازي هو.

(٢۴) محترم سيد رڃڻ شاهہ
ميهڙ

ادبن جـو آداب ـ آهہ علـي اڪبـر درازي
فضيلت جو ناياب ـ آهہ علـي اڪبر درازي
١ـ پڙوسين ڏنوسين ـ سندس جـي نظم کي
مفڪر نہ ايجاب ـ آهہ علي اڪبر درازي

٢- ستارن ۾ سوهين ٿو - آسمان سارو
مگر چنڊ آفتاب - آهه علي اڪبر درازي

٣- هيو ناز هند سنڌ جو- جنم جنهنجو سنڌڙي ۾
معطر اهو باب - آهه علي اڪبر درازي

٤- سچي رات جاڳي- ذڪر ۽ فڪر جنهن ڪيوٿي
عبادت ۾ شاداب - آهه علي اڪبر درازي

٥- عقل جو - علم جو - عمل جو ته افضل
انهم شان ارباب - آهه علي اڪبر درازي

٦- ادب جي بحر سان - هو پرپور جاري
پياريوٿي جنهن آب - آهه علي اڪبر درازي

٧- نثر ۾ لکيا جنهن - هزارين ڪتابا
ڪتابن جو اڪتاب - آهه علي اڪبر درازي

٨- خدا يا "بخاري" - ته دلبر جي در تي
اچن ٿا اهي خواب- آهه علي اڪبر درازي

## (٢٥) محترم ناظم منگي "ناظم"

ٿرڙي محبت

اڪابر هو علي اڪبر درازي
مدبر هو مجاهد گهوٽ غازي

سچو سينگار هو سنڌي زبان جو
چڙي خدمت جي وٺو خوشبوءِ تازي

ڏسي خوبي خسرو جي شاه اڳيان
جهڪي محمود سنڌي پڻ ايازي

نه منصف ڏيندو هينئر پندرهين صدي ۾
رکي انصاف واري جو تارازي

وڏا نقاد ويا هت هار ڪائي
سندس با زيب هئي تصنيف ساري
قرآن پاڪ جو خود ترجمان هو
ٿيو ڪنهن کي نہ ايلازي موازي
سچل جي دل اندر سانڍي عقيدت
ڪٽي ويو آ گهڻن کان گهوٽ بازي
وڃي رسيو حقيقت جي جهان کي
ڏيي ويو عشق جي منزل مجازي
علي گوهر ۽ علي مردان چڙي هت
بقا ڏي نيٺ ٿيو راهي نمازي
پريشان ٿي ويون بزمون ادب جون
لڳي پئي آهي آ رکو هڻ هڻ درازي
نہ پڙ ٿيندو ادب جو خال "ناظم"
مري جيئري وئي بنده نوازي

(٢٦) محترم عبدالرسول جسڪاڻي "عاجز"
صوبدار خان سرڪاڻي- لاڙڪاڻ

(١) محترم قاضي علي اڪبر درازي باڪمال
ٿو رهي جنهن ٿي هميشه سرس سايہ ذوالجلال
ٿي هلي جنهن جي سدا قربن سندي قيل و مقال
ڇا مجال آهي جو ڪو مرحوم جو بنجي مثال
جنهن جي رحلت سان ڇڻ سنڌي ادب جو ٿيو وصال
ان جي مرقد کي سلام آهن اسانجا آل و جال

—

(٢) سنڌ جي هو سونهن اهل سنڌ لئي باعث فخر
سنڌ جو هر سنڌواسي ٿو ڪري ان جو قدر

موت يـــي امڙن مٿيرن لئي رهـــي ٿو منتظر
ياد جنهن جي سالُ آيا اشڪ ۽ ٿيا چشم تـر
امڙو هڏ ڏوکي حمايت جو ڪڪر ڪاڏي ويو
روز شب جنهن لاء نظر آ منتظر ڪاڏي ويا

—

(۳) ويو هليو پر نام دنيا ۾ ڪري روشن ويـــو
سنڌ جي علم و ادب جو ماهر و محسن ويو
پر ڏيئي پختي سخن جو ليڪچر و ليسن ويو
بلباو سرمست سچل جـــو ـ سچو ساجن ويو
پروقار و با محبت ويو گـذاري زنـدگـــي
خلق جي خدمت ڪري حاصل ڪري ويو بندگي

—

(۴) جا لکان هن سنڌ جي نـاياب هيري تـــي مزيد
دل چوي ٿي امڙي هستي جي ڪجي خدمت خريد
پر علي گوهر و علي مردان مجاهدن ۾ به آ "عاجز" اميد
پنهنجي بابي جـــي مثل جاڪوڙ ڪئي جنهن آ جديد
شـــل هجن قـاضـي سدا ڪلٺـي قبيلا شـــاد بـــاد
مـــائبـــي بلڪل حبيبن مـان محبت جـــي مـراد

## (۲۷) محترم عبداللطيف لغاري بلوچ "قمر"

سرهاڻي. ضلع سانگهڙ

اڄ ڪيا قسمت جدا ـ سڀ يار جاني هاء هاء
ياد ٿن جي درد ۾ ڪئي دل ديوانـي هاء هاء
ورد لب تـــي ويو اچـــي قالو انالله جـــو
زندگي تي موت جـي ٿي حڪمراني هاء هاء

۲- وئين گذاري زندگي- ڪل قوم جي خدمت ڪري
دلربـــا تنهنجو دعاگـــو آ - سدا شاه و غريب

۳- گل جي خوشبوءِ جيان- ٽڙي وئي تنهنجي واڪاڻ ادب
گلستان سنڌ جـــي، علم و ادب جـــا عنـدليب

۴- انتقال و پـــرملال آ تنهنجو - صدمو روح جـــو
اڄ وصال زندگـــي جي- حب لڳـــي آه حبيب

۵- بزم سچل جي سراپا- سونهن هـــو تنهنجو هجڻ
تو مثل مونکي سجهي- ٻيو ڪو نٿو لائق لبيب

۶- سڀ سچڻ سڪ مان چون ٿا، تنهنجي تربت کي سلام
ڪي اديب، ڪي مقرر ۽ ڪي شعرا ۽ قـــريب

۷- تون اديبن ۾ ائين - جيئن چنڊ تـــارن ۾ چٽـو
فلسفي جي ماهرن ۾ - محب تـــون آهين مجيب

۸- ڇا مجال آ "فيض" جسڪائي لکي تونـــي نظم
اي فـــلا سافر حيات و موت جـــا ماهر طبيب

## (۳۱) محترم احمد علي "چانڊيو"

شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو

ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻا - علي اڪبر جهڙا ڪنول ڪوماڻا

۱- آس اميد ٿي آهن پهرا - شال ڏسان مان ساڳـ-ي چهرا
واپس ٿي اچ راڄ ڄا راڻا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻـــا

۲- ذات ۽ لات کي ڏنگ لڳي پيا- اڪرادب کي ونگ لڳي پيا
ڏيهه ڇڏي وئين تون ڏاڏاڻا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻـــا

۳- موتي گلن ٿي مرڪي پيڙا- ساه ٿي سڏڪا سرڪي هيرا
مٺي ڪرمان موتي داڻـــا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻا

اهڙن يارن پيارن مان سجهي ٿو هڪ پرين پيارو
وڏو بزرگ ٿـي گذريو آ ـ اهـو الله وارن ۾
ڪدورت کان صفا باغي محبت جـو هـو طالب
پري کان ٿـي هيو پڙرو ـ علي اڪبر هـزارن ۾
سندس جي زندگي ساري ـ ڪندي خدمت وئي گذري
ذري جو فرق ڀي رکندو نہ هـو پنهنجن پراون ۾
خدا جي دين جـو پابند ـ سدائين نماز و نوڙتي
ادب ۾ اڳيرو هردم ـ اٿين جيئن چنڊ تـارن ۾
برابر خال ٿو پائمان ـ سندس جي مان جدائي کي
مگر سمجهان ٿو ـ زنده آ، نہ آهي موت وارن ۾
بظاهر هو تہ آ ـ مدفون دنيا جي نظرن ۾ پـر
سندس جو روح آ ـ موجود اڄ ڀـي شاه يارن ۾
علي گوهر ـ علي مردان ـ سندس جا فرزندان دلبر
ابي جـي ياد تازي جي، پيا ڪن ٿـا نظارن ۾
مسافر هوءِ تہ آ هرڪو، ڇڏي ويندو جهان ليڪن
علي اڪبر وري پيدا نـہ ٿيندو ـ ڪو هزارن ۾
خدا مرحوم جي پوين کي، ڏي توفيق ابڏي جو
هجن سي "شاد" هردم ائين، هجي گل جيئن بهارن ۾

## (۳۰) محترم فيض الله "فيض" جسڪاڻي
صفر لاشاري ـ لاڙڪاڻو

اي مڪرم ـ محترم قـاضي علي اڪبر عجيب
بـا وقـار و تاج شعرا ـ شاه و استاد ـ اديب
۱ ـ بخت آ جـو ـ سر زمين سنڌ ۾ جـائين سڄڻ
سنڌ اندر تنهنجي مزار آ ـ سنڌ جـو عالي نصيب

٢- وئين گذاري زندگي- ڪل قوم جي خدمت ڪري
دلربـــا تنهنجو دعاگـــو آ - سدا شاه و غريب

٣- گل جي خوشبوء جيان- ٽڙي وئي تنهنجي واڪاڻ ادب
گلستان سنڌ جـــي، علم و ادب جـــا عنـدليب

٤- انتقال و پـــرملال آ تنهنجو - صدمو روح جـــو
اڄ وصال زندگـــي جي- حب لڳـــي آه حبيب

٥- بزم سچل جي سراپا- سونهن هـــو تنهنجو هجڻ
تو مثل مونکي سجهي- ٻيو ڪو نٿو لائق لبيب

٦- سڀ سچڻ سڪ مان چون ٿا، تنهنجي تربت کي سلام
ڪي اديب، ڪي مقرر ۽ ڪي شعرا ۽ قـــريب

٧- تون اديبن ۾ ائين - جيئن چنڊ تـــارن ۾ چٽـو
فلسفي جي ماهرن ۾ - محب تـــون آهين مجيب

٨- ڇا مجال آ "فيض" جسڪاڻي لکي توتـــي نظم
اي فـــلا سافر حيات و موت جـــا ماهر طبيب

## (٣١) محترم احمد علي "چانڊيو"

شهداد ڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو

ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻا - علي اڪبر جهڙا ڪنول ڪوماڻا

١- آس اميد تي آهن پهرا - شال ڏسان مان ساڳـي چهرا
واپس ٿي اڄ راڄ جا راڻا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻـــا

٢- ذات ۽ لات کي ڏنگ لڳي پيا- اڪرادب کي ونگ لڳي پيا
ڏيهه ڇڏي وئين تون ڏاڏاڻا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻـــا

٣- موتي گلن تي مرڪي پيڙا- ساه تي سڏڪا سرڪي پيرا
مٽي ڪريان موتي داڻـــا - ڇلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻا

۴- مرهڪ اک تي ڳوڙها ڳاڙي- توکي تنواري دل جي تاڙي
ڪاڪ ڪومائي ڪنگ اڏاڻا، چلڪي پيا اڄ نوڻ نماڻا

۵- "صابر" تولئہ آهہ سودائي - امر تري تو ڪين خدائي
خالي پريل آهن پاڻا - چلڪي پيا اڄ نيڻ نماڻا

## (۳۳) محترم مولوي حزب الله "هيٺو" جسڪاڻي
ڳوٺ صوبدار سرڳاڻي- لاڙڪاڻہ

سنڌي ادب جو هيرو جوهر هتان ويو
سنڌ جو اديب شاعر علي اڪبر هتان ويو

۱- ڪل ڪانہ پئي سندن جي - جانب ڪندو جدائي
پر اوچتو اکين جو - اوجر هتان ويو

۲- رحلت جي واقعي تي، هر ڪوئي تي رنو
رويون ائين چون پيا، دلبر هتان ويو

۳- حاڪم، حڪيم، حاذق، عالم امير پي
روئي چيائون هي هي، افسر هتان ويو

۴- ڪاغذ ۽ مس قلم بہ، ڪاتب جي لئي روئن
علم ادب جو مفتي، دفتر هتان ويو

۵- پرجهل هيو پيلارو، هرڪنهن غريب جو
راڄن سندو تہ راڻو، رهبر هتان ويو

۶- درس قرآن هو دُر - اسلام دين جو
اڳواڻ پيشوا سو، بهتر هتان ويو

۷- سادي طبع سندن هئي، خائق فقير هو
دل جو صفا ۽ صوفي، اطهر هتان ويو

٨- قربن پريو درازي، دل جي وروح هو
"هيٺي" جو حال محرم - سو ٻار هتان وڃو

## (٣٣) محترم وزير علي "بلوچ"

ڪوٽ پيل خان لغاري

سدائين رحمتون هجن توتي اي علي اڪبر درازي
دعا ڪري ٿي هي دل توکي، اي علي اڪبر درازي

١- جيئن روشن ڪيو، مرشد سندو نالو
دنيا ۾ هجي تيئن- تنهنجو نالو روشن- اي‌علي‌اڪبر درازي

٢- لکيل‌تنهنجوڪلام، آهي راه حق روح وارن جي
ملي‌شال‌تنهنجي روح کي‌ٻه راحت‌جنت ۾- اي‌علي‌اڪبر درازي

٣- سوين طالب سچل سندا هن دنيا اندر
مگر ڪونه ٿيندو ڪو تو جهڙو- اي علي اڪبر درازي

٤- سدائين دعاگو آهي، "وزير" تو لاء
شال تنهنجو خواب ۾ ديدار ٿئي- اي علي اڪبر درازي

## (٣٤) محترم پروفيسر عبدالمجيد قريشي "شاهد"

ڀٽارو

سچل جي عاشقن جو مک، علي اڪبر درازي هو
علي اڪبر درازي ڇا، مجاهد مرد غازي هو.
هيو پانڌي درازن جو، مگر ساڪن هو روهڙيءَ جو
هيو ساگر صداقت جو، علم جو امتيازي هو.
ڪيائين ڪڏ ڪيئن موتي، ڏئي ٽٻيون سمونڊن جون
ادب جو هي هيو گوهر، عدالت جو هي قاضي هو.

غريق- بحر- الفت هـــو، حقيقت هو مجازي هـــو
هيو باطـــن سچل ليڪن، ظاهـــر ۾ درازي هو.
هيو ساگر، هيو ساحل، سچل جي عشق جـو اڪبر،
نماز عشق پـــڙهڻ وارو، درازن جـــو نمازي هو.
سچل جي سالڪن جو تاج، هن جي سر رکيو خالق،
خدائي جو سچو خادم، خدا تڏ، هن تي راضي هـــو.
هـــي پروانو درازن جـــو، سچل سندو مستانـــو،
سچل ۾ هـــو فنا هردم، بقا جو فيضيابي هـــو.
ڪمائين گڏ ڪئين مائڪ، سچل جي شاعري جا پن،
سچل جـــي شائقن ۾ هي، فنا اڪبر درازي هـــو.
خدا "شاهد" علي اڪبر، دلارو هـو درازن جو،
خدا خود سچل هو، هي سچل جـو سرفرازي هو.

## (۳۵) محترم حسين بخش "پيو"

ڳوٺ عمر پيو

سچل سرمست جـــو پيارو علـــي اڪبر درازي آه
مجسم نينهن ۾ نيـــارو - علـــي اڪبر درازي آه.

۱- مصنف اهل دل شاعر، ادب ۾ علم جـــو ماهر
جهڙو بـاطن تهڙو ظاهر، سخارت ۾ سخي سارو.
علي اڪبر درازي آه.

۲- سدا سرمست ٿو ڊولي، جڏهن قاضي ٿو چپ کولي
اهو آه عشق ان اولي، هنيو جنهن نينهن جونارو.
علي اڪبر درازي آه.

۳- حسين بخش هوندو هردم، دلين ۾ ياد سو دم دم
سدا پيئندو آب زم زم، طريقت جو انم تارو.
علي اڪبر درازي آه.

## (۳٦) محترم پروفيسر شير محمد بلوچ "شاهد"

سکر

آهـــي امر قاضي علي اکبر درازي تا ابد،
قاصر قلم، عاجز رقم، تعريف کـان آ نابلد.

۱- تحقيق ۾ پڙ برک هو، تاليف جـو هو تاجور،
تصنيف جو هو کوڏيو، تحرير انجي ٻُر شهد.

۲- قابل مترجم خوش نوا، شيرين سخن شاعر پلو،
عـــالم و فاضل مقتدر، ممتاز مـــاهر منفرد.

۳- صوفي سگهورو صاف دل، اعليٰ پرش پارس مثل،
درويش دورانديش هو، دانش ڏنس رب احـد.

۴- سالڪ سچو سرمست جو، سرشار سارو عشق ۾،
عاشق محو مست و مگن، مجذوب مستانو عهد.

۵- مسلڪ "سچو" ني گامزن، شيدا مئي‌مست‌والست،
دعويٰ انهيءَ کي ڪونه ٿو، هرگز ڪري ڪو مسترد.

٦- خود دارخود خوحق پرست، بي‌باڪ ۽ هو راست گو،
قيل و تخيتل حال ۾، گرجي پيو چڻ ڪو رعد.

۷- نهٺو نماڻو ڪم سخن، باطن ۽ ظاهر بي ضرر،
شوق وفا جـــي راهه ۾، مانوس مائل مستعد.

۸- عـــارف نجو عاشق سچو، مانـائتو قربـائتو،
معمور موليٰ هو ڪيو، ڪامل سدا حامل زهد.

۹- اسرار حق جو بهره ور، وحدت وجودي نامور،
هـــن بحر ۾ ثابت قـدم، پختو پريمي معتقد.

۱۰- ايثار جـــو مينار هو، هـــن اشتياق عشق ۾،
طالب طلب مطلوب ڪئن، باهم رفيق و متحد.

۱۱- جدت ڏني تو ذوق کي، شائق ٿيو جدوجهد،
فائق اثر تنهنجو آدم، مانجهي مجاهـد مجتهد.

١٢- "شاهد" سلامي تو پري، اخلاص حب ۽ همج مان،
خلد برين ۾ تون هجين، مسڪن شفا خاڪ لحد.

(٣٧) سائينڏنہ ڪوسو "سخي"

درازيءَ جهڙو ٿيندو معتقد پيو ڪو هـزارن ۾
ڪٿابو نام هن سرمست جـــي آهي سچارن ۾

١- تو چمڪي روهڙيءَ جي بزرگان. ڏين تي اهڙو
لڳي جيئن آسمان تي چنڊ تـو سهڻو ستارن ۾.

٢- آهـــي معروف بيشڪ بره وارن لاءِ هو هر جا
چوان تو توڙي هندستان تـوڙي سنڌ وارن ۾

٣- گلستان. ادب ۽ علم ۾ سونهن ائين هـو تـو
گلابي گـل جيئن ڏاڍو لڳي سهڻو تو خارن ۾.

٤- ڏسي تو نظم ۾ ڪيئي نصيحت جا نوان نڪتا
ڏني تعليم روحاني تو هرهڪ ڪـي اشارن ۾.

٥- اٿس شهرت سچل سرمست جي شارح سندي ڏاڍي
گهڻو مشهور آهي ملڪ جي پيڙن ۽ پارن ۾.

٦- سخاوت ۾ "سخي" اهڙوجوجهڙس ٿي پيو مشڪل
درازيءَ جو شمار آهي خدا جي خاص پيارن ۾.

(٣٨) محترم عبدالنبي جانوري بلوچ "خاتم"
پنڌي . روهڙي

قلم جو قلندر الحاج قاضي علي اڪبر درازي (نظم)

علي اڪبر درازي بره جو هڪ باز بـا پر هو،
سچل جو ۽ سخي جو معتقد هو ۽ ثناگر هـو.

ٻڌائيندو نوان سبق نينهن جا نڪتا هـو نادر هو،
نصيحت بخش هنجو نظم هو ۽ شبر و شڪر هو.

طبيعت ۾ فضيلت ۾ ٻہ جهڙس ٿيندو ٻيو مشڪل،
عظيم انسان هو ۽ خلق جو هڪڙو سمندر هـــو.

لکي ويو درد جا نڪتا نوان هو پنهنجي ديوان ۾،
ادب سنڌيءَ جو شيدائي هو، ڄاڻو هو ۽ ماهر هو.

ڏٺم جڏهين وجهي منهن صورت آئينہ ـ اڪبر ۾،
ڏسڻ ۾ جهڙو ٻاهر هو، ڏٺو مون تهڙو اندر هو.

سچل سرمست جي سڪ ۾ لکيا ڪيئي ڪتاب آهن،
قلم ڪي هن ٿي ٻاور هو، قلم جـو هو قلندر هو.

سنڌس سڪ ۾ لکيو آ جانوري "خاتم" ٻہ ٿورو ڪجهہ،
علي اڪبر درازي پنهنجي مرشد جـو ثناگر هو.

## (٣٩) محترم عبدالنبي جانوري بلوچ "خاتم"

سنڌ جو سرمد قاضي علي اڪبر (قطعات)

١ـ وٺا ٿي عشق جي اسرارڪان واقف اهي انسان،
ٻـگوشِ ـ دل ٻڌو جن آهہ ـ پيغامِ ـ علي اڪبر.
سچل سرمست جا شيدائي هتڙي لک هزارآهن،
اول نمبر ۾ ڳڻيو ٿو وڃي نام ـ علي اڪبر.

٢ـ هتي اسپ ـ مستي ٿي بيشڪ ڏٺو سين،
سـوار هو درازي، سـوار هو درازي،
هتي نينهن پنهنجي جـــو نروار نـاصح!
ڪـيو راز خود آشڪار هـــو درازي.

٣ـ هن سنڌ ۾ تصوف جو ساز هـــو درازي،
سرمست جو سورو آواز هـــو درازي،

بيدل کانپوءِ وحدت جو واچو هن وڄايو،
هن روهڙيءَ جو "خانم" هڪ ناز هو درازي.

۴- هن مڪتبءِ سخن ۾ والاري جاه آهي،
ٿيو علمءِ محويت جو استاد هو درازي،
مرشد سندي محبت ۾ مست هو سدائين،
بس دردءِ عشق سان ٿيو آباد هو درازي.

## (۴۰) ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو

سراپا عشق هو ۽ عشق جو وجدان هو قاضي،
سڄاڻو عشق کي جنهن، عشق جو عرفان هو قاضي.
ڏني جنهن کي نوابي نينهن جي دولهه درازي آ،
فقيرن جي فقر ۾ خرقهه رهبان هو قاضي.
سدا موجود، حق موجود هو جنهن جي زبان تي نت،
اهو بي باڪ قاطع ڪوڙ جو برهان هو قاضي.
نه مسلڪ صاف هو صوفي، فنا في الشيخ هو ڪامل،
زهد تقويٰ نه سيرت صاحبِ ايمان هو قاضي.
سخنور برک عالم نامور هو نت اديبن ۾،
صفِ علم و ادب ۾ رتبهه سحبان هو قاضي.
عطا جود و سخا ۾ ۽ وفا ۾ ۽ محبت ۾،
دکي دل جو سچو همدرد ۽ درمان هو قاضي.
رياضت ۾ سيما هم في وجوههم جي علامت سان،
نمودِ تاب هو، روشن رخِ تابان هو قاضي.
لطافت ۽ لياقت ۾، فصاحت ۽ بلاغت ۾،
عيان اوصاف ملڪوتي سندو انسان هو قاضي.

سچل سرمست جو شارح، ڏنو جنهن درس دولهه جو،
سنيهو سچ سليندڙ سالڪن جو شان هو قاضي.
ڪشالا خوب ڪالي "راز" جنهن حاصل ڪيو رتبو،
خراج- دست لڪ، دست- جفا سلطان هو قاضي.

## (۴۱) شاعر- عوام نثار "بزمي"

قاضي علي اڪبر درازي    سنڌ جو سينگار هو
هرهڪ ڪلي جو هار هو
هو مرد مئيا دار هو
۽ عشق جو اظهار هو
من ۾ نه رکندو مير هو
اي دل! پڇين ٿي ڪير هو؟

قاضي علي اڪبر درازي    واه جو انسان هو
هو صاحب- ايمان هو
الله جو احسان هو
هو عشق جو اعلان هو
اخلاق جو ڄڻ ڍير هو
اي دل! پڇين ٿي ڪير هو؟

سهڻي سچل سرمست جو    سانئل سڏائيندو ويو
ميلا مچائيندو ويو
دليون کلائيندو ويو
سرهاڻ پنهنجي ساه جي    سڀ کي سنگهائيندو ويو
راحت رسائيندو ويو
ظاهر ۾ لاغر پر ببر جڻ شير هو
اي دل پڇين ٿي ڪير هو ؟

سالڪ سچو صوفي صفا
مرشد جي در جو هو گدا
پنهنجي ورهائي ويو وفا
ڪهڙا نـه ماڻي ويو مزا
ڪنهن سان نه هن جو ويرهو
اي دل! پڇين ٿي ڪير هو؟
خادم هو خدمتگار هو
بس! پيار جـو پينار هـو
چڱ مهر جـو مينار هو
نندي وڏي جـو يـار هو
ٿيو نينهن ۾ نروار هـو
پيغام هـو پرڀات جـو
بادل هو چڱ برسات جـو
هن پر لڳڻ جو ڪير هو
اي دل! پڇين ٿي ڪير هو؟

## (٤٣) اشرف زمان پير چلبائي
شڪارپور

برابر علم جو پندار هو - قاضي علـي اڪبر؛
سراسر سنڌ جو سينگار هو - قاضي علي اڪبر.

١- ڪئي هن ديس جي خدمت ۽ پنهنجي ديس وارن جي،
ديار ديس جو دلدار هو - قاضي علـي اڪبر.

٢- سچو سونهون وفا جـو ۽ محبت جو منارو هو،
سدائين مرڪڻو مهندار هو - قاضي علـي اڪبر.

۳- سدا سهڻو سخن پرور ۽ محفل جـــو منصور هو،
منا اني محفلي منڊار هو - قاضي علـــي اڪبر.

۴- دغا بازن جو دشمن ۽ خوشامند جو مخالفت هو،
سڏي سڻين يار جو، بس يار هو- قاضي علي اڪبر.

۵- خدا جو خاص پوڄاري ۽ محمدﷺ جو پيروڪار هو،
ڪندو اسلام سان، بس پيار هو- قاضي علي اڪبر.

۶- خلوص دل جو مالڪ ۽ وڏائي ڪان وڌون ويندو هو،
اجائي ڏيک ڪان بيزار هو- قاضي علـــي اڪبر.

۷- اديبن، شاعرن جـــي لاء، وڏو انس رکندو هو،
ڪندو هرجاء هي اظهار هو - قاضي علي اڪبر.

۸- ڏسي مهمان کي هڪدم، اٿي ڀڄندو ۽ ڪلي ڏيندو هو،
ڀائي ياڪر ڪندو ڪيڪار هو- قاضي علي اڪبر.

۹- ٿين پيدا ٿا قسمت سان، اهي ماڻهو وري ”اشرف“،
ٿيو پيدا جيئن هڪ وار هو - قاضي علـــي اڪبر.

## (۴۳) محترم ڊاڪٽر عبدالعلي ”قلباڻي“
حيدرآباد

آخر ڪيائين ڪمال، عمر جـــي زوال وقت،
مشڪل اهـــڙو مثال، عمر جـي زوال وقت.
ڇوونجاه ڪتاب ڇپائي، ڪيائين اضافہ ادب،
مرشد جـــي مدد سان، راضـي ٿيس رب،
واه جذبو ۽ جمال، عمر جـــي زوال وقت.

دولهہ درازيءَ ڪيس، سڀ ڪجهہ دراز،
عمـــر، علم، عشق، عقـــل، دور دراز،
۴ جانب جو جمال، عمر جـــي زوال وقت.

حاجي بہ ٿيو، زوار ٿيو، قاضي علي اڪبر،
فقير خليفو ٿيـــو، مجاهـــد بـــا صبر،
محبت جو مليس مال، عمر جي زوال وقت.

پيريءَ ۾ محنت ڪري، پاڻ کي ڪمائين فنا،
جيسين سندس ڪتاب، تيسين سندس نالو بقا،
ماڻيائين وڃي وصال، عمر جـــي زوال وقت.



# (ڀاڱون ڇهون)

## اخباري تعزيت نام ۽ تاثرات

### وفات حسرت آيات الحاج قاضي علي اڪبر درازي

### درگاه سچل سرمست جو سجاده نشين گذاري ويو.

درگاه حضرت سچل سرمست جو سجاده نشين قاضي علي اڪبر درازي ڪالهہ رات روهڙيءَ ۾ وفات ڪري ويو. هن پويان ٻہ پٽ ڇڏيا آهن. مرحوم تصوف ۽ شاعري تي مختلف زبانن ۾ ٤٨ ڪتاب لکيا آهن. جن مان ٢ ڪتاب ڇپائي هيٺ آهن. هن حضرت سچل سرمست جي فارسي ڪلام جو اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. مرحوم ١٩٦١ع کانپوءِ لکڻ شروع ڪيو. ان کان اڳ سرڪاري ملازمت ۾ هو ۽ سال ١٩٥٠ع ۾ خزاني آفيسر جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيائين.

"هلال پاڪستان" ڪراچي ١- نومبر١٩٨١ع

"عبرت" حيدرآباد ١- نومبر ١٩٨١ع

### سندھ کے معروف ادیب قاضي علی اکبر درازی رحلت فرما گئے۔

یہ خبر ادبی حلقوں میں نہایت دکھ اور افسوس سے سنی جائیگی کہ سندھ کے معروف ادیب اور مؤرخ قاضی علی اکبر درازی طویل علالت کے بعد گذشتہ شب اپنے خالق حقیقی سے جا ملے۔ مرحوم کی عمر اسی برس تھی اور طویل عرصے سے علیل تھے مرحوم سندھ کے ادبی حلقوں میں نہ صرف بہت مقبول تھے بلکہ عزت اور توقیر

کی نظر سے دیکھے جاتے تھے. مرحوم نے سندھ کے ادب ثقافت اور تاریخ پر چالیس کتابین لکھی ھیں. اور حضرت سچل سرمست کے سندھی اردو، فارسی، سرائیکی، عربی، ھندی اور پنجابی کے کلام، پر لاتعداد مقالے سپرد قلم کئے ھیں جن کو اپنی آخري عمر میں کتابی شکل دینے کی کوششون میں مصروف تھے ادارہ مغربی پاکستان قاضی صاحب کی موت پر اپنے گہرے دکھ اور افسوس کا اظھار کرتے ھوئے مرحوم کیلئے دعائے مغفرت کرتا ھے اور پسماندگان سے اظھار تعزیت کرتے ھوئے ان کیلئے صبر و جمیل کی دعا کرتا ھے.

روز نامہ مغربي پاکستان سکھر ۱- نومبر ۱۹۸۱ع

## سندھ کے مشھور ادیب قاضی علی اکبر درازي رحلت کر گئے - مرحوم ۴۴ کے لگ بھگ کتابیں لکھیں. نماز جنازہ میں سینکڑوں افراد کی شرکت.

سندھ کے مشھور ادیب اور درجنون کتابون کے مصنف اور سندھ کے مشھور صوفی شاعر ھفت زبان حضرت سچل سرمست کے عقیدت مند قاضی علی اکبر درازي گذشتہ رات روھڑی میں انتقال کرگئے مرحوم کی عمر ۷۷ سال کے لگ بھگ تھی انھون نے عقیدت مندی کی وجہ سے اپنے نام کے ساتھ درازی لگایا کیونکہ حضرت سچل سرمست کا مزار خیرپور ضلع درازہ شریف کے مقام پر ھے مرحوم نے ۴۴ کے لگ بھگ مختلف موضوعات پر کتابیں لکھیں جن میں بیشتر کتابیں سچل سرمست پر ھیں انھیں آج سہ پھر تین بجے آبائی قبرستان روھڑی میں سپرد خاک کردیا گیا.

روزنامہ کلیم سکھر ۱- نومبر ۱۹۸۱ع

## قاضي علي اکبر کی وفات پر اظھار تعزیت

سندھ کے معروف شاعر اور ادیب ڈاکٹر عطا محمد حامی نے

حضرت سچل سرمست کے عقیدت مند قاضی علی اکبر کی وفات پر دلی دکھ کا اظہار کیا ھے انہوں نے خدا سے دعا کی کہ اللہ پاک انکو جنت‌الفردوس میں جگہ عطا فرمائے اور سوگوار خاندان کو صبر جمیل عطا فرمائے۔ آمین۔

## قاضي علی اکبر درازي انتقال کرگئے
## مرحوم حضرت سچل سرمست کے زبردست شیدائی
## اور ۴۴ کتابوں کے مصنف تھے

حضرت سچل سرمست کے عقیدت مند اور جانثار قاضي علی اکبر درازی کل رات ساڑھے نو بجے دائی اجل کو لبیک کہہ گئے۔

انا للہ وانا الیہ راجعون۔

ان کی عمر ۸۰ برس تھی انہوں نے اپنے پسماندگان میں دو بیٹے چھوڑے ھیں مرحوم طویل عرصے سے بستر علالت پر تھے۔ قاضی علی اکبر سندہ کے تاریخی شہر روہڑی میں ۱۸۹۵ع میں پیدا ھوئے حضرت سچل سرمست سے والہانہ عقیدت کی بنا پر درازی کہلوانے میں فخر محسوس کرتے تھے ابتدائی تعلیم روہڑی میں پائی۔ ۱۹۴۹ع میں ریوینیو ڈپارٹمینٹ میں بطور خزانہ آفیسر مقرر ھوئے اسی عھدہ پر رٹائر ھوئے۔ درازی مرحوم نے ۱۹۶۳ع سے سچل سرمست پر لکھنا شروع کیا تقریباً ۴۴ کتابوں کے مصنف ھیں جن میں تین کے علاوہ باقی سب منظر عام پر آچکی ھیں۔ ضعیف‌العمری اور ناسازی طبیعت کی وجہ سے بمشکل چلتے پھرتے تھے۔ حضرت سچل کے اتنے شیدائی تھے کہ جہاں سے سچل علیہ رحمۃ کے نام کا بلاوا آتا تو وھاں کسی نہ کسی ذریعہ سے پہونچ کر اپنی محبت کا ثبوت پیش کرتے تھے۔ ادارہ یادگار درگاہ ایزدي میں دست بدعا ھے کہ مرحوم کو خداوند قدوس جوار رحمت میں جگہ دے اور پسماندگان کو صبر جمیل عطا فرمائے۔

روزنامہ "یادگار" سکھر ۱- نومبر ۱۹۸۱ع

## معروف ادیب علی اکبر درازی کا انتقال

## انہوں نے سچل پر قابل قدر کام کیا

سندہ کے مشہور ادیب، شاعر ھفت زبان حضرت سچل سرمست کے سجادہ نشین علی اکبر درازی گذشتہ ھفتے کو انتقال کرگئے۔ وہ سچل سرمست کے شارح تصور کئے جساتے تھے انہوں نے سچل کے کلام اور پیغام اور دیگر موضوعات پـر کل چـالیس کتابیں لکھیں انہوں نے سچل کے کلام پر تفصیلی تحقیق کی حال ھی میں انھیں سچل اکیڈمی کا پہلا ایوارڈ بھی ملا وہ آخر وقت تک اس کام میں مصروف رہے۔

جنگ کراچی ١- نومبر ١٩٨١ع

## آه! قاضي علي اڪبر درازي

قاضي علي اڪبر درازي جي وفات حسرت آيات سنڌ جي عوام لاءِ عموماً ۽ علمي ۽ ادبي حلقن لاءِ نهايت گهري رنج ۽ ڏک جـو باعث آهي. مرحوم پنهنجي ساري عمر حضرت سچل سرمست جـي ڪلام جي تحقيق، تصنيف، ۽ تـاليف ۾ صرف ڪري ڇڏي. سچل سرمست جـي تصوف ۽ شاعريءَ تـي انڪل ٤٤ ڪتاب لکيا هـو سچل سائين جـو سچو عاشق ۽ معتقد هـو. مرحوم ڪـي حضرت سچل سرمست جي ڪلام تي هڪ اٿارٽي ليکيو ويندو هو. هو درگاه تي سالانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي شاناُئتو ۽ سهڻو بندوبست ڪرڻ ۽ درگاه جي انتظام ڪـي سهڻي نموني هلائڻ لاءِ بـہ جيڪا محنت ڪندو هـو، سا بہ تعريف جي مستحق آهي. مرحوم جـي وفات سان سچل سائين جي شيدائين ۾ هڪ اهڙو خال پيدا ٿي ويو آهي جيڪو شايد مشڪل سان پُر ٿي سگهي.

اسان هن ڏکدائڪ موقعي تي مرحوم جي پوين ۽ دوستن و احبابن سان دلي تعزيت جو اظهار ڪريون ٿا. رب پاڪ کان دعاگو آهيون ته مرحوم کي جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ پوين کي صبر جميل جـي توفيق عطا فرمائي- آمين.

"عبرت" حيدرآباد ٢- نومبر ١٩٨١ع

## درگاه سچل سرمست جو خليفو قاضي علي اڪبر گذاري ويو.

## درازيءَ جي وفات تي ڏک جو اظهار

## حاجي عبدالرحمان طرفان مرحوم درازيءَ کي زبردست خراج عقيدت

مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ سڄي زندگي
سچل سائين جـي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ گذاري.

سنڌ جي چيف ائڊمنسٽريٽر- اوقاف، حاجـي عبدالرحمان درگـاه سچل سرمست جي خليفي قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو آهي.

هڪ بيان ۾ هـن چيو تـه مرحوم علـي اڪبر درازي حضرت سچل سرمست جو وڏو شيدائي هو. جنهن پنهنجي سڄي ڄمار حضرت سچل سرمست جي پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ گذاري- مرحوم پنهنجي زندگيءَ جـي آخرين ڏينهن ۾ سچل سرمست جـي شاهڪار تصنيف "ديوان آشڪار" جي اردو ترجمي ۾ مصروف رهيو. تازو سنڌ جـي گورنر جي هدايتن تي سنڌ جي اوقاف کاتي "ديوان آشڪار" جي ڇپائي جـو انتظام ڪيو آهي. اهو ڪتاب هفتي کن ۾ ڇپجي پـڌرو ٿيڻ وارو آهي.

حاجي صاحب دعا ڪئي تہ مرحوم قاضي علي اڪبر صاحب کي خدا تعاليٰ غريق رحمت ڪري. (آمين)

روزانہ "سنڌنيوز" حيدرآباد ٢- نومبر ١٩٨١ع
" "آفتاب" " ٢- "
" "عبرت" " ٢ "
" "مهراڻ" " ٢- "

## حاجی عبدالرحمان کا اظہار تعزیت

سندھ کے چیف ایڈمنسٹریٹر اوقـاف حاجی عبدالرحمان نے درگاہ سچل سرمست کے سجادہ نشین قاضی علی اکبر کی وفات پر گہرے دکھ کا اظہار کیا ہے۔ ایک بیان میں انہوں نے کہا ہے کہ مرحوم علی اکبر درازی سچل سرمست کے بڑے شیدائی تھے جنہوں نے اپنی پوری زندگی سچل سرمست کے پیغام کو عام کرنے کے لئے گذاری مرحوم اپنی زندگی کے آخری دنوں میں سچل سرمست کے شاہکار کی تصنیف دیوان آشکار کے اردو ترجمے میں مصروف تھے۔ حال ہی میں گورنر سندھ کی ہدایت پر محکمہ اوقاف نے دیوان آشکار کے اس ترجمے کو چھاپنے کا انتظام کیا ہے جو عنقریب شایع ہونے والا ہے۔

جنگ کراچی ٣- نومبر ١٩٨١ع

## قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي تعزيت

سنڌ جـي چيف ائڊمنسٽريٽر - اوقاف حاجي عبدالرحمان درگـاه حضرت سچل سرمست جي سجاده نشين قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو آهي. حاجي صاحب دعا ڪئي

آهي ته رب پاڪ مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ کي جنت ۾ جايون عطا فرمائي.

هوڏانهن ينگ رائٽرس گلڊ سنڌ جي مرڪزي سيڪريٽري جنرل عبدالرحيم صادق قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي ڏک جو اظهار ڪيو آهي.

"هلال پاڪستان" ڪراچي ٣- نومبر ١٩٨١ع

## سيد غوث علي شاه ۽ نذر شاه طرفان تعزيت

صوبائي وزير قانون ۽ تعليم سيد غوث علي شاه ۽ صوبائي وزير روينيو ۽ مواصلات سيد نذر شاه درگاه حضرت سچل سرمست جي سجاده نشين قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو آهي. هنن وڌيڪ چيو ته مرحوم سنڌي ادب ۽ علم جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ۽ هن جي وفات سان سنڌي ادب کي جيڪو ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي سا ڪوٺ ڪڏهن به پوري ٿي نه سگهندي.

"عبرت" حيدرآباد ٤- نومبر ١٩٨١ع

## قاضي علي اڪبر جي وفات تي ڏک

بزم لطيف جو اجلاس تازو هتي زير صدارت قاضي عبدالحي "قائل" جي ٿيو. جنهن ۾ مرحوم و مغفور قاضي علي اڪبر درازي جي ناگهاني موت تي رنج ۽ ڏک جو اظهار ڪيو.

"عبرت" حيدرآباد ٥- نومبر ١٩٨١ع

## قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي ڏک جو اظهار

سچل سرمست اڪيڊمي جي ميمبر ۽ سچل سرمست ادبي و ثقافتي

سنگت خيرپور جي صدر سرائي اعجاز حسين وڪيل صاحب حضرت سچل سرمست جي عاشق و شيدائي مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تــي سندس پوين سان گهري غم، ڏک ۽ همدرديءَ جـو اظهار ڪيو آهي.

هن چيو تہ هن جي وفات سان ”سنڌي ادب“ کي وڏو نقصان پهتو آهي. مرحوم ۴۵ ڪتابن جو مصنف هو.

سندس ادبي ثقافتي خدمتون وسرڻ جهڙيون نہ آهن. آخر ۾ هــن حڪومت سنڌ کان مطالبو ڪيو تہ هن جي پوين لاءِ گرانٽ منظور ڪئي وڃي ۽ سچل سرمست اڪيڊميءَ کي گهرجي تہ مرحوم جــي نالي پويان ڪو ”ميڊل“ يا ”ادبي انعام“ ڏيڻ جو اعلان ڪري.

”مهراڻ“ حيدرآباد ۵- نومبر ۱۹۸۱ع

## قاضي علي اڪبر درازي موڪلائي ويو.

آخرڪار بي رحم موت قــاضي علي اڪبر درازي بہ اسان کــان جدا ڪري ڇڏيو. مرحوم جي وجود سان حضرت سچل سرمست رح جي ورسي وڏي پيماني تي ملهائي ويندي هئي. قــاضي صاحب حضرت سچل سائين جو جيئرو جاڳندو پروانو هيو. ۽ هن ۴۴ ڪتاب سچل سائين جي حياتيءَ ۽ ڪلام تي تحرير ڪيا.

اداره ”مظلوم“ مرحوم جي عزيزن- دوستن ۽ عقيدت مندن سان غم ۾ برابر جو شريڪ آهي. شال رب پاڪ قاضي صاحب مرحوم کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي. ( آمين )

هفتيوار ”مظلوم“ ڪمبٽ ۵- نومبر ۱۹۸۱ع

## قاضي علي اڪبر درازي جي وفات تي تعزيت

حضرت سچل سرمست اڪيڊميءَ جي ميمبر اعجاز حسين وڪيل

هڪ بيان ۾ چيو آهي ته محترم قاضي علي اڪبر درازي جي وفات هڪ وڏو ادبي نقصان آهي.

هن وڌيڪ چيو ته مرحوم حضرت سچل سرمست جو بي لوث عاشق صادق هو ۽ ٤٥ ڪتابن جو مصنف هو. سندس ادبي ۽ ثقافتي خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن. هن حڪومت کي اپيل ڪئي آهي ته مرحوم جي پونئرن لاءِ مناسب گرانٽ مقرر ڪئي وڃي.

"عبرت" حيدرآباد ٨- نومبر ١٩٨١ع

## ممتاز اسڪالر قاضي علي اڪبر درازي جي وفات تي انجمن جي اڳواڻن جو اظهار افسوس

ملڪ جي ممتاز اسڪالر قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي انجمن جي اڳواڻن ملڪ سلطان، جاويد چانڊيو، اشفاق چغدائي، نجم الرحمان صديقي، اسلام الدين ايوبي، وقار احمد هاشمي ۽ شرف محمود خان اونهي رنج ۽ غم جو اظهار ڪيو ۽ قاضي صاحب جو موت هڪ عظيم قومي نقصان قرار ڏنو آهي.

انجمن طلباء اسلام سنڌ ڪراچي

## "تعزيتي گڏجاڻي"

دادن ميموريل ڪاميٽي راڏڻ جي تعزيتي گڏجاڻي زير صدارت اسحاق راهي جي تي گذري. جنهن ۾ ضمير علي "مولائي" مجاهد راڏڻائي، لعل الدين "بسمل" فيض الله "فيض" شائق بخاري، گل حسن جانوري، غلام اڪبر منگي، مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي لاءِ دعا مغفرت ڪئي ۽ پوين سان دلي صدمي ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪيو.

"عبرت" حيدرآباد ١٠- نومبر ١٩٨١ع

## قاضي علي اڪبر درازيءَ لاءِ اظهار تعزيت

بزم لطيف ٺرڙي محبت جي سڀني عهديدارن ۽ ميمبرن طرفان مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي نهايت رنج ۽ غم جو اظهار ڪيو ويو آهي. سڀني دعا ڪئي آهي ته شال مرحوم کي ڌڻي تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي. (آمين)

هفتيوار ”آواز سنڌ“ دادو ١٢- نومبر ١٩٨١ع

## قاضي علي اڪبر درازي

اسانکي هي ڏاڍي سخت افسوس ٿيو آهي ته درگاهه سچل سرمست جو سجاده نشين قاضي علي اڪبر صاحب درازي وفات ڪري ويو.

مرحوم قاضي صاحب يقينن هڪ عظيم ماڻهو هو. هن سچل سرمست جي ڪلام کي عام ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. هن سچل جي مختلف ٻولين ۾ چيل ڪلام کي سهيڙيو ۽ ڇپايو. سنڌي ڪلام کي ڇپرائڻ سان گڏ هن سنڌس فارسي ڪلام سنڌي ۽ اردو ترجمي سان شايع ڪرايو.

هو سچل سرمست جي ڪلام جو چڱو مفسر هو. ڪيس سچل سرمست تي هڪ اٿارٽي چئجي ته به سونهي. هن سچل جي ڪلام ٺوڙي شاعري ۽ تصوف بابت مختلف ٻولين ۾ ٤٨ ڪتاب لکيا آهن. جن مان ڪيترا ڇپيا آهن. اهڙيءَ طرح هن سنڌي علم ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. يقيناً هن جي انتقال سان سنڌي ادب کي جيڪو نقصان رسيو آهي انجي تلافي سولائي سان ڪونه ٿي سگهندي. سچل جو هن جهڙو مفسر هائي نظر نٿو اچي.

اسانجي دعا آهي ته خدا تعاليٰ مرحوم کي غريق رحمت ڪري ۽ سنڌس پوين کي هي صدمو صبر سان برداشت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي- (آمين)

هفتيوار ”آواز سنڌ“ دادو ١٢- نومبر ١٩٨١ع

## قاضی علی اکبر درازيؔ کی وفات پر اظہار تعزیت

لاکالیج خیرپور کے پرنسپل اور سچل سرمست اکیڈمی خیرپور کے جنرل سیکریٹري مسٹر هادی بخش لاڑک ایڈوکیٹ نے اپنے ایک بیان میں سندھ کے مشہور ادیب و محقق قاضي علی اکبر درازی کی وفات پر گہرے دکھ کا اظہار کرتے ہوئے کہا کہ قاضی علی اکبر درازی نے طویل عرصہ سچل سرمست اکیڈمی میں ہمارے ساتھ کام کیا وہ نہ صرف سچل کے عقیدت مند تھے بلکہ وہ عقیدت مندی کی معراج کو پہونچے ہوئے تھے مرحوم نے سرکاری ملازمت کے بعد اپنے آپ کو سچل کے لئے وقف کردیا تھا قاضی صاحب نے سچل سرمست پر بڑی تحقیق کی اور تقریباً پچاس کتابیں لکھیں انھوں نے کہا قاضی صاحب کے انتقال سے سندھی ادب کو جو زبردست نقصان پہونچا ہے اس کی کمی ایک عرصہ تک پوری نہیں کی جا سکی گی.

"جنگ" کراچی ۱۲- نومبر ۱۹۸۱ع

## مرحوم قاضي علي اکبر درازيءَ جي تعزيت

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن رجسٽرڊ نـري ميرواه شاخ پنهنجي هڪ گڏجاڻي ۾ هڪ تعزيتي ٺهراءُ پـاس ڪري قـاضي علي اکبر درازيءَ صاحب جـي وفات تي گهري ڏک و رنج جـو اظهار ڪيو آهي. ۽ دعا ڪئي آهي تہ شال الله پاڪ مرحوم کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائيندو ۽ پوين کي صبر جميل عطا ڪندو.

هفتيوار "فتح اسلام" خيرپور ۱۳- نومبر ۱۹۸۱ع

## ڀٽائي ادبي سنگت جي گڏجاڻي

ڀٽائـي ادبي سنگت سنڌ جـي گڏجاڻـي زيـر صدارت ڊاڪٽر

عبداللطيف "قمر" سعيدآباد برانچ تي گذري، جنهن ۾ قاضي علي اڪبر درازي جي وفات تي ڏک جو اظهار ڪيو ويو.

"عبرت" حيدرآباد ١٤- نومبر ١٩٨١ع

ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ:

## "سچي ادب جو مبلغ"

## مرحوم قاضي علي اڪبر درازي

سماجهڙي اديب ۽ پرخلوص انسان قاضي علي اڪبر درازيءَ کي دنيا ڇڏي ڪجهه ڏينهن گذري چڪا آهن. پر پوءِ به ائين ٿو لڳي، ڄڻ اجا زنده آهي ۽ زنده انسان تي ڪهڙو قلم کڻان؟ ٿن ڇئن ڏينهن کان لکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي عقيدي موجب علم ۽ قلم سان ته انصاف ڪيو. ليڪن اسان سندس قدر ڪونه ڪيو. شايد اها بي قدريءَ جي سزا آهي جو پلا ماڻهو منهن اڪائي وڃي قبرن پيڙا ٿين ٿا.

قاضي صاحب کي به اسان سندس حياتيءَ ۾ گهڻو ڪجهه ڏنو. بي قدري سندس بلي ته هونئن ئي ٿيڻي هئي. تنهنجو بہ اسان کيس شڪار بڻايو. ڪن هنڌن تي اسان سچائپ جو به مظاهرو ڪيو. جتي سچل سائين جو ذڪر ڪيوسين. اتي قاضي صاحب مرحوم کي وساري وڌاسين. هن طرف حقيقت هيءَ هئي. قاضي صاحب سچل سرمست جي فڪر جي هڪ سچي عاشق وانگيان خدمت ڪئي.

هڙيءَ بي قدريءَ واري دنيا ۾ به قاضي صاحب قدرداني کي هٿان نه ڇڏيو. پوڙهو جهور ٿي چڪو هو. پيو ته ڇا پر کيس پنهنجون اکيون به جواب ڏيئي چڪيون هيون. پاڻ لکي پڙهي نه سگهندو هو، پر پوءِ به پنهنجن نيڙن پولن کي گڏ وهاري عرمڪ دوست ڏي خط

لکندو هو، ڪتاب لکندو هو، ۽ ڪتاب ڇپرائـي مفت ۾ مائهن ڏي ڏياري موڪليندو هو.

اڄ ڪم آهي جو ڏکر جي زماني ۾ پنهنجي کيسي مان ڏوڪڙ ڪيڍي ڪتاب ڇپرائي ورهائي. اها قاضي صاحب جـي علم دوستي ۽ ادب پروري هئي. اها سندس پنهوارن سان پريت جي ريت رهي.

قـاضي صاحب مرحوم وفـا ۽ خلوص جـو پتلو هو. هڪ دفعي جيڪڏهن ڪنهن خط وسيلي يا پاڻ وچي قاضي صاحب سان پريت جو پيچ ڻي پاتو ته باقي نڀائڻ ڪم قاضي صاحب مرحوم جو هوندو هو.

جيئن اسان وٽ رواج آهي ته اسان پنهنجي اجائـي وڏ مائهپ پنهنجي نئين نسل تي مڙهيندا آهيون ۽ نئين نسل جي هر معقول ڳالهه کي به نا تجربيڪاريءَ جو نالو ڏئي ڇڏيندا آهيون. تيئن قاضي صاحب ڪڏهن به نه ڪيو. مون سندن اڳيان "دولهه درازي" ڪتاب جـي ناياب هئڻ جي شڪايت ڪئي ته پاڻ اهو ٻيهر ڇپرايائون. ڪين وڌيڪ صلاح ڏنم تـه ڏانهن لکيل خط ڪتابي صورت ۾ ڇپجڻ گهرجن تـه اسانکي "موتين مٺ" ڪتاب مليو. شل ههڙي سڀاجهڙي انسان کي جنت ۾ جايون ملن ۽ اتي موجون مائي.

قاضي صاحب مرحوم جيترو هو پُر خلوص اوترونـي هو پنهنجي عقيدي سان سچو. هو پنهنجي خلاف ته هر ڳالهه ٻڌي سگهندو هـو، ليڪن سچل سائين ۽ سچي ادب خلاف ڪجهه بـه ٻڌڻ لاءِ تيار نـه هوندو هـو. ڪجهه وقت اڳ اسان جـي ڪن عالمن راءِ ڏني تـه سچل سائين "هفت زبـان شاعر" نه هو. اها جـو ڳالهه ٻڌائين تـه سچل سائين جـي ڇهن ٻولين زبانن واري ڪلام کـي ڪٺي مختصر ڪتابڙي ۾ ڇپرايائين. ٻـاڻ لڪ لڪاءَ مان چائندو ڏـي ڪونه هو. سچ چوڏو هوندو هئس ته صاف چئي ڏيندو هو.

آءٌ قـاضي صاحب مرحوم جـي کهڙن ڳڻن تي لـکان. سندس

شخصيت تـسي لکان يا ڪردار تي. علم دوستيءَ تي لکان، يـا ادب پروريءَ تي. سندس حياتيءَ تي لکان يا مماتي تي، سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڳالهه ڪٿان شروع ڪيان ۽ ڪٿي وڃي پوري ڪريان.

"هلال پاڪستان" ٢١- نومبر ١٩٨١ع

## "تعزيت جو اظهار"

راڻيپور جي معروف سماجي ڪارڪن محمد هارون ميمڻ درگـاه حضرت سچل سرمست جي سجاده نشين قـاضي علي اڪبر درازيءَ جي وفات تي بيحد ڏک جو اظهار ڪيو آهي.

"عبرت" حيدرآباد ٢٩- نومبر ١٩٨١ع

جوهر بروهي:

## "ڪجهه يادون ۽ ڪجهه سوچون"

### علي اڪبر درازي

سنڌ واسي پنهنجن سنڌي مشاعرن ۽ شاعرن کي داد ڏيڻ ۾ بـه ڏکيائي سمجهندا آهن. جڏهن شاعر شعر پورو ڪري اسٽيج تـان لهڻ وارو ٿيندو، ان وقت احسان فرمائـي تاڙيون وڄايون وينديون. اهي تاڙيـون پنهنجي جند ڇڏائڻ ۽ شاعر جـي بس ڪرڻ جـي خوشيءَ ۾ لڳنديون آهن. باقـي اردو مشاعرن جا سامعين پنهنجي هر شاعر جـي بند بند تي اهڙو داد ڏيندا، جو اهو داد بـه ڇڻ شعر پنجي ويندو. ان طريقي زندگي ۾ اسان پنهنجي ڪنهن بـه شاعر، اديب، ليکڪ کي داد نه ٿا ڏيون. باقي هو جڏهن زندگيءَ جي اسٽيج تان پنهنجي فن سميت لهي وڃي ٿو نه پوءِ ڪيئيءَ کان ڪشمور تائين تـاڙين جو ٺهڪو ٿو پنجي وڃي.

غلام محمد گرامي- عبدالڪريم گدائي- دادن فقير- در محمد خان جهڙا الاهي اعليٰ پائي جا اديب شاعر- مصنف پنهنجو وارو وچائي آرامي ٿيا. ان پوءِ سنڌ جي قدردانن ڪر موڙيو- آرس پڳو. جڏهن گرامي جيون جي سفر لاءِ ڏوڪڙ لاءِ محتاج هيو. ان لاءِ نمبر نڪتا. گدائي لاءِ به مرڻ کانپوءِ گهڻو ڪجهه ڪيو ويو- دادن فقير لاءِ مقرر سرڪاري وظيفي ڪي سندس زندگيءَ ۾ اپريس نه ملي سگهي- ان ڪانپوءِ مرحوم جي ياد ملهائي وئي. ان ڪانپوءِ شهنشاهه عشق جي سجاده نشين جناب قاضي علي اڪبر درازي پڻ راهه رباني ورتي ۽ بيانن جو سلسلو جاري ٿيو. شعر به ٺهندا. هاڻي باقي اڳتي جو انتظار آهي.

اسانجو اخلاقي فرض آهي- اسان پنهنجن بزرگن- جهونن- ڪراڙن ڪي سندن زندگيءَ ۾ داد ڏيون- موت ڪان پوءِ انهن لاءِ سچ جو اپرڻ- لهڻ- زندگيءَ جون سڀ حقيقتون ختم ٿي وڃن ٿيون. پوءِ انهن ڪي چا چاڻ نه پوئتان اسان جي قوم ڪهڙي قدر اسان لاءِ ماندي آهي. انهن ڳالهين مان مرحوم ڪي ڪهڙو فائدو ملندو.

قاضي علي اڪبر درازي جي وفات جو احوال معلوم ڪري، سوچيم ته هڪ پيرو وري ڳتا آهيون. سندس ياد ۾ ڪجهه لکڻ ڪان حجاب به اچي ٿو. اسانکي اهو سڀ ڪجهه ان جي زندگي ۾ ڪرڻ گهربو هو. هن مهل جيڪي ڪجهه لکيو اهو سڀ رواجي سطحي لڳندو.

مرحوم قاضي صاحب جي درويشي صوفيانيت ٿي نرالي آهي- پر سرمست سچل سائين سان جيڪا محبت قاضي صاحب ڪي هئي، ان لاءِ هر سنڌ واسي واقف هوندو. قاضي صاحب نه فقط سچل سائين جو ڪلام سهڙيو، پرکيو- پروڙيو، پر پنهنجا سڀ ڪتاب مفت ۾ تقسيم ڪيا.

هن دور ۾ رڳو ڪتاب ڇپائڻ خود هڪ مرحلو ۽ مسئلو آهي. يا ان ڪم سان دلچسپي رکندڙن چا ڪمايو آهي، ڪو خوش نصيب

ناشر اهڙا هوندا جن سنڌي ڪتابن منجهان ڪمايو هجي. پوءِ قاضي صاحب جا ڇپايل ڪتاب سندس همت ۽ سخا جا مظهر آهن.

قاضي صاحب جي ترتيب ڏنل ڪتابن مان ڪي ڪتاب يادگار ڪتاب ليکجن ٿا. مجموعي طرح قاضي صاحب کي پنهنجي وڏي توڙي ننڍي ڪتاب سان ڪافي پيار هوندو هو. ۽ هن جي خواهش هوندي هئي ته منهنجو ڪتاب ضرور پڙهيو وڃي. پڙهڻ پڙهائڻ ئي ڪتاب جي صحيح قيمت هوندي آهي. ڪتاب موڪلجي ٿو. ملڻ جو اطلاع ڪندا. جڏهن ته اڄ ڪلهه پنهنجن سائين عزيزن ڏانهن به خط لکڻ اوکو آهي. مگر قاضي صاحب هر ڪتاب سان خط موڪليو ۽ ڪن ماڻهن مفت جو مائيل ڪتاب وٺي نه پهچ ڏني ته ان ڳالهه تي قاضي صاحب ڏڪي اٿندو هو.

قاضي صاحب جو هڪ نظريو هوندو هو. سچل سائين ئي سنڌ جو اول نمبر شاعر آهي. اها قاضي صاحب جي عقيدت هئي. اها قيس جي اک سان ليليٰ کي ڏسڻ وارو معاملو آهي.

قاضي صاحب ڪجهه شعر به لکندو هو. شعر جو انداز به پنهنجن مرشدن ۽ بزرگن وارو اختيار ڪيو هيائين. ضعيف عمري جي ڪري پاڻ لکڻ پڙهڻ کان رڪجي ويو ۽ اهو ڪم سندن پوٽن جي حوالو هيو. جهڪي سائس تعاون ڪندا هوندا. مگر جيئن پنهنجي اختيار سان مطالعو ڪرڻ ۽ ٻئي جي ذريعي مطالعي ڪرائڻ ۾ فرق آهي. تيئن هت به ضرور ٿيو هوندو.

وڃڻ وارا ويا هليا. هاڻ انهن جو يادگيريون ۽ انهن جون ڪاوشون اسان وٽ يادگار طور موجود آهن. ان وقت اسان کي ڪجهه سوچڻ گهرجي.

هڪ ته اسان پنهنجن بزرگن کي سندس حياتيءَ ۾ کهڙو داد ڏيون ٿا. ٻيو ته انهن جو اڌ ۾ ڇڏيل ڪم يا سندس بي ترتيب لکڙيل

ڀڪڙيل ڪاوشن لاءِ انهن جي لاڏاڻي ڪانپوءِ ڇا ٿا ڪريون، جيڪڏهن اسان ڪنڌ لوڏي تاڙيون وڄائي مرحوم، جو ياد ملهايون ته بوءِ افسوس ٿيندو.

اميد ته قاضي علي اڪبر درازي جا ادبي وارث پر خلوص جا نشين ان ذهنيت کان هٽي مرحوم جي ڇڏيل پروگرام ۽ اڌوري مشن کي اڳتي وڌائيندا. جيئن قاضي صاحب مرحوم جي روح کي سڪون ملي سگهي.

"آفتاب" حيدرآباد ٩- ڊسمبر ١٩٨١ع

رحيم بخش "قمر"

## آه قاضي علي اڪبر مرحوم

علي اڪبر ويڙو - دلبر درازي،
جانب جنت ۾ ٿانيڪو سو ٿيڙو،
پنهنجي رب رسول جو - تنهين ڪئي ٿيڙو،
سچو سامي هئو- جهونو جوڳيڙو،
صدمو رسيو سنڌ کي - پور پرين ۽ جو پيڙو،
ڏوٿيئڙن جو ڏيهڙو - وڃو لاهوت ۾.

هفتيوار "آواز سنڌ" دادو ١٠- ڊسمبر ١٩٨١ع

## آه !! جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب

وياسي وينجهار- هيرو لعل وندين جي (شاهه)

هي الم انگيز- اندوهناڪ، دلخراش ۽ جگرپاش خبر نهايت افسوس ۽ ارمان- رنج و ملال سان ٻڌي ويئي هوندي ته صوبه سنڌ ۽ پاڪ

ڀارت بر صغير جو نامور اديب. شاعر. ادب نواز. علم دوست. علم پرور. ممتاز ۽ معروف دانشور. فلسفي ۽ مفڪر ۽ شهره آفاق شاعر هفت زبان حضرت سچل سرمست رح جي ڪلام. شعر و شاعري. فڪر. فلسفه. فن. سخاوت. ڪرامت. ولايت. بزرگي. برتري. سوانح حيات ۽ حالات و ڪوائف زندگي وغيره، خوبين ۽ خصوصيتن تي يگانه روزگار سند ۽ اٿارٽي صوفي با صفا محترم جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب ٢ محرم الحرام ١٤٠٢هه مطابق ٣٠ آڪٽوبر ١٩٨١ع بروز جمع ڏينهن شام جو ٨٧ سالن جي عمر ۾ پنهنجي اولاد، اعزه و اقارب ـ دوست و احباب. متعلقين ۽ اواحقين. بيشمار. بي حساب. لاتعداد ۽ بي انداز مداحن ۽ ثنا خوانن کي داغ مفارقت ڏيئي. داعي اجل کي لبيڪ چئي. سراءِ جاوداني ڏانهن راهي ٿي، وڃي پنهنجي خالق حقيقي ۽ مالڪ ڪائنات سان مليو.

"متي ڳنڍي متيءَ سان. روح پرتو رب"

(انا لله و انا اليه راجعون)

مرحوم جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب پنهنجي عمر جو ڪافي کان زياده قيمتي حصو، صوفياءِ ڪرام جي سرتاج، منصور ثاني حضرت سچل سرمست عليه رحمت جي شعر و شاعري، ڪلام، فڪر، فلسفه ۽ فن وغيره تي تحقيق ۽ تدقيق جو نهايت مشڪل ۽ پيچيده ڪم ڪري، ان سلسلي ۾ سنڌي، سرائڪي، پارسي، انگريزي ۽ اردو زبانن ۾ سڄا سارا ٤٤ ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪري، اهي سچل سرمست رح جي ڪلام، شعر و شاعريءَ جي طالبين، معتقدين، مريدين، عاشقين، شائقين ۽ عوام ۾ مفت ورهائيندو ۽ تقسيم ڪندو رهيو. علاوه ازين جناب مرحوم قاضي صاحب مختلف متفرق موضوعن ۽ عنوانن تحت ٦ ٻيا ڪتاب ٻن تصنيف ۽ تاليف ڪيا. جيڪي مرحوم و مغفور جي زندگيءَ دوران ئي ڇپجي شايع ٿيا. ازانسواءِ سنڌس تحرير ڪيل ٻه ٻيا ڪتاب پنهنجي جهڙي ئي پريس ۾ ڇپجڻ لاءِ ڏنا هئائين.

جيڪي هنوز زير طباعت آهن. ۽ جنلاه مرحوم پنهنجي پسماندن کي اهي ڪتاب ڇپائي شايع ڪرڻ جي وصيت ڪري ويو هو.

مرحوم و مغفور محترم المقام جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب نهايت سرنجان مرنج. ڪريم النفس. خدا ترس. نيڪوڪار. ڪلمڪ. خوش خلق، درياه دل، فرشته صفت انسان، وفادار، خير خواه دوست، شفيق والد، صوم و صلوات جي سختي، شدت، باقاعدگيءَ سان بلا ناغه پابند ۽ ٻين هزارها بيش بها خوبين خصلتن، خصوصيتن ۽ لا تعداد اعليٰ اوصاف جو حامل ۽ مالڪ درويش صفت مومن مسلمان هو. مرحوم جناب قاضي علي اڪبر درازي صاحب جي سانحه ارتحال ۽ انتقال پرملال بعد سنڌ پرڳڻه ۽ پرانت ۽ پاڪ- ڀارت برصغير جي علمي دنيا ۽ ادبي حلقن ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي سو سالن صدين ۽ ڪسابن تائين به مشڪل سان پر ٿي سگهندو. اسان هن جانڪاه حادثي، هيانو ڦاڙيندڙ ۽ دل ڏاريندڙ سانحه ۽ ناقابل تلافي نقصان تي مرحوم جناب قاضي علي اڪبر درازيءَ صاحب جي ٻن صاحبزادن محترمڪ جناب قاضي علي گوهر صاحب حال اسسٽنٽ ڪالونائيزيشن آفيسر ڪڏو بئراج شڪارپور ۽ جناب قاضي علي مردان صاحب. اسسٽنٽ انجنير- اريگيشن ٻي سموري اولاد، ڪلي عزيزن، قريبن، مٽن مائٽن، دوست احبابن، هزارها ۽ لکها مداحن ۽ ثنا خوانن سان دلي اظهار همدردي ڪندي نهايت عجز ۽ انڪساري ۽ خشوع و خضوع سان بارگاه رب العزت ۾ دست بدعا آهيون ته شال الله تبارڪ و تعاليٰ- مرحوم جناب قاضي علي اڪبر درازيءَ صاحب کي جنت الفردوس ۾ جڳهه عنايت فرمائي- سندس سيني پسماندن، پوين متعلقين ۽ لواحقين کي صبر جميل جي توفيق ۽ طاقت عطا فرمائي. مرحوم و مغفور جي نقش قدم ۽ صراط المستقيم تي گامزن ٿيڻ جي ساڃهه، سمجهه، عقل، ادراڪ ۽ فهم ۽ فراست بخشي، ته جيئن مرحوم جناب قاضي صاحب جو نام نامي و اسم گرامي تا قيامت زنده جاويد رهندو اچي. (آمين)

دعا آهي تہ شال۔ آسمان انجي لحد تي شبنم افشاني ڪري. (ثم آمين)

نہ سي تہ ڙ اوطاق ۔ نہ واهون ولجارن جون،
سرتيون سامونڊين جا ۔ اج پڻ چڪم چاڪ،
مارئم فراق ۔ پاڙيچيون پرين جا. (شاه)

هفتيوار "شهباز" شڪارپور ١٦- ڊسمبر ١٩٨١ع

## شهشاد علی وارثی:

## "سچل کے شیدائی قاضی علی اکبر درازی"

سندھ کے بزرگ دانشور قاضی علي اکبر درازی مرحوم کی شخصیت کو فراموش کرنا ناممکن ھے. کیونکہ انہوں نے اپنی زندگی کا بڑا حصہ ھفت زبان شاعر سائیں سچل سرمست کے کلام کو عام کرنے میں صرف کیا. قاضی صاحب ١٩١٦ع میں سائیں قبول محمد کے مرید ھوئے اور حلقہ سچل سرمست میں داخل ھوئے۔ سائیں سچل سرمست نے اپنی حیات میں سات زبانوں میں تقریباً نو لاکھ چھتیس ھزار چھ سو چھبیس اشعار کہے سچل سرمست کے روحانی کلام کو عام کرنے میں قاضی علي اکبر درازی کا بڑا حصہ ھے قاضی صاحب کا انتقال تقریباً ٩٠ سال کی عمر میں ھوا۔ عمر کے آخری ایام وہ اپنی بینائی تقریباً کھو چکے تھے اور صحت بہت خراب ھوگئی تھی. مگر انہوں نے اپنی جدوجہد جاری رکھی۔ قاضی علی اکبر درازی محلہ قاضی عبدالسمیع روھڑی کے رھنے والے تھے ان کا تعلق بکھر کے اعلي قاضی خاندان سے تھا ان کے جدامجد حضرت مخدوم نوح بکھری ھیں۔ وہ ایران کے مشہور صوفی بزرگ شیخ شہاب‌الدین کے مرید تھے انہوں نے اپنے پیرو مرشد کے حکم کے مطابق سندھ کے مقام بکھر میں مستقل سکونت اختیار کی اور وھاں ایک عظیم دینی مدرسہ قائم کیا

جس میں برصغیر ھند و پاک، ایران، مصر اور عراق سے طالب علم تعلیم حاصل کرنے آتے تھے یہ دینی مدرسہ مذکورہ بزرگ کے وصال کے بعد شیخ حامد بکھری کے حوالے کیا گیا۔ جن کی عظمت کا یہ کمال تھا کہ بادشاہ وقت قطب الدین ایبک بھی ان کا مرید اور معتقد تھا۔ قاضی صاحب کے بزرگوں کی سوانح حیات میں حضرت شیخ بہاؤالدین ذکریا ملتانی کا ذکر اس طرح ھے کہ جب شیخ بہاوالدین ذکریا ملتانی، شیخ شہاب الدین کے پاس بیعت لینے گئے تھے تو حضرت شیخ شہاب الدین نے ان سے کہا کہ تم سندھ سے ھوکر ملتان جاؤ مگر راستے میں حضرت مخدوم نوح بکھری سے ضرور مل کر جانا۔ جب حضرت شیخ بہاوالدین ذکریا ملتانی بکھر کے قریب پہنچے تو انہیں معلوم ھوا کہ مخدوم نوح بکھری کا وصال ھوگیا ھے اور جنازہ تیار ھے۔ حضرت شیخ بہاوالدین ذکریا ملتانی نے خود نماز جنازہ پڑھائی اور کچھ دن وھاں قیام کیا اور اس کے بعد ملتان روانہ ھوگئے۔ مغلیہ دور حکومت میں قاضی علی اکبر درازی کے بزرگ بکھر اور ملتان کے قاضی تھے۔ مغل شہنشاہ محمد شاہ کی طرف سے قاضی صاحب کے بڑے پردادا شیخ خیرالدین کو ملتان سندھ کے قاضی القضات کا پروانہ ملا ھوا تھا۔ جس سے ان کا شجرہ اس طرح نکلتا ھے قاضی علی اکبر درازی ولد قاضی علی محمد ولد قاضی خیرالدین ثالث ولد قاضی عبدالقادر ولد قاضی عبدالقادر ثانی ولد قاضی حامد ولد قاضی خیرالدین اول۔ برطانوی سامراج نے جب سندھ فتح کیا تو انہوں نے اس خاندان کو بکھر سے روھڑی منتقل کیا۔ روھڑی میں بھی اس خاندان کو باعزت مقام حاصل تھا۔ قاضی علی اکبر درازی کے والد بزرگوار قاضی علی محمد نہ صرف شہر روھڑی بلکہ دور دراز تک ایک اھم شخصیت کے مالک تھے۔ قاضی علی اکبر درازی صاحب کی ولادت ۱۸۹۵ع میں ھوئی۔ پرائمری تعلیم محلے کے اسکول میں حاصل کی چھٹی کلاس تک روھڑی کے اے۔وی اسکول میں اس کے بعد

هائی اسکول سکھر میں داخل ہوگئے۔ صوفی شعرا سے بچپن ہی سے لگاؤ تھا ۱۹۱۵ع میں جب میٹرک کے طالب علم تھے تو درازا شریف جاکر سخی قبول محمد کے مرید ہوئے اس حلقے کی محبت سے ظاہری علم سے دل اچاٹ ہوگیا۔ والد صاحب کی خفگی کے باعث میٹرک کے امتحان میں بیٹھے مگر ناکام ہوئے۔ اس کے بعد درگاہ شریف پر ریاضت شروع کی دوبارہ امتحان میں شرکت کی اور پاس ہوئے۔ میٹرک پاس کرنے کے بعد سرکاری ملازمت اختیار کرلی اور محکمہ روینیو میں بطور کلرک ملازم ہوئے اس کے بعد بیراج میں چلے گئے اور آخر میں ٹریزری سے ۲۸ جولائی ۱۹۵۰ع کو ریٹائر کیا اور اپنے مشن کے تکمیل کو لگ گئے۔ سندھ کے یہ عظیم انسان ۵۱ کتابوں (سندھی، سرائکی، اردو، اور انگریزی) کے مصنف تھے۔ ان کا انتقال ۳۱ اکتوبر ۱۹۸۱ع کو روہڑی میں ہوا اور وہیں دفن ہوں افسوس ہے کہ ادبی دنیا کی اس عظیم شخصیت کو اب تک فراموش کیا گیا ہے قاضی صاحب نے سچل کے فارسی کلام دیوان آشکار کا اردو ترجمہ کیا تھا۔ اور محکمہ اوقاف کے اس وقت کے چیف ایڈمنسٹریٹر عبدالرحمان نے شائع کرایا ہے۔ اس کتاب میں اردو ترجمے کے ساتھ فارسی متن کی ترتیب کا کام خالد اطہر نے انجام دیا تھا اور کتاب کی ترتیب و طباعت کے دیگر مراحل کی تکمیل بھی ان کی نگرانی میں ہوئی۔ قاضی علی اکبر درازی کی تصانیف اور تراجم کی تعداد ۵۱ ہے۔

| | |
|---|---|
| سندھی | ۳۶ |
| اردو | ۱۱ |
| سرائکی | ۱ |
| انگریزی | ۳ |
| ٹوٹل | ۵۱ |

جنگ (مڈویک میگزین) ۲۶- ستمبر ۱۹۸۴ع

